# سنڌي غـــزل جي اوسر

## ( ڀاڱو پهريون )

پي - ايچ - ڊي لاءِ پيش ڪيل ٿيسز

جــون ١٩٨٣ع

لکـنـدڙ

ايـــاز حسين قادري

نـگران

پروفيسر مولوي غلام مصطفيٰ قاسمي



انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي

سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو (سنڌ)

# فهرست

## باب ستون- ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنسون ٣٥١-٤٩٣

# ناشر طرفان

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي شروع کان وٺي هڪ اهم ترين مقصد رهيو آهي ته سنڌ جي تاريخ، ادب، فن ۽ ٻين پهلوئن تي جيڪا ريسرچ ٿي رهي آهي، ان ريسرچ جي ڏس ۾ نه رڳو مدد ڪرڻ، پر ان کي عام پڙهندڙن اڳيان پڌرو ڪرڻ آهي. انهيءَ مقصد تحت ني انسٽيٽيوٽ، سنڌ يونيورسٽيءَ جي مختلف شعبن ۾ پي-ايڇ-ڊيءَ جي انهن ٿيسز کي ڇپائڻ جو سلسلو شروع ڪيو آهي، جيڪي ٿيسز سنڌالاجيءَ جي دائري ۾ اچي وڃن ٿيون. هي ٿيسز "سنڌي غزل جي اوسر" به ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي.

ٿيسز جي لکندڙ محترم اياز قادريءَ جو نالو سنڌي ادب ۾ ڪنهن کان لڪل نه آهي. هو نه رڳو محقق ۽ لائق استاد آهي، پر سنڌي تخليقي ادب ۾ ٻڻ سندس نالو اهميت رکي ٿو. سنڌي ڪهاڻيءَ جي شروعاتي اوسر ۾ سندس وڏو هٿ رهيو آهي. ان ڪري اسان سندس هيءَ ٿيسز ڇپائيندي بيحد خوشي محسوس ڪري رهيا آهيون.

هتي اسان اهو به عرض ڪري ڇڏيون ته جيئن ته ٿيسز تمام گهڻن صفحن تي پکڙيل ضخيم ٿي پيو آهي، ان ڪري ان کي مصنف جي مرضيءَ ۽ صلاح سان ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو آهي. ٿيسز جو پهريون ڀاڱو اوهان جي هٿن ۾ آهي، ۽ ٻيو ڀاڱو زير طبع آهي، جيڪو به جلد شايع ڪيو ويندو.

اسان کي اميد آهي ته پڙهندڙ اسان جي هن ڪوشش جو فائدو وٺندا ۽ قدر ڪندا.

مهتاب اڪبر راشدي

# انتساب

پنهنجي ناني سنڌي غزل جي آستاد،
باباءِ بزم مشاعره، سنڌي شاعري جي
پهرين رسالي گلدستهٔ سنڌ جي
ايڊيٽر، حاجي زوار حڪيم
فقير ميان علي محمد قادري
جي نالي. جنهن سنڌ ۾
غزل کي مقبول بڻائڻ
لاءِ گهڻي ڪوشش
ورتي.

اياز حسين قادري

# مقدمو

ساري ساراهه ان صاحب کي سونهي جو رب‌العالمين، ٻاجهه ۽ مهر وارو آهي، هر نعمت ۽ هرچيز جو پيدا ۽ عطا ڪندڙ پاڻ آهي، جنهن اسان ڏانهن اهڙو رسول موڪليو جو سڀني نبين کان بزرگ ۽ رحمت‌اللعالمين آهي، اهڙي رسول تي افضل صلوات ۽ ڪامل سلام هجن. تنهن جي آل پاڪ تي هزار هزار سلام ۽ تحيات هجن جي ولايت جا ماهتاب، هدايت جا ستارا ۽ سڌي راهه ڏيکارڻ وارا آهن.

غزل شاعري جي حسين، شوخ ۽ دلفريب صنف آهي. منهنجي اک غزل جي ماحول ۾ کلي. ناناڻي توڙي ڏاڏاڻي طرف غزل جا شاعر هئا منهنجو ڀيڻو ميان غلام سرور فقير، منهنجو ڏاڏو ميان غلام‌محمد گدا، منهنجو نانو ميان علي‌محمد قادري، منهنجو مامو ميان غلام‌عباس جوش، غزل جا شاعر هئا. اسان جي اوطاق ۾ ۱۹۰۵ع کان باقاعده بزم مشاعره ٿيندا هئا جن ۾ جڏهن آءٌ اٺن ڏهن سالن جو هوندو هوس ته وٺي ويهندو هوس ۽ استاد شاعرن جا غزل نهايت غور سان ٻڌندو هوس. منهنجي والد هفتيوار الحقيقت ۽ منهنجي ناني ماهوار گلدستہ سنڌ رستي غزل جي مقبوليت لاءِ گهڻو ڪجهه ڪيو. انهن کانپوءِ منهنجي استاد محترم حاجي محمود خادم، جيڪو سندن ساٿي هو، ماهوار اديب سنڌ رستي ساڳي شمع روشن رکي ۽ منهنجي وڏن جي وفات کانپوءِ بزم مشاعره برقرار رکيا.

ميان علي‌محمد نه صرف بزم مشاعره قائم ڪيو هو پر پهرين مشاعره ڪانفرنس پڻ ڪوٺائي هئي. مان سورنهن سالن جو هوس جو ۱۹۳۲ع کان لاڙڪاڻي ۾ ڪوٺايل چهين ادبي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيس ۽ ان کانپوءِ گهڻو ڪري هر ادبي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيندو رهيو آهيان ۽ ۱۹۵۴ع ۾ ڪراچيءَ ۾ جيڪا چوڏهين ادبي ڪانفرنس منعقد ٿي هئي تنهن جو آءٌ سيڪريٽري هوس. ۱۹۴۴ع ۾ جڏهن اعليٰ تعليم لاءِ ڪراچيءَ آيس ته هت به ڪراچيءَ جي سمورن بزم مشاعرن سان تعلق رهيو ۽ جيڪي دوست مليا اهي به غزل جا شاعر هئا.

بزم مشاعرن ۽ ادبي ڪانفرنسن ۾ اهڙن بزرگ شاعرن سان ملاقات

ٿيندي هئي جي پنهنجي دور جي ۽ اڳين دور جي بزمن ۾ شاعرن جون ڳالهيون ٻڌائيندا هئا، جنهن ڪري منهنجو چاهه ۽ دلچسپي غزل ۽ غزلگو شاعرن سان وڌندي ويندي هئي.

جڏهن پي-ايچ-ڊي لاءِ مضمون تي ويچار ڪيم ته غزل پنهنجين سهڻين رعنائين سان منهنجي اڳيان اچي بيٺو، مون سوچيو جيڪي بزم مشاعره مون ڏٺا، وڏن جي لئبرريءَ ۾ پراڻيون اخبارون ۽ رسالا پڙهيا، ادبي ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي ۽ تمام گهڻن شاعرن سان ملاقاتون ڪيون آهن انهن سڀني جي اها تقاضا آهي ته مون کي سنڌي غزل ۽ ان جي تاريخ تي ئي ٿيسز لکڻ گهرجي. جڏهن پنهنجي مضمون جو ذڪر پنهنجي مهربان بزرگ مولوي غلام مصطفيٰ قاسميءَ سان ڪيم، هن کي ڏاڍي سرهائي ٿي ۽ اصرار ڪيائون ته مان ان ئي موضوع تي پي-ايچ-ڊي ڪريان. سندن خواهش مطابق مون پنهنجي مضمون جو عنوان ”سنڌي غزل جي اوسر“ چونڊيو.

سنڌي غزل جي اوسر شروع کان وٺي هن وقت تائين، اٿاهه ڪم هو، پر مولوي قاسميءَ جي همت افزائي، رهنمائي ۽ صلاح مشوره جي ٽرهي تي ان کهيڙ ۾ کهڙي پيس. جيڪي ڪجهه ڪئو ڪيو اٿم اهو اوهان جي اڳيان آهي.

ڪاچو ڪمايوم، موتي مون نه ونئا
سيهي جو سيد چي، وکر وهايوم
ههڙو حال سندوم، توهه تهجي آڳهان.

ان کان اڳ جو ٿيسز جي مواد بابت ڪجهه لکان ايترو عرض ڪندس ته منهنجي هيءَ ٿيسز عيبن ۽ اوڻاين سان ڀريل آهي، جيڪي خاص طرح انهن کي جي ٻين جي عيبن ۽ اوڻاين جي نوس نوس ڪندا وتن ٿا تنکي وڌيڪ چٽا ڏسڻ ۾ ايندا. مون کي جيڪي مواد هٿ آيو آهي، تنهن کي سميٽي، سهڙي، سوڌي ۽ سنواري سنڌي غزل جي تاريخ جي عمارت تيار ڪئي اٿم، اميد ته مون کان پوءِ ضرور اهڙا محقق پيدا ٿيندا جيڪي نه صرف مون واري تعمير ڪيل عمارت جا نقص دور ڪندا پر وڌيڪ محنت ۽ تحقيق ڪري ان جا خال به ڀريندا ۽ ان ۾ اضافا به ڪندا.

هن ڪم کي هٿ ۾ کڻڻ کانپوءِ جا وڏي تڪليف درپيش آئي سا هئي شاعرن جو ڪلام هٿ ڪرڻ. نوٽ ٿيل شاعرن جي ڪلام جي ذخيري

جو پتو نٿي پيو ۽ سندن اولاد کان ڪيترن شاعرن جو ڪلام هٿ مٿي ٿي ويو هو. هڪڙو مرزا عباس علي بيگ اهڙو سڄڻ مليو جنهن نه صرف پنهنجن وڏن ۽ ٻين بزرگن جو قلمي ذخيرو به ساهه سان سانڍي رکيو آهي، هن پنهنجا وڏا وَرَ ڪري پنهنجي سيڙي چونڊي نه صرف منهنجي آڏو آڻي رکي ۽ ان مان چونڊ ڪرائڻ ۾ پڻ ڀال ڀلايائين. وڏي جاکوڙ سان فوت ٿيل ۽ حيات شاعرن جا قلمي ڪتاب، ذخيرا، ديوان، بياض، ڪليات وغيره هٿ ڪري ان مان چونڊ مواد ڪتب آندو اٿم.

ٻي وڏي تڪليف هئي پراڻن ڪتابن، اخبارن ۽ رسالن جي، جس آهي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي ڊائريڪٽر ڊاڪٽر غلام علي الانا کي، جنهن خبر نه آهي ته ڪيئن ۽ ڪٿان ايڏو وڏو خزانو ڪتابن، اخبارن ۽ رسالن جو سنڌالاجيءَ ۾ آڻي ڪٺو ڪيو آهي. سندس قرب، چاهه ۽ چاهه نه صرف پنهنجي ڪم لاءِ سرگرم ڪيو پر آساني به پيدا ڪئي جو گهڻا ڇاپيل ۽ قلمي ڪتاب هڪ هنڌ ويهي مطالعو ڪري سگهيس.

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي لئبرري به پلون پل آهي. سڄي عمر ڪتاب ڪٺا ڪندو رهيو آهي. هن پنهنجي ڪتابن جي ڪٻٽن جا ڪلف لاهي وڏي پاٻوهه سان چيو ته، کڻ جيڪي کڻڻو اٿئي، ايڏي ڇوٽ ڏسي مون به ڪٿي پريون پڏيون.

جيئن هن ٿيسز ۾ سنڌي غزل جي تاريخ بيان ڪرڻي هئي تنهن ڪري سنڌ جي انهن اخبارن، رسالن، بزم مشاعرن، مجلسن، محفلن ۽ ادبي ڪانفرنسن جو ذڪر شروع ۾ ڪيو اٿم جن سنڌي غزل کي مقبول بنائڻ ۽ ترقي وٺائڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو آهي.

پارسي شاعري جو سنڌي غزل تي وڏو اثر رهيو آهي ان جو نهايت تفصيل سان جائزو ورتو اٿم، جيئن پڙهندڙن کي اهو چڱي طرح معلوم ٿي وڃي ته سنڌي غزل پارسي غزل کان ڇا ڇا حاصل ڪيو آهي. هن باب لاءِ ڪيترن پارسي ۽ سنڌي شاعرن جو گهرو مطالعو ڪرڻو پيو جيئن مثالن سان هر دعويٰ ثابت ڪري سگهجي.

سنڌي غزل جا مختلف دور مقرر ڪيا اٿم ۽ انهن دورن کي ان بزرگ شاعر جي نالي پٺيان منسوب ڪيو اٿم، جنهن کي ان دور جي شاعرن ۾ مرڪزي حيثيت حاصل هئي. دورن جو وقت ۽ سن مقرر ڪرڻ محال هو ڇاڪاڻ ته اهي شاعر جنکي مختلف دورن ۾ مرڪزي حيثيت حاصل هئي،

اهي ساڳي وقت ۾ به زنده هئا. مثلاً گل جي دور ۾ قاسم هو، قاسم جي دور ۾ سانگي هو ۽ سانگيءَ جي دور ۾ قادري هو جو لڳ ڀڳ عمر ۾ سانگي جيترو هو. شاعرن کي عمر جي لحاظ کان نه پر لاڳاپي جي لحاظ کان ڪنهن دور سان وابسته ڪيو ويو آهي. فضل محمد ماتم، امام بخش شاهه فدوي، غلام محمد شاهه گدا، سانگي کان وڏا هئا پر هنن جو واسطو خليفي قاسم کان زياده سانگيءَ سان هو تنهن ڪري هنن کي سانگيءَ جي دور ۾ شامل ڪيو ويو آهي. مولوي عاقل جي عمر سانگيءَ جي دور جي شاعرن برابر هئي پر انکي قادريءَ جي دور ۽ عبدالڪريم گدائي کي آزاديءَ کان پوءِ واري دور ۾ آندو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته هنجي شهرت ۽ لاڳاپي جو واسطو ان دور سان هو.

هن ڪتاب ۾ هر ڪنهن دور سان وابسته هڪ سو ڪنهن کان مٿي نمائنده شاعرن جي حياتيءَ جو احوال، چونڊ ڪلام، سندن ڇاپيل ۽ اڻ ڇاپيل ڪتاب ۽ سندن ڪلام تي مختصر تبصرو ڏنو ويو آهي. ڪوبه دور پنهنجي دور جي اهڙي احوال ۽ ذڪر کان سواءِ سچو ۽ سڪتو هجي ها. هن قسم جي ذڪر سان پڙهندڙ کي پتو پوندو ته مختلف دورن ۾ ڪهڙن ڪهڙن شاعرن غزل جي گلستان جي آبياري ڪئي آهي ۽ غزل جي گلن ۾ ڪهڙا رنگ پريا آهن. گهڻن شاعرن جي احوال ۾ سندن وفات بابت پين شاعرن جون لکيل قطعه تاريخون ڏنيون ويون آهن ۽ اها ڪنهن به ادبي تاريخ ۾ پهرين ڪوشش آهي.

هر دور جي شروع ۾ ان دور جو سياسي، علمي، ادبي پس منظر بيان ڪري، سنڌي غزل تي انهن جي اثر جو بيان ڪري، ان دور جي غزل جو تفصيلي جائزو ورتو ويو آهي، جيئن پتو پوي ته ان دور جي غزل ۾ ڪهڙا خيال ۽ مضمون سمايل آهن ۽ غزل اسان جي سماج سان ڪيترو ساٿ ڏنو آهي.

هن ڪتاب لکندي ڀارت جي سنڌي غزل گو شاعرن کي به ڀاڱي سان گڏ شامل ڪيو ويو آهي. ڀارت ۾ مقيم سنڌي به سنڌي زبان جا اهڙائي عاشق آهن جهڙا سنڌ وارا، هنن پنهنجي زبان کي محفوظ رکڻ ۽ ترقي وٺائڻ لاءِ وڏا جتن ڪيا آهن، جن جو مختصر ذڪر هن ڪتاب ۾ ڪيو ويو آهي. جنهن ڪانپوءِ ڀارت جي ٻرک غزل گو شاعرن ۽ سندن ڪلام کي متعارف ڪرايو ويو آهي، جيئن سنڌ ۾ رهندڙ عوام کي ڀارت جي شاعرن بابت معلومات حاصل ٿي سگهي.

مان سمجهان ٿو ته ڪي سچڻ منهنجي ٿيسز جي ڊگهائي کي پسند نه ڪندا. غزل جي اوسر جي سلسلي ۾ بهرين ڪوشش هئي ته ان کي اختصار کان ڪم ورتو وڃي ۽ اهم حقيقتون، احوال ۽ ڪلام رهجي وڃي ها، اڳتي هلي ان جو اختصار به ڪري سگهجي ٿو.

آخر ۾ وري به آءٌ پنهنجي مشفق مهربان نگران پروفيسر مولوي غلام مصطفيٰ قاسمي جو ٿورو ادا ٿو ڪريان جنهن جي هر قدم تي مدد، رهنمائي، صلاح ۽ مشوري سان هي ڪم مڪمل ٿي سگهيو آهي.

اياز حسين قادري



# ٿورا

منهنجي هن ڪم ۾ جن ساٿ ڏنو ۽ پال پلايا آهن تن سڀني جو آءٌ دل سان ٿورائتو آهيان، جنهن ۾ سڀ کان "سنڌي غزل جي اوسر" ۾ جنهن به قسم جي مدد لاءِ گذارش ڪئي ته هن منهنجي ڪم کي پنهنجو ڪم سمجهي قرب جو هٿ وڌايو ۽ دل کولي مدد ڪئي، جيڪي ڪجهه وٽن هو پوءِ اهو اخبارون، رسالا، ڇاپيل يا قلمي ڪتاب هئا منهنجي اڳيان رکيائون. موجوده دور جي گهڻن شاعرن پنهنجي ڪلام جا بياض انتخاب لاءِ عطا ڪيا جنهن ڪري منهنجي ڪم ۾ سولائي پيدا ٿي. ڪيترن دوستن مفيد مشورن سان نوازيو جنهن ڪري ڪيترا باب لکڻ ۾ آساني ٿي.

سڀ کان پهريان آءٌ علم جي پنڊار، عالم ۽ محقق مولوي غلام مصطفيٰ قاسمي جو شڪر گذار آهيان جنهن جي علم پرور پارس جهڙي نگاهه منهنجي هن ناچيز ڪم کي مٿاهون مقام بخشيو. ان کانپوءِ آءٌ هنن دوستن جو شڪر گذار آهيان جن جي مدد کانسواءِ هي ڪم منهنجي دل وٽان مڪمل ٿي نه سگهي ها.

ڊاڪٽر غلام علي الانا جنهن پنهنجي دل ۽ سنڌالاجي جا دروازا منهنجي لاءِ هميشه کليا رکيا. پاڻ پنهنجي سر هلي ڪتاب ڪڍي ۽ سنڌالاجي ۾ ويهي ڪم ڪرڻ جي وڌ ۾ وڌ سهوليت پيدا ڪري ڏنائين.

مرزا عباس علي بيگ جنهن پنهنجن بزرگن ۽ سنڌ جي پين شاعرن جو قلمي مواد فراخدليءَ سان مونکي ڏنو.

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو جنهن پنهنجي سموري لئبرري منهنجي حوالي ڪئي ۽ ڪم ترت مڪمل ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪندو رهيو.

سنڌي ادبي بورڊ جي اڳئين سيڪريٽري ظفر حسن ۽ موجوده سيڪريٽري غلام رباني جنهن بورڊ جي لئبرري جي ڪتابن جي معائني جي سهوليت پيدا ڪئي.

شيخ عبدالحليم جوش، حافظ محمد احسن، ڊاڪٽر عطا محمد حامي، ڊاڪٽر

محمود شاهه، پروفيسر غلامرسول بلوچ ۽ سنڌس وڏي ڀاءُ محرم خان بلوچ، عبدالقيوم صائب، صوفي دوست محمد ساجد سرشاري، نظام صحرائي، اختر مرزا، سوڀو گيانچنداڻي، ماسٽر مهرعلي چنا، جن پنهنجا ڪتاب، اخبارون ۽ رسالا منهنجي حوالي ڪيا يا هٿ ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. خاص طرح سيد محمد تقي شاهه حنفي جيڪو مون کي پاڻ سان گڏ ڪيترن هنڌ قلمي ذخيرا ڏسڻ لاءِ وٺي هليو ۽ لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلع جي مشاعرن جو اکين ڏٺو احوال ٻڌايائين. سيد فيض محمد شاهه جيڪو مون سان گڏ حيدرآباد جي مختلف بزرگن وٽ قلمي ڪتاب ڏسڻ لاءِ هليو منتخب مواد نقل ڪرڻ ۽ ٿيسز جي ببليوگرافي تيار ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. جناب عبدالرحمان چنا جنهن جي همت، محنت ۽ اورچائي سان ٿيسز جو هر هڪ باب ترتيب ڏنو ويو ۽ ببليوگرافي تيار ٿي. سليم ميمڻ جيڪو منهنجي ڪم ۾ هر وقت دلچسپي وٺندو رهيو ۽ سنڌس ڪوشش سان ٿيسز جي نمبرنگ ۽ بائينڊنگ جو ڪم خوش اسلوبي سان مڪمل ٿيو. منهنجو عزيز دوست ٻلاول نظاماڻي جنهن ٿيسز جي ڪم کي مڪمل ڪرڻ لاءِ ڏاهوت ڀاري ڏني ۽ هاڪ منهنجو آرام ڦٽائي ڇڏيو.

مان ڀارت جي انهن سڀني اديبن، شاعرن، صحافين جو نهايت شڪرگذار آهيان جن "ڀارت ۾ سنڌي غزل" بابت مواد موڪلڻ ۾ منهنجي وڏي مدد ڪئي آهي ۽ مون اهو محسوس ٿي ڪيو ته ائين ڪندي کين خوشي ٿئي ٿي، خاص طرح موهن ڪلپنا جنهن نه صرف گهڻو مواد موڪليو پر ڀارت ۾ سنڌي ادب جي ترقي وارو مواد نظر مان ڪڍيو، هري دلگير، موتي پرڪاش، ايم ـ ڪمل واسديو نرمل، پرڀو وفا ۽ اتم جيڪي وقت به وقت ڀارت ۾ شايع ٿيندڙ ڪتاب ۽ رسالا موڪليندا رهيا.

سنڌالاجي جي لئبررين گل شير بلوچ جنهن سنڌالاجي مان ڇاپيل ۽ قلمي ڪتابن، اخبارن ۽ رسالن ڳولي ڪڍي ڏيڻ ۾ دل سان مدد ڪئي ۽ ٿيسز جا ٿي ڇيپٽر ٽائيپ ڪري ڏنا.

ڪراچي يونيورسٽي جي سنڌي ٽائپسٽ "نياز سنڌي" جو، جنهن نهايت شوق ۽ چاهه سان منهنجي ٿيسز ٽائيپ ڪئي.

پنهنجي استاد سائين پير سعيد حسن جنهن جي صحبت مان مولڪي سرمائو مليو آهي ۽ جنهن جون دعائون هر وقت مون سان گڏ رهيون آهن.



# عنوان

# غــزل

عشق ۽ محبت، انسان جي خمير ۾ سمايل آهي، جتي بہ انسان آهي، پوءِ آهو بر هجي يا بحر،گلستان هجي يا بيابان ، آبادي هجي يا ويراني ، آتــي عشق پنهنجي ڪرشمہ سازي ڏيکاري ٿو. جيئن تہ دنيا جي ڪا بہ قــوم ۽ ملڪ شاعريءَ کان خالي نہ آهـي ۽ عشق شاعريءَ جو وڏو محرڪ آهي ، تنهن ڪري ڪابہ قوم ۽ ملڪ عشقي شاعريءَ کان بہ خالي نہ آهي.

سنڌ عشقي رومانن جو اهو ديس آهي جتي سسئي پنهون، سهڻي ميهار، مومل راڻو، ليلا چنيسر ۽ عمر مارئيءَ جي داستانن جنم ورتو ۽ پنهنجي عشق ۽ محبت جي ڪارنامن سان متاثر ڪيو. هـن عشق ۽ محبت جـي سرزمين تي جڏهن غزل ايران مان ڪهي اچي قدم رکيو تہ هن ڌرتيءَ جي حساس شاعرن ان جـو کليءَ دل سان استقبال ڪيو. شروع ۾ فارسي دان شاعـرن ان ۾ نغمہ سرائي ڪئي، پر وقت گذرڻ سان ان فارسي جامو مٽائي سنڌي ٻوليءَ جو لباس زيب تن ڪيو. هـن وقت غزل پنهنجي موسيقي ۽ ترنـم ، سـزي ۽ ميٺاج ، نازڪ ۽ بلندخياليءَ سبب سنڌي شاعريءَ ۾ هڪ مضبوط ۽ بلند مقام حاصل ڪري چڪو آهي. ان ڳوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ڪونهي تـہ غزل سنڌ جي مقبول ترين مقامي صنفن، ڪافي ۽ بيت سان ڪاهوڪاهي ۾ ملايو بيٺو آهي.

## غزل جي ابتدا:

توريت جي انبيا واري صحيفي ۾ حضرت دائود ۽ حضرت سليمان جو صحيفو زبور آهي، جنهن جي مضمونن کي ”غزل الغزليات“ ڪوٺيو ويو آهي. پنهنجي اصلي زبان ۾ آهي سڀ موزون غزل آهن جن کي اهي پيغمبر ٻهاڙن تي ويهي آلاپيندا هئا، جو انسان، جن، پکي ۽ جانور سڀ وجد ۾ اچي ويندا هئا. آسماني صحيفي جي انهن آيتن يـا ٻين لفظن ۾ انهن غــزلن ۾ هو ٻنهنجي جذبي وهان ايتري قدر چئي ويا آهـن تہ ، ” اي منهنجا محبوب! جيڪڏهن تون سون وٽ پير پري اچين تہ مان ( جيتوڻيڪ انهيءَ لائق نہ آهيان) ڪرم

ڀاڻيءَ سان تنهنجي ڀرن جـي مٽي ڌوئـان، تنهنجي وارن ۾ تيـل مليان ۽ تنهنجي لاءِ نرم هنڌ وڇايان- وغيره وغيره" (١)

زبور جي انهن آيتن تي ويچار ڪرڻ کان پوءِ اهو چئي سگهجي ٿو ته غـزل جو ڪم ازل کان ولي حسن پرستي مقرر ڪيو ويو هو ۽ هيءَ شاعريءَ جي وصف عاشقانه مزاج سان هن دنيا ۾ آئي هئي.

## غزل جي تشريح :

عام طرح ائين سمجهيو ويندو آهي ته غزل جي معنيٰ آهي عورتن سان عشق ۽ محبت جون ڳالهيون ڪرڻ. ڪيترين لغتون پڻ ان خيال جي تائيد ڪن ٿيون.

عربي لغت جو امام مجدالدين محمد فيروز آبادي پنهنجي جڳ مشهور لغت "القاموس المحيط" ۾ فـرمائي ٿـو، "مغازله‌النساد محادثتهن ولاسم‌الغزل محرڪه" مطلب ته مغازله جي معنيٰ آهي عورتن سان ڳالهيون ڪرڻ. هن مان اسم غزل ٽنهين حرفن جي حرڪت سان آهي (٢).

غياث‌اللغات جو مؤلف لکي ٿو، "غزل بفتحتين بازي ڪردن (با محبوب). و حڪايت ڪردن از جوالي و حديث صحبت و عشق زنان" (٣).

فرهنگ آنند راج ۾ آيو آهي "غـزل به فتحتين حديث زنان و حديث عشق ايشان ڪردن و سخن در وصف زنـان به عشق ايشان گفته آيد. در عـرف شعرا چند بيت مقرري ڪه پيش قدما زياده از دوازده نيست و متاخران منحصر دران نه دانند" (٤).

خواجه الطاف حسين حالي غزل جي تشريح هنن لفظن ۾ ڪئي آهي،

"غزل جي معنيٰ لغت ۾، عشق بازي ڪرڻ ۽ عورتن سان مخاطب ٿيڻ آهي. عربي ۾ چوندا آهن "زيد اغزل من عمرو" يعني زيـد

---

(١) ڊاڪٽر عبدالواحد خان"خليل": "اردو غزل ڪے پچاس سال"، مکتبه ڪليان بشيرت گنج لکنو، ١٩٦١ع، ص١٧-١٨.

(٢) فيروز آبادي- "القاموس‌المحيط" ٤٧ ڇاپو مصطفيٰ بابي مصر.

(٣) غياث‌الدين مولوي، مطبع منشي نولڪشور، ڪانپور، ١٨٨٠ع ص. ٣١٠.

(٤) آنند راج "فرهنگ آنند راج"، مطبع منشي نولڪشور ڪانپور.

عشق جا مضمون عمرو کان وڌيڪ بيان ڪري ٿو يا زيد، عمرو کان وڌيڪ عشقباز آهي".(١)

ڊاڪٽر يوسف حسين خان صدر شعبه تاريخ جامعہ عثمانيه (حيدرآباد دکن) پنهنجي ڪتاب "اردو غزل" ۾ غزل جي تشريح ڏورن مگر جامع لفظن ۾ هيئن ٿو ڪري، "غزل محبوب سان ۽ محبت جي گفتگو آهي".(٢)

ڊاڪٽر عبادت بريلوي "غزل ۽ مطالعہ غزل" ۾ غزل بابت چوي ٿو،

"غزل جي صنف جو بنيادي موضوع عشق جي معاملن جي مختلف ڪيفيتن جي ترجماني آهي. خود غزل يا تغزل جي لغوي معني خاص طرح عورتن سان يا عورتن بابت ڳالهيون ڪرڻ، بيان ڪئي ويندي آهي ۽ اها ڳالهه گهڻي قدر درست آهي. مگر غزل جي اها تشريح مڪمل ۽ همہ گير نہ آهي، انهيءَ ۾ وڌيڪ اضافي جي ضرورت آهي".(٣)

علامہ شبلي نعماني "شعرالعجم" ۾ ايران جي عشقيہ شاعريءَ تي بحث ڪندي غزل بابت فرمائي ٿو، "قصيدي ۾ ممدوح جي تعريف ٿيندي آهي، غزل ۾ معشوق جي.... ۽ غزل ۾ محبوب جي حسن ۽ جمال، ناز و ادا ۽ جور و جفا جو بيان ٿيندو هو".(٤)

علامه آءِ. آءِ. قاضي لنڊن مان شاعريءَ بابت شايع ٿيندڙ مخزن "Poetry Review" ۾ "Oriental forms of Poetry" جي عنوان هيٺ پنهنجي لکيل مضمون The Gazal ۾ غزل جي سمجهاڻي هيٺين لفظن ۾ ڏئي ٿو:

---

(١) الطاف حسين حالي خواجہ: "مقدمہ شعروشاعري"، ڪتبخانہ علم وادب ڪراچي ١٩٦٥ع، ص ١١٩.

(٢) يوسف حسين خان ڊاڪٽر: "اردو غزل"، اعظم اسٽيم پريس، حيدرآباد دکن، ص ١٧٥.

(٣) عبادت بريلوي ڊاڪٽر: "غزل اور مطالعہ غزل"، انجمن ترقي اردو (پاڪستان)، ١٩٥٥ع، ص

(٤) شبلي نعماني: "شعرالعجم" جلد پنجون، ڇاپو ڏيون، مطبع معارف اعظم گڙھ، ١٩٤٢ع، ص ٣٤.

> "The word 'Ghazal' is of Arabic origin, and means, as 'Taghazalu' talking of love, especially to the fair. But there is another word very nearly, pronounced the same way, viz; 'Ghazala' which means to spin or to twist (spinning or twisting a yarn). There is no doubt in my mind that word 'Taghazal' originally was derived from this 'Ghazala', spinning as a yarn or twisting a rope has suggested the idea of the latter use of the word. There is another word, "Ghizal", known to Europe as gazalle, to which some pepole attribute its origin. But if it is not derived from it (as it is most probably not), the leaps of a gazele have much in common with the poetic flights of the "Ghazal" writer.(1)

"غزل" لفظ عربيءَ مان نڪتل آهي ۽ "تغزل" جي معنيٰ آهي عشق جون ڳالهيون ڪرڻ، خاص طرح سهڻن سان. پر هڪڙو ٻيو لفظ آهي جنهن ۾ تلفظ به تقريباً ساڳيو ڪيو ويندو آهي جيڪو آهي "غزالا" جنهن جي معنيٰ آهي ڪتڻ يا وٽڻ (ڌاڳي کي ڪتڻ يا وٽڻ). مون کي پڪ آهي ته "تغزل" جو لفظ اصل ۾ انهيءَ "غزالا" لفظ مان ورتو ويو آهي. ڌاڳو ڪتڻ يا نوڙي وٽڻ واري معنيٰ ان پوءِ اختيار ڪئي آهي. هڪ ٻيو لفظ "غزال" آهي، جنهن‌جو اچار يورپ وارا "غزيل" ڪندا آهن. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته "غزل" ان لفظ مان نڪتو آهي، پر جيڪڏهن ان مان نڪتو آهي (يقيناً ان مان نه نڪتو آهي) تنهن هوندي به هرڻي (غزاله) جي اڇانگ ۽ غزل‌گو شاعر جي خيالن جي پرواز ۾ ڪافي مناسبت آهي.

بيان ڪيل غزل جي تشريحن تي غور ڪرڻ سان هي ڳالهه بلڪل واضح ٿي وڃي ٿي ته غزل جي معنيٰ آهي محبوب سان يا محبوب بابت محبت جون ڳالهيون ڪرڻ. ۽ غزل جي صنف جو بنيادي موضوع آهي عشق ۽ ان جي معاملن جي مختلف ڪيفيتن جي ترجماني ڪرڻ ڇاڪاڻ ته انسان جي زندگيءَ ۽ عشق ۽ محبت جي جذبن کي وڏي اهميت حاصل آهي ۽ اهي انسان جي زندگيءَ ۾ بنيادي حيثيت رکن ٿا. انهن جذبن کي اڀارڻ ۾ حسن ۽ جمال جادوءَ جو ڪم ڪري ٿو. انهيءَ ڪري اهو سمجهيو ويندو آهي ته غزل شاعري جي اها صنف آهي جنهن ۾ عشق ۽ محبت جي

---

(۱) "دي پوئٽري رويو" (جنرل ايڊيٽر) جنوري- فبروري ١٩٢٢ع، شايع ڪندڙ پوئٽري سوسائٽي لنڊن، ص ٢١.

ڪري انسان جي دل ۾ جيڪي اڌما ۽ جذبا ۽ ذهن ۾ جيڪي مختلف ڪيفيتون پيدا ٿين ٿيون تن جي ترجماني هوندي آهي. عشق ۽ محبت جي جذبن جو سلسلو ازل کان وٺي جاري آهي ۽ ابد تائين جاري رهندو. آدم جو اولاد سدائين انهن جذبن سان سرشار رهندو. ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته غزل عشق جي جذبن جي نهايت عمدي ترجماني ڪري ٿو ۽ غزل عشق ۽ محبت جي سمورين وارداتن ۽ ڪيفيتن ۽ سمورن اسرارن ۽ رمزن کي پنهنجي دامن ۾ سميٽي ڇڏيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو سخت دل کان سخت دل انسان ۾ بي اختيار غزل ڏانهن ڇڪجي وڃي ٿو.

## غزل جا اصول:

پروفيسر سيد عابد علي چوي ٿو ته غزل جي بيان ڪيل لغوي مفهوم کي ڌيان ۾ رکي عام طرح غزل چوڻ لاءِ هي اصول مقرر ڪيا ويا آهن.

١- غزل کي ناز ۽ نياز جي ڪيفيتن ۽ حسن ۽ عشق جي وارداتن سان سينگاريل هئڻ گهرجي.

٢- ٻولي جيتري قدر ٿي سگهي نرم ۽ شيرين ۽ بيان دلڪش ۽ دلپذير هئڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته سخن جي پردي ۾ صنف نازڪ سان گفتگو ڪرڻي آهي.

٣- غزل کي ابتذال ۽ هلڪڙائپ کان پاڪ هئڻ گهرجي.

٤- محبوب سان خطاب جو انداز ۽ اسلوب نيازمندانه هئڻ گهرجي. غزل چوندڙ کي فخر ۽ تڪبر جو اظهار ممنوع آهي (شاعرانه تعلي ان کان آزاد آهي).

٥- جيتري قدر ٿي سگهي، ڪلام کي صنعتن کان پاسو ڪرڻ گهرجي جيئن خيال پيچدار نه ٿئي ۽ ڌيان اصل مقصد کان ٻري ٿي صنايع ۽ بدايع لفظي ۽ معنوي ڏانهن ڇڪجي نه وڃي.(١)

## غزل جي پيدائش

عربن جي شاعريءَ جا ورق ورائڻ سان پتو پوي ٿو ته عربن جي شاعري مدح وارن قصيدن تائين محدود هئي. عربي ادب جو عالم- نڪلسن- عربن جي شاعري جي قاعدن تي بحث ڪندي قصيدي بابت ٻڌائي ٿو ته قصيدو نـي

(١) عابدعلي عابد سيد پروفيسر: "اصول انتقاد ادبيات" مجلس ترقي ادب لاهور، ١٩٦٦ع، ص ٢٦٠

شاعري جو هڪ اهڙو فارم هو يا شاعري جو مڪمل قسم جو جيڪو عربن جي ڪلاسيڪل دؤر ۾ موجود هو. ان جي شعرن جي تعداد ۾ جي فرق هوندو آهي، پر اهي ڪڏهن به پنجويهن کان گهٽ ۽ سؤ کان مٿي نه هوندا آهن.

"This fashion centres in Qasida, the only form, or rather finished type of poetry, that existed in what, for want of better word, may be called the classical period of Arabic literature."

هو قصيدي جي لفظ جي معنيٰ تي روشني وجهندي چوي ٿو ته عرب جا لغت‌دان قصيدي جي تشريح ڪندي چون ٿا ته ان جي معنيٰ اهڙو شعر آهي جنهن جو مقصد فنڪارانه آهي، پر انهن‌جو "مقصد" جي مفهوم تي هڪ ٻئي سان اختلاف آهي". جيڪب جو چوڻ آهي ته انهن شعرن جو خاص مقصد تعريف ۽ خوشامد ڪري وڏا انعام حاصل ڪرڻ آهي. ۽ الوارث چوي ٿو ته اهو "قصدا" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ٽڪر ٽڪر ڪرڻ يا ڀڃڻ، ڇاڪاڻ ته ان جو هر شعر پن اڌن ۾ ورهايل هوندو آهي. شيخ محمد ابراهيم خليل پنهنجي ڪتاب "رهنمائي شاعري" ۾ قصيدي جي معنيٰ هن ريت بيان ڪري ٿو "قصيدو لفظ قصد مان نڪتل آهي. قصد جي لغوي معنيٰ آهي ڪنهن طرف يا ڪنهن شيء ڏانهن متوجه ٿيڻ. جڏهن ته شاعر جو مقصد قصيدو هو تنهن ڪري اهو نالو پئجي ويو. لغت ۾ قصد ڪيل يا ارادي ڪيل شيء کي چئبو آهي. اِي معنيٰ کهاڻي مغز جي به آهي. پر اصطلاح ۾ انهن شعرن کي چئبو آهي، جن ۾ ڪنهن جي هجو يا مدح ذڪر ڪيل هجي يا وعظ يا نصيحت يا بهار جي تعريف يا زماني جي شڪايت وغيره جا مضمون ڏاڍي ڌام ڌوم سان بيان ڪيل هجن، جن مان شاعر جي طبيعت جو زور معلوم ٿئي. (١)

هتي بيان ڪيل قصيدي جي تشريحن مان به ڳالهيون خاص نمايان نظر اچن ٿيون، هڪ ته قصيدو مدحيه شاعري جو قسم آهي جنهن ۾ ڪنهن

---

(١) محمد ابراهيم شيخ "خليل" "رهنمائي شاعري" پاڪو ٿيون، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس حيدرآباد، ١٩٤٨ع، ص ١٣٤.

ٿي ساڳهوءَ جي تعريف ڪيل هوندي ۽ شاعر جو مقصد انهيءَ مدح ڪرڻ مان ڪو انعام يا فائدو حاصل ڪرڻ هوندو آهي، عرب جيڪي مدح ۽ تعريف وارا قصيدا چوندا هئا، انهن قصيدن جي چوڻ جو خاص طريقو هوندو هو. هو قصيدي جي تمهيد يا شروعات عشقيه شعرن سان ڪندا هئا جن کي تشبيب يا نسيب سڏيو ويندو هو. ان کانپوءِ هو اهڙي نموني پنهنجي ممدوح جو ذڪر ڪندا هئا جڻ اهو خود بخود اچي ويو آهي. ان کي اصطلاح ۾ تخلص يا گريز چوندا هئا. ان کان پوءِ مدح شروع ٿيندي هئي. آخر ۾ شاعر دعا تي قصيدي کي ختم ڪندو هو.

قصيدو جڏهن عرب مان هلي ايران پهتو ته فارسي شاعري ۾ عربن جي هوبهو تقليد ڪئي ۽ تشبيب يا نسيب، تخلص يا گريز، مدح ۽ مقطع يعني خاتمي کي قصيدي جا اهم حصا سمجهيو.

تشبيب بابت چيو ويو آهي ته اهو قصيدي جو اهو حصو آهي جنهن ۾ شاعر عشق ۽ محبت جو بيان ڪندا آهن. مثلاً عرب جي شاعرن مان "ڪثير"، "قيس ذريح" ۽ "مجنون بني عامر" جي شعرن کي ڏسبو ته اهي عشق ۽ محبت جي وارداتن سان ڀريل آهن ۽ انهن ۾ جدائي جي مجبوري جو ذڪر، محبوب جي اقامت گاهه ۽ منزل جي منظر نگاري ۽ جانب جي جمال جو بيان آهي. رشيد وطواط پنهنجي ڪتاب "حدائق السحر في دقائق الشعر" ۾ تشبيب جو بيان ڪندي چوي ٿو، "او گفتن باشد اين را تشبيب و "غزل" نيز خوانند اما مشهور مستعمل آن است که درميان مردم صفت هرچه کنند در اول شعر هرحالي را که شرح دهند الا مدح ممدوح را "تشبيب خوانند".(۱)

يعني تشبيب محبوب جي حال ۽ ان جي عشق ۾ پنهنجي حال بيان ڪرڻ کي ڪوٺيو ويندو آهي ۽ ان کي نسيب يا غزل پڻ سڏيو ويندو آهي پر مستعمل ائين آهي ته ممدوح جي مدح ۾ جيڪي ٻهريان شعر چيا ويندا آهن ان کي پڻ تشبيب چيو ويندو آهي.

رشيد وطواط جي بيان مان صاف ظاهر آهي ته غزل ڪا ٻي شئي ڪانه آهي پر قصيدي جو اهو ٻهريون حصو آهي، جنهن ۾ عشق ۽ محبت جي مختلف ڪيفيتن جو بيان هوندو آهي ۽ جنهن کي تشبيب ڪوٺيو ويندو

(۱) رشيد وطواط، "حدائق السحر في دقائق الشعر"، مطبوعه طهران، ص ۸۵.

آهي. وقت گذرڻ سان قصيدي جي تشبيب يا ابتدائي حصي ۾ تبديلي اچڻ لڳي، خاص طرح جڏهن قصيدو عرب کان ايران ۾ آيو ته تشبيب جي صورت ۾ بتدريج ڦيرو ايندو ويو. (١)

عربستان ۾ شاعر جڏهن قصيدو چوڻ شروع ڪندو هو ته تشبيب ۾ رسمي طور عشق جون ارڏايون بيان ڪندو هو يا پنهنجي زندگيءَ جي انهن واقعن کي بيان ڪندو هو جيڪي مٿس ٿي گذريا هئا. واريءَ جي انهن دڙن جي ويهڻ ويهي ڳوڙها ڳاڙيندو هو، جتي هن جي محبوب جي قبيلي منزل ڪئي هئي، جنهن جا باقي بچيل نشان عاشق کي سندس محبوب جي ياد ڏياريندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته هو ڪن قدرتي منظرن کي به بيان ڪندو هو، جن ۾ ڪجهن جي وڻن ۽ پاڻيءَ جي چشمن کان اڳتي وک نه وڌائيندو هو. شروع ۾ نه صرف قصيدي بلڪ عربن جي سموري شاعري ۾ بدوي زندگيءَ جي عڪاسي هئي. قصيدو جڏهن ايران آيو ته ان وقت ايران وارن جي زندگي بدون ۽ عربن جي زندگيءَ کان مختلف هئي. ايران ۾ قدم قدم تي باغ ۽ بستان، گل ۽ گلزار هئا، هر طرف رنگينيون ۽ بهار هو. ملڪ جي تهذيب ۽ تمدن نهايت قديم هو، ماڻهن کي پنهنجا قديم داستان ۽ روماني قصا ورد زبان هئا، فلسفي ۽ حڪمت جو ذڪر گهر گهر ۾ هو. انڪري ايران وارن تشبيب جي مضمونن ۾ وڌيڪ ڪشادگي پيدا ڪئي، نه صرف ايترو بلڪ تشبيب کي قصيدي کان الڳ ڪري ڇڏيو ۽ ان کي غزل ڪوٺڻ لڳا. عربن جي قصيدن جو تشبيب ايران جو غزل ٿي پيو. ايران جي شاعرن فڪر ۽ فن جي خيال کان غزل کي بلندي بخشي ۽ هنن هن نئين صنف کي زمين تان کڻي آسمان تي پهچايو. ايتري قدر جو فارسي غزل جي سرهاڻ هڪ طرف ترڪي ۽ ٻئي طرف سنڌ ۽ هند کي واسي ڇڏيو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ چوي ٿو "فارسي شاعريءَ ۾ عشق ۽ حسن واري روماني ماحول کي خاص طرح چمڪايو ويو".(٢)

## غزل جا موضوع :

هن وقت تائين غزل جون جيڪي به لغوي معنائون ۽ تشريحون ڪيون ويون آهن، انهن تي غور ڪرڻ سان اهو معلوم ٿو ٿئي ته غزل

(١) عمر بن محمد دائود پوٽو: انفلوئنس آف عربڪ اپان پرشن لٽريچر، ص
(٢) نبي بخش بلوچ ڊاڪٽر "سُر رنگ"، مهراڻ آرٽ ڪائونسل، حيدرآباد، ١٩٦٨ع، ص ١١٠

صرف عشق ۽ محبت جي جذبن جي نفيس نموني اظهار ڪرڻ جو نالو آهي ۽ غزل ۾ غم دنيا جو ذڪر نه پر غم محبوب جو بيان هوندو آهي. اها ڳالهه درست آهي ته غزل "حسن ۽ عشق" جي معاملن جي تصويرڪشي سهڻي ۽ وڻندڙ نموني ڪئي آهي ۽ عشق جي هر ڳالهه کي ذري پرزي بيان ڪيو آهي ۽ ان جي سمورين ڪيفيتن کي کولي بيان ڪيو آهي، مگر غزل کي صرف عشق ۽ محبت جي موضوعن جي ترجماني تائين محدود ڪرڻ ۽ ان کي صرف انهيءَ ڪري پسند ڪرڻ غزل جي وسعتن کي سمجهڻ ۽ ان جي حسن و خوبي کان آشنا ٿيڻ کان محروم رهڻو آهي. غزل ۾ صرف عشق و محبت جو اظهار نه آهي، ان ۾ عشق جي موضوعن سان گڏ زندگيءَ جي مختلف پهلوئن جو احساس ۽ انهن جي ترجماني به آهي، ان ۾ فلسفي جي اونهائي به آهي ۽ پنهنجي سماج ۽ معاشري جو عڪس به آهي. غزل ۾ تصوف ۽ طريقت جا راز ۽ اسرار نهايت دل‌نشين انداز ۾ بيان ڪيا ويا آهن ۽ اخلاق جا سبق نهايت سهڻي طريقي سان سيکاريا ويا آهن. غزل‌گو شاعرن جي بياضن کولڻ سان ڪيترا غزل اهڙا به ملندا جن ۾ عشق ۽ محبت جون ڳالهيون گهٽ، باقي زندگيءَ جون ڳالهيون وڌيڪ آهن. تنهن ڪري ائين چئي سگهجي ٿو ته غزل ڇوندڙن پنهنجي غزلن کي حسن ۽ عشق، ناز ۽ نياز، سوز ۽ گداز تائين محدود نه رکيو آهي، بلڪ زندگيءَ جي سمورن پهلوئن ۽ خارجي دنيا جي سمورن واقعن تائين وسيع ڪري ڇڏيو آهي. غزل ذهني ۽ فڪري تقاضائن کي پورو ڪرڻ سان گڏ اسان جي سياسي ۽ سماجي تقاضائن کي به پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان پاڻ کي وقت جي سياسي ۽ سماجي حالتن کان پري به رکيو آهي ۽ وقت جي سياسي حالتن جو اثر پڻ قبوليو آهي، جيتوڻيڪ ان جو بيان ان کليءَ طرح نه ڪيو آهي، مگر اشارن ۽ ڪناين ۾ اهو ڪجهه چيو آهي جيڪو وڏين تقريرن ۾ به بيان ٿي نٿو سگهي. غزل جي صنف ۾ سياسي ۽ سماجي حالتن جي ترجماني داخلي انداز ۾ ٿي آهي. ان ۾ ايمائي، اشارتي ۽ ڪنائي وارو طريقو هميشه غالب رهيو آهي. ڪيترا اهڙا غزل آهن جن ۾ ذڪر جانان گهٽ ۽ ذڪر دنيا وڌيڪ آهي ۽ انهن جا ڪيترا شعر اهڙا آهن جي عشق جي موضوع کان هٽيل آهي. مير عبدالحسين سانگيءَ جي پهرين ديوان جي پهرين غزل جا ڪجهه شعر ملاحظه ڪيو:

تڏهن ترڪ وطن ڪيوسون جڏهن اهل وطن بگڙيا،
جي بگڙڻ جا نه هئا، اهڙا به ياران وطن بگڙيا.

آهي اهڙو اڄ آخر ۾ قسمت کي خزان ورتو،
چمن جو سير ڪيوسون ٿي ته مرغان چمن بگڙيا.

دلين جي عام ڦاسائڻ جو ڦاٿو دام هو دلبر،
جڏهن ڦاسڻ لڳس آءٌ ته زلف پُر شڪن بگڙيا.

هوا اهڙي لڳي آهي جو پنهنجي پنهنجي مذهب کان،
مسلمان و ڪرستان و يهود و برهمن بگڙيا.

زماني رمز سا ورتي جا آهي راھ حاڪم جي،
ڏسو رسمن کان پنهنجي يڪ قلم سڀ مرد وزن بگڙيا.

اثر صحبت جو بيشڪ ٿئي ٿو، مونکي ٿيو يقين آهي،
زماني جي ٿي بگڙڻ کان ته مردن جا سخن بگڙيا.

نه بگڙي دل گهريو دلدار منهنجو مھلقا سون سان
رقيب روسيه جهڙا هزارين مر وتن بگڙيا.

زمانـي ۾ سچائي يا ڪ سرداري رهي آهي،
اي 'سانگي' ڏس تمن وارن کان ڪيئن آهن تمن بگڙيا.

هن غزل جي مطالعي ڪانپوءِ اهو معلوم پوندو ته غزل جي موضوعن ۾ ڪافي وسعت آهي.

فلسفو شاعري جو پسنديده موضوع آهي. جئين شاعريءَ جون ٻيون صنفون فلسفيانه خيالن سان مالا مال آهن، اهڙي غزل جي جهولي به فلسفي جي املهه ماڻڪ موتين سان ڀريل آهي.

مگر سچ چيو ٿن، ترن ڪک مٿي
رهن موتي پاتار ۾ شاهوار
(قليچ)

دنيا ڪوڙ سان، ڪوڙجان ڪم ٿئي
نه ڪنهن عارفن ريءِ وساري ڪڏهن
(قاسم)

ڪين ٿورو آهي تنهن سردار
بــــار آهي بزرگواري ۾
(سانگي)

غزل ۾ جتي مجازي عشق جا گل ۽ ٻوٽا ڏٺا ويا آهن اتي شاعرن حقيقي عشق جي باغ جي به آبياري ڪئي آهي ۽ ان ۾ تصوف جا قسمين قسمين گل ۽ ٻوٽا لڳايا آهن ۽ شاعرن تصوف جي مختلف مسئلن کي نهايت دلنشين انداز ۾ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

لڪائين مون کان تو رخسار هي ڇا
رهين تـو دل ۾ عنقاوار هـي ڇا
رهين مخفي تو تون نفسن ۾ ليڪن
ڏسان جاڏي ته تون نروار هـي ڇا
(قادري)

—

ڪري هل ۽ حشر، ڪثرت جي رنگن باغ ۾ آيس
اڳي بي رنگ ۽ مخفي هوس وحدت جي ويران ۾
(قليچ)

—

مٺا جي محبت نه ماريا سي موت
وتن جال جٿرا، فنا ڪيا نه فوت

اڏيو جام هڪ مان وهن جام اي
هٿن جيئن ٿا هاري ڪراڙا ۽ روت
(گل)

—

دل مڪان آهي انهيءَ دلدار جو سيني ۾ ڏس
پنهنجو کهڙو ڪم اي غافل آهه ڪوه طور سان
(غلام سرور فقير)

—

غزل ۽ تصوف سان گڏو گڏ شاعرن "اخلاق" بابت به گوهر فشاني ڪئي آهي ۽ پند و نصيحت جا ورق ورايا آهن. اخلاق انساني زندگيءَ جو

زيور ۽ حياتيءَ جو سينگار آهي. اخلاق بنا انسان جانور وڌ ۽ انسان گهٽ ٿو ٿئي، تنهن ڪري هن دنيا ۾ انهيءَ ڳالهه جي هر دؤر ۾ اهميت رهي آهي ته انسان کي سڌي راهه تي هلائڻ لاءِ اخلاق جو لغام ڏنو وڃي. ان ڪري انساني اخلاق جو ڪو به اهڙو موضوع نه آهي جنهن کي غزل پنهنجي دامن ۾ جاءِ نه ڏني هجي ۽ انسان کي ٺيڪ دل راهه کان بچائڻ لاءِ پند ۽ نصيحت جا ڏيا نه روشن ڪيا هجن.

خلق جي خير ۾ مشغول سدا رهه تون 'قليچ'
من ڪڏهن ڪا ٿئي مقبول ڪمائي تنهنجي
(قليچ)

—

زود رنجي، تلخ گوئي ڏي ڇڏي
ڏي تون هر ڪنهن کي محبت روزشب
(نواز علي نياز)

—

ٿي ٻڪي عادت وڏي جا ٻئي ننڍي
ٿيا ٻڪي پختا، ڪچي پيا جنهن کي ڪپ
(گل)

—

پنهنجي سائل جي ٿو تڪي منهن کي
ٿي سخيءَ کي سوال جي خواهش
(ليکراج عزيز)

—

قال کي ڇڏ، حال کي وٺ، حال موجب حال رک
حال جي ڳڻتي سان ڪڏ ڪا فڪرِ فردا هجي
(محمود خادم)

—

غزل جتي ٻيا خارجي اثر قبول ڪيا آهن، اتي هو پنهنجي سماج ۽ ماحول جي تبديل ٿيندڙ حالتن کان متاثر ٿيڻ کان رهي نه سگهيو آهي. ملڪ ۾ جيڪي معاشي، مادي، ذهني ۽ سياسي تبديليون پيدا ٿين ٿيون، تن کان هڪ حساس شاعر جو متاثر ٿيڻ لازمي آهي. زندگي جا ڏک سک ۽ پيڙا، سماج ۽ طبقاتي فرق، حيات کي اڳتي وڌائڻ جي تمنا، زمين کي جنت ثاني

بنائڻ جي خواهش، پنهنجي چوطرف پکڙيل گندگي کان نفرت ۽ ڌرتي جي دوزخ تي انقلاب آڻڻ جي آرزو اهڙيون ڳالهيون آهن، جيڪي غزل، خاص طرح موجوده دؤر جي غزل جي زيب ۽ زينت آهن. اڳين غزلگو شاعرن به ان طرف توجه ڏنو آهي ۽ انهن مان ڪن وٽ سياسي ۽ سماجي تصورات جو هلڪو دونهون محسوس پيو ٿئي، مگر موجوده وقت جي غزلگو شاعرن وٽ سچ مٿا پيا آهن. هنن بيان کي وڌيڪ مؤثر بنائڻ لاءِ اشارن ۽ ڪناين کان ڪم ورتو آهي:

ڏسو رسمن کان پنهنجي يڪ قلم سڀ مرد و زن بگڙيا
زماني رمز سا ورتي جا آهي راهه حاڪم جي
(سانگي)

—

اڳي جي ناتوان ها سي زماني ڪيا توانا ٻر
توانا جي اصل ها سي زماني ناتوانا ڪيا
(سانگي)

—

باغ ۾ شور و فغان خوب مٿي آ فرياد
ڪنهن جي بگڙي آهه تقدير خدا خير ڪري
(غلام سرور 'فقير')

—

ستم ڪيستائين جفا ڪيستائين — اسان کان به ٿيندي وفا ڪيستائين
ٽيو جوش ڌرتي تي دوزخ جو منظر
اهو ماڻ رهندو خدا ڪيستائين
(عبدالحليم 'جوش')

—

سمو ڪو اهڙو اچي، اهڙو اهتمام ٿئي
الاهي رسم محبت جهان ۾ عام ٿئي
(عبدالڪريم گدائي)

—

هاڻ اونداهين جي حد آ ٿي وئي
رات ڪاري ڇاڻ جو ٿي دور ٿئي
(تنوير عباسي)

—

## غنائي خاصيت:

غزل جي مروج تشريحن ۾ غزل کي "بازي کردن (با محبوب) و حڪايت کردن از جواني و حديث صحبت و عشق زنان" بيان ڪيو ويو آهي. اهو ئي سبب آهي جو پنهن موضوعن کان وڌيڪ غزل عاشق جي آهن ۽ دانهن کي، محبوب جي ڪج ادائن ۽ جفائن کي زوردار نموني بيان ڪيو آهي. مگر ان سان گڏ اها حقيقت آهي ته غزل جون نغمگي ۽ غنائي خاصيتون نهايت دلپذير ۽ دلفريب آهن. مرزا اجمل بيگ "ديوان قليچ" جي مقدمي ۾ غزل ۽ انجي غنائي خاصيت بابت چوي ٿو ته "هي شعر جو اهو قسم آهي جنهن ۾ حسن ۽ عشق جي داخلي جذبن ۽ قلبي وارداتن جي بيان سان گڏ، غنا جي رعايت پڻ ملحوظ رکي وڃي ٿي."(١)

غزل ۽ موسيقيءَ جو پاڻ ۾ روح ۽ جسم وارو لاڳاپو آهي. جهڙي طرح گل جو وجود خوشبوءِ کانسواءِ بي مزي آهي ۽ زلفن جو حسن ۽ پيچ وخم کانسواءِ بيڪار آهي، تهڙي طرح غزل جو وجود موسيقي ۽ انجو حسن غنا سان ئي قائم آهي. جيڪڏهن موسيقي غزل کي فرش تان کڻي عرش تائين پهچائي ٿي ته غزل به موسيقي جي جوڀن ۾ جوت پيدا ڪري ڇڏي ٿو. غزل جا بحر ۽ قافيا ان جي موسيقي ۽ غنائي اثرن ۾ وڏي اهميت ٿا رکن ۽ ان ۾ ترنم ۽ نغمگي ٿا پيدا ڪن. اهو غزل جي غنائي خوبين جو اثر آهي جو موسيقي جا ماهر غزل کي مختلف راڳڻين جي سانچي ۾ ڍالي ڇڏين ٿا ۽ غزل جي جادوءَ جهڙي اثر سان ماحول تي وجد طاري ڪري ٿا ڇڏين. ڊاڪٽر عبدالاحد خان 'خليل' "اردو غزل کے پچاس سال" ۾ غزل جي غنائي خاصيتن تي بحث ڪندي چوي ٿو، "ڪهڻن فن (موسيقي) جي ماهرن جو خيال آهي ته اصولي طرح فن موسيقي ۾ غزل جي لفظن جي مقبوليت ۽ هردلعزيزي جو سڀ کان وڏو سبب اهو آهي ته غزل ۾ جيڪي لفظ استعمال ڪيا ٿا وڃن ۽ انهن لاءِ جيڪي بحر چونڊيا ٿا وڃن، انهن ۾ اها خاصيت هوندي آهي ته هڪ فن (موسيقي) جو ماهر ان جي لفظن کي نهايت سولائي سان فني حدن جي دائري ۾ رهي، موسيقي جي سر ۽ تار ۾ سمائي سگهي ٿو ۽ لفظن جي مفهوم ۾ ڪنهن قسم جو فرق پيدا نٿو ٿئي. غزل جا بحر گهٽو ڪري ايترا ترنم وارا ٿين ٿا جو آسانيءَ سان موسيقي جي مقرر ڏنن ۾ نهڪي اچن ٿا ۽ موسيقي جي تاثير کي وڌائي ٿا ڇڏين. انهن لفظن کي

---

(١) اجمل بيگ مرزا "ديوان قليچ"، سنڌي ادبي بورڊ، سال١٩٥٦، ص٢٦-٢٧.

جيڪڏهن هلڪي آواز ۽ نرم آواز سان ڳايو وڃي ته اهي ئي لفظ ”خيال“ ئي پون ٿا ۽ موسيقي ۾ نين راهن جي نشان برداري جو ڪم ڏين ٿا.“(١)

مطلب ته غزل عظيم غنائي خاصيتون رکي ٿو. غزل جا بحر، قافيو ۽ لفظ، غزل جي ترنم ۽ موسيقي ۾ ميٺاج ۽ اثر پيدا ڪن ٿا. غزل جو هي ڪمال آهي ته ڪابه موسيقي جي محفل غزل کانسواءِ اڻ پوري آهي. اڳ مشاعرن ۾ شاعر پنهنجو ڪلام تحت اللفظي پڙهندا هئا، مگر هاڻي غزلن کي سر ۽ تار سان پڙهڻ جو رواج ڏينهون ڏينهن وڌندو وڃي. اڄ مشاعري ۾ اهو شاعر وڌيڪ داد حاصل ٿو ڪري جيڪو لحن سان غزل ٿو پڙهي.

## مقامي اثر:

غـزل پنهنجي سونهن ۽ سوڀيا، پنهنجي نفاست ۽ نزاڪت، پنهنجين خوبين ۽ خاصيتن، پنهنجي نغمگي ۽ ترنم سان ايران کان سنڌ جي سر زمين تي پهتو. هن ڌرتيءَ ان کي پنهنجي دامن ۾ جاءِ ڏني جتي هو پنهنجين سمورين سرمستين ۽ جلون سان وڌيو ۽ ويجهيو. پنهنجي حسن جي ناز و ادا ۽ پنهنجي لهجي جي موسيقي سان هتان جي ماڻهن جي دلين ۽ دماغن ۾ ويو جاءِ وٺندو. شروع شروع ۾ ته سندس خد و خال اباڻا هئا، مگر اهـا ڳالهه لازم هئي ته هن ڌرتي جي آب و هوا، رهڻي ڪرڻي، زندگيءَ جي نشيب و فراز، سياسي ۽ سماجي حالتن، تهذيب ۽ تمدن، ٻولي ۽ محاورن جو مٿس اثر ٿئي. اهو اثر جيتوڻيڪ شروع ۾ اڻ لکو هئو مگـر وقت گذرڻ سان اهو چٽو ٿيندو ويو. هاڻي جيتوڻيڪ ان جو ڍانچو اهو ساڳيو ئي ايران وارو آهـي مگر نه صرف ان جي لٽي ۽ لباس ۾ فرق پيدا ٿيو آهي پر ان جي خد و خال ۾ به تبديلي ۽ منهن مهانڊي ۾ ڦيرو آيو آهي. مقامي اثرن ۾ جيڪي اثـر غزل تي پيا آهـن تن ۾ ٻوليءَ جو وڏو اثر ٿيو آهي. اڳ غـزل جي جيڪا فارسي آميز ٻولي هوندي هئي سا جيئن پوءِ تيئن صاف ٿيندي وئي آهي هاڻي غزل ۾ نه رهيون آهن اهي فارسيءَ واريون ترڪيبون ۽ بندشون، نه محاورا ۽ اصطلاح، نه تشبيهون نه استعارا، نه اهي ايران جا عشقي رومان ۽ نه انهن رومانن جا ڪردار. سنڌ جي غزل اهي پراڻيون ۽ پرايون ڳالهيون ڇڏي هـن ڌرتيءَ جي هرڪنهن شيءِ سان نينهن لاتو آهي؛ انهيءَ نينهن جو نتيجو اهو نڪتو

---

(١) عبدالاحد خان ’خليل‘ ڊاڪٽر ”اردو غزل کے پچاس سال“، مکتبہ کلیان، بصيرت گنج لکنو، ١٩٦١ع، ص ٤٧.

آهي جو جيڪي ماڻهو اڳ، ان کي اوپرو سمجهي ڌڪاريندا هئا سي هاڻي ان کي پنهنجو سمجهي پيار ڪرڻ لڳا آهن.

## غزل تي اعتراض:

غزل جتي پنهنجي حسن ۽ جمال جي جادوءَ سان هزارن کي حيران ڪري ڇڏيو آهي، جي ان جي مدح سرائي ۽ سونهن جي ساراهه ڪان ڏاهن نٿا. ڪين غزل جي هر ادا دلنشين ۽ دلپذير نـي لڳي. اتي ڪجهه اهـڙا سر ڦريا به آهن جن سان ڪي غزل کي وحشي ۽ نيم وحشي شاعري سمجهن ٿا ۽ کن کي جتي غزل جي چهري ۾ دلڪشي ني نظر اچي، آتي ڪي عيب ۽ اوڻايون به ڏسڻ ۾ ئيون اچن، هنن جي خيال ۾ غـزل شاعريءَ جو داغدار چنڊ آهي.

غزل جي خـلاف جـن نقادن نهايت بي رحميءَ ۽ سختيءَ سان تنقيد ڪئي آهي ڪليم الدين احمد انهن مان هڪ آهي. هن پنهنجي ڪتاب ”اردو شاعري پر ايک نظر“ ۾ غزل تي دل کولي چوهه چنڊيا آهـن ۽ غزل جي خاسين تي دل کولي لکيو آهي. هو چوي ٿو ته ”انسانـي فطرت ۾ بربريت اڄ تائين موجود آهي جا ٿوري ٿي اشارن سان تهذيب جا ليڪا لنگهي ٻاهر هلي ايندي آهي. اهڙيءَ ريت ادب جي ڪن صنفن ۾ به بربريت جو عنصر موجود آهي. وحشي ۽ نيم وحشي صنفون مشرقي ۽ مغربي ادب ۾ ملن ٿيون. غزل ٻي هڪ نيم وحشي صنف آهي“.(١)

ڪليم الدين احمد کي غزل تي وڏو اعتراض اهو آهي ته غزل جـو هر شعر پنهنجي ليکي علحده علحده آهي، جنهن ڪري اهي هڪ ٻئي سان ملي هڪ حسين، پيچيده ۽ مڪمل نقش نٿا پيدا ڪري سگهن ۽ غزل ۾ مختلف عناصر تـرتيب حاصل ڪري مڪمل صورت جـي تخليق نٿا ڪري سگهن. هن جي خيال ۾ هر شعر جي علحدي اثر کي ڇڏي غور سان ڏٺو وڃي تـه اها حقيقت صاف ڏسڻ ۾ ايندي ته غزل جو صوري حسن اسان جي دماغن کي جمالياتي تسڪين نٿو ڏئي. جيڪڏهن هر شعر کي مختصر نظم تسليم ڪيو وڃي تڏهن به غزل ۾ صوري حسن جي ڪمي هونـدي ۽ غزل جي صورت هڪ اهڙي مجموعي جي هوندي جنهن ۾ مختلف نظم گڏ ڪيا ويا هجن.

---

(١) ڪليم الدين احمد، ”اردو شاعري پر ايک نظر“، سيڪنڊ ايڊيشن ١٩٥٢ع، اردو مرڪز، پٽنا، ص ٣٧-٣٨.

ڪليم الدين احمد غزل کي هڪ نيم وحشي ۽ وحشي صنف سڏي نهايت سخت دليءَ جو مظاهرو ڪيو آهي. انسان جي دل ۾ هڪ ئي وقت ڪيترا مختلف قسمن جا جذبا ۽ امنگ ٿين ٿا، هو هڪ ئي وقت ڪيترن ئي ڳالهين کان متاثر ٿئي ٿو. ساڳي طرح هو هڪ ئي وقت پنهنجن ڪيترن جذبن ۽ خيالن جو اظهار ڪرڻ چاهي ٿو. غزل ئي شاعريءَ جي اها واحد صنف آهي جنهن ۾ اهي مختلف خيال تسبيح جي داڻن وانگر پويا وڃن ٿا. جن کي هڪ لڙهه بنائڻ ۾ ڏاڳي جو ڪم قافيو ۽ ان سان گڏ رديف به ڏئي ٿو. جهڙي طرح هڪڙو مالهي باغ مان مختلف گل ڪٺا ڪري انهن مان مختلف گل چونڊي هڪ گلدستو ڏاهيندو آهي، تهڙي طرح هڪ شاعر پنهنجن خيالن جي چونڊ ڪري غزل جي تخليق ڪندو آهي. جهڙيءَ طرح گلدستي جا گل مختلف آهن مگر انهن جي سونهن ۽ دلڪشي ۾ وحدت آهي تهڙي طرح جيتوڻيڪ غزل جا شعر جدا جدا مضمون جا هوندا آهن ته به انهن ۾ وحدت ڏاڍر هوندي آهي؛ تنهن ڪري غزل تي الزام قطعاً غلط آهي ته ان جو هر شعر علحده آهي ۽ ان جو ٻئي شعر سان ڪو ربط ڪونهي. جهڙيءَ طرح زنجير جي هر ڪڙيءَ جي حيثيت علحده هوندي آهي پر اهي پاڻ ۾ ملي زنجير ٿي پونديون آهن ۽ انهن جو پاڻ ۾ هڪ مربوط ۽ مضبوط رشتو ٿي پوندو آهي؛ ساڳي طرح غزل جي هر شعر جي جيتوڻيڪ علحده حيثيت آهي مگر اهي زنجير جي ڪڙين وانگر ملي هڪ وحدت قائم ڪن ٿيون ۽ هڪ گڏيل اثر ڇڏين ٿيون، جنهن ڪان غزل پڙهندڙ جي دل ۽ دماغ تي هڪ پرڪيف ۽ پر مسرت ڪيفيت ڇانئجي وڃي ٿي.

## سنڌي غزل تي اعتراض:

جتي ٻين ٻولين جي نقادن، ادب شناسن ۽ پارکن غزل جي مختلف پهلوئن تي تنقيدون ۽ اعتراض ڪيا آهن اتي سنڌي ادب جي گوهر شناسن سنڌي غزل جي ڪن ڪمزورين جي نشاندهي ڪئي آهي. هنن ۾ پهريون اعتراض غزل ۾ استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ تي آهي. هنن جو چوڻ آهي ته سنڌي غزل ۾ جيڪا ٻولي استعمال ڪئي ٿي وڃي اها سنڌي گهٽ ۽ فارسي وڌيڪ آهي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو عام رواجي ماڻهو ڇا پر چڱو پڙهيل به لغت جي ورقن ورائڻ ڪان سواءِ غزل کي سمجهي نٿو سگهي. اهو ئي سبب آهي جو غزل عوام جي دلين ۾ ديرو ڄمائي نه سگهيو ۽ هڪ خاص پڙهيل طبقي تائين محدود ٿي ويو جيڪو پاڻ ان کي پڙهي ٿو ۽

باقي ان تي داد ڏني ته ء غزل جو دائرو چند اخبارن رسالن ۽ ڪتابن جون حدون لتاڙي عوام تائين وسيع ٿي نه سگهيو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪليات سانگي جي مقدمي ۾ غزل جي شروعاتي دؤر جي شاعرن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ”سندن غزل“ سبڪ سنڌي جي بدران ”سبڪ فارسي“ تي هيو.“(۱)

سنڌي غزل تي ٻيو اعتراض اهو ڪيو ويجي ٿو ته ان ۾ جيڪي تشبيهون ۽ استعارا استعمال ڪيا ويچن ٿا اهي ڌيهي نه، پرڏيهي آهن. اهي سڀ ايران کان درآمد ڪيا ويا آهن. پير حسام الدين شاهه راشدي ”هو ڏوٿي هو ڏينهن“ ۾ غزل کي آبتيون سبتيون پڏائيندي چوي ٿو ”سنڌيءَ جي انهيءَ شاعريءَ جو سمورو سرمايو ديوانن ۽ بياضن اندر دفن ٿي ويو. قبول عام جي خلعت سنڌ اندر ڪڏهن به حاصل ڪري نه سگهيو. پلا تشبيهان ۽ محاورا خيال ۽ استعارا سيئي هوندا لکنو جي طوائف خانن جا، يا ايران جي ميخانن جا، سي ٿر ۾ رهندڙ ۽ ڦوڳ تي گذارا ڪندڙ ويچارا سنڌي ڪٿان سمجهي سگهندا“.(۲)

سنڌي غزل تي ٽيون اعتراض اهو ٿو ڪيو وڃي ته اهو پنهنجي سنڌ جي ماحول کان بلڪل هٽيل آهي. ان جي هرهڪ ڳالهه ايراني آهي. جي معشوق جو ذڪر آهي ته به اهو ايراني آهي، جنهن جا زلف دراز، گيسو پيچدار ۽ ڪاڪل خمدار آهن، جيڪو آهو چشم، صراحي دار گردن وارو ۽ ڪبڪ رفتار آهي. جي عاشق آهي ته يا وامق آهي يا فرهاد آهي، ڪڏهن ڪڏهن انهن سان گڏ عرب جو مجنون به آهي. جي ماحول جو ذڪر آهي ته يا سبزه زار آهن يا مرغزار جي سدائين پُربهار آهن. ڪٿي سرو آهي ڪٿي سمن، ڪٿي نرگس آهي ته ڪٿي لاله، نسيم صبح عطرريز ۽ مشڪبار آهي. جتي داستان گو بربط ۽ رباب تي شيرين خسرو جي عشق جو داستان ۽ رستم ۽ سهراب جي سورهيائي جو قسم بيان پيا ڪن. هر گلي ۽ ڪوچي ۾ ميخانا آهن جتي ساقي به آهي صراحي به آهي ۽ پير مغان به آهي. مستن ۽ ميخوارن جي هٿن ۾ گلفام جا جام آهن. ڪن جو پيالو پُر آهي، ڪي چڪي لاءِ

---

(۱) نبي بخش ڊاڪٽر ”ڪليات سانگي“، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، سال ۱۹۶۹ع ص ۶۰.

(۲) حسام الدين پير ”هو ڏوٿي هو ڏينهن“، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، سال ۱۹۷۷ع، ص ۲۸.

ساقيءَ ۾ اميد ڪرم لڳايون ويٺا آهن. مطلب ته سنڌي غزل گو شاعرن جي ٻاهرين جي مطالعي ڪرڻ سان پڙهندڙ سنڌ جا کيتيون ۽ کهر، ٿر ۽ بر ڇڏي وڃي روح پرور واديـن ۽ سبزه زارن ۾ پهچي ٿـو. پير حسام الدين سنڌ جي غزل گو شاعرن کي فهمايش ڪندي چوي ٿو، ”غزل گـو شاعرن کـي ڏاريا لفظ اهي ڪتب آڻڻ کپن، جيڪي يا ته سنڌي زبان ۾ پيهي ويا آهن يا اهي جيڪي غير معروف ۽ غريب نه هجن. سنڌي مثال، سنڌي استعارا ۽ ۽ سنڌي تشبيهون سندن غزل ۽ نظم جو سينگار هئڻ کهرجن. پنهنجن قصن ۽ ڪهاڻين، پنهنجن باغن ۽ بهارن، پنهنجن گلن ۽ ٻوٽن، پنهنجن واهوندن ۽ واٽن، پنهنجن پڃن ۽ پوئگن، ٿرن ۽ مليرن سـان ڪين مـواد ۽ مثال ڪڍا ڪرڻ جڳائن. پرائي پٽ تي سڌ ڏيڻ مان ڪهڙو فائدو؛ پين جي ٻوڙ تي آني ٻڌڻ ۾ ڪهڙي عزت ۽ ڪهڙو شان يا مان آهي؟“.(١)

جيئن ته غزل جي صنف ايران ڪان آيـل هئي ۽ هتـي انهن ماڻهن ان کي پنهنجو بنايو جي فارسي دان هئا، جن فارسي شاعريءَ جو گهرو مطالعو ڪيو هو، جن کي حافظ ۽ سعدي، جامي ۽ نظامي يـاد هئا. نه فقط ايترو بلڪ سنڌ جا شاعر سون سالن ڪان وٺي فارسي زبان ۾ شاعري ڪندا ۽ خاص طرح غزل چوندا رهيا هئا، تنهن ڪري ان جو اثر سنڌي شاعريءَ تي ضرور نمودار ٿيڻو هو.

غزل جي نقادن سنڌي غزل تي جيڪي اعتراض ڪيا آهن، انهن جي صداقت تي حرف آڻڻ مشڪل آهي، مگر اهي اعتراض هـرو ڀرو سڀ سيڪڙو درست به نه آهن. جتي سنڌ جي غزل گو شاعرن جي ڪلام ۾ اهي دست درازيون ۽ ارڏايون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون آتي انهن شاعرن جي غزلن ۾ پنهنجي صاف سولي عام مروج زبان، اصطلاح ۽ محاورا، تشبيهون ۽ استعارا ۽ پنهنجي مقامي ماحول جي عڪاسي به ملي ٿي، جيئن هيٺين مثالن مان معلوم ٿئي ٿو:
صاف ٻولي:

١- پنڌ نهاري پيچرا رمتا ۽ رنـد
ٿي وڏا واٽن متي سون يار واجهه (فاضل شاهه)

٢- ڇڏي گهر ٿا گهٽيءَ تنهنجي ۾ گهاريـن
سندن پيرن ۾ چـڻ آهي ٻـڌل واڌ (قليچ)

---

(١) حسام الدين پير ”هو ڏوٿي هو ڏينهن“، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٧ع، ص ٧٩.

۳- ڪسي دل ڪٺي هڪ ته ويو ڇور زوري
اهان پڻ ستائي ٿــــو بغداد آهـــي (غلام سرور فقير)

تشبيهون:

۱- نير رنگ واڪو ڪيڏي منهه جهڪ جهپ
عشق وارو وڏ وڏي منهه لوس لپ (گل)

۲- يـــار جا نيڻ فير باڪس چڻ
باهه تيلي ۾ جيئن پري جهٽ پٽ (بلبل)

۳- اسان کي تيئن رقيبن جو رهي دغدغو دل ۾
زميندارن کي جيئن خدشو ٺيڪيدارن جي تنگي جو (سانگي)

پنهنجو ماحول:

۱- اوهان ۾ هينئر ڪين پيچي پڇون ٿا
ڪلهن راند جا ساٿي هاري عزيزو (سانگي)

۲- تنهنجي الفت منهنجي دل ۾ ائين پئي وڌندي وڃي
چڻ محبت جي رقم تي هي ڪڏيل آهي وياج
(غلام سرور فقير)



# عـنـوان

سنڌي غزل تي پارسي شاعريءَ جا ڪهڙا اثر ٿيا آهن، ان کي بيان ڪرڻ کان اڳ اهو معلوم ڪرڻ ضروري آهي ته ايران ۽ سنڌ جا پاڻ ۾ ڪهڙا سياسي، ثقافتي، لساني، علمي ۽ ادبي تعلقات رهيا آهن ۽ پارسي شاعري ۽ زبان کي سنڌ ۾ ڪهڙو درجو حاصل هو، جن نه صرف سنڌي غزل کي جنم ڏنو پر پنهنجا گهرا اثر پڻ ان تي وڌا.

## ايران سان تعلقات :

سنڌ جي قديم تاريخ تي وقت لٽ ڇاڙهي ڇڏي آهي، تنهن ڪري اسان کي اهو پتو نٿو پوي ته سنڌ جا پنهنجي ويجهي ملڪ ايران سان آڳاٽي وقتن ۾ ڪهڙا تاريخي، تجارتي ۽ لساني لاڳاپا ۽ ناتا هئا. پر پنهي ملڪن جي تاريخ جي ڄاڻن جو خيال آهي ته ايران ۽ سنڌ جا سياسي، تجارتي ۽ معاشرتي تعلقات ان دور کان گهڻو قديم آهن جڏهن آرين اچي هن ڌرتيءَ کي پنهنجو وطن بڻايو. اهڙن تعلقاتن جون کي شاهديون پنهي ملڪن جي قديم آثارن جي کوٽائين مان مليون آهن. آرڪيالاجي جي ماهرن جو چوڻ آهي ته هڙاپا ۽ موهن جي دڙي جي کوٽائي ڪندي جيڪي مختلف ڌاتن مان جوڙيل شيون هٿ آيون آهن تن جي، آثر اوڀر ايران جي قديم آثارن مان هٿ آيل شين سان گهڻي هڪجهڙائي آهي.

ڀيرومل پنهنجي ڪتاب "قديم سنڌ" ۾ سنڌ جي ماڻهن جي ٻين ملڪن جي ماڻهن سان لهه وچڙ ۽ وڻج واپار جو ذڪر ڪندي ٻڌائي ٿو ته سنڌ جا قديم رهاڪو مدراس، راجپوتانا، ڪشمير، ڏکڻ هندستان ۽ ايران سان لهه وچڙ ۾ هئا، جنهن ڪري ٽامو ملي سگهندو هون، جنهن مان پنهنجي گهرج جون شيون جوڙي سگهندا هئا.(١)

ڊاڪٽر ڇپلاڻي سنڌ جي مغرب سان واپار ۽ واپاري رستن جو احوال ڪندي چوي ٿو "سنڌ کي مغرب سان ڳنڍڻ لاءِ ٻه تاريخي خشڪي رستا هئا جي ٻئي وڃي ايران ۾ ٿي مليا."(٢)

---

(١) ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي، "قديم سنڌ"، سنڌي ادبي بورڊ، ص ٩٩.

(٢) ايس-پي ڇپلاڻي، "سنڌ جي اقتصادي تاريخ"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٨ع، ص ١٤٣.

خشڪيءَ ڪانسواءِ ساموٺڊي رستي پڻ قديم ايران سان سنڌ جو واپار قائم هو، جيڪو اڄ ڏينهن تائين هلندو اچي. ابن بطوطه جڏهن سنڌ ۾ آيو تڏهن هو لاهري بندر جو سير ڪندي چوي ٿو "هيءُ شهر هڪ وڏو بندرگاهه آهي، جتي يمن ۽ فارس جا جهاز ۽ واپاري تمام گهڻا ٿا اچن، انهيءَ ڪري ئي هي شهر مالدار آهي."(١)

قديم سنڌ ۽ ايران جي تعلقات بابت صحيح ۽ تفصيل سان تواريخي معلومات حاصل ٿي نه سگهي آهي، ٿورو گهڻو جيڪو معلوم ٿي سگهيو آهي اهو ڪن ڪتبن، يوناني تصنيفن، فردوسيءَ جي شاهنامي يا ڪن ٻين افسانه آميز ڀاڱي رزميه نظمن وغيره رستي.

سڀ کان قديم حوالو ايران جي هخامنشي شهنشاهه دارا اعظم جي زماني جو آهي. چيو وڃي ٿو ته هن حاڪم جي دور ۾ ايرانين پنجاب ۽ سنڌ تي فوج موڪلي ڪيترن ضلعن تي قبضو ڪري ورتو. هن جي يوناني نسل جي اميرالبحر سڪائيلاڪس سنڌونديءَ رستي عربي سمنڊ ۾ گهڙي عرب ۽ مڪران جي ڪجهه ڪناري وارن علائقن تي قبضو ڪيو ۽ پوءِ انهن فتح ڪيل علائقن کي ملائي هڪ علحده صوبو بنايو جنهن کي سنڌ سيٽرپي چوندا هئا. هي واقعو تقريباً ٥١٢ ق.م جو آهي.(٢)

ڀيرومل مهرچند آڏواڻي ان واقعي جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته "عيسوي سن کان ٥٠٠ ورهيه اڳي دارا بادشاهه پنجاب ۽ سنڌ تي ڪاهي اهي ملڪ پنهنجا ڍَل‌ڀرو ڪيا هئا، اهي دارا بادشاهه کي ٢٦٠ مڻ سون جا هر سال ڏن طور ڏيندا هئا".(٣)

مولائي شيدائي دارا کي سنڌ مان ملندڙ ڍَل بابت ٻڌائي ٿو ته "دارا اعظم کي سنڌ جي صوبي مان ١٠٧٨٢٧٢ پائونڊ ساليانو آمدني هئي" ۽ دارا جي اميرالبحر لاءِ چوي ٿو ته "سندس ٻيڙي يوناني اميرالبحر سائيڪلاس جي اڳواڻي هيٺ اٽڪ کان سنڌونديءَ جي ڇوڙ تائين جهاز راني ڪئي هئي."(٤)

---

(١) "ابن بطوطه جو سفر"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٧ع، ص ١٤

(٢) "سائنڪس هسٽري آف پرشيا" واليوم ١، ايڊيشن ٢، لنڊن ١٩٢١ع، ص ٩-١٦٨.

(٣) ڀيرومل مهرچند آڏواڻي "قديم سنڌ"، سنڌي ادبي بورڊ، ص ٩٩.

(٤) مولائي شيدائي "جنت السنڌ"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٨ع، ص ٣٨.

دارا ڪانپوءِ گشتاسپ ۽ سندس پٽ بهمن جي سنڌ جي مٿان چڙهائي جو احوال ملي ٿو. ايچ- ٽي ليمبرڪ پنهنجي ڪتاب ”سنڌ بفور مسلم ڪانڪيسٽ“ ۾ مجمع التواريخ جي حوالي سان لکي ٿو ته ”پنهنجي ڏاڏي گشتاسپ جي حياتيءَ جي وقت ۾، بهمن لشڪر وٺي هندستان تي ڪاهه ڪئي ۽ ان جي هڪ حصي تي قبضو ڪري ورتو...... بهمن ترڪن ۽ هندن جي سرحد ڪي پڌرو ڪرڻ لاءِ هڪڙو شهر ٻڌايو جنهن جو نالو ”قندابيل“ رکيائين ۽ هڪ ٻئي هنڌ جنهن کي ’ٻڌ‘ چوندا هئا هڪ شهر ٻڌرايائين جنهن کي ”بهمن آباد“ ڪوٺيائين“.(١)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ”چچ نامي“ تي اشارا ۽ واڌارا لکيا آهن، انهن ۾ :رهمڻ آباد جي شهر تي تواريخي روشني وجهندي چوي ٿو ته ”تاريخ سان ڪو دليل نڪري ٿو ته هيءُ شهر غالباً ايران جي بادشاه بهمن ارد شير جي حڪم سان ٻڌو ويو ۽ انهيءَ لحاظ سان ان جو اصل نالو بهمن آباد هو“.(٢)

مولائي شيدائي چوي ٿو ته بهمن انهيءَ شهر ۾ مذهبي عقيدي موجب هڪ وڏو آتشڪده پڻ تعمير ڪرايو هو. ”گشتاسپ جي زماني ۾ بهمن ايراني بهمن آباد ۾ نووهار جو آتشڪده تعمير ڪرايو هو“.(٣)

انهن بادشاهن کان سواءِ اسان کي بهرام گور جيڪو پنهنجي وقت جو مشهور بادشاهه ۽ پهلوان ٿي گذريو آهي، بابت ٿورو احوال ملي ٿو، جنهن مطابق هو هندستان ۾ آيو هو ۽ هن جي هتي شادي ٿي هئي ۽ ڪيس ڏاج ۾ مڪران ۽ سنڌ جا صوبا مليا هئا.

سائڪس لکي ٿو ته ”بهرام گور سير ۽ سياحت لاءِ قنوج آيو هو. اتي هن هڪڙي جهنگلي مست هاٿي کي تير سان ماريو. جنهن تي راجا راضي ٿي هن کي پنهنجي ڌيءَ سان شادي ڪرائي هئي.“ سائڪس جو چوڻ آهي ”ان موقعي تي هن کيس مڪران ۽ سنڌ جا صوبا پڻ ڏنا“ (٤)

---

(١) ايچ- ٽي- لئمبرڪ ”سنڌ بفور مسلم ڪانڪيسٽ“، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٣ع، ص ٧٢.

(٢) نبي بخش بلوچ ڊاڪٽر ”چچ نامو“، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٦ع، ص٣٩٦.

(٣) مولائي شيدائي ”جنت السنڌ“، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٨ع، ص ٣٧.

(٤) سائڪس ”هسٽري آف پرشيا“، واليوم ١، لنڊن، ١٩٢١ع، ص ٣١٣.

ايران جي مشهور شاعر فردوسي جنهن پنهنجي شاهنامي ۾ ايران جي قديم شاهن ۽ شهنشاهن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ پنهنجي جادو بياني سان انهن کي امر بنائي ڇڏيو آهي، تنهن پڻ ايران جي هند ۽ سنڌ تي تسلط جو بيان ڪيو آهي. "فردوسي شاهنامي ۾ هند، سنڌ، ڪابل، ڪشمير، ملتان، سندل ۽ چندن ايراني شهنشاهت جا مقبوضات ڏيکاريا آهن".(١)

ٿي سگهي ٿو فردوسي ان ۾ ڪجهه شاعرانو مبالغو ڪيو هجي مگر ان ۾ شڪ ڪونهي ته ايران جي حڪمرانن جو ان وقت جي سنڌ جي ڪجهه حصي تي قبضو هو.

ايچ. ٽي. لئمبرڪ چوي ٿو ته "شاهنامي" جي روايت موجب "گشتاسپ، جنهن کي سنڌ جا حاڪم ڏن ڏيندا هئا، جي دور ۾ ٻهمن جي ڀيڻ واسنديار ايراني سلطنت کي وري اوج تي پهچايو".(٢)

مٿي بيان ڪيل سنڌ ۽ ايران جي تواريخي ۽ تجارتي تعلقات جي بنياد تي اهو چئي سگهجي ٿو ته هنن ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ ڪي لساني لاڳاپا پڻ هوندا. تواريخ جي مطالعي مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته حڪمران قوم جي زبان جو محڪوم قوم جي زبان تي گهرو اثر ٿئي ٿو. تنهن ڪري ان دور جي ايراني زبان جو سنڌ جي ماڻهن جي زبان تي پڻ اثر پيو هوندو.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ" ۾ ٦٠٠ ورهيه قبل مسيح سنڌ جي اوائلي ٻوليءَ تي ٻين ٻولين جي اثر جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته "آثار قديمه" مان مليل مواد ۽ معلومات جي بنياد تي چئي سگهجي ٿو ته "سنڌ جي قديم ٻولي" غالباً ڪا سامي زبانن جي سٽ مان هئي، جنهن تي پوءِ آريائي ٻولين جو اثر پيو، انهن آريائي ٻولين مان هن قديم زماني ۾ "سنڌ جي ٻوليءَ" تي گهڻي ۾ گهڻو اثر ايراني ۽ داردي ٻولين جو پيو".(٣)

---

(١) مولائي شيدائي "جنت السنڌ"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٨ع، ص ٣٧.

(٢) ايچ. ٽي. لئمبرڪ "سنڌ بفور مسلم ڪانڪيسٽ"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٣ع، ص ٤٧.

(٣) نبي بخش بلوچ ڊاڪٽر "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ"، پايونير پريس حيدرآباد، ١٩٦٢ع، ص ٢٠١.

## پارسي جو رواج:

سنڌ ۾ باقاعده فارسي زبان ڪڏهن مروج ٿي، اهو اهڙو مسئلو آهي جنهن تي وڌيڪ غور ۽ تحقيق جي ضرورت آهي، ٧١٢ع ۾ محمد بن قاسم جي اڳواڻي هيٺ عربن سنڌ تي ڪاهه ڪئي ۽ راجا ڏاهر کي شڪست ڏئي سنڌ تي قبضو ڪري ورتو. محمد بن قاسم جڏهن سنڌ تي حملو ڪيو تڏهن عرب مؤرخ بلاذري جي چوڻ مطابق هو ايران ۾ هو ۽ آتاهون کيس سنڌ ڏانهن وڃڻ جو حڪم مليو، ۽ جنگ جي سموري سامان ملڻ تائين شيراز ۾ رهڻ لاءِ هن کي روڪيو ويو. بلاذري جا الفاظ هي آهن "حجاج، محمد بن قاسم بن محمد بن حڪم بن ابو عقيل کي والي بنائي سنڌ ڏانهن روانو ڪيو، محمد ان وقت فارس ۾ هو ۽ حجاج هن کي ري وڃڻ جو حڪم ڏئي چڪو هو...... مگر بديل جي قتل ٿيڻ کان پوءِ هن کي ري وڃڻ کان روڪيو ويو ۽ سنڌ جي سرحد جو عثمر عطا ڪيو ويو ۽ شام ۽ ٻين هنڌن تان ڇهه هزار فوج هن سان گڏ موڪلي وئي"(١). بلاذري جي بيان پڙهڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته هن وٽ ٻي عربي ۽ ايراني فوج اڳ ئي موجود هئي جو هن کي باقي صرف ڇهه هزار فوج شام ۽ ٻين هنڌن تان موڪلي وئي. اهڙو خيال ڊاڪٽر محمد باقر ۽ ڊاڪٽر وحيد مرزا "تاريخ ادبياتِ مسلمانانِ پاڪستان و هند" ۾ پڻ ظاهر ڪيو آهي. هو چون ٿا ته، "اسلام جي ظهور کانپوءِ جڏهن ٧١٢ع ۾ عربن سنڌ تي حملو ڪيو ته انهن جي فوجن ۾ ايراني به ضرور موجود هئا".(٢)

جيڪڏهن عربن جي فوج سان گڏ ايران وارن به سنڌ ۾ قدم رکيو هو ته ان سان اهو انومان ڪيدي ٿو سگهجي ته پارسي زبان عربي زبان سان گڏ سنڌ جي ڌرتيءَ تي وک وڌائي هئي. قاضي احمد ميان جهوناڳڙهي پنهنجي مضمون "سنده کا فارسی ادب" ۾ پڻ اهڙي خيال جو اظهار ڪيو آهي. هو چوي ٿو "انهن ۾ ڪيترا شيرازي به هوندا، جن جي مادري زبان پارسي هئي. ان ڪري اهو قياس ڪري سگهجي ٿو ته فارسي زبان هتي

---

(١) مسعودي علي ندوي مولانا "هندوستان عربوں کی نظر میں"، جلد اول، دارالمصنفين اعظم ڳڙهه، ١٩٦٠ع، ص ٨٤-٨٥.

(٢) محمد باقر ڊاڪٽر ۽ وحيد مرزا ڊاڪٽر "تاريخ ادبياتِ مسلمانانِ پاڪستان و هند"، جلد ٣، (فارسي ادب اول) پنجاب يونيورسٽي لاهور، ١٩٧١ع، ص ٤٠.

ايرانين بدولت پهتي هوندي جيڪي محمد بن قاسم جي فوج ۾ شريڪ هئا".(۱)

تواريخ جي ورقن اٿلائڻ سان پتو پوي ٿو ته ٽي صدي هجري ۾ عباسي خليفي المعتمد پنهنجي خلافت جي وقت ۾ يعقوب بن ليث الصفاري (۸۶۸-۹۷۸ع) جو ايران جي سجستان جي علائقي ۾ رهندو هو، کي اوپر ايران ۽ سنڌ جو حاڪم تسليم ڪيو هو. يعقوب بن ليث کي عربي نه ايندي هئي ۽ هن جي حڪومت ايران جي ڪجهه حصي ۽ سنڌ تي ڦهليل هئي، تنهن ڪري اٿين چئي سگهجي ٿو ته هن جي سرپرستيءَ ۾ ڪيترن ايرانين سنڌ ۾ رهائش اختيار ڪئي هوندي ۽ هتي ڪيترا ماڻهو فارسيءَ کان واقف ٿي ويا هوندا.

قاضي احمد ميان اختر جوناڳڙهي ان بابت چوي ٿو ته "يعقوب عربي کان اڻڄاڻ ۽ پارسي‌دانن جو وڏو سرپرست هو. عموماً ملڪ جي انتظام ۾ وقت جي حاڪم جي زبان استعمال ڪئي ويندي آهي. ان زماني ۾ فارسي زبان سرڪاري آفيسن ۾ استعمال ڪئي وئي هجي ۽ ڪيترن سنڌ جي ماڻهن فارسي پڙهي هجي".(۲)

ساري هندستان ۾ غزنوي دور ۾ پارسيءَ پنهنجا پير ڄمائي ورتا ۽ اها حاڪمن، اميرن، شاعرن، دربار ۽ مدرسن جي زبان ٿي پئي. ايچ-آءِ سدارنگاڻي پنهنجي ڪتاب "پرشن پوئٽس آف سنڌ" ۾ لکي ٿو " هي اهو زمانو هو جڏهن پارسي ادب پنهنجو پهريون قدم هندستان ۾ رکيو ۽ انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته غزنوي جي ڏينهن ۾ پارسي ۾ شاعري ڪرڻ جو عام رواج پئجي ويو".(۳)

هندستان ۾ فارسي جو فروغ ۽ رواج جيڪو غزنوي دور ۾ شروع ٿيو هو ان ۾ وڏيڪ اضافو ٿيو ...... فارسي برصغير جي درباري ۽ دفتري زبان بڻجي وئي. درس و تدريس ان زبان ۾ ٿيڻ لڳو ۽ مختلف علمن ۽ فنن

(۱) احمد ميان اختر قاضي جوناڳڙهي "سنده کا فارسی ادب"، ماهوار پيغام(اردو) ماه جون ۱۹۷۶ع، شعبه مطبوعات، محڪمه اطلاعات سنڌ، ص ۱۰.
(۲) ساڳيو.
(۳) ايچ. آءِ. سدارنگاڻي "پرشن پوئٽس آف سنڌ، انٽروڊڪشن، سنڌي ادبي بورڊ، ص ۵.

تي تصنيف جو سلسلو شروع ٿي ويو“.(١)

محمود غزنوي هندستان تي ڪيتريون ڪاهون ڪري، جتي ڪيترن علائقن کي پنهنجي ماتحت بنائي ڇڏيو، اتي سنڌ تي حملو ڪري سنڌ کي به پنهنجي ماتحت بنايائين. ڊاڪٽر ايچ. ٽي. سورلي سنڌ گزيٽيئر ۾ لکي ٿو ”ملتان ۽ اُچ فتح ڪرڻ کانپوءِ محمود غزنوي پنهنجي وزير عبدالرضا کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ چيو ۽ ١٠٢٦ع ۾ سنڌ فتح ٿي“.(٢)

مگر تاريخ معصومي جي مصنف ان وزير جو نالو عبدالرزاق لکيو آهي هو محمود غزنوي جي سنڌ فتح ڪرڻ جو احوال هيئن بيان ٿو ڪري، ”عبدالرزاق وزير کي ڪجهه فوج ڏئي ملتان کان سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيائين“ (٣)

محمود غزنوي پاڻ طاقتور حڪمران هو مگر سندس وفات کان پوءِ سندس پوين ۾ اها طاقت نه هئي تنهن ڪري مختلف علائقا سندن قبضي مان نڪري ويا، سنڌ به انهن مان هڪ هو. ڊاڪٽر ايس. پي. ڇٻلاڻي سومرن جي تسلط بابت چوي ٿو، ”١٠٢٦ع ۾ سلطان محمود غزنوي سنڌ تي ڪاهيو ۽ پنهنجي بادشاهت سان ملائي ڇڏيائينس، پر غزنوي حڪومت گهڻو وقت پير ڪوڙي نه سگهي ۽ ١٠٥٣ع ۾ سنڌ جي هيٺين حصي جي راجپوت قبيلي، سومرن لاڙ جي اپرندي ڪنارن تي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي“.(٤)

جيتوڻيڪ غزنوي خاندان جو تسلط سنڌ جي مٿان صرف ٢٦ سال ڪن رهيو مگر اهو ايترو عرصو هو جو ان ۾ جتي هندستان ۾ پارسي کي رواج ۽ فروغ مليو، اتي سنڌ ۾ به پارسيءَ جو ٿورو گهڻو فروغ ٿيو هوندو. ڊاڪٽر ايچ. آءِ. سدارنگاڻي چوي ٿو، ”اهو ممڪن آهي ته محمود غزنوي (١٠٣٠-٩٩٨) جي ڏينهن ۾ پارسي زبان سنڌ ۾ قدم رکيو. ان کانپوءِ غزنوي خاندان

---

(١) محمد باقر ڊاڪٽر ۽ وحيد مرزا ڊاڪٽر ”تاريخ ادبيات مسلمانانِ پاڪستان و هند“، جلد ٣: پنجاب يونيورسٽي، لاهور، ص ٤٣.

(٢) ايچ ٽي. سورلي ”سنڌ گزيٽيئر“، گورنمينٽ آف پاڪستان، ص ١٥١.

(٣) ”تاريخ معصومي“ سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٩ع، ص ٦٩.

(٤) ايس. پي. ڇٻلاڻي ڊاڪٽر ”سنڌ جي اقتصادي تاريخ“، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٨ع، ص ٢.

جي سخي سرپرست حاڪمن جي ڏينهن ۾ جڏهن سنڌ انهن جي ماتحت هئي ان ترقي ڪئي".(١)

سنڌ جي مٿان غزنوين جو تسلط ختم ڪري سومرا طاقت ۾ آيا. ڪن محققن جو خيال آهي ته سومرن جي آخري دؤر ۾ پارسيءَ کي سنڌ جي حڪومت ۾ درباري زبان جو درجو مليل هو. ايم. ايڇ. پنهور پنهنجي مضمون "Language of Sind" ۾ چوي ٿو "عربي لفظن جو استعمال پارسي زبان جي درباري زبان جو رتبو حاصل ڪرڻ جو نتيجو هو، جنهن کي ممڪن آهي ته سومرا خاندان جي پڇاڙيءَ کان اهو رتبو حاصل ٿيو هجي" (٢)

حسن احمد سيناڻي پنهنجي مضمون "سنڌ ۾ پارسي شاعريءَ جا پهريان ٻه دؤر" ۾ اهو ظاهر ڪيو آهي ته "سومرن جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ پارسيءَ کي مقبوليت حاصل ٿي. هو چوي ٿو "سنڌ ۾ پارسي جي پکڙجڻ جو زمانو ڇهين صدي هجري معلوم ٿئي ٿو تنهن ڪري سومرن جي حڪومت پارسي جي مقبوليت جو زمانو آهي".(٣)

## پارسي شاعريءَ جي ابتدا :

سنڌ ۾ اهو ڪهڙو شخص هو جنهن پهريان پارسيءَ ۾ نغمه سرائي ڪئي ۽ هن سرزمين تي تصوف ۽ مجاز جي جذبن کي پارسي زبان جي پوشاڪ پهرائي اسان تائين پهچايو، جو صدين گذرڻ کانپوءِ به اڄ تائين پارسي شاعري جي گونج قائم آهي. ان لاءِ ڪجهه به پڪ سان چئي نٿو سگهجي. مگر اسان کي تيرهين صدي عيسوي ۾ جڏهن سنڌ تي سومرن جي حڪومت هئي، ٻن اهڙن بزرگن جا شعر ملن ٿا جي ٻاهران اچي سنڌ ۾ مقيم ٿيا هئا. انهن مان هڪ علي بن حامد ڪوفي هو جيڪو ستين صدي هجري جي شروعات ۾ ٦١٢هه کان اُچ هتي اچي رهيو. ٻيو حضرت قلندر شهباز عثمان مروندي آهي جيڪو ستين صدي هجري جي وچ ۾ ٦٤٩هه ۾ سيوهڻ ۾ آيو

(١) ايڇ. آر. سدارنگاڻي "پرشن پوئٽس آف سنڌ". انٽروڊڪشن، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٥٦ع. ص

(٢) ايم. ايڇ. پنهور "لينگئيج آف سنڌ"، سنڌ ڪوارٽرلي، ڪراچي، نمبر ٣، ١٩٧٨ع، ص ٤١.

(٣) حسن احمد سيناڻي "سنڌ ۾ پارسي شاعريءَ جا پهريان ٻه دؤر"، نئين زندگي ماه نومبر ١٩٥٢ع، ص ٥١.

۾ آتي رهي پيو. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي سندن سيوهڻ ۾ آمد بابت هڪ قطع تاريخ ڏني آهي:

چـون بازِ آشيان قدس شهباز
سيوستان را نموده جنت آسـا
خرد تاريخ آن از روئي 'اخلاص'
"نمـود آفتاب ديـن" بگفتا.

٦٣٩

علي بن حامد بن ابوبڪر ڪوفي سنڌ بابت قاضي اسماعيل ان علي ثقفي جي خاندان مان ڪنهن جي سنڌ بابت عربي ۾ لکيل تاريخ جو پارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو جو پوءِ "چچ نامي" جي نالي سان مشهور ٿيو. ان ڪتاب جي مٿيئن ۾ علي ڪوفي ڪجهه پنهنجا شعر ڏنا آهن جيڪي ملتان جي حاڪم ناصرالدين قباچه جي مدح ۾ لکيل آهن، جن کي سنڌ ۾ پارسيءَ جو پهريون ڪلام چئي سگهجي ٿو. مدح جا پهريان ٻه شعر هي آهن:

خسرو ملڪ بـر تو خرم باد
نخل گيتي تـرا مسلم بـاد.

—

از تو آباد ظلم ويران شد
به تو بنياد عدل محڪم باد.

ان کانپوءِ اسان کي شيخ عثمان مروندي قلندر شهباز جو ڪلام ملي ٿو. مولانا محب علي جنهن کي ملا محب علي به چيو وڃي ٿو، ان جي حوالي سان مآثرالڪرام واري غلام علي بلگرامي لکيو آهي ته ملا محب علي شهباز کي مرندي مرند جو ڄاڻايو آهي جو آذربيجان ۾ آهي. سندس مزار مبارڪ سيوهڻ ۾ آهي. عام طرح هن کي مروندي يعني مروند جو رهاڪو ڪري سڏيندا آهن. حڪيم فتح محمد قلندر نامه ۾ ڪنهن شاعر جو قطعو ڏنو آهي، جنهن ۾ قلندر شهباز جي ولادت، عمر ۽ وفات جا سال اچي وڃن ٿا. قطعه هي آهي:

بجو تاريخ شمس الدين عثمان
بدر ڪن رنج از فلڪ ڪرامت

٥٣٨ھ

ز سن عمرش ولي‌الله وفاتش

١١٢

سروش غيب مي‌گويد برحمت(١).

٦٥٠ع

خداداد خان "لبِ تاريخ سنڌ" ۾ قلندر شهباز جي سنڌ ۾ آمد جي تاريخ "نمود آفتابِ دين"(٢)، (٦٤٩هه مطابق ١٢٤٦ع) بيان ڪئي آهي.

حضرت قلندر شهباز جا ڪيترا غزل ملن ٿا، جن ۾ تصوف جي سرمستي ڇانيل آهي. جن مان هڪ غزل جا ڪجهه شعر هي آهن:

١- رقصيم برقصيم که خوبان جهانيم
نازيم بنازيم که در عين عيانيم.

٢- نه آبيم نه باديم نه خاكيم نه آتش
مائيم بهر صورت وفا كون‌ومكانيم.

٣- در عقل نه‌گنجيم آن نور خدائيم
در فهم نه آئيم که بي نام و نشانيم

٤- مطلوب نه‌طلبيم که اين طلب حرام‌است
الله نه گوئيم که در شرک لهانيم.

٥- شهباز پريديم و از خويش گـذشتيم
با دوست لجانيم و بي دوست ندائيم.(٣)

## ٻيريان سنڌي پارسي شاعر:

سنڌ ۾ سمن جي حڪومت (١٣٣٣-١٥٢١ع) جي دؤر ۾ اسان کي ڪن سنڌي پارسي شاعرن جا نالا ملن ٿا جن ۾ ڄام جوڻي جو نالو پڻ ورتو وڃي ٿو. ڊاڪٽر سدارنگاڻي ان دؤر جي شاعرن جا نالا هن ريت بيان ڪري ٿو "سنڌ جا قديم ترين پارسي شاعرن، جن جو احوال ڪتابن ۾ اچي ٿو، سي ڄام جوڻو، شيخ حماد جمالي، شيخ عيسىٰ لنگوٽيو، ڄام نندو

(١) فتح‌محمد سيوهاڻي حڪيم "قلندر نامه"، قلندر شهباز اڪيڊمي حيدرآباد، ١٩٧٢ع ص ٣٧.
(٢) خداداد خان "لبِ تاريخ سنڌ" سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٩ع، ص ٨.
(٣) محمد ٻريل سولنگي "گلزار قلندر"، شهباز اڪيڊمي، ١٩٧٢ع، ص ١٥٧.

۽ مخدوم بلال آهن".(١)

ڄام جوڻي جي شعر جي هڪ سٽ ملي ٿي جيڪا عفيف پنهنجي تاريخ فيروزشاهي ۾ محفوظ ڪري ڇڏي آهي. عفيف لکي ٿو ته سنڌ وارن جڏهن اُچ شريف جي سيد جلال الدين جي وچ ۾ پوڻ تي فيروز شاهه تغلق سان ڏاهه ڪيو تڏهن ڄام جوڻو فيروزشاهه وٽ حاضر ٿيو ۽ هيءَ مصرع پڙهيائين:

شاهه بخشنده توئي و بنده شرمنده.

فيروز شاهه ڄام تي بيحد نوازش ڪئي ۽ نهايت شفقت سان احوال دريافت ڪيائين، ڄام کي هڪ تازي گهوڙو ڏنائين ۽ هي مصرع پڙهيائين:

از من نه سزد بدي و خود بدي نه کنم.(٢)

شيخ حماد جمالي، عيسيٰ لنگوٽي، ڄام نندي ۽ مخدوم بلال جي شعرن جو نمونو مير علي شير قانع "مقالات الشعرا" جي سيني ۾ سانڍي ڇڏيو آهي، جي هي آهن :

شيخ حماد جمالي:

دو گزک بوريا و پوستکي
دلکي پر ز درد دوستکي
اين قدر بس بود جمالي را
عاشق رند و لا اوبالي را.(٣)

عيسيٰ لنگوٽيو:

قانع لکي ٿو " هي ٻه بيت اهي آهن جيڪي هن ( عيسيٰ لنگوٽي) شيخ حماد جماليءَ جي جواب ۾ لکيا آهن".

قيد باشد حکيم در ره دوست
دو گزک بوريا و پوستکي
گر تو آزاده اي بس است ترا
دلکي پر ز درد دوستکي.(٤)

---

(١) ايچ. آر سدارنگاڻي "پرشن پوئٽس آف سنڌ"، ادبي بورڊ، ١٩٥٦ع، ص
(٢) شمس الدين عفيف "تاريخ فيروشاهي"، نفيس اڪيڊمي ڪراچي، ١٩٦٢ع، ص ١٧٥.
(٣) علي شير قانع مير "مقالات الشعرا"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٧، ص ١٥٦.
(٤) ايضاً، ص ١٥٧.

ڄام نظام‌الدين عرف ڄام ننڍو:

اي آنکه ترا نظام‌الدين ميخوانند
تو مفتخري مرا چنين ميخوانند
گر در ره دين از تو خطائي افتد
شک نيست که کافر لعين ميخوانند(١)

مخدوم بلال:

در راه خدا ز سر قدم بايد ساخت
سرمايه اختيار خود بايـــد باخت
کفر است که خـــود نمائـــي بجهان
از خويش برون و سوي او بايد تاخت(٢)

سمن جي دؤر جي پارسي شاعريءَ جـي مٿي ڏنـل مثالن کي پرکڻ مان پتو پوي ٿو ته انهن ۾ نه صرف تصوف جي خيالن جي گهرائي آهي پر فني خيال کان عروض جي ڪسوٽيءَ تي پڪا ۽ پختا آهـن، تنهن ڪري اهو چئي سگهجي ٿو ته پارسي جي مقبوليت ڇڱي وقت کان هلندي ٿي آئي جو هتان جا مقامي باشندا ان ۾ اهڙي سٺي ۽ پختي شاعري ڪري ٿي سگهيا.

## ارغون، ترخان ۽ مغلن جا نواب (١٥٢٢ع—١٦٧٩ع)

سورهين صدي جي شروعات ۾ سنڌ جـي حڪومت جون واڳون سمن جي هٿان نڪري ١٥٢٢ع ۾ ارغونن جي حوالي ٿي ويون. جلد ئي ارغونن جو خاتمو ٿيو ۽ ١٥٥٤-٥٥ع ۾ ترخان سنڌ جا حاڪم بڻجي ويا جنهن کان پوءِ هندستان جي مغل شهنشاهن لشڪر موڪلي سنڌ کي پنهنجي قبضي ۾ ڪيو ۽ سنڌ ۾ مقرر ٿيل نـواب ١٥٧٤ع کان ١٦١٩ع تائين سنـڌ ۾ ايندارهيا، تان جو سنڌ تي ڪلهوڙن جو قبضو ٿي ويو.

ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جا نواب سواءِ ڪن ٿورن جي غير سنڌي هئا ۽ سندن زبان پارسي هئي، تنهن ڪري ١٥٢٢ع کان وٺي ١٦٧٩ع تائين ١٥٧ سالن جي طويل عرصي تائين پارسي زبان حاڪمن جي زبان، دربار جي زبان ۽ مڪتبن ۽ مدرسن جي زبان رهي، جنهن ڪري سنڌ ۾ پارسي زبـان پنهنجون پاڙون پختيون ڪري ورتيون، ايتري قـدر جـو اينـدڙ ڪلهوڙن ۽

(١) علي شير قانع مير "مقالات‌الشعرا"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٧ع، ص ٨١٦.
(٢) ايضاً، ص ٩٢.

ٽالپرن جون حڪومتون جيتوڻيڪ مقامي خاندانن جون حڪومتون
پارسي زبان جي برتري ساڳي قائم رهي.

ارغون ۽ ترخان اصل ۾ مغل نسل مان هئا. انهن کي علم ۽ ادب
سان ڪافي دلچسپي هئي، تنهن ڪري ڪيترا پارسي دان عالم، اديب ۽
شاعر ڪٿان ڪٿان کهي اچي سندن دربار ۾ پهتا ۽ جتي سندن وڏيءَ دل
سان سرپرستي ڪئي وئي. ارغون خاندان جو پهريون حاڪم شاهه بيگ پاڻ
هڪ وڏو عالم هو جنهن پاڻ قرآن جو تفسير لکيو هو. شاهه حسن هڪ
چڱو شاعر هو، سندس تخلص سپاهي هو، هن جي ڏينهن ۾ پارسيءَ جي
ترقيءَ لاءِ سنڌ جي ڳوٺن ۾ مدرسا قائم ڪيا ويا. سندس دور جي ڪيترن
شاعرن جو ذڪر مير معصوم پنهنجي تاريخ ۾ ڪيو آهي، جن مان مولانا
فخري هروي هڪ آهي، هو هڪ وڏو عالم ۽ شاعر هو، سندس ڪيترا
ڪتاب صنائع و بدائع ۽ عروض ۽ قافيه جي فن تي تصنيف ٿيل هئا. (١)

ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾ جن بزرگن فارسي شاعري ۾ سخن سنجي
ڪئي، تن جو مختصر بيان هن ريت آهي:

شاهه جهانگير هاشمي هڪ سٺو شاعر هو. شاهه حسن هن تي گهڻيون
نوازشون ڪيون. تاريخ معصومي ۾ آهي ته "شعر جي فن ۾ پنهنجي وقت
۾ بي نظير هو. تحفةالاحرار جي جواب ۾ "مظهرالاثار" سندس طبع جو نتيجو
آهي. "ديوان هاشمي" پڻ هن جو آهي". (٢)

هن دور جو ٻيو شاعر حيدر ڪلوچ آهي، جو شاهه حسن ارغون جي
ڏينهن ۾ سنڌ ۾ آيو. هن وقت جي حاڪم جي تعريف ۾ ڪيترا قصيدا لکيا
۽ صاحبِ ديوان هو.

مرزا جاني بيگ پڻ سٺو شاعر هو ۽ 'حليمي' تخلص ڪندو هو.
هن جي حڪومت جي دور ۾ سيد محمد هاشم هڪ وڏو شاعر هو جنهن
"سيرالسلاطين" نالي هڪ ڪتاب نظم ۾ لکيو ۽ ان کي مرزا جاني بيگ
جي نالي منسوب ڪيائين ۽ سندس شان ۾ پڻ ڪيترا قصيدا لکيائين.

مرزا باقي جي ڏينهن ۾ مير غروري نالي شاعر ڪاشان مان سنڌ ۾
آيو ۽ ٺٽي کي پنهنجو وطن بنايائين، هو هڪ بلند پايه شاعر هو.

(١) حسن احمد ميناڻي "سنڌ ۾ فارسي شاعري جا ٻه دور"، ماهوار نئين زندگي، ماهه نومبر، ١٩٥٢ع، ص ٥٢.

(٢) "تاريخ معصومي"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٩ع، ص ٢٤٧.

رضا بن عبدالواسع داروغه گهر ٺٽي جو رهندڙ هو. هو هڪ سٺو شاعر هو. هن شاهه عبدالڪريم جا ملفوظات رساله "بيان العارفين و تنبيه الغافلين" ۾ قلمبند ڪيا.

ترخان حاڪمن جي دؤر جو هڪ امير خسرو خان پارسي جو وڏو شاعر هو.

هن دؤر ۾ امير ابوالقاسم سلطان بيگلار نالي هڪ سردار هو جو بلند پايه سخن سنج ۽ سخن فهم هو. ادرا بيگلاري سندس وقت جو شاعر هو جنهن هڪ عشقي مثنوي لکي سندس نالي منسوب ڪئي.

مرزا غازي بيگ سنڌ جو حاڪم هو، پنهنجو تخلص وقاري رکيو هئائين. هو شاعرن ۽ علم وارن جو وڏو سرپرست هو. سندس فياضيءَ سبب سندس دؤر ۾ سنڌ علم و ادب ۽ شعر و شاعري جو مرڪز بڻجي پئي. "ترخان نامي" ۾ سندس سخا جي تعريف ڪان پوءِ سندس بزم جو بيان هيئن آيو آهي: "ازين جهت فضلاء و شعراء روزگار از ايران و توران رجوع بخدمتِ او نمودند و مجلس بهشت آئين همواره مجمعِ فضلا و شعراء روزگار بود".(۱)

مغل شهنشاهه جهانگير پنهنجي توزڪ ۾ هن لاءِ لکي ٿو، "مرزا غازي بيگ باڪمال انسان آهي، شعر خوب چوي ٿو ۽ 'وقاري' تخلص ڪيو اٿس".(۲)

پير حسام الدين راشدي پنهنجي ڪتاب "غازي بيگ اور اس کی بزم ادب" ۾ هن جي شاعريءَ لاءِ چوي ٿو ته "شعر ۾ سندس ڪمال جو سيني کي اعتراف آهي".(۳). هو ساڳئي ڪتاب ۾ سنڌ ۽ ايران جي پنجٽيهن پارسي گو شاعرن جا نالا بيان ڪري ٿو، جي ساڻس وابسته هئا، ۽ جن کي هن پنهنجي نوازش سان نوازيو هو، جن ۾ مشهور ايراني شاعر ملا مرشد برد جردي، طالب آملي، علي حزين، صائب اصفهاني، مير نعمت الله ولي، ملا اسد پڻ شامل آهن.

هن دؤر ۾ سنڌ ۾ مير محمد طاهر 'نسياني' وڏو شاعر ٿي گذريو آهي،

---

(۱) "ترخان نامه"، سنڌي ادبي بورڊ، ۱۹۶۵ع، ص ۹۱.
(۲) "توزڪ جهانگيري"، جلد ۱، مجلس ترقي ادب، لاهور، ۱۹۶۸ع، ص ۲۳۰.
(۳) حسام الدين راشدي پير، "مرزا غازي بيگ اور اس کی بزم ادب"، انجمن ترقي اردو ڪراچي، ۱۹۷۰ع، ص ۱۵۱.

جنهن پنهنجي سرپرست شاه بيگ عادل لاءِ ”تاريخ طاهري لکي ۽ عمر مارئي جي قصي کي ”ناز و زيبا“ جي نالي سان نظم ۾ بيان ڪيو.

## مغل ذوابن جو دور (1591ع—1700ع)

مغلن جي نوابن جي دور ۾ سنڌ ۾ پارسي شعر ادب پين دورن جي پيٽ ۾ گهڻي ترقي ڪئي ان جو سبب اهو هو ته مغلن جا جيڪي نواب سنڌ ۾ آيا انهن مان گهڻا شعر و ادب جا شائق هئا. اڪبر کان وٺي شاهعالم تائين اهو سلسلو هليو. هي اهو زمانو هو جڏهن مغل شهنشاهن جي سخا ۽ نوازش جي هاڪ بڌي ڪيترا شاعر ايران کان دهلي ويندي سنڌ مان ٿيندا ويندا هئا ۽ هتان جي حاڪمن جي نوازشن مان ڍائهي اڳتي وک وڌائيندا هئا. ايران مان آيل ڪيترن شاعرن کي سنڌ جي فضا اهڙي پسند اچي وئي جو هن زمين کي پنهنجو وطن بنائي هتي ئي رهي پيا. پارسي شاعرن سان قربت ڪري هتان جي ماڻهن ۾ به پارسيءَ ۾ شاعري ڪرڻ جو شوق جاڳيو ۽ هتي به ڪيترا پارسيءَ جا سٺا شاعر پيدا ٿي پيا.

تذڪره اميرخاني ۾ اچي ٿو ”مغل گورنرن جي آمد رفت هندستاني شاعرن کي به سنڌ مان روشناس ڪرايو“(1). ان مان ظاهر آهي ته ان دور ۾ هڪ طرف ايران کان ۽ ٻئي طرف هندستان کان آمد رفت قائم رهي، جنهن جو اثر هن سرزمين تي ضرور پوڻو هو.

مغلن جي نوابن مان ڪيترا پاڻ شاعر ۽ شاعرن جي سرپرستي ڪندڙ هئا جن مان ظفرحسن خان، نواب حفظالله خان، نواب احمد يار خان، مير ابوالبقا امير خان، مير لطف علي همت، مير عبدالرزاق سوري وغيره جا نالا قابل ذڪر آهن.

تاريخ سنڌ ۾ آهي ته ”ان حقيقت کان انڪار ڪري نٿو سگهجي ته جيڪي مغل صوبيدار خواه اه ندي هئا يا سنڌي، ٿي آيا. انهن مان ڪيترا شعر ۽ ادب، علم ۽ فضل ۽ ذاتي صلاحيتن جي اعتبار کان ممتاز درجو رکندا هئا...... انهن سڀني علم و فن، شعر ۽ ادب جي سرپرستي ڪئي ۽ انهن جي قدردانيءَ شعر ۽ ادب کي نئين زندگي بخشي“.(2)

---

(1) حسام الدين راشدي پير ”تذڪره اميرخاني“ سنڌي ادبي بورڊ، 1961ع، ص 233.

(2) اعجازالحق قدوسي ”تاريخ سنڌ“ جلد ٻيو، مرڪزي اردو بورڊ، لاهور 1974ع، ص 80-279.

مير علي شير قانع پنهنجن ڪتابن "مقالات الشعرا" ۽ "تحفة الڪرام" ۾ گهڻن پارسي گو شاعرن جو ذڪر ڪيو آهي جن مان ڪيترا اصل لڏي جا هئا ۽ ڪيترا هتي اچي رهيا هئا.

شهنشاهه اڪبر جي دور ۾ سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن ۾ مير معصوم بکري ۽ مير ابوالقاسم نمڪين جا نالا سرفهرست آهن. ميرمعصوم جو تخلص 'نامي' هو، هن جو والد مير صفائي پڻ شاعر هو. مير معصوم جي حياتيءَ جو وڏو حصو جيتوڻيڪ اڳين دور ۾ گذريو هو مگر سندس ستارو هن دور ۾ چمڪيو ۽ وڏن عهدن تي فائز رهيو. هن شاعريءَ ۾ ديوان ڪانسواءِ پنج مثنويون ڇڏيون آهن جن مان هڪ "حسن و ناز" نالي سسئي پنهون جي عشقي داستان بابت آهي.

نوابن جي دور ۾ جن شاعرن جن سنڌ ۾ نغمه نوازي ڪئي، تن مان هيٺين جا نالا قابل قدر آهن:

عارف نالي سنڌ جو هڪ بلوچ وڏو اديب ۽ شاعر ٿي گذريو آهي جنهن جو ذڪر ملا شستري پنهنجي ڪتاب "مجالس مومنين" ۾ ڪيو آهي. (۱)

محب علي سنڌي هڪ وڏو شاعر ٿي گذريو آهي جو سنڌ ڇڏي دهلي هليو ويو، جتي ڪيس شاهجهان جي قربت حاصل ٿي. قانع "مقالات الشعرا" ۾ هن بابت لکي ٿو، "فاضل ڪامل و شاعر جيد بوده ...... بدرگاه شاهجهان مرتبه ميزيست". (۲)

مير ابوالمقارم ود ابوالقاسم نمڪين جو پوٽو هو. هو درويش صفت ۽ سٺو شاعر هو، هو ٺٽي ۾ رهندو هو.

اورنگزيب جي زماني ۾ سيد عبدالجليل بلگرامي ۽ سندس پٽ آزاد بلگرامي به وڏا شاعر سنڌ ۾ وڏن عهدن تي فائز هئا. هنن جي سرپرستي ڪري پارسي شاعريءَ هتي گهڻو زور ورتو.

ملا عبدالحڪيم 'عطا' ٺٽوي وقت جي ناميارن شاعرن مان ٿي گذريو

---

(۱) احمد ميان جهوناگڙهي "سنده ڪا فارسی ادب"، ماهنامه پيغام (اردو)، جون ۱۹۷۶ع، محڪمه اطلاعات سنڌ، ص ۱۵.

(۲) علي شير قانع "مقالات الشعراء"، سنڌي ادبي بورڊ، ۱۹۵۷ع، ص ۶۹۹.

آهي. هن ڪيترن مغل شهنشاهن ۽ انهن جي نوابن جا ڏينهن ڏٺا. سندس ديوان سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪرايو آهي. سيد مطيع الله "ديوان عطا" جي مقدمي ۾ لکي ٿو ته "عطا جي شاعرانه سرگرمين جو دور گهٽ ۾ گهٽ ٨٠ سال ڪٿي سگهجي ٿو. انهيءَ ڊگهي عرصي ۾ ڇهن بادشاهن جو دور سامهون اچي ٿو" (١)

عطا پنهنجي دور جي ڇهن شاعرن کي هيئن ياد ڪري ٿو:

ڪو 'صفائي'، 'قيصر' و ملا 'سلامي' و 'شڪر'
در گذشت القصه هر يک اختر روشنگري(٢).

مغلن جي دور جا پيا هيٺيان سنڌي پارسيگو نالي وارا شاعر ٿي گذريا آهن. محمد باقر 'جويا' هڪ امير ماڻهو هو، پر پوءِ فقيري اختيار ڪري پنهنجو سمورو مال ملڪيت ترڪ ڪري ڇڏيائين. هن دور ۾ ٻه هندو شاعر به ٿي گذريا آهن جن مان هڪ مهتا چندربان ۽ ٻيو سندس پٽ شيوڪ رام 'مخاص' هو.

## ڪلهوڙن جو دور (١٧٠٠ع—١٧٨٤ع)

ڪلهوڙن پهريان ١٧٠٠ع ۾ مغلن جي نوابن جو درجو حاصل ڪري ورتو. آهستي آهستي هو پنهنجي طاقت وڌائيندا ويا. محمد شاهه جي رنگين مزاجيءَ ڪري مغلن جي حڪومت نهايت ڪمزور ٿي وئي، تنهن ڪري هو ١٧٣٧ع ۾ سنڌ جا خودمختيار حاڪم بنجي ويا. ڪلهوڙن جي خود مختار حڪومت اڌ صديءَ کان به گهٽ هلي پوءِ ٽالپرن جي حوالي ٿي وئي.

حڪمران ڪلهوڙن مان ميان نورمحمد، غلام شاهه ۽ محمد سرفراز پاڻ وڏا عالم هئا ۽ علم وارن ماڻهن جا قدردان هئا. ميان سرفراز پاڻ هڪ وڏو شاعر ۽ صاحبِ ديوان هو. ميان نورمحمد جيڪا وصيت پنهنجي اولاد کي ڪئي آهي ان ۾ ڪين عالمن جي صحبت لاءِ هيٺين نصيحت ڪري ٿو "چون از ڪارهائي دنيوي فارغ شوند صحبت با علماء و صلحا مقرر ڪنند".(٣)

ڊاڪٽر سدارنگاڻي ڪلهوڙن جي ادب نوازي لاءِ چوي ٿو "ڪلهوڙن

---

(١) محمد مطيع الله سيد "مقدمه ديوان عطا"، سنڌي ادبي بورڊ، ص ٣.
(٢) "ديوان عطا"، سنڌي ادبي بورڊ، ص ٨٦.
(٣) "منشورالوصيت"، سنڌي ادبي بورڊ، ص ٥.

جو دؤر جيتوڻيڪ مختصر هو مگر ان کي سنڌ ۾ پارسي شاعري جو سونهري دؤر ڪوٺي سگهجي ٿو".(١)

ڪلهوڙن جي دؤر ۾ اسان کي تمام گهڻا سنڌي پارسيءَ جا شاعر، عالم ۽ فاضل ذهڻ ۾ اچن ٿا، جي نہ صرف تعداد ۾ پنهنجي دؤرن جي ڀيٽ ۾ زياده آهن، بلڪ آنهن گهڻو ۽ معياري شعر پڻ چيا آهن. هن دؤر جون ۾ ڳالهيون نمايان آهن. پهريون هن دور ۾ مرثيي جو رواج پيو جنهن‌جي شروعات محمد‌حسن ٺٽوي ڪئي. ٻيو هن دور ۾ سنڌ ۾ مشاعرن جو رواج پيو. ڊاڪٽر سدارنگاڻي لکي ٿو تہ "مقامي ماڻهن‌کي پارسيءَ سان ايتري دلچسپي ٿي وئي جو مشاعرا منعقد ٿيڻ لڳا".(٢)

ڪلهوڙن جي دور ۾ جيڪي سنڌي پارسي‌گو شاعر ٿي گذريا آهن انهن مان ڪن جو مختصر بيان ڏجي ٿو:

علامہ مخدوم معين عرف مخدوم ٺارو (١٦٨٢–١٧٤٨ع) سندس والد جو نالو محمد امين هو ٺٽي ۾ رهندو هو. مخدوم معين پنهنجي وقت جو وڏو عالم ۽ فاضل ۽ صوفي هو. کيس سماع ۽ موسيقيءَ سان بہ نهايت محبت هئي. قانع "تحفة‌الڪرام" ۾ لکي ٿو تہ "محققانہ شعر چوندو هو، پارسيءَ ۾ تسليم ۽ هنديءَ ۾ بيراڳي تخلص هوس"(٣). شاهہ عبداللطيف سان‌گهاٽو ياراڻو هوس. سندس رحلت بہ راڳ ٻڌڻ ڪري ٿي. شاهہ عبداللطيف سندس جنازه نماز پڙهائي. مخدوم نعمت‌الله سندس وفات جي تاريخ "شفيع تو رسول" مان ڪڍي.

محمد محسن (١٧٠٩–١٧٥٠ع) ولد نورمحمد ٺٽي جي ريشمي ڪپڙي جي واپارين جي خاندان مان هو. محسن‌کي شاعري جي تربيت نواب لطف‌علي 'همت' ڏني. هو ٺٽي جي چوٽيءَ جي شاعرن مان هو. ٺٽو جڏهن ڪلهوڙن جي تسلط هيٺ آيو تڏهن هو ميان نورمحمد ڪلهوڙي سان وابستہ ٿي ويو. محمد حبيب‌الله رشدي "ديوان محسن ٺٽوي" جي مقدمي ۾ لکي ٿو تہ،

---

(١) آهہ - ايچ- سدارنگاڻي "پرشن پوئٽس آف سنڌ"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٦ع، ص ٨٤.

(٢) ساڳيو. ص ٨٥.

(٣) علي شير تانع مير "تحفة‌الڪرام"، سنڌي ادبي بورڊ، ڇاپو ١، ١٩٧٥ع، ص ٥٦٣.

”ميان نورمحمد سندس وظيفو مقرر ڪيو هو جو آٽ آنا ڏهاڙي هو جيڪو يڪمشت ڇهن مهينن ڪانپوءِ هن کي ملندو هو“.(۱)

مير حيدرالدين ابو تراب ڪامل (وفات ۱۷۸۵ع) هو رياض‌الدين ٺٽائي جو پٽ ۽ ابوالمڪرم شهود جو پوٽو هو. سندس شاگردن ۾ ٻن مشهور شاعرن مير علي‌شير قانع ۽ محمد پناهه ’رجا‘ جا نالا قابل ذڪر آهن. ”تحفة‌الڪرام“ ۾ قانع سندس لاءِ چوي ٿو ”فارسيءَ ۾ سندس بيساخته چيل شعر مشهور آهن. مون شاعريءَ جي مشق هن استاد ڪامل وٽ ڪئي“.(۲)

سيد مير جان‌الله شاهه رضوي (وفات ۱۷۵۴ع) هو روهڙي ۾ رهندو هو، پنهنجي وقت جو بي مثل شاعر هو ۽ تخلص ’مير‘ هوس شاهه عنايت صوفيءَ جي مريدن مان هو.

محمد پناهه ’رجا‘ مير علي شير قانع جي دوستن مان هو. وقت جو سٺو شاعر هو. تاريخي مادي ڪڍڻ تي هن کي خاص عبور هو.

مير علي شير قانع (۱۷۲۷-۱۷۸۹ع) بن عزت‌الله ٺٽي جي شڪرالاهي سيدن مان هو. نثر ۽ نظم ۾ گهڻو ڪجهه لکيو اٿس.

سندس ٻه ڪتاب ”مقالات‌الشعرا“ ۽ ”تحفة‌الڪرام“ سنڌ جي بزرگن شاعرن جي احوال جا قيمتي ذخيرا آهن. پهريان ’مظهري‘ تخلص هوس پوءِ ’قانع‘ تخلص ڪرڻ لڳو.

غلام علي ’مداح‘ پنهنجي والد محمد حسن ٺٽوي وانگر سٺو شاعر هو ۽ عربي جو وڏو عالم هو. هن جي شاگردن ۾ ميان سرفراز ڪلهوڙي ۽ ميان ثابت علي شاهه جا نالا قابل ذڪر آهن.

ڪلهوڙن جي دور جي تمام گهڻن شاعرن جو ذڪر مير علي شير قانع ”مقالات‌الشعراء“ ۽ ”تحفة‌الڪرام“ ۾ ڪيو آهي، جن مان ڪي هي آهن- محمد علي ’علي‘ بن دائود خان بن ميان يار محمد ڪلهوڙو، مير عبدالرشيد ٺٽوي سندس لکيل فارسيءَ جون ٻه لغتون ”فرهنگ رشيدي“ ۽ ”منتخب‌اللغات“ اڄا تائين مشهور آهن. آخوند فضل‌الله تپش، شيخ محمد محفوظ سيوهاڻي، شيخ محمد مريد، شيخ قمرالدين عشرت، مير غلام‌علي مومن. هن

---

(۱) ”ديوان محسن ٺٽوي“ مقدمو سنڌي ادبي بورڊ ۱۹۶۳ع ص ۵۶.
(۲) علي شير قانع ”تحفة‌الڪرام“ سنڌي ادبي بورڊ ۱۹۷۵ع ص ۵۱۵.

دور ۾ ڪيترا هندو شاعر پڻ ملن ٿا جن مان بالچند 'آزاد'، منشي شموڪرام 'عطارد' ۽ ڏارو مل 'بينا' جا نالا قابل ذڪر آهن.

## ٽالپرن جو دور (١٧٨٣ع—١٨٤٣ع)

١٧٨٣ع ۾ هالاڻيءَ جي جنگ ۾ ڪلهوڙن جي هار ۽ ٽالپرن جي سوڀ ٿي ۽ ٽالپر سنڌ جا حاڪم ٿي ويا. مير فتح علي خيرپور وارو ڀاڱو مير سهراب خان کي، ميرپورخاص وارو علائقو مير ٺاري خان کي ڏنو ۽ باقي سنڌ تي پنهنجن ٽن ڀائرن سان گڏجي حڪومت ڪرڻ لڳو. هنن ڀائرن جي حڪومت کي "چوياري" جي نالي سان سڏڻ لڳا. انهن ڀائرن جي وفات کانپوءِ ميرن جي اڇي ڀاڻ ۾ لڳي، انگريزن جي حريص نگاهن ۽ ملڪ گيري جي هوس ۽ ميرن جي ڦيٽاري سبب ١٨٤٣ع ۾ سنڌ جي حڪومت انگريزن جي حوالي ٿي وئي.

مير فنونِ لطيفه، علم، ادب ۽ شاعري جا سرپرست هئا، پارسي دربار جي زبان هئي تنهن ڪري سندن ڏينهن ۾ پارسيءَ جي تعليم وڌي ۽ ماڻهن ۾ پارسي پڙهڻ جو ايترو چاهه پيدا ٿيو جو هرڪو ائين سمجهڻ لڳو ته پارسي پڙهڻ ڪري ماڻهو وڏي رتبي تي وڃي پهچندو، تنهن ڪري "پارسي گهوڙي چاڙهسي" واري چوڻي عام ٿي وئي. گهڻا مير پاڻ به شاعر هئا. ميرن جي دور ۾ شاعريءَ جي پيداوار ڏانهن نهاريندي ان جوڻ کان رهي نٿو سگهجي ته ان ۾ ميرن جو به وڏو حصو آهي. سدارنگاڻي ميرن جي شاعري جي ذوق بابت چوي ٿو "سنڌ جي تاريخ ۾ هن کان اڳ ڪڏهن به حڪمران شهزادن ايتري شاعري نه ڪئي آهي، جيتري ٽالپرن جي دور ۾"(١). ٽالپرن مان خاص طرح هي مير پارسي شاعريءَ جا دلداده هئا - مير ڪرم علي خان 'ڪرم' صاحبِ ديوان هو. مير مراد علي 'علي' پاڻ شاعر هو ۽ اهل علم ۽ شاعرن جو سرپرست ۽ صاحبِ ديوان هو. مير نصير خان 'جعفري'، مير صوبدار خان 'مير'، سندس شعر ۾ ڪيتريون مثنويون ۽ ديوان آهن. سندس مثنوي "فتح نامه سنڌ" ڪافي مشهور آهي. مير نصير خان جعفري، هن به ڪجهه مثنويون، هڪ ديوان پارسي ۽ ٻيو ديوان اردو يادگار ڇڏيا. مير شهداد خان 'حيدري' صاحب ديوان هو. مير حسين علي، مير حسن علي خان 'حسن' نثر توڙي نظم ۾ سندس ڪيترا ڪتاب آهن.

---

(١) آم - ايچ- سدارنگاڻي "پرشن پوئٽس آف سنڌ"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٦ع ص ١٥٢.

ميرن نه صرف پاڻ شاعر هئا پر شاعرن جا سرپرست به هئا. شاعرن لاءِ سندن هٿ هميشه ڪشادو هوندو هو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ديوان غلام جي مقدمي ۾ ميرن جي دربار لاءِ لکي ٿو ”حيدرآباد ۾ ميرن جي دربار شاعرن ۽ عالمن جو مرڪز هئي. مير ڪرم علي جي سرپرستي ڪري سنڌ جي دربار مغلن ۽ ايران جي دربار جو هڪ ننڍو نمونو ٿي پئي“ (١). ميرن کي شعر و شاعريءَ جو ايترو شوق هو جو جي ڪيڏانهن ويندا هئا ته شاعرن جو ٽولو ساڻن گڏ هوندو هو. حفيظ هوشيارپوري مثنويات هير و رانجها جي مقدمي ۾ ڄاڻائي ٿو ”هنگاميڪه موڪب ميران حرڪت مي ڪرد و دسته اي از شاعران در معيت آن مي رفت“. (٢)

ميرن جي دور جي پارسي شاعري جي جائزي مان پتو پوي ٿو ته مير صاحبن کي جيئن ته حضرت علي ۽ سندس اولاد سان گهڻي محبت هئي تنهن ڪري شاعريءَ ۾ ان جو اظهار نه صرف مير صاحبن دل کولي ڪيو پر سندن دربار ساز، واسطو رکندڙ شاعرن به ان ۾ پنهنجي شاعريءَ جا جوهر ڏيکاريا آهن. ميرن جو تعلق جنگجو قبيلي سان هئو تنهن ڪري رزميه شاعري پڻ ڪئي وئي. سيد عظيم الدين ٺٽوي ”فتح نامه“ لکيو ۽ مير صوبدار پڻ ”فتح نامو“ لکيو. پنهي فتح نامن ۾ ميرن جي سنڌ فتح ڪرڻ ۽ ڪلهوڙن سان جنگين جو احوال آهي.

ميرن جي دور ۾ اسان کي تمام گهڻن پارسي گو شاعرن جا نالا ملن ٿا جن مان ڪيترا صاحبِ ديوان هئا ۽ نهايت وڏندڙ مثنويون، قصيدا، سلام، مرثيه، مداحون ۽ منقبت لکيا اٿئون. تن مان ڪن جو مختصر بيان هيٺ ڏجي ٿو:

سيد ثابت علي شاه (١٨١٠-١٧٤٠ع) ڪلهوڙن جي زماني ۾ ملتان کان سنڌ آيو(٣). ميان سرفراز خان مٿس نهايت مهربان هو. ٽالپرن مان مير فتح علي ۽ ڪرم علي سندس سرپرستي ڪندا رهيا.

سيد عظيم الدين ٺٽوي (١٨١٤-١٨٢٩ع) علي شير قانع جو ڏوهٽيو هو. مير فتح علي جي چوڻ تي ميرن جي فتح بابت ”فتح نامو“ لکيائين. مثنوي مير دل، فتح نامو، ديوان عظيم ۽ مثنوي هير رانجهو سندس يادگار آهن.

---

(١) نبي بخش بلوچ ڊاڪٽر ”ديوان غلام“ سنڌي ادبي بورڊ- ١٩٥٩ع- ص ٧.

(٢) حفيظ هوشيارپوري ”مثنويات هير و رانجها“- سنڌي ادبي بورڊ - ١٩٥٧ع- ص ٥٠.

(٣) پيءُ روايت موجب هو سيوهڻ سنڌ ۾ ڄائو هو.

ڊاڪٽر غلام سرور "ديوان عظيم" جي مقدمي ۾ سندس شاعريءَ لاءِ چوي ٿو ته " شاعر (هن) جي عظمت سندس غزلن ۾ سمايل آهي".(۱)

عبدالوهاب (۱۷۳۹-۱۸۲۹ع) سچل سرمست مشهور صوفي ٿي گذريو آهي. ديوان آشڪار، مثنويون، رهبر نامه، راز نامه، عشق نامه، تار نامه، ۽ گداز نامه سندس تصنيفون آهن.

غلام علي 'مائل' (۱۷٦۸-۱۸۳۵ع) مير علي شير قانع جو فرزند هو. مير غلام علي خان ۽ ڪرم علي خان جو درباري شاعر هو.

محمد حبيب الله رشدي "ڪليات مائل" جي مقدمي ۾ چوي ٿو ته " غالباً مير غلام علي جي زماني ۾ هن جو مقام درباري شاعر جو ٿي ويو هو"(۲). محمد ابراهيم خليل سندس شاعري لاءِ چوي ٿو " در تاريخ گوئي بسيار روان طبع است و صاحب ديوان".(۳)

ضياءالدين ضيا (وفات ۱۸۱۴ع) مشهور شاعرن عظيم الدين 'عظيم' ۽ غلام علي 'مائل' جو چاچو ۽ مير علي شير قانع جو ننڍو ڀاءُ هو. هو ميرپور جي مير ٺاري خان سان وابسته هو. مثنوي هير رانجها ۽ ديوان پٺتي ڇڏيائين.

منشي صاحب راءِ موهنداس ملڪاڻي (۱۷٦۱-۱۸۲۴ع) سندس تخلص 'آزاد' هو، پٺيان غزلن جو ديوان ڇڏيائين.

نواب ولي محمد خان والد غلام محمد خان لغاري (۱۷۵۲-۱۸۳۲ع) ميرن جو قابل ۽ لائق وزير هو. پارسي شاعري ۾ ديوان، ٻه ساقي ناما ۽ مثنوي هير رانجها لکيا اٿائين. ڊاڪٽر جيمس برنس هن جي شاعريءَ لاءِ چوي ٿو " نواب هڪ چڱي پايي جو شاعر آهي"(۴). ۽ ڊاڪٽر نبي بخش

---

(۱) غلام سرور ڊاڪٽر پروفيسر "ديوان عظيم حسيني"، سنڌي ادبي بورڊ، ۱۹٦۲ع، ص ۱۳.

(۲) محمد حبيب الله رشدي " ڪليات مائل"، سنڌي ادبي بورڊ، ۱۹۵۹ع، ص ۳۷.

(۳) محمد ابراهيم خليل " تڪمله مقالات الشعرا"- سنڌي ادبي بورڊ، ۱۹۵۸ع، ص ۵۳۷.

(۴) جيمس برنس "سنڌ جي دربار"، سنڌي ادبي بورڊ، ٻيو دفعو، ۱۹۷۱ع، ص ۸۷.

سندس شاعري لاءِ چوي ٿو ”اهلِ زبان وانگر شعر چيا اٿس“.(١)

آخوند محمد قاسم بن محمود هالہ ڪنڍي (وفات ١٢٤٨هہ) پنهنجي وقت جو بلندپايہ شاعر هو. سندس غزلن جو ديوان اسان تائين پهتو آهي.

ڀائي دلپت راءِ (١٨٤١-١٨٦٩ع) سيوهاڻي صوفي هو. ميرن جو ڪاردار هو. نوڪري ڇڏي فقيري اختيار ڪيائين. سندس پارسي غزلن جو ديوان ۽ هڪ مثنوي جنگ نامو ملي ٿو، جيڪو شاهہ عنايت جهوڪ واري جي شهادت تي لکيو ويو آهي.

آخوند محمد بچل 'انور' مٽياري (وفات ١٨٦١ع) مير نصيرخان جي دربار جي سونهن هو. سندس نوادرات ۽ ديوان ۽ مثنوي مرزان صاحبان آهن.

محمد عارف 'صنعت' شڪارپوري (١٨٤٩-١٨٠٠ع) ذات جو اعوان هو. پارسي زبان ۾ هڪ ديوان ۽ مثنوي ”ناگهان“ هن جا آهن. شروع ۾ 'عارف' تخلص هوس، پر لطف الله بدوي جي روايت مطابق ”بہ ايمائي حضرت استاد بہ تخلص 'صنعت' خود را سرفراز ساخت“ (٢). سندس استاد ميان صاحبڏنو (وفات ١٨٣٢ع) بہ پارسيءَ ۾ سٺو غزل چوندو هو. هڪ مثنوي ”نوشين لب“ جي نالي سان لکي اٿس. مولانا دين محمد وفائي 'صنعت' جي ڪلام لاءِ چوي ٿو تہ ”ڪلام بيحد پختو ۽ ڏاڍو رنگين ۽ ايراني شاعرن جي همپلہ آهي“.(٣)

## انگريزن جو دور (١٨٤٣-١٩٤٧ع)

انگريزن پنهنجن سمورن وعدن ۽ عهدنامن کي هڪ طرف ڦٽو ڪري ١٨٤٣ع ۾ ميرن تي چڙهائي ڪري مياڻيءَ جي جنگ ۾ فتح حاصل ڪري ورتي ۽ هڪ سؤ سال کان وڌيڪ هن ملڪ تي حڪمراني ڪئي.

ميرن جي هٿان حڪومت نڪرڻ سان گڏ پارسي علم و ادب ۽ شاعريءَ جي انهيءَ چراغ جي جوت جهڪي ٿيڻ لڳي جيڪا سون سالن کان

---

(١) نبي بخش بلوچ ڊاڪٽر ”ڪلام ولي محمد لغاري“، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٨ع، ص ٩٣.

(٢) لطف الله بدوي، مقدمہ ”ديوان صنعت“، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٨ع، ص يج.

(٣) دين محمد وفائي ”تذڪره مشاهير سنڌ“، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٤ع، ص ٢١٤.

روشن هئي. پارسي شاعريءَ جو سج جيڪو ڪافي مدت تائين هن سرزمين تي روشن هو غروب ٿيڻ لڳو ۽ پارسي شاعري جي سهڻن گلن، جن هن خطي کي سرهاڻ بخشي هئي ڪومائڻ لڳا جو اڄ پارسي شاعريءَ جو ڪٿي ڪٿي پڙلاءُ ٿو پوي.

انگريزن جي آمد کان پوءِ، پارسي جيڪا انڪل ڇهه سؤ سالن تائين دربار جي زبان رهي هئي، جي جاءِ انگريزيءَ ورتي. اسڪولن ۾ ابتدائي تعليم پارسيءَ بجاءِ سنڌيءَ ۾ ملڻ لڳي، تنهن ڪري پارسيءَ جي اوسر جا مڪتب، مدرسا ۽ مرڪز ويا اجڙندا. پارسي نه هئي حاڪمن جي زبان، نه هئي رعيت جي زبان ۽ نه ئي هاڻي روزگار جي زبان رهي هئي، تنهن ڪري ماڻهن ان ڏانهن توجهه گهٽائي ڇڏيو، صرف انهن ماڻهن ئي ان کي ڇشمن تي چاڙهيو جن ان کي مقدس ۽ مذهبي ٿي سمجهيو. سنڌ جا ميرن جي ڏينهن ۾ جيڪي افغانستان ۽ ايران جي دربار سان ويجها ناتا هئا، جنهن جي ڪري پڻ پارسي زبان کي هٿي ملندي هئي، ختم ٿي ويا. ان جي باوجود جيئن شمع گل ٿيڻ وقت جهٽڪو ڏيندي آهي، تيئن پارسي شاعري به پويون ساهه کنيو ۽ موڪلائي وئي.

پارسي شاعري جي تاريخ- هن دؤر ۾ باقاعدي مشاعرا منعقد ٿيڻ لڳا جن جون ڪاروايون اخبارن ۾ شايع ٿيڻ لڳيون. پهريون پيرو پارسي زبان جون اخبارون "مفرح القلوب"، "خورشيد" ۽ "اڪليل" جاري ٿيون، جن پارسي شاعريءَ جي ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو. هن دؤر ۾ به ڪيترن شاعرن تصوف ۽ مجاز جي جذبن کي پارسي شاعري ۾ ادا ڪيو، پر جڏهن پارکو نه هجن ته سون جو قدر ڪهڙو ٿيندوا جڏهن سرپرست نه رهن ته شاعري ڪيئن سرجيا انهيءَ هوندي به سري توڙي لاڙ ۾ اسان کي ڪيترا پارسي شاعر ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جن هن خزان جي ويل به خوشنوا بلبلين وانگر زمزمه سنجي ڪئي. انهن سان ڪيترن جو ذڪر محمد ابراهيم خليل پنهنجي ڪتاب "تڪمله مقالات الشعرا"، مولانا غلام مصطفي قاسميءَ ماهوار "الرحيم" جي (تيرهين صديءَ جا) "مشاهير سنڌ نمبر" ۽ مرزا احسن ڪربلائيءَ جي "نئين زندگي" رسالي ۾ شايع ٿيل مضمونن "مير صاحبن جو علمي شوق" ۾ ڪيو آهي. انهن مان ڪن نامور شاعرن جو مختصر ذڪر ڪجي ٿو:

مير شهداد خان (وفات ۱۸۷۵ع) مير نورمحمد جو وڏو پٽ هو. انگريزن هن کي ملڪ نيڪالي ڏئي سورت موڪليو هو. جتان هن کي پين ميرن سان گڏ ڪلڪتي ۾ نظربند رکيو ويو. هن جو تخلص 'حيدري' هو، صاحب ديوان آهي.

مير صابر علي ( وفات ١٨٦٨ع ) غلام علي 'مائل' جو فرزند ۽ مير علي شير قانع جو پوٽو هو. هن مرثيا زياده چيا آهن، غـزل ٻه چيا اٿائين، سندس ديوان يا ته جمع نه ٿيو آهي يا غالباً ضايع ٿي ويو آهي(١).

عبدالقادر 'بيدل' (١٨١٤-١٨٧٢ع) بن محمد محسن پنهنجي دؤر جو وڏو صوفي ٿي گذريو آهي. هو روهڙي ۾ رهندو هـو ۽ اتان جـي مشهور بزرگ جان الله شاهه جي نظر جي فيض سان رچـي ريٽو ٿيو. هـن سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ پارسي ۾ ڪيترا ڪتاب لکيا آهن. "سلوڪ الطالبين" ۽ "مصباح الطريقت" سندس ديوان آهن، جن ۾ سندس پارسي غزل آهن.

مير حسين علي خان ( وفات ١٨٧٨ع) مير شهداد جو ننڍو ڀاءُ هـو. سنڌ فتح ڪرڻ کانپوءِ هن کي به پنهنجي ڀائرن سان گـڏ ڪلڪتي موڪليو ويو هو. پندرهن سالن جي نظربنديءَ کانپوءِ هن کي واپس حيدرآباد موڪليو ويو ۽ اتي وفات ڪيائين.

آخوند محمد قاسم بن نعمت الله قريشي 'قاسم' (وفات ١٨٨١ع) هالائـي. پارسي، عربي، سنڌي ۽ اردو جو شاعر هو. پنهنجي شروعاتي دؤر ۾ انگريزي حڪومت جو منشي هو، اڳتي هلي ان کي ڇڏي مير مراد علي ٽالپر والي خيرپور جي درٻارين ۾ شامل ٿيو. اهڙي طرح مير حسن علي خان ٽالپر حيدرآباد جي درٻارين ۾ به هو(١). هو اڪثر مهاراجائن ۽ ٻين ۽ ٻين وڏن ماڻهن جي تعريف ۽ انعام جي آس رکي قصيدا لکندو هو (٢).

نواب المداد (١٨٢٣-١٨٨٢ع) بـن نواب ولي محمد لغاري صوفـي، اڇا سندس عمر ويهه ورهيه به ڪانه هئي جو فارسيءَ ۾ "ديـوان صوفي" منظوم ڪيائين(٣). پنهنجي والد وانگر پارسيءَ جو سٺو شاعر هو.

قاضي غلام علي 'جعفري' ( وفات ١٨٨٦ع ) بـن محمد يحيٰ ٺٽوي، ميرپور بٺوري ۾ مختيارڪار هو، صاحبِ ديوان هو.

پير محمد حزب الله شاهه (١٨٤٢-١٨٩٠ع) بـن پير علي گوهر شاهه

---

(١) غلام مصطفيٰ قاسمي "مشاهير سنڌ" (الرحيم ٣-٤)، ١٩٦٧ع، ص ٦٥.
(٢) آهه-ايچ- سدارنگاڻي "پرشن پوئٽس آف سنڌ"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٦ع، ص ٢٥٦.
(٣) نبي بخش بلوچ ڊاڪٽر "ڪلام ولي محمد لغاري"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٨ع، ص ١٢١.

"اصغر" سندس تخلص 'مسڪين' هو. پنهن سالن جي عمر ۾ پير پاڳاري جي مسند تي ويٺو. "ديوان مسڪين" سندس پارسي شاعري جو يادگار آهي.

سيد مير جان الله شاهه عرف جان شاهه ثالث (وفات ١٨٩٣ع) روهڙيءَ جو هو. سندس تخلص 'عاشق'. پارسي شاعري ۾ سندس ديوان آهي.

مخدوم محمد ابراهيم 'خليل' (١٨٩٩–١٨٢٧ع) بن مخدوم عبدالڪريم نقشبندي ٺٽوي، پنهنجي وقت جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. پهرين سندس تخلص مسڪين هو، پوءِ ڦيرائي 'خليل' ڪيائين. وقت جي شاعرن سان سندس دوستي هئي. مير علي شير قانع جي "مقالات الشعرا" جي انداز ۾ "تڪمله" لکيو اٿائين.

منشي رسول بخش 'رهي' (وفات ١٩١٢ع) اصل قلات جي بروهين مان هو. سنڌ سرڪار ۾ سيڪنڊ منشي جي عهدي تان ترقي ڪري ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تي پهتو. سندس پاءُ غوث بخش 'خاڪي' جيڪو جيڪب آباد جي ميونسپالٽي ۾ ملازم هو، پڻ فارسيءَ جو سٺو شاعر هو.

مير علي نواز 'علوي' (١٩٢٠–١٨٥١ع) بن مير فخرالدين شڪارپور جي وڏن شاعرن مان ٿي گذريو آهي. پارسي ۾ گهڻو ڪلام چيو اٿائين.

ميان غلام محمد 'گدا' قادري (وفات ١٨٩٢ع) اصل نواب شاهه ضلعي جي ڇامن مان هو. سندس والد ميان محمد صالح اتان لڏي اچي لاڙڪاڻي ۾ رهيو. ميان غلام محمد پارسي جو سٺو شاعر ۽ صاحبِ ديوان آهي.



# عنوان

# پارسي شاعريءَ جو سنڌي غزل تي اثر

سنڌ ۾ پارسي شاعري جي تاريخ جي مطالعي مان اها ڳالهه صاف ذهن ۾ ٿي اچي ته سمن جي دؤر کان وٺي انگريزن جي شروعاتي دور تائين بلڪ موجوده دور ۾ به ڪنهن حد تائين علم واري طبقي جا پارسي ادب سان گهرا ۽ گهاٽا ناتا رهيا آهن. پارسي شاعري جي نغمن جو پڙاڏو سنڌ ۾ هر طرف گونجندو رهيو آهي. سعدي جي گلستان کان وٺي نظامي جي شيرين خسرو ۽ جامي جي يوسف زليخا، حافظ شيرازي جي غزلن، عمر خيام جي رباعين، خاقاني ۽ قاآني جي قصيدن جو ورد نه صرف مدرسن ۽ مڪتبن جي طالبن ۽ معلمن جو مشغلو رهيو آهي، بلڪ عالمن جي درسگاهن، صوفين جي خانقاهن ۽ اميرن جي محفلن ۽ شاعرن جي بياضن جو سينگار پڻ رهيو آهي.

پارسي شاعري جي تاريخ جي مطالعي مان اهو به معلوم ٿو ٿئي ته ان کان اڳ جو سنڌي غزل جي چوڻ جو سلسلو شروع ٿيو، سنڌ جا شاعر پنهنجي عشق ۽ محبت جي جذبن کي پارسي غزل ۾ بيان ڪندا هئا. سنڌ جي انهن شاعرن، جن پارسي شاعري جي شمع روشن ڪئي، انهن مان ڪن پارسيءَ سان گڏ سنڌيءَ ۾ به پنهنجي دل جي امنگن جو اظهار ڪيو آهي. سچل سرمست (سنڌي غزل جي ابي جو ڪلام) سنڌيءَ کان زياده پارسيءَ ۾ آهي. گل، قاسم ۽ فاضل سنڌ جا پهريان صاحبِ ديوان غزل‌گو شاعر آهن، پر ساڳي وقت هنن پارسي ۾ پڻ شاعري ڪئي آهي. گدا، سانگي، فدوي، مرتضائي، قليچ، بلبل، فتح محمد سيوهاڻي . قادري تائين گهڻو ڪري سڀني شاعرن ٿوري گهڻي پارسيءَ ۾ شاعري ڪئي آهي، خاص طرح ان زبان ۾ غزل چئي پارسي غزل جي يوسف جي چاهيندڙن ۾ پنهنجو نالو لکرايو آهي. انگريزن جي شروعاتي دور ۾ به پارسي ۾ شعر چوندڙن کي وڏي عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو. ان ۾ شڪ ڪونهي ته سنڌ جي شاعرن جي دل ۽ دماغ تي پارسي شاعريءَ جو گهرو اثر هو، جنهن جو جلوو مختلف صورتن ۾ سندن شاعريءَ ۾ ظهور پذير ٿي ٿيو يا ٻين لفظن ۾ ائين ڪئي چئجي ته انهن سنڌي غزل جي ڪنوار کي ايراني شاعريءَ جي نه فقط مسي ۽ مساڳ، لالي ۽ حنا، ڪجل ۽ غازه سان ٿي مکيو ۽ چڪيو، بلڪ جمله پارسي شاعريءَ جي زيورن سان ٿي سينگاريو جو وقتن تي سندس اصلوڪي

سنڌي شاعري واري سونهن ۽ سوڀيا لکي ٿي وئي ۽ پارسي شاعري وارو سينگار وڌيڪ ٿي پيو.

## پارسي شاعرن سان عقيدت:

سنڌ جي غزلگو شاعرن تي ايران ۽ هندستان جي ڪنهن خاص هڪ ٻن شاعرن نه پر تمام گهڻن شاعرن جو اثر آهي. سنڌ جا غزلگو شاعر پنهنجي ڪلام ۾ وقت بوقت پنهنجي پسنديده شاعرن جو ذڪر ڪندا ۽ انهن جي خدمت ۾ خراج عقيدت پيش ڪندا ۽ عقيدت جا گل گهوريندا رهيا آهن ۽ انهن کان فيض حاصل ڪرڻ جو اعتراف پڻ ڪيو اٿن. سنڌ جي ڪن غزلگو شاعرن، جن کي پنهنجي ڪلام تي ناز آهي، تن نه صرف ايران جي چوٽيءَ جي غزلگو شاعرن سان همسريءَ جي دعوا ڪئي آهي، بلڪ انهن کان غزل جي ميدان ۾ اڳتي وک وڌائڻ جي دعوا پڻ ڪئي آهي.

سنڌ جا غزلگو شاعر ايران جي شاعرن مان نظامي، جامي، فردوسي، سعدي، رومي ۽ خاص طرح حافظ کان وڌيڪ متاثر آهن ۽ هندستان جي پارسيگو شاعرن مان خسرو، فيضي ۽ بيدل جا مدح خوان آهن.

امام بخش فدويءَ مير عبدالحسين سانگي جي قصيدي جي جواب ۾ جيڪو مير عبدالحسين هن ذاتهن خاص طرح موڪليو هو، مربع جي انداز ۾ قصيدو لکيو آهي، جنهن ۾ هو ايران ۽ سنڌ جي جن شاعرن کان فيضور ٿيو آهي، تن جي مدح سرائي ڪندي چوي ٿو ته:

نظم جوڙ ناظم ذڪر صف به صف
بنائي پلارن بزم چوطرف
سخن جي سخا ۾ ٿيا ابر ڪف
جني در ٿيو سائل رهان فدوي.

هن قصيدي ۾ هُن ايران جي هيٺين شاعرن شيخ سعدي، شرف بخاري، عطار، ڪاشي، ملا محتشم، طالب (آملي)، نظامي، انتظامي، جامي، حافظ، هلالي، وصالي، جلالي، حڪيم سنائي، نعمت خان عالي، مرزان جلال اسير، مقبل اصفهاني ۽ ڪجهه سنڌ جي پارسي شاعرن جو ذڪر ڪيو آهي.

سعدي لاءِ چوي ٿو:

نصيحت سعدي جي ٿي سودمند

تهين واعظ جي واعظن ٿيس پائبند
چئي ڪان چڱي جي ڪڏهن ڪين ڪنڌ
آئون بلبل سندس گلستان فدوي.

۽ عطار لاءِ چوي ٿو:

مليم بوئي خوش عطر عطار ڪان
رسيم فيض ڪاشي جي اشعار ڪان
ٿيم تازه طالب جي گفتار ڪان
مٺي شعر تن جي ٿيان فدوي.

قصيدي جي پڇاڙي تي ڪانئن حاصل ٿيل فيض جو اعتراف هيئين لفظن ۾ ٿو ڪري:

مون هنن شاعرن جو ڪيو صحبت سلام
مطالع ڪيو يعني تن جو ڪلام
وٺان ڪي ۽ ورتم ازان فيض عام
نثار تن جي نظمن مٿان فدوي (۱).

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي مسلمانن جي وهايل وقار جو ماتم ڪندي سعدي، حافظ، نظامي ۽ جاميءَ کي هيئن ٿو ياد ڪري:

رهيا نہ عالم، رهيا نہ عامل، رهيا نہ قابل، رهيا نہ ڪامل
رهيا نہ شاعر شريڪ شامل، نہ سعدي، حافظ، نظامي ۽ جامي (۲)

غلام محمد شاهہ گدا کي وقت بوقت مير عبدالحسين سانگيءَ وٽان انعام ۽ اڪرام ملندا رهندا هئا. هو مير جي سخا جي تعريف ڪندي پاڻ کي ايران جي مشهور شاعر "انوري" سان ۽ مير صاحب کي ايران جي حاڪم "سنجر" سان ڀيٽ ڏيندي چوي ٿو:

اهڙا سنجر نہ انوري کي ڏنا
ڙا سانگي ڏني ٿو مون کي صلا (۳).

---

(۱) امام بخش شاهہ "ديوان فدوي"، سنڌي ادبي بورڊ، (قلمي)، (فدوي جا هن باب ۾ ڏنل پيا مثال بہ ان ديوان مان ورتل آهن).

(۲) نظم "غلام ۽ تباهي"، اصلاح هفتيوار ڪراچي، تاريخ ۱۱ ڊسمبر ۱۹۳۶ع ص ۱.

(۳) "ڪليات گدا"، سنڌي ادبي بورڊ، (گدا جا پيا مثال بہ هن ڪليات مان ڏنا ويا آهن).

ٻئي هنڌ غلام محمد شاهه 'گدا' پنهنجي لاءِ فخريه انداز ۾ چوي ٿو ته هرڪنهن کي پتو آهي ته هو پنهنجي وقت جو هڪ تمام وڏو شاعر آهي جهڙوڪ فيضي، فطرت، فاني ۽ فغاني.

طفلِ مڪتب ۾ ٿو هن وقت ۾ چاڻي ته آهيان
فيضي و فطرت، فـــاني ۽ فغانـــي جانـــي.

مرزا قليچ بيگ ايران جي شاعر رشيد وطواط جو ذڪر ڪندي انهيءَ ڳالهه جو اعتراف ڪري ٿو ته هو شاعريءَ ۾ رشيد وطواط جو مٽ ته ٺي نه سگهندو.

مٽ نه ٿيندين رشيد سان قليچ
مٽ ٿئي چيهوڪين سان وطواط (١).

هدايت علي نجفي ايران جي مشهور شاعر عرفي جي ڪلام کان گهڻو متاثر ٿو ڏسجي، مگر پنهنجي ڪلام کي عرفي جي ڪلام کان گهٽ نٿو سمجهي. چوي ٿو:

جي نڪته دانِ رمز حق آهين ته کولي پڙهه سبق
عرفي جو دفتر هڪ طرف نجفي جو دفتر هڪ طرف(٢).

مير عبدالحسين سانگيءَ کي پنهنجي شاعريءَ جي بزرگي ۽ بلنديءَ جو گهڻو خيال آهي، تنهن ڪري پارسيءَ جي استاد شاعرن کي پنهنجي مٽ نٿو سمجهي، پر پاڻ کي انهن کان گهڻو مٿي ٿو سمجهي. هو پنهنجي نظمن جي گلن کي سعدي جي گلستان جي گلن سان ڀيٽ ڪندي چوي ٿو:

مون اهڙا گلِ نظم آندا عجيب
گلستانِ سعدي ۾ جي گل نه هئا(٣).

ٻئي هنڌ پاڻ کي "نظامي" ۽ "جامي" سان ڀيٽ ڪندي چوي ٿو ته هو پنهنجي دوُر جو نظامـــي ۽ جامي آهـــي ۽ سندس ڪلام عيبن کان خالي آهي.

---

(١) "ديوان قليچ"، سنڌي ادبي بورڊ، (قليچ جا ڀيا مثال هن ديوان مان ڏنا ويا آهن).
(٢) "ديـــوان نجفي"، مطبع ٻوڪرداس، ١٩٢٢ع، (نجفي جا ٻيا مثال به هن ديوان مان ڏنا ويا آهن).
(٣) "ڪليات سانگي"، ادبي بورڊ، (سانگي جا ٻيا مثال به هن ڪليات مـــان ڏنا ويا آهن).

'نظامي' هن وقت جو آهيان سان 'جامي'
غزل ۾ منهنجي ڪئي ڪانڪا آهي خامي.

سانگي کي پنهنجي ڪلام جي مقبوليت جو ايترو احساس آهي جو هن جي واتان بي ساخته نڪري ٿو وڃي ته:

اڄ 'حافظ' ۽ 'صائب' کي ڀلا ڪير ڏسي ٿو
چرچو آهي ڏس چار طرف منهنجي سخن جو.

سنڌ جي شاعرن جي ديوانن جي مطالعي مان پتو پوي ٿو ته ايران جي رند مشرب شاعر حافظ شيرازي جو اثر انهن تي ٻين شاعرن کان زيادهہ آهي ۽ گهڻو ڪري سنڌ جي جملہ غزلگو شاعرن حافظ جي ميخاني مان ڪجهہ نہ ڪجهہ سي ضرور حاصل ڪئي آهي. مير عبدالحسين هڪ طرف ته اها دعويٰ ڪري ٿو ته سندس ڪلام جي اڳيان حافظ جي ڪلام کي ڪير ڏسي ٿو ٻي طرف هن جي ديوان ۾ نہ صرف حافظ جي ڪيترن غزلن تي تضمين ٿيل آهي، بلڪ هن جي پهرين ديوان جو پهريون غزل حافظ جي هن غزل تي تضمين ڪيل آهي.

اي فروغِ ماهہ حسن از روي رخشانِ شما
آبروئي خوبي از چاهہِ زنخدانِ شما.

ٻين لفظن ۾ سانگيءَ جي ديوان جي بسم الله ئي حافظ جي فيض سان ٿي ٿئي.

مرزا قليچ بيگ نہ صرف حافظ جي خيالن کان متاثر آهي بلڪ غزل لکڻ وقت رديف جي سين ۾ حافظ جي در تي هٿي ٿو:

لک تون ڪو وڏو غزل قليچا
ڏئي ڪيئي رديف حافظ.

نجفي وري پنهنجي غزل جو ذڪر ڪندي حافظ کي هيئن ٿو ياد ڪري:

نجفي سخن سراہ جو حافظ ڏسي چيو
اين نقش ماند از قلمت يادگار عمر.

مرتضائي ڀاڻ کي سمجهائيندي چوي ٿو ته جيڪڏهن چاهين ته تنهنجي ڪلام جو درجو بلند ٿئي ته حافظ وانگر محبوب جي مدح ڪر:

مثل جي مدح ۾ رک مرتضائي هند حافظ جيئن
که بر نظم تو انشاند فلک عقد ثريا را (١)

سيد امام بخش 'فدوي' هڪ پارنهن شعرن جو غزل حافظ جي مدح ۾ لکي سائس پنهنجي محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي، ۽ انهي غزل جو رديف ئي حافظ رکيو اٿائين، چوي ٿو:

١- نه جهڙس رند رندان قدح خوار
سندو پير مغان دمساز حافظ.

٢- جيڪي شيراز ۾ شاعر ٿي گذريا
سڀن جو ختم ۽ آغاز حافظ.

٣- سندس ديوان ٿيو غيب اللساني
منجهان اسرار ذي آواز حافظ

٤- فدا ٿيان فدوي ان فاضلن تان
جيڪي سمجهو ٿا سمجهن راز حافظ.

نواز علي نياز کي پنهنجي ڪلام جي بلندي ۽ دلفريبيءَ جو ايترو يقين آهي جو هن کي ڪڏهن نه ڪڏهن حافظ، سعدي يا فردوسي جو لقب ملي پوڻ جي اميد آهي.

مان ٿيندس سنڌ جو سعدي يا حافظ يا تہ فردوسي
ملي پوندو مونکي ڀي ڪو خطاب آهستہ آهستہ (٢).

حاجي محمود 'خادم' پنهنجي هڪ نظم جي ساراه ڪندي چوي ٿو تہ هي منهنجو نظم حافظ (بلبل شيراز) پڙي ان جي تعريف ڪري رهيو آهي:

نظم خادم جو پڙي اچ جوش مان
مرحبا ڪو بلبل شيراز آهہ (٣).

---

(١) ديوان مرتضائي (قلمي)، ادبي بورڊ ( مرتضائي جا پيا مثال هن ديوان مان ڏنا ويا آهن).

(٢) ديوان نياز (قلمي) ملڪيت اعجاز جعفري لاڙڪاڻہ (نياز جعفري جا پيا مثال بہ هن ديوان مان ڏنا ويا آهن).

(٣) ڪليات خادم (قلمي) ملڪيت محمد علي قريشي لاڙڪاڻہ (خادم - حاجي محمود جا پيا مثال بہ هن ڪليات مان ڏنا ويا آهن.)

## تضمين پارسي غزلن تي:

پارسي شاعريءَ جو سنڌي غزل تي ڪيترو اثر آهي ان جو اندازو انهن پارسي غزلن مان لڳائي سگهجي ٿو جنتي سنڌ جي شاعرن تضمين ڪئي آهي. ڪو شاعر ٻئي شاعر جي شعر تي انهيءَ وقت تضمين ڪندو آهي جڏهن اهو شعر کيس نهايت پسند ايندو آهي ۽ سندس دل ۽ دماغ ۾ جاءِ جوڙي ويهي رهندو آهي ۽ شاعر ان کان ايتري قدر متاثر ٿيل هوندو آهي جو ان کي پنهنجو بنائڻ گهرندو آهي، تنهن ڪري ان تي تضمين ڪري ان کي پنهنجو بنائي ڇڏيندو آهي. سنڌ جي غزل گو شاعرن جا ديوان اهڙين تضمينن سان ڀريا پيا آهن. هاڻي اهو سلسلو شاعريءَ ۾ نون موڙن اچڻ کان پوءِ گهٽجي بلڪ ختم ٿي ويو آهي.

غزل گو شاعرن جي ديوانن ۾ تضمينن جي ڪثرت انهيءَ ڳالهه جي جي شاهد آهي ته سنڌ جو غزل گو شاعر نه فقط پارسي شاعري جوگهرو مطالعو ڪيو آهي بلڪه ان کي پنهنجي بنائڻ جي شعوري ڪوشش به ڪئي آهي.

مختلف شاعرن جي ديوانن ۾ جيڪي تضمين ٿيل غزل ملن ٿا تن ۾ وڏو تعداد حافظ شيرازي جي غزلن جو آهي، اهو ڏيکاري ٿو ته سنڌ جي غزل گو شاعرن تي حافظ جي ڪلام جو نشو سرس چڙهيل آهي.

مير عبدالحسين حافظ جي ڪيترن مڪمل غزلن تي تضمينون ڪيون آهن، بلڪ سندس ديوان جي ابتدا ئي حافظ جي غزل جي تضمين سان ٿئي ٿي. تضمين ملاحضه ڪريو:

١- ماهه تابان آهي اي مه روئي رخشانِ شما
آبروئي خوبي از چاهِ زنخدانِ شما.

٢- اي زمانا تنهنجي لوڏن کان آهيون جان بلب
باز گردد يا برآيد چيست فرمانِ شما.

٣- هي آهي مرغِ هوا ۽ هو آهي دامِ بلا
خاطرِ مجموعِ مــا زلفِ پريشانِ شما.

٤- عهد اهڙو آهي آيو سخت جنهن کان الامان
زينهار اي دوستان جانِ من جانِ شما.

٥- قاصدا هن شوخ بيپروهه کي ڏج منهنجو پيام
ڪه اي سرِ ناحق شناسان گوئي ميدانِ شما.

٦- تو گهري دلبر دعا 'حافظ' سان گڏ عبدالحسين
روزيِ ما بـاد لعلِ شڪر افشانِ شما

سانگي جن پنهنجي غزلن تي تضمين ڪئي آهي تن ۾ حافظ جو مشهور غزل 'ترڪ شيرازي' وارو پڻ شامل آهي.

١- فدا بر برقِ او سازم همه دنيا و عقبيٰ را
اگر آن ترڪ شيرازي بدست آرد دلِ ما را.

٢- جي او مهرو ڪري مون تي نظرڪا مهرباني جي
بخـالِ هندويش بخشم سمرقـند و بخارا را.

٣- آڌ-هرائن جي ڪيئي ۽ سان ۽ گهاري سان نعمت پانيان
ڪنارِ آب رڪن آبـاد وگل گشتِ مصلا را.

٤- سدا سهڻا ادا و نـــاز پيا انداز غمزن سان
چنان بردند صبر ازدل ڪه ترڪان خوانِ يغمارا.

٥- خداداد حسن جنهن کي آهي سو بس بي نياز آهي
به آب و رنگ و خال و خط چه حاجت روئي زيبا را.

٦- پلامرڪڻ جو چپا مذڪور ڪهڙو واطف هوندو جو
جوابِ تلخ ميزيبد لبِ لعلِ شڪر خارا را.

٧- سٺي سانگي سخن تنهنجا، چوي حافظ روا باشد
ڪه بر نظمِ تـو افشاند فلڪ عقدِ ثريا را.

امام بخش شاهه فدوي جيڪو لاڙ جي بلندپايه غزل گو شاعرن مان آهي تنهن پڻ حافظ جي ساڳي غزل تي تضمين ڪئي آهي:

١- لڳي لڙن لا آبالي سان ڪريان ڪهڙا مقابلها
ڪه عشق آسان نمود اول ولي افتاد مشڪلها.

٢- ڪري جي يار آبادي وري مونسين وصل وارا
بخـــالِ هندويش بخشم سمرقند و بخارا را.

٣- برهه جو بحر بي پايان گهڙن هن گهڙ جي سمجهن
ڪجا دانند حـالِ مـــا سبڪسارانِ ساحلها.

٤- بنا سينگار ۽ سرمي سراپا سو تہ سهـــڻو آ
به آب و رنگ خال و خط چه حاجت روئي زيبا را.

٥- دلوُن ڪريان دعائون ڏس تہ دلبر ڏئي ٿو دشناميون
جواب ِ تلخ مي زيبد اب ِ لعل ِ شڪر خارا.

٦- ڏسي شوخن سنديون شوخيون ڪريان آهون ۽ فريادون
چنان بردند صبر از دل ڪہ ترڪان خوان ِ يغما را.

٧- چگو آ فدوي تو ڪيو هي تضمين ِ غزل حافظ
ڪہ بر نظم ِ تو افشاند فلڪ عقد ِ ثريا را.

مرتضائي، سيد امام بخش شاهہ فدوي جو شاگرد رشيد هو. پنهنجي استاد ڪي حافظ جي ڪلام تي تضمين ڪندو ڏسي سندس دل چاهي ٿي تہ هو بہ ساڳي حافظ جي غزل تي تضمين ڪري، هو حافظ جي غزل جي موتين کي پنهنجي تخيل جي تسبيح ۾ هيئن ٿو پوئي:

١- اچي جي مهجبين مون وٽ اکين ۾ ڏيانس اوتارا
بخال ِ هندويش بخشم سمرقند و بخارا را.

٢- جو سبزو سبز خط جو وات جي چوگرد ٿو ڏسجي
ڪنار ِ آب رڪن آباد گلگشت ِ مصلا را.

٣- اکيون ابرو لب و دندان عارض زلف خال و خط
چنان بردند صبر از دل ڪہ ترڪان خوان ِ يغما را.

٤- بجائي آفرين نفرين معشوقن سندي چائـــا
جـواب ِ تلخ مي زيبد لب ِ لعل ِ شڪر خارا.

٥- هلي ٿي عاشق و معشوق وچ ۾ رازداري جا
ڪہ ڪس نڪشود و نڪشايد بحڪمت اين معما را.

٦- مثل جي مدح ۾ رک مرتضائي هند حافظ جيئن
ڪہ بر نظم ِ تـو افشاند فلڪ عقد ِ ثـريا را.

مرتضائي حافظ جي ٻين پارسي غزلن تي بہ تضمين ڪئي آهي، جن مان ڪي هي آهن -

(١)

١- رکان اول ٿو دل بيدار اک ۾ انتظار آخر
تو نيز اي ديده خوابي مرا دل را برار آخر.

٢- تون هرهر جام ڀر خالي ڪري اي مرتضائي ڏس
تو گوئي تايبم حـــافظ ز ساقي شرمدار آخر.

(٣)

١- صوفي اٿي سقا ڏي قدح زرنگار بخش
دين زهد خشک را به مئي خوشگوار بخش.
٢- ساقي سوارو مرتضوي وانگي پر ڪري
گو جام زر به حافظ شب زنده دار بخش.

حافظ حامد سنڌ جي شروعاتي غزلگو شاعرن مان آهي. جيتوڻيڪ پاڻ اکين کان نابين هو مگر پارسي ۽ عربي زبانن جو مطالعو ڪيل اٿس. سندس ديوان ۾ سندس ڪيترائي پارسي غزل موجود آهن. هن ڪيترا اهڙا غزل چيا آهن جن جي پهرين سٽ پارسي ۽ ٻي سٽ سنڌي آهي. هن ڪيترن پارسيءَ جي شاعرن جي غزلن کان متاثر ٿي انهن تي تضمين ڪئي آهي، جن ۾ حافظ جو ترڪ شيرازي وارو غزل پڻ شامل آهي. جيئن ته هن کان اڳ مختلف شاعرن جي ساڳي غزل تي تضمين وارا غزل پيش ڪيا ويا آهن، تنهن ڪري حافظ حامد جو به ساڳي تضمين وارو غزل به پيش ڪجي ٿو:

١- ڪٺي جي مهرکان محبوب مون ڏي نين موهارا
بخال هندويش بخشم سمرقند و بخارا را.
٢- ڪرشمه ناز غمزه چشم تاب ابروئي جانان
چنان بردند صبر از دل که ترکان خوان يغما را.
٣- ملاحت ۾ نمت تنهنجي صباحت ساڻ تون سهڻو
به آب و رنگ خال و خط چه حاجت روئي زيبا را.
٤- چوين دشنام جي دلبر وٺن سي ويڻ مون ويتر
جواب تلخ مي زيبد لب لعل شکر خارا(١).
٥- عجب اسرار آهي عشق نازڪ رمز نيهه واري
که کس نکشود و نکشايد بحکمت اين معما را.
٦- گدا جيئن ڪر سنڌي گلرخ مدح حامد تون سوچاري
که بر نظم تو افشاند فلک عقد ثريا را.

شمس الدين بلبل سنڌ جو پهريون غزلگو شاعر هو جنهن پنهنجي غزلن ۾ عشق ۽ محبت جي آلاپن کان سواءِ وقت جي حالتن جو نقشو طنز ۽ مزاح

---

(١) ”ارمغان حامد“، مسلمان پرنٽنگ پريس، ميرپورخاص، ١٩٢٦ع.

سان نهايت وڻندڙ ۽ دلفريب نموني بيان ڪيو آهي. هن به ڪيترن فارسي غزلن خاص طرح حافظ جي غزلن تي تضمين ڪئي آهي، مگر انهن ۾ پنهنجو انفرادي طنز و مزاح وارو رنگ پريو اٿائين.

حافظ جي ديوان جي پهرين غزل "الايا ايّهاالساقي ادرڪاسآ و ناولها" تي هيٺن ئو تضمين ڪري:

۱- وڃي هڪ چاپ تي ويهي برانڊي ڪي ڪيو هاها
الايـــا ايّهاالساقـــي ادرڪاسآ و نـــاولها.

۲- زمينون زر قرائي ٻو وڃي ٻؤ قرض ۾ ڪاهي
ڪه عشق آسان نمود اول ولي افتاد مشڪلها.

۳- ولن ٿا عيب انگريزيءَ مٿي جو هي سنڌي جاهل
ڪجا دانند حالِ مـــا سبڪسارانِ ساحلها.

٤- ولايت ڏي وڃي ٿو ميل اسٽيمر ڪيو جلدي
جرس فرياد مـي دارد ڪه بـربنديد محملها.

٥- ڏني آ پير مـون کي پادري لڪچر تنهنجي لذت
ڪه سالڪ بي خبر نبود ز راه و رسم منزلها.

٦- پڏي وارن ۾ وانگوڙا هلي ٿي مس جلڏهن بلبل
ز تابِ جعد مشڪينش چه خون افتاد در دلها(۱).

شمس‌الدين بلبل پين به ڪن غزلن تي اهڙي لطيف تضمين ڪئي آهي جن مان ٻن غزلن جا ڪجهه چونڊ شعر پيش ڪجن ٿا :

(۱)

۱- جي وس پجي ڪو منهنجو ڪيان واتساڻ وارا
دردا ڪه راز پنهان خواهد شـــد آشڪارا.

۲- ڏاڙهيءَ ۾ هٿ جنين جو پادر پرين جا سر تي
گر تـــو نمي پسندي تغييرِ ڪن قضا را.

۳- سانجهي صبوح چاڙهج پنگ جو پـري پيالو
تـــا بر تو عرضه دارد احوال ملڪ دارا.

---

(۱) "ديوانِ بلبل"، سنڌي ادبي بورڊ، (شمس‌الدين بلبل جا پيا مثال به هن ديوان مان ڏنا ويا آهن).

۴- ميلي ۾ جي وڃي تون مهرا ڏسين تنين جا
در رقص حـــال آرد پيران پـــارسا را.
۵- پڪو ڪچي ۾ پاتل جي کهلبو ڏسين تون
اي شيخ پاڪدامن معــــذور دار مـــا را.

(۲)

۱- صفائي سر ڪي ڏني پتلون پاتم
بحمدالله نڪو ڪردارم امشب.
۲- ڇيو هڪ سيم مونکي مٺي ڊيئر سر
رسيد از طالع بيدارم امشب.
۳- ڇيم ان ڪي ته اي جانان جلدي
زڪوات حسن ده حق دارم امشب.
۴- ولايت ڏي وڃي ٿيان گل تي بلبل
ازين شوري ڪه در سر دارم امشب.

هدايت علي نجفي لاڙڪائي جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. هن پنهنجي طبع جي پڪيءَ ڪي سنڌي ۽ پارسي شاعري جي چمن جو سير ڪرايو آهي، نه صرف پارسي زبان ۾ ڪلام چيو اٿس، بلڪه ڪيترن پارسي جي منظوم ڪتابن جو سنڌي ۾ منظوم ترجمو ڪيو اٿس. سندس طبع جو پکي جڏهن حافظ جي گلگشت ۾ پهچي ٿو ته هن غـزل کي پسند ڪري تضمين ڪري پنهنجي غزلن جي گلستان ۾ شامل ڪري ٿو ڇڏي.

۱- فصل گل آچار ڏينهن ناهه ڪي مدت مديد
وجه مـــي ميخواهرو مطرب ڪه ميگويد رسيد.
۲- بلبل و پروانه ڪي گل و شمع مليا سان جـــدا
اي فلڪ اين شرمساري تابڪي بايـــد ڪشيد.
۳- ميهماني يار جي ڪئي پيو نه جي هٿ ۾ هجي
باده و گل از بهائي خرقه مي بايـــد خريد.
۴- پوءِ جو مستي جي بدناميءَ ۾ ڦاسي تنهن ڪان اڳ
جامئه در نيڪنامي نيز مـــي بايد دريد.
۵- بـر سر بيداد جـــي دلبر رهيو هيئن دائما
گوشه گيران را از آسايش طمع بايد بريـــد.

٦- ڏاهه ظاهر ٿا ڪئي نجفي ڪي زخم عشق هو
اين قدر دانم ڪه از شعر ترش خون مي چڪيد.

نجفي ٻين پارسي شاعرن جي غزلن تي ٻڻ تضمين ڪئي آهي، جنهن مان هڪ غزل جا ڪجهه شعر هي آهن:

١- عمر سڄي عشق جو بار سڱو مون شديد
من نه رسيدم به دوست ڪار بجانم رسيد.

٢- آهيان نشانو سندم تير مڙه جو سدا
سنگ ڏيم اين جفا چند تونــــم ڪشيد.

٣- ڇو ٿا اجايو اڄي مغز ڪپايو سندم
عاشقم اي دوستان پند نخواهم شنيد.

٤- ڇوندا ته آهي ڇريو، تنهنجي محبت آڪيو
گريه نخواهم ڪشاد جامه نخواهم دريد.

٥- يار جي آرامگاه مون جو لنگهيس تا ڏٺم
باد برو مي وزيد زلف سيه مي پريد.

٦- تير نگه جو اي يار تو جو هڻيو هو مون ڪي
شب همه شب تا سحر در دل من خليد.

٧- برق صفت هڪ نگهه سان ٿو ڪرين بي خبر
ڪافت جان پيش زين ما نتوانيم ديد.

٨- پيچ سندم زلف جو اڻين پيو 'نجفي' ڪي جو
ڪار به تيغ او فتد هـــم نتواند بريد.

## غزل جي زبان تي اثر:

ارغونن جي دؤر کان وٺي ميرن جي صاحبيءَ تائين دربار جي زبان پارسي رهي جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ جي حڪمرانن، وزيرن، اميرن ۽ درٻارين جي سرپرستيءَ ۾ پارسي زبان جي هن سرزمين تي سرڪاري طرح ترقي ۽ اوسر ٿي، حڪومت جي سرپرستي جو نتيجو اهو نڪتو ! جو مدرسن ۽ مڪتبن ۾ به هتان جي مقامي ٻوليءَ بجاءِ پارسي ۾ درس ۽ تدريس جو دؤر جاري رهيو جنهن ڪري هن زمين جو هر تعليم يافته ماڻهو پارسي ٻوليءَ کان واقف رهيو، سنڌ ۾ پارسي زبان ايتري اهميت حاصل ڪري ورتي جو

عربي جيڪا مسلمانن جي مذهبي زبان هئي، تنهن جي جاه والاري وبهي رهي. ارغونن جي دور کان وٺي سنڌ جي شاعرن باقاعده پارسي شاعري جي مختلف صنفن ۾ سخن سنجي ڪئي، جنهن جو غلغلو هڪ طرف دهليءَ جي دربار، ٻئي طرف شيراز ۽ اصفهان جي گهٽين ۽ گهرن تائين وڃي پهتو. سنڌ جي پارسيگو شاعرن جو تعداد سون نه بلڪه هزارن جي حد کان تجاوز ڪري ويو. هر تعليميافته سنڌي انهيءَ عرصي ۾ جي شاعري ڪئي ته پارسيءَ ۾ ڪئي. پارسي سان ايترن سالن جي گهري ناتي جو اثر لازمي طرح هڪ طرف زبان ۽ ٻئي طرف ادبي زبان تي ٿيڻو هو.

انگريزن جي دور ۾ جڏهن سنڌي زبان کي فوقيت حاصل ٿي تڏهن سنڌ جي پارسي خواندن، جي پارسيءَ ۾ شاعري ڪندا هئا، تن سنڌيءَ ۾ عروضي شعر خاص ڪري غزل ڏانهن به وک وڌائي جن ۾ قاسم، فاضل، گدا، سانگي، قليچ، فدوي، مرتضائي ۽ قادري جا نالا مثال طور پيش ڪري سگهجن ٿا.

غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي پنهنجي ديوان جي ديباچي ۾ پارسي جي ٻٽي پوڻ ۽ سنڌي جي اڳتي اچڻ کي مد نظر رکي چوي ٿو، ”ڪن ڏينهن کان پوءِ فردوسي، انوري، عنصري، عسجدي، فرخي، سعدي، نظامي، جامي، مولوي رومي ۽ ٻين پارسيگو شاعرن جو ڪو نالو به نه وٺندو. اهي ڪتاب واءُ ٿي ويندا يا پڙيڪا ٿيندا. جڏهن اهو حال آهي تڏهن ته هن وقت جي شاعرن پارسيءَ کي ڇڏي سنڌي نظم بنايو“.(١)

ساڳي خيال جو اظهار مرتضائي پنهنجي هڪ شعر ۾ هيئن ٿو ڪري:

سنڌ ۾ سنڌي غزل ٿيو مرتضائي دلپسند
پارسي اشعار لئه شيراز ۽ تبريز رک.

ايترن سون سالن جي پارسي زبان جي تسلط ۽ پارسي شعر و ادب سان ايتري ويجهڙائيءَ جو لازمي طرح اثر سنڌي ٻوليءَ ۽ شاعريءَ جي زبان تي ضرور ٿيڻو هو. سنڌ جي عروضي شاعري ۽ غزلن جي ديوانن پڙهڻ سان پارسي زبان جا اثر چٽا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، خاص طرح غزل تي. سنڌي غزل جي مطالعي سان معلوم ٿو ٿئي ته ڪڏهن شاعرن پنهنجن خيالن ۽ جذبن

(١) غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي- ديباچه ”ديوان مرتضائي“ قلمي- سنڌي ادبي بورڊ- ص ٤.

جي اظهار لاءِ پارسي لفظن، ترڪيبن ۽ محاورن جي ايتري ڇاشني استعمال ڪئي آهي جو سنڌي غزل جي زبان سنڌ جي مٺائيءَ بجاءِ ايران جي نبات ۽ شڪرقند ٿي پئي آهي.

## زير اضافت :

سنڌيءَ ۾ جيستائين عروضي شاعريءَ پير نه پاتو هو تيستائين سنڌي زبان زير اضافت کان واقف نه هئي، شاعر دل جي جذبن کي "جذبات ِ دل" ڪري نه پيش ڪندا هئا، نه دل جي درد کي "دردِ دل" چوندا هئا. محبوب جي منهن کي چمڪندڙ چنڊ ٿي سڏيندا هئا، نه ڪي "ماهِ روشن" ۽ محبوب جي وارن کي ڪارا نانگ ٿي ڪوٺيندا هئا، نڪي "مارِ سياه". اهو پارسي شاعريءَ جو اثر هو جو سنڌي شاعرن ايراني شاعرن جي تقليد ۾ زير اضافت جو استعمال شروع ڪيو خاص طرح غزل گو شاعرن. زير اضافت کي ڪثرت سان استعمال ڪرڻ جا ٻه سبب هئا. هڪ پارسي شاعري جي مطالعي سبب پارسي تشبيهن، استعارن، ترڪيبن، لفظن ۽ محاورن جو شاعرن جي دماغ تي حاوي هجڻ ۽ ٻيو عروضي وزنن تي خيالن کي بيان ڪرڻ ۾ آساني ڪرڻ. سنڌي شاعرن جي ديوانن ۾ زير اضافت جا مثال ڪثرت سان ملن ٿا. جن جا ڪجهه نمونا پيش آهن:

تيغِ ابروئيِ بتانِ سه جبين
عاشقن جي سر تي آهي دم بدم. (گدا)

(ٻنهي مصرعن ۾ ٽي ڀيرا زير اضافت استعمال ٿي آهي).

نثار عارضِ زيبائي جاناز،
گل و لاله نسرين و سمن آهه. (گدا)

—

وقتِ گلگشت هن جو جا نظارو ٿي ٿيو
هر گلِ باغ کي ديدهِ حيران سمجهيم. (واصف).(١)

—

ڪاڪلِ خمدار جو سودا جنونِ عشق ۾
آهه، تنهن لئه حلقهِ زنجير خود چڪر ۾ آهه. (محمود خادم)

—

(١) "ديوان واصف"- ڇاپيندڙ ڀوڪرداس ٽانورداس- شڪارپور.

موجوده وقت ۾ به ڪيترا شاعر زير اضافت جو ڪثرت سان استعمال ڪن ٿا جن ۾ فيض بخشاپوري جو نالو سرفهرست آهي.

١- خامشِ فيض ڪان دمِ تحرير
رنگِ بـــاران بارشِ گوهر.

٢- چادرِ مهر نقاب رخِ تابان آهي
شعلئہ حسن تہ پردہ فروزان آهي.(١)

## پارسي محاورا:

سنڌ جي غزلگو شاعرن جي پارسي زبان سان ايتري قربت ۽ ويجهڙائي ٿي ڏسجي جو هنن نہ صرف پارسي لفظ پنهنجن خيالن کي بيان ڪرڻ لاءِ عام جام استعمال ڪيا آهن پر پارسي اصطلاح، محاورا، چوڻيون ۽ زبان زد مصرعون به پنهنجن غزلن ۾ اهڙي رواني سان استعمال ڪيون آهن جو انهن مان ڪيترا چڻ پنهنجا پيا لڳن، لطف الله بدوي ”ڪليات خادم“ جي مقدمي ۾ ’خادم‘ جي شاعري تي بحث ڪندي چوي ٿو، ”سنڌي غزل پارسي محاورن جو سنڌي زبان سان تعارف ڪرايو“(٢). ڪجهہ مثال پيش ڪجن ٿا:

رام ٿيڻ = راضي ٿيڻ.

رام جڏهن ٿئي گلبدن، تنهن جي تڏهن اچان ڪتب
توسان هجان اي من موهن، سينہ بہ سينہ لب بہ لب.
(سانگي)

دل دهي = دل ڏيڻ.
دلستاني ڪرڻ = دل وٺڻ.

پن ڪمن مان تہ هڪڙو ڪر دلبر
دل دهـــي يـــا دلستانـــي ڪر. (سانگي)

لال ٿيڻ = گونگو ٿيڻ، ماٺ ٿيڻ.

تنهنجي سارهہ لئہ زبانون سوين سوسن گوليون
لال سڀ ٿي ويون، هڪ پي نہ گويائي ۾ آهہ. (فقير)

---

(١) ”فڪر فيض“، مڪتبئہ قصرالادب گهوٽڪي، ١٩٧٨ع.
(٢) ”ڪليات خادم“، مقدمو، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٨ع، ص ٤٧.

دربر ڪرڻ = ڀاڪر ۾ آڻڻ.

در شبِ ماهتاب وقتِ بهار
يار دربر ڪجي، ڪجي نہ ڪجي. (فقير)

دهہ چند = زياده.

عارض جي نزاڪت آهي شيرين کان دهہ چند
گلبرگ زبان ان ۾ آهي غنچہ دهن جي. (گدا)

دست بسته = هٿ ٻڌل (ٻانهو).

شاهہ گل تختِ چمن تي دست بسته عندليب
دؤرِ شاهي کان نہ گهٽ اڄ آهہ دورانِ بهار. (واصف)

بغل ۾ اچڻ = ڀاڪر ۾ اچڻ.

قبر آخر ٿـي همڪنار افسوس
تون نہ آئين بغل ۾ يار افسوس. (واصف)

—

ادا رمـــال وجهہ ڏارو ڀنهل ايندو ڪڏهن
جو بغلمان ويو لنکهي سو دربغل ايندو ڪڏهن (مرتضائي)

چين بہ جبين رهڻ = گهنڊ، ڪاوڙ.

خطوطِ بـرگ سمن ياسمين چـــا باعث
رهي ٿي شوخ کي چين بر جبين ڇا باعث. (بابل)

## پارسيءَ جون چوڏيون ۽ زبانزد مصرعون:

آفتاب آمد دليلِ آفتاب.

تنهنجو دل افروز جوڀن تنهنجو شهرو ٿو ڪري
سچ چيو ڪنهن آفتاب آهـي دليلِ آفتاب. (فقير)

هر ڪسي را بهر ڪارِ ساخته.

هر ڪسي را بهرِ ڪارِ ساخته سچ آ مثل
ڪوهڪن کان پوءِ ٿي وئي دامنِ ڪوهسار بند. (محمودِ خادم)

شنيده ڪي بود مانندِ ديده.

شنيده ڪي بود مانند ديده
حسين ٿيا منجهه نظر حورون جنان ۾. (مخلص)(١)

مرده بدستِ زنده.

گوش ڪر تون مثال هي مرده بدستِ زنده آهه
چو تو هٿين پوهه ڏوڪرون منهنجي مزار ڪي. (محمود-خادم)

ڪارسازِ ما بہ فکرِ کارِ ما است.

خود ڪارسازِ ما شد در فڪرِ ڪارِ ما
قول آهه اي ”چو قليچ ڏيان ان تي ڏي. (قليچ)

چون کفر از کعبه برخيزد کجا ماند مسلماني،

گهرائن ۾ گهڻي گوڙ پئي شر شيطاني
چون ڪفر ازڪعبہ برخيزد ڪجاماند مسلماني. (سانگي)

هرچه بادا باد = جيڪي ٿئي سو ٿئي.

هرچه بادا باد ما ڪشتي در آب انداختيم
هر توڪل جو اثر هو عشق جي ارباب ڪي. (بلبل)

## غزل جي زبان:

سنڌ جا غزل گو شاعر خاص طرح سانگي ۽ گدا جي دؤر تائين ايترا پارسي زده ڏسڻ ۾ ٿا اچن جو هنن جي غزلن ۾ نه صرف پارسي لفظن جي ڀرمار آهي بلڪه انهيءَ چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ڪونهي ته انهن جا شعرن جا شعر بلڪه غزلن جا غزل پارسي شعر ۽ غزل وڏيڪ ۽ سنڌي غزل ۽ شعر گهٽ ٿا لڳن. سمجهه ۾ ائين ٿو اچي ته سنڌي غزل جي ابتدائي دؤرن ۾ پارسي آميز زبان وڌيڪ شاعرانه ليکي ويندي هئي ۽ شاعرن جي حلقن ۾ پسند ڪئي ويندي هئي. سانگيءَ جي دؤر تائين ڪيترن شاعرن جا غزل اهڙي زبان ۾ لکيا ويا آهن جن جا فعل يا ڪي لفظ سنڌي آهن، جي پڙهائن ٿا ته هي سنڌي شعر آهي. ورنه انهن کي پارسي شعر چوڻ وڌيڪ سوزون ٿيندو. جيتوڻيڪ سانگي جي دؤر کان پوءِ غزل جي زبان صاف ۽ ڏوتل سنڌي ٿيڻ لڳي، تاهم ڪيترن غزل گو شاعرن جي زبان تي پارسي لفظن جي چهر ۽ چٽي جو چسڪو قائم رهيو.

---

(١) ”ڪلياتِ مخلص“ (قلمي)، ملڪيت محمدخان غني، (محمد هاشم جي شعرن جا مثال هن ڪليات مان ڏنا ويا آهن).

خليفو ”گل“ ڀريون صاحبِ ديوان شاعر آهي جنهن لاءِ چيو ٿو وڃي ته هن پنهنجي غزلن ۾ ٺيٺ سنڌي لفظ استعمال ڪيا آهن. مگر هن جا ڪيترا غزل اهڙا آهن جن تي پارسي رنگ وڌيڪ غالب آهي. سندس هڪ غزل جا ڪجهه شعر ملاحظه ڪريو:

١- وجه تنهنجو وجود ڪي جامع
شان دلبر شهود ڪي جامع.

٢- نورِ بيرنگ رنگ ۾ پڌرو
سڀ نظر ۽ نمود ڪي جامع.

٣- حڪم ملڪ و ملڪ کي آهه محيط
عام نابود بود ڪي جامع.

غلام محمد شاهه ”گدا“ ساڳيءَ جي دور جو استاد غزلگو شاعر آهي. سندس غزلن مان ڪجهه نمونا پيش آهن:

دلبرم گفت، ”ڪيستي؟“ گفتم
بنده درگه حضور آهيان. (گدا)

هن شعر ۾ آهيان جو لفظ (جو فعل آهي) سنڌي آهي، جيڪڏهن انهيءَ کي بدلائي پارسي فعل وجهجي ته سمورو شعر پارسي ٿي پوندو.
ساڳي غزل جو ٻيو شعر آهي:

مست مخمور ميڪش و مدهوش
يار جي چشم جو خمار آهيان. (گدا)

هن شعر جي اِي مصرع ۾ جي، جو ۽ آهيان لفظ جي نه هجن ته شعر پارسي ٿي پوي.

خطِ خضريش عيسئي دوران نه چوان ڇو
دلبر جو دهن چشمهٔ حيران نه چوان ڇو. (گدا)

سواءِ رديف جي سڄو شعر پارسي آهي.

هيٺين شعر ۾ گدا محبوب جي حسن جي مدح ۾ جيڪي لفظ استعمال ڪري ٿو انهن ۾ سڀ لفظ پارسي آهن، ڪو به لفظ سنڌي نه آهي. چوي ٿو:

گوش گل، چشم نرگسِ شهلا
رنگيِ رخسار، رشڪِ برگِ سمن.

هي آهي پارسيءَ جو اثر، جو سنڌي شاعر سمورا لفظ پارسيءَ جا استعمال ڪو ڪري.

گدا جي هڪڙي غزل جا ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا جيئن معلوم ٿي سگهي ته ان دور جي شاعرن جي نه صرف غزل جي ڪجهه شعرن تي بلڪ سڄن غزلن تي پارسي زبان حاوي آهي.

## غـــزل

١- سندم دل اهڙي دلبر تي چڪن آهه
سمن رخسار جـــو گل پيـــرهن آهه
٢- نـــثارِ عـــارضِ زيبائي جــــانان
گـــل و لالهٔ و نسرين و سمن آهه.
٣- سڄڻ جـــا زلف مشڪين عنبر افشان
خطا ٿي جي چوان مشڪِ خطن آهه.
٤- چـــوان بـــادام چشمِ دلـــربا ڪي
عـــلاجِ ضعف دل سيبِ ذقن آهه.
٥- گدا خسخانه پنهنجي ۾ ٿي هـــرڪو
نظام الملڪ نـــوابِ دڪـــن آهه.

محمد هاشم 'مخاص' گدا جو محبوب شاگرد هو. جيتوڻيڪ هو گدا کان پوءِ واري دور جو شاعر آهي مگر سندس زبان تي ساڳيو پنهنجي استاد وارو پارسي آميز رنگ چڙهيل آهي. سندس هڪ غزل جا ڪجهه شعر آهن:

١- نازڪ بـدنا، سيمتنا لاله عذا را
مشتاق ڏي ڪڻ نڊڻ منجهان ناز نگارا.
٢- جان بخش لبِ لعل جو هڪ بوسه ڏي اي يار
بر عاشقِ بيچاره عطا ڪن تـو خدا را.
٣- بي روئي تـــو اي مهوش مه روءِ مدامي
ٿا هجر جي آتش جا اٿن دل تي غبارا
(مخلص)

مير عبدالحسين 'سانگي' پنهنجي دور جو غزل جو برگزيده شاعر ٿي گذريو آهي. سندس شاعريءَ جي عظمت جو اعتراف نه صرف سندس دور جي

سڀني شاعرن ڪيو آهي پر اڄ به سندس غزل دلچسپيءَ سان پڙهيو ۽ ٻڌو وڃي ٿو. سانگيءَ جي غزل جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هو پنهنجي همعصرن وانگر پارسي زبان جي آميزش کان بچي نه سگهيو آهي. سندس ڪلام تي هوائيءَ جي مختلف رنگن وانگر پارسيءَ جي ٿڌالي ڇانءِ ڇانئجي ٿي. سندس هڪ غزل جا شعر ملاحظه لاءِ پيش آهن:

١- ڪر عطا ساقي شرابِ ارغواني خوشگوار
آهي ٿيو جوشِ جنون آيو وري ابرِ بهار.

٢- ڪيو معطر اڄ چمن کي ياسمين و نسترن
جنبشِ بادِ صبا سنبل جو گل ڪيو تار تار.

٣- سرغ کان هرجا زمردِ زار ڏسجي ٿي زمين
آهه شب بو کان معطر ٿيو مشامِ روزگار.

٤- ساقيا سون کي سنده رخسار احمر جو قسم
سرخ گون آهي سڄي گلزار کي ڪيو گل انار.

٥- تو وسايا آهن هي مضمون موزون جا تڪرگ
طبع تنهنجي آهه سانگي يا آهي ابرِ بهار.

حيدرآباد جي مڪتبِ شعرا بعد ٺٽي جي مڪتب ڏانهن نهاريو. امام بخش شاهه 'فدوي' سانگي جو همعصر ۽ استاد شاعر آهي. غزل جا واهڙ وهايا اٿس مگر سندس زبان تي به پارسي جي ڇاپ زياده نظر ٿي اچي.

١- عاشقن جي جنگ تي معشوق يڪسان صف به صف
سينگ ابرو ڪيو هٿن ٿا تير مژگان صف به صف

٢- راست قد سهڻن جي اڳيان دست بسته بـــا ادب
ڳچيءَ ۾ طوقِ غلامي جمله خوبان صف به صف.

٣- شـمع روشــن ٿيو به مجلس آ حسنن جــو حسن
پتنگ جان صد بار سهٽا ان تي سوزان صف به صف.

٤- پرت ۾ پيرِ مغان جـــي پُرخماري باده خـــوار
در متي ميخانہ جي سڀ محو مستان صف به صف.

٥- منهنجي گل جي خار تي سڀ گل عـذارانِ جهان
فدوي مون جيئن هـزارين عندليبان صف به صف.

غلام مرتضيٰ شاهه 'مرتضائي' امام بخش شاهه فدوي جو شاگرد آهي، سندس غزل جي مطالعي مان پتو پوي ٿو ته هو به ساڳي رنگ ۾ رنگيل آهي، نمونهٔ ڪلام هي آهي:

زلف ۾ جبين ان جو ڏسي ٿو ڪمند افڪن ٿئي
دشت ۾ هرهڪ هرڻ کي طوق منجهه گردن ٿئي.

—

پوان رخسار ڇو گلنار يا صد برگ کان مٺا
گلِ لاله يا رنگِ شفق يا خون پشماني.

—

عشق جو سودازدو ڪيئن ڪوئي جانان کي ڇڏي
عندليبِ شوق ڇو صحنِ گلستان کي ڇڏي.

—

پهرين ۽ لاڙ جي شاعرن کان پوءِ سري جي غزلگو شاعرن جي بياضن جو مطالعو ٿو ڪجي ته معلوم ٿو ٿئي ته سندن غزلن جي زمين ۾ به ساڳيائي پارسيءَ وارا گل ٽڙيا پيئا آهن. جڏهن حيدرآباد ۽ لڙ ۾ شاعري جي شمع جي جوت جهڪي ٿي ته لاڙڪاڻي ۾ شاعريءَ جو چراغ روشن ٿيو جنهن سنڌي غزل کي نئين سونهن ۽ سوڀيا بخشي مگر جيئن ته غزل جون پاڙون پارسي شاعري ۾ پختيون هيون تنهن ڪري هن مڪتب جا شاعر به پنهنجا پلاند ان کان صفا آجا نه ڪري سگهيا. ان ۾ شڪ ڪونهي ته هن مڪتب جا شاعر پارسي زبان جي مي ۾ ايترا مست نه آهن جيترا حيدرآباد ۽ لڙ جا شاعر، مگر هنن به ساڳي ساقيءَ وٽان هڪ ڍاڙهيو آهي.

ميان علي محمد قادري لاڙڪائي جي مڪتبِ شاعري جو ابو ۽ بزم مشاعره لاڙڪاڻي جو باني مباني ۽ بزرگ شاعر قريباً سانگيءَ جو همعصر آهي، سندس غزل جي زبان جو نمونو ملاحظه ڪريو:

١- خداوندا گلِ مقصود ڪولج دل جي بستان ۾
قران ٿو بلبلِ شيدا جان حيرت جي گلستان ۾.

٢- نه ٿيو حاصل سوا حسرت جي پيو ڪجهه عشقِ خوبان ۾
وئي سڀ عمر گذري آرزوئي وصلِ جانان ۾.

٣- ڏسان ديدار ٿو مان يار جو سهڻن جي چشمن ۾
ڏٺو ليليٰ جو جلوو قيس ٿي چشمِ غزالان ۾.

٤- نہ آهي چشم ابرو زلف بيني ماهہ تابان ۾
نہ آهي ماهہ، خور ۾ ۽ نہ ڪي گلزار جي گل ۾.

٥- خــدا خلقيو آهي انسان کي تقويم احسن ۾
سمورو سرّ سبحان قادري مخفي آ انسان ۾.(١)

لاڙڪاڻي مڪتب جو وڏو شاعر ميان غلام سرور ’فقير‘ آهي. سندس هڪ غزل جا ڪجهہ شعر ڏجن ٿا جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هي مڪتب پارسي جي اثر کان ڪنهن حد تائين آجو ٿي چڪو هو.

## غــزل

١- ڇا شمع ڇا تنهنجو رخ، رخ مان ڇہ جائي شمع
رخ تنهنجي تان ڇڏيان، ڪهوري کهائي شمع.

٢- جو شمع مان ڪري ٿو ڦلو مان صحيح ڪيو
سهدو ڪري ٿي توکي اٿين سر نوائي شمع.

٣- ايندو دعــا جـــي لاءِ پرده نشين ڇهي
تربت سندم جي، واهہ کهلي ڇڏ وسائي شمع.

٤- تاريڪ رات هجر جي گــر آ تہ فڪر ڇـــا
روشن ٿي رهندو داغ جگر جو بجائي شمع.

٥- اُمرا جي قبر تي جـــي پريا جهاڙ ڇـــا ٿيو
بيڪس جي گور تي آ قمر بس بهائي شمع.

٦- ڪون و مڪان جو سير ڪرين جي تہ اي ’فقير‘
سيني کي ڪر تون روشن دل جي جلائي شمع.

لاڙڪاڻي مڪتب ۾ نواز علي ’نياز‘ ۽ حاجي محمود ’خادم‘ کـي وڏو رتبو حاصل آهي. سندن ڪلام جا ڪجهہ نمونا پيش ڪجن ٿــا جيئن معلوم ٿئي تہ پارسي جو ڪيترو رنگ اڃا قائم هو:

---

(١) ”ديوانِ قادري“ قادري پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻہ، ١٩٣٠ع، (ميان علي محمد قادري جي شعرن جا پيا مثال بہ هن ديوان مان ورتل آهن).

١- ايترا جور زماني سون کي سيکاريا سبق
جو رهي هرگز نه ڪائي حاجت استاد نيٺ.
٢- بلبل دل قيد ٿي اڄ گلبدن جي زلف ۾
هٿن ٿي آسانيءَ سان پوري حسرت صياد نيٺ.
٣- روز روشن تنهنجو ۽ منهنجو يار افسانو پڙهي
هرڪنهين دل تان وساريا شيرين ۽ فرهاد نيٺ.

(نياز جعفري)

هاڻي حاجي محمود 'خادم' جو ڪلام ملاحظه ڪريو:

١- اڄ تصور خواب ۾ زلف دوتا جو ٿي ويو
دل پريشان ۾ گذر ڪاري بلا جو ٿي ويو.
٢- زلف ان جي کي ڏسي موسيٰ عصا سودو پڪو
دل پريشان ۾ گذر ڪاري بلا جو ٿي ويو.
٣- تير مژگان دل جو مهمان ٿي جڏهن سيني لڳو
سيني عضون مان تڏهن غل مرحبا جو ٿي ويو.
٤- لوڙهه جڏهين ويا لٽي آيو تڏهن غفلت شعار
دير جو تنهن کي بهانو، اڄ حنا جو ٿي ويو.

ورهاڱي کان پوءِ نين قومي ۽ ادبي تحريڪن سبب سنڌي غزل به پين شاعري جي صنفن وانگر پارسي زبان جي پراڻي جادوءَ مان جند ڇڏائي پنهنجي نج ۽ صاف ٻوليءَ جي استعمال ۾ مشغول آهي، پر اڃا به ڪي پارسي جا اهڙا پيارڪندڙ آهن جي پارسي زبان جي زلفن جي پيچ ۾ سوگها جڪڙيا پيا آهن، جن مان فيض بخشاپوري هڪ آهي. سندس ڪلام جي مطالعي مان پتو پوي ٿو ته هو متقدمين کان به وک اڳتي آهي. نمونه ڪلام هي آهي:

١- هر حرف خامه گويا، صد دفتر ديستان
هر قطره سياهي، صد جوئي آب حيوان.
٢- مرده باد بهاري آ صدائي زنجير
ساغر عيش جنون، حلقه جولان آهي.(١)

---

(١) "فڪر فيض"، مڪتبه قصرالادب گهوٽڪي، ١٩٧٨ع.

## پارسي شاعري وارا خيال:

انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ سنڌ جي شاعرن غزل جي گلستان ۾ خيالن جا قسمين قسمين گل پيدا ڪيا آهن جن جي سونهن ۽ دلفريبي هڪ طرف آهي تہ شوخي ۽ نزاڪت ٻئي طرف. ڪا بہ شاعري جنهن ۾ پنهنجن خيالن جي بلندي ۽ جذبن جي عڪاسي نہ آهي انهيءَ کي شاعري ڪوٺي نٿو سگهجي. غزل جي دنيا ۾ اسان جي شاعرن خيالن جي هما کي نهايت بلند پروازي عطا ڪئي آهي ۽ مختلف جذبن ۽ ڪيفيتن، وارداتن، حسرتن ۽ ارمانن جون نهايت رنگين تصويرون ڪڍيون آهن جو انهن سان نہ تہ انهن جا رنگ مقابلي ۾ اچي سگهن ٿا نہ مانيءَ ۽ بهزاد جون تصويرون.

محبوب جي جلوي جي جادوگري، نازنين جي ناز و ادا جي عشوه گري، دلبر جي چنچل جهڙي چهري، سندس زلفن جي ور وڪڙ کائيندڙ ڪارين بلائن، ابرن جي محرابن، جن جي اکيان عاشقن جي دل سڄدي ڏيڻ لاءِ بيقرار هوندي آهي، پنبڻين جي تيرن يا نظرن جي تلوارن، وصل جي عيد کان وڌيڪ سياڳي ڏينهن، يا فرقت جي قيامت کان وڌيڪ عذاب ڏيندڙ گهڙيون، تصوف جي مسئلن يا اخلاق جي سبقن کي بيان ڪرڻ ۾ اسان جي غزل گو شاعرن ڪا ڪسر ڪانہ ڇڏي آهي. هنن هر طرح خيالن جي بلند پروازي ڏيکاري آهي.

پارسي شاعري ورهين جا ورهيہ مدرسن ۽ مڪتبن ۾ پڙهائي ٿي وئي، حاڪمن جي دربار ۽ سنڌن خانگي محفلن ۾ انهيءَ جو دخل هو ۽ هر تعليم يافتہ فرد جي ورد زبان هئي، تنهن ڪري اُن جو هن زمين جي شاعرن تي، جي گهڻو ڪري پارسي خوانده هئا، جو اثر هئڻ لازمي ڳالهہ هئي. اهوئي سبب آهي جو سنڌ جي شاعرن جڏهن بہ شاعري ڪئي تہ ڪيترن پارسي شاعرن وارن خيالن کي شعوري يا لا شعوري طور بيان ڪيو. ساڳيءَ طرح غزل گو شاعر بہ انهيءَ کان پنهنجو دامن بچائي ڪين سگهيا. ائين محسوس ٿو ٿئي تہ سنڌ جا شاعر ايراني شاعريءَ جي گلستان جو جڏهن سير ٿا ڪن تڏهن هنن کي ڪيترا نوان، سهڻا ۽ پرڪشش خيالن جا گل ڏسڻ ۾ اچن ٿا جي هو آتان آڻي پنهنجي شاعريءَ کي سينگارڻ لڳن ٿا، يا ائين چئجي تہ سنڌي شاعر ايراني شاعر جي اهڙي خزاني تي وڃي پهچن ٿا جتي مختلف خيالن جا هيرا، موتي، لعل، ياقوت، زمرد، فيروزه ۽ الماس وغيره ڍڙيا پکڙيا پيا آهن، اهڙا قيمتي ۽ املهہ سائڪ ڏسي سنڌن دل انهن سان پنهنجي شاعريءَ کي مالا مال ڪرڻ ٿي گهري ۽ هو اتان اهو ڪي کڻن ٿا جيڪي کڻي سگهن ٿا.

سنڌي غزل ۾ پارسي شاعريءَ جي مختلف صنفن جي مطالعي سان اسان کي ڪيترا ساڳيا خيال ملن ٿا جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌ جا غزلگو شاعر پارسي شاعريءَ مان فيضور ٿيا آهن. انهي ڳالهه جو اعتراف ڪيترن شاعرن پاڻ ڪيو آهي. حاجي محمود 'خادم' چوي ٿو:

آ پارسي پوشاڪ سون سنڌيءَ کي ڪرائي
ڏئي شعر سندم ياد ٿو شيراز شب و روز.(١)

هدايت علي 'نجفي' هڪ مشهور غزلگو شاعر ٿي گذريو آهي، سندس ديوان جي قطع تاريخ ميرزا قليچ بيگ لکي آهي جنهن ۾ هن انهيءَ راه جو اظهار ڪيو اهي ته سندس خيال پارسي آهن.

١- خوشيءَ جو ڏينهن آيو سنڌ جي لاءِ
جڏهن پورو ٿيو ديوان نجفي.
٢- غزل ان جا پسند جهڙا ٿيا اڪثر
چڱا اي طرف پڻ آهن سڀئي.
٣- خيال آهن اگرچه پارسي سڀ
ڏيکاريو تن کي شاعر وبس سنڌي.(٢)

ڪعب ابن زهير هڪ وڏو شاعر ۽ آنحضرت ﷺ جو مداح هو، چوي ٿو:

ما ارانا نقول الا شعارا
او مُعاداً امن قولنا مکرورا.

(يعني جيڪي ڪجهه اسان چئون ٿا ته پين جي ڪلام مان وٺي چئون ٿا يا پنهنجي ڪلام کي وري وري دهرايون ٿا.)

ڪيترن سنڌي شاعرن پارسي شاعرن جي خيالن کي پسند ڪري پنهنجي ڪلام ۾ آندو آهي ته هنن انهن خيالن سان گڏ ان شاعر جو به ذڪر ائين ڪيو آهي جيئن هڪ ننڍو ڪنهن وڏي ڪان کو تحفو حاصل ڪري ان جو ذڪر پين سان ڪندو آهي.

---

(١) محمود حاجي 'خادم' "ڪليات خادم" (قلمي)، (ملڪيت محمدعلي قريشي، لاڙڪاڻو).

(٢) مرزا قليچ بيگ، "ديوانِ نجفي"، شايع ڪندڙ پوڪرداس ٿانورداس، شڪارپور سنڌ، ص ١٥٦.

مرتضائي حافظ جي الهيءَ خيال کان تہ ”بـــا مسلمان الله الله، با برهمن رام رام“ کان متاثر ٿي چوي ٿو:

چا چيو حافظ تہ ”با شيخ و برهمن يار ٿي
دين تي ڪر استقامت ڪين ٿي دشوار ٿئہ. (مرتضائي)

مرزا قليچ بيگ کي خاقانيءَ جي اها نصيحت دل سان لڳي ٿـي تہ طالبن کي درويشن جي دامن ولڻ گهرجي، انهيءَ خيال کي هـن ريت ٿـو بيان ڪري:

’ قليچ آهين جي طالب تون، تہ درويش جي وٺ دامن
نصيحت صدق سان اهڙي، ڪري ٿو توکي خاقانـــي. (قليچ)

ڪيس مولوي رومي جو هي گفتگو پسند آيو آهي تہ ”روح جي ترقي حق جي طرف کان آهي، جسم کرهہ فاني آهي تہ بہ روح باقي هوندو“. چوي ٿو:

ترقي روح جي طبعي ٿي اصل حقاني
رهان آءٌ باقي، جي هرحال ۾ ٿيان فاني.
انهيءَ طرح آهي فرمايو مولوي رومي
قليچ کي ٻڌي هيءُ قول آهہ حيراني.

مير عبدالحسين سانگيءَ کي حافظ جو اهو خيال پسند آيـو آهي تـہ ماڻهوءَ کي ”خود پسند“ مغرور ماڻهوءَ جو معتقد نہ ٿيڻ گهرجي، ان ڪري پاڻ بہ چوي ٿو:

حافظ سان هم زبان ٿي چوان ٿو اي زاهدو
مـــا نيستيم معتقدِ مـردِ خـــود پسند. (سانگي)

حافظ حامد کي خواجہ حافظ جو هي خيال تہ ملڪ مان مروت ختم ٿي وئي آهي، پسند ٿو اچي تہ حافظ جو ذڪر ڪندي انهيءَ خيال کـي ورجائي ٿو:

نٿو آن چوان بـل خواجہ حافظ
مروت محو ٿـي سالڪ سيائي.

ايراني شاعري ۽ سنڌي غزل جي تقابلي جائزي مان اسان کي ڪيترا

مثال ملن ٿا، جن مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ سنڌ جي غزل گو شاعرن ايراني شاعرن جي خيالن جو شعوري يا لاشعوري طرح سرقو يا ترجمو ڪيو آهي ۽ اهو سلسلو سنڌ جي ٻهرين صاحب ديوان خليفي گل کان وٺي جاري آهي.

شيخ سعدي جو هڪ ٻي مثل شعر محبوب جي چپن جي تعريف ۾ آهي. محبوب جي چپن جي اهڙي تعريف اڄ تائين نہ ڪو شاعر ڪري سگهيو آهي ۽ نہ شايد اڳتي ڪري سگهي. هو محبوب جي چپن لاءِ چوي ٿو تہ هرڪا مکڙي جا نـڙي سا وري گل ٿـي نہ سگهندي؛ مگر منهنجي محبوب جا چپ اهڙا آهن جو ماٺ آهي تہ مکڙي آهي ۽ جي ڳالهائي ٿو تہ گل آهي .

هر غنچہ کہ گل گشت دگر غنچہ نہ گردد
قربان زلبِ يـارِ گهي غنچہ گهي گل. (سعدي)(١)

خليفو ان خيال کي هيٺن ٿو پيش ڪري:

ٻوٽين تہ مکڙي وات ٿيو، ٻڌين تہ گل اثبات ٿيو
موهيو ٿي مون کي ان ماءِ، تون شل هيئن سدا اي دوست گل.
(گل)(٢)

مرزا صائب اصفهاني گل تي شبنم جو قطرو ڏسي چوي ٿو تہ اهو تنهنجي منهن جي پگهر جو قـڙو آهي جيڪو گل پنهنجي دامن ۾ کنيو بيٺو آهي:

نہ شبنم است چمن را بـروئي آتشناڪ
عرق از روئي توکرده است گل بدامنِ پاڪ. (صائب)(٣)

ساڳئي خيال کي خليفو قاسم هنن لفظن ۾ بيان ٿو ڪري:

---

(١) ”ڪليات سعدي“، مطبع ڪتبخانہ مرڪزي خيام ايران (شيخ سعدي جي شعرن جا پيا مثال بہ هن ڪليات مان ڏنا ويا آهن).

(٢) ”ديوانِ گل“، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد، ١٩٣٣ع.

(٣) ”ديوانِ صائب“ اصفهاني، مطبع مجتبائي لکنو (صائب جا پيا مثال بہ هن ديوان مان منتخب ڪيا ويا آهن).

ڏس ڀکر مهل گل سندا ڀرين
گل سنڌي منهن مٿي ڀوي جيئن ماڪ. (قاسم) (١)

زيب‌النسا 'مخفي' هندستان جي شهنشاهه اورنگزيب عالمگير جي ڌيءُ هئي. ان جو هڪ شعر اڄ تائين مقبول آهي، جنهن ۾ چوي ٿي ته منهنجو محبوب مون وٽ نه زر سان، نه زور سان، نه زاريءَ سان ٿو اچي:

سبز پوش ِ به لب ِ بام نظر مي آيد
نه به زاري، نه به زوري، نه به زر مي آيد.(٢)

ان کي لڏي جو شاعر علي سبز پوش هيئن ٿو بيان ڪري:

نه زاريءَ جي، نه زوريءَ جي، نه زر جي
منهنجي محبوب کي پرواهه.
(علي سبزپوش) (٣)

۽ ميان غلام سرور 'فقير' ساڳيو خيال هيئن ٿو ادا ڪري:

نه زر سان ، زور سان، سحر افسون سان، نه منتر سان
نياز ۽ عجز سان پڻ ڪين ٿيو هو عشوه‌گر پنهنجو. (فقير)

محبوب جي منهن ۽ زلفن جي تعريف شاعرن جي دل جي مدعا آهي مولوي جامي پنهنجي محبوب جي چهري ۽ زلفن کي صبح ۽ شام سان نهايت سهڻي انداز ۾ تشبيهه ڏني آهي. چوي ٿو:

از روئـي و زلفت دارم هميشه
صبحي همايون شامي مبارڪ. (جامي)(٤)

غلام محمد شاهه 'گدا' ان خيال کي هيئن ٿو بيان ڪري:

هڪڙي هنڌ ٻاهر ڏسان تڏ ڪئن نه آ شام و سحر
عارض ِ جانان تي جـڏ زلف ِ معنبر ٿو ڏسان. (گدا)

---

(١) "ديوان ِ قاسم"، پوڪرداس، شڪارپور، ١٩٣٦ع، (قاسم جا پيا مثال به هن ديوان مان ڏنل آهن).
(٢) "ديوان ِ مخفي"، منشي نول‌ڪشور ڪانپور.
(٣) "تڪمله مقالات‌الشعرا"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٨ع، ص ٣٢-٣٣.
(٤) "ڪليات ِ جامي"، مطبع منشي نولڪشور ڪانپور (مولوي جامي جا پيا مثال به هن ڪليات مان چونڊيا ويا آهن).

حافظ شيرازي پنهنجي ترڪ محبوب جي ڪاري تر جي مٽان سمرقند ۽ بخارا ڪي قربان ٿو ڪري:

اگر آن ترڪ شيرازي بہ دست آرد دلِ مارا
بخال هندويش بخشم سمرقند و بخارا را. (حافظ)(١)

حافظ جي انهيءَ ملڪ بخشيءَ کان پوءِ اڄ تائين شاعرن پنهنجي محبوب جي مٽان گهڻو ڪجهه صدقو ڪري ڇڏيو آهي. گدا ساڳئي خيال کي هيئن ٿو بيان ڪري:

تصدق يار جي لب تان سمرقند
نثارِ زلف جاني خود ختن آهہ. ( گدا)

۽ مرتضائي چوي ٿو:

صدقو سنده گل تان هڪ نہ باغ آهہ
ان تان خراج ملڪِ سڪندر نثار چاڻ. (مرتضائي)

شيخ سعدي ڪنهن کي مخاطب ٿي چيو هو:

چهل سال عمرت عزيزت گذشت
مزاجِ تو از حال طفلي نہ گشت. (سعدي)

( يعني تنهنجي عمر چاليهن کان وڌي وئي آهي مگر تنهنجو مزاج اڃا ٻاراڻو آهي). سانگي انهيءَ خيال کي هيئن ٿو بيان ڪري:

چهل و چار سال عمر اٿم
مڪتبِ عشق جو تہ ٻار آهيان. ( سانگي)

محبوب جون گاريون عاشقن لاءِ ماکيءَ کان مٺيون. هڪ پارسي شاعر محبوب جي گارين لاءِ چوي ٿو تہ اهي جڏهن تنهنجي چپن تي ٿيون پهچن تہ "شهد ۽ شڪر" ٿي پون ٿيون:

هرچہ خواهي بگو کہ اين همہ دشنام تلخ
چون بہ لبت مي رسد، شهد و شڪر ميشود.

سانگي انهيءَ خيال کي هيئن ٿو پيش ڪري:

تو مٺا پانيان مٺن ماڻهن سندا دشنام سخت
تو ٻڌا چاٽان سڄڻ جي غمزه پيا ڪي آهہ. (سانگي)

---

(١) "ديوانِ حافظ"، موسه مطبوعاتي امير ڪبير ايران (خواجه حافظ جا پيا مثال بہ هن ديوان مان منتخب ڪيا ويا آهن).

پنهنجن جي بيوفائي جي شڪايت هر دؤر ڪي رهي آهي. پارسي شاعر پنهنجن جي شڪايت هيئن ٿا ڪن:

۱- فرياد دوستان هم از دست دشمن است
فرياد سعدي از دل نامهربان دوست. (سعدي)

۲- من از بيگانگان هرگز نه نالم
که با من هرچه کرد آن آشنا کرد. (حافظ)

۳- آنچه فيضي لنظر دوست کرد
مشکل اگر دشمن جاني کند. (فيضي) (۱)

اسان جا غزل‌گو شاعر ساڳيا خيال هيئن ٿا دهرائن:

جا وفا بعد اسان‌جي ڪئي اسان سان پنهنجن
سيڪي چاڻون ٿا، مگر ڪين ڪچون‌ٿا يارو. (سانگي)

برسات جي ويل ۽ محبوب جو جدا ٿيڻ شل الله نه ڏيکاري امير خسرو ان کي هيئن ٿو بيان ڪري:

ابر مي بارد و من مي شوم ز يار جدا
ابر جدا گريه‌کنان من جدا و يار جدا. (خسرو)(۲)

(ڪڪر وسي رهيا آهن ۽ مان پنهنجي محبوب کان جدا ٿي رهيو آهيان، ابر جدا روئي رهيو آهي، مان جدا ۽ يار جدا).

مرزا قليچ بيگ اها ماجرا هيئن ٿو بيان ڪري:

باغ ۾ بوند وسي دوست ڪري مون‌کي وداع
روئي پادل ٿو جدا، آهٔ جدا، يار جدا. (قليچ)

حافظ شيرازي شمع ڏانهن ڏٺو پروانو موجود هو، گل ڏانهن ڏٺو بلبل موجود هئي، پاڻ ڏانهن ڏٺو اڪيلو هو، تنهن ڪري محبوب کي وصل جي درخواست ڪري چوي ٿو:

---

(۱) "ديوان فيضي"، مرڪزي اردو بورڊ لاهور (فيضي جا پيا مثال به هن ديوان مان منتخب ڪيا ويا آهن).

(۲) "ديوان خسرو"، مطبع منشي نولڪشور ڪانپور (امير خسرو جا پيا مثال هن ديوان مان ڏنا ويا آهن).

شمع وگل و پروانہ و بلبل همہ جمع اند
اي دوست بيا رحم بہ تنهائيِ ما کن. (حافظ)

محمد هاشم ’مخلص‘ انهيءَ خيال کي هيئن ٿو پيش ڪري:

چمن ۾ گل، محفل ۾ رهي شمع
سندم يوسف نہ ٿيو هن ڪاروان ۾. (مخلص)

زلفن جي پريشاني سان عاشق هميشہ پنهنجي حالت کي پيٽ ڏني آهي ۽ انهيءَ خيال جو اظهار ڪيو اٿائون تہ جهڙي طرح زلف دائم بيقرار آهن اهڙي طرح عاشق بہ سدائين بيقرار آهن. انهيءَ خيال کي هڪ پارسي شاعر هيئن ٿو ادا ڪري:

مي بيني آن دو زلفش کہ بادش همي بَرد
گوئي کہ عاشقي است هيچش قرار نيست.

(ڏس هن جا ٻہ زلف جن کي هوا پريشان ڪري ڇڏيو آهي، ڇڻ تہ عاشق آهي جنهن کي ڪوئي قرار ڪونهي).

ساڳئي خيال کي محمد هاشم ’مخلص‘ ٿورو ڦيرائي هيئن ٿو بيان ڪري:

زلف جي مثل عمر بسر آهہ ٿي منهنجي
تن خانہ بدوشن کي ڪٿي گهر نہ ملي ٿو. (مخلص)

امير خسرو پنهنجي هڪ شعر ۾ محبوب جي ڪارن وارن هيٺ لاءِ هڪ نهايت نازڪ خيال بيان ڪيو آهي. هو چوي ٿو تہ، ”اي محبوب تنهنجا وار ايترا ڪارا ڇو آهن؟“ وري پنهنجو پاڻ جواب ڏئي چوي ٿو، ”شايد سج (گل) جي هيٺان گهڻو رليا آهن“.

زلف تو سيہ چرا است پانا
بسيار در آفتاب گشتہ است. (خسرو)

ليکراج ’عزيز‘ پنهنجي هڪ شعر ۾ ان خيال کي هيئن ٿو بيان ڪري:

چيم ڇو تنهنجا هي وار اهڙا، ٿي يار ڪارا پيا پوئتر جهڙا
چيائين سج کي رهن جي نيڙا، مهالڊي جا سي ٿين ٿا ڪارا.
(ليکراج عزيز)(١)

---

(١) ”ڪليات عزيز“، نشنل پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد، ١٩٣٨ع (ليکراج ڪشنچند عزيز جا پيا مثال بہ هن ڪليات مان ڏنا ويا آهن).

حافظ شيرازي جو هڪ شعر آهي:

شبِ مجنون به ليليٰ گفت اي محبوب بي همتا
ترا عاشق شود پيدا ولي مجنون نه خواهد شد.

(هڪ رات مجنون ليليٰ کي چيو تہ اي منهنجا بي مثل محبوب تنهنجا عاشق تہ پيدا ٿيندا مگر مجنون نہ ٿيندو).

هن شعر ۾ لطف "مجنون" جي تجنيس پيدا ڪيو آهي. هن شعر ۾ مجنون جون ٻہ معنائون پيدا ٿين ٿيون. هڪ مجنون معنيٰ قيس (ااالو)، ٻيو مجنون معنيٰ ديوانو. مرزا قليچ بيگ اهو خيال هيئن ٿو بيان ڪري:

عرب ۾ ٿيا قيس عاشق پيا گهڻا
مٿي ليليٰ، مجنون سدا ڪونہ ٿئي. (قليچ)

مرزا قليچ بيگ بہ "مجنون" لفظ ۾ ساڳي لطافت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

بوس و ڪنار جو ذڪر غزل‌گو شاعرن جو خاص موضوع رهيو آهي. امير خسرو محبوب کان چمي وٺڻ کان پوءِ جي ڪيفيت کي هيئن ٿو بيان ڪري:

دلربا چون بوسه دادي باز اين چند ناز چيست
گر پشيمان گشت باشي باز برجايش نهم. (خسرو)

(دلربا چمي ڏيڻ کان پوءِ هي ناز ۽ نخرو ڪهڙو آهي جيڪڏهن پشيمان ٿيو آهين تہ موٽائي ساڳي جاءِ تي رکان).

ميان غلام سرور 'فقير' ان خيال کي هنن لفظن ۾ ادا ٿو ڪري.

وٺڻ جي بوسہ‌کان رنج خاطر ملول ٿي وئي دل ۽ طبيعت
اجهو اچي آءٌ ڏيان موٽائي اجايو آ اضطراب چا جو.
(فقير)

ملڪہ هندستان نورجهان جي مزار تي هڪ رقت انگيز شعر لکيل آهي جنهن ۾ صاحبِ ڪمال انسان جي خاڪ ۾ دفن ٿيڻ جي ڪسمپرسي جي حالت جي غم انگيز تصوير چٽيل آهي. شعر هي آهي.

بر مزارِ ما غريبان نا چراغي نا گلي
نا پرِ پروانہ سوزد نا فغانِ بلبلي.

ميان غلام سرور 'فقير' نورجهان جي لوحِ مزار جي شعر کان متاثر

ٿي ان خيال کي سنڌيءَ ۾ هيئن بيان ڪيو آهي.

بيڪس جي قبر تي ٿي سدا بيڪسي وسي
پروانو آ نه هن تي نه ڪوئي گلفشان آهه. (فقير)

عشق اول عاشقن جي دل ۾ ٿو پيدا ٿئي يا محبوب جي دل ۾ ان خيال کي هڪ پارسي شاعر هن طرح بيان ڪيو آهي.

عشق اول در دلِ معشوق پيدا مي شود
گر نه سوزد شمع پروانه ڪه شيدا مي شود.

ساڳيو خيال ميان علي محمد قادري هيئن ٿو بيان ڪري:

عاشق جي دل چڪڻ جي ڪشش آهي حسن ۾
پروانو ٿـو سـڙي جـو شمع بيقرار آهه. (قادري)

مرزا قليچ بيگ وري چئي ٿو.

ڏس ته ڪيئن معشوق پڻ عاشق ٿئي ٿو اي قليچ
شمع پروانو ٻنهي جي هيڪڙائي جو گـواهه. (قليچ)

حاجي محمود خادم چوي ٿو:

ڀڙيان ٿي شمع پاڻ ٻچي سـڙي ڳري
پروانو تنهن ڪان پوءِ ٿو رهي آشناء شمع. (محمود خادم)

ايران جـي مشهور شاعر غزالي پرواني جو ذڪر ڪندي ڏڍائي ٿو جيڪڏهن توکي جنون جو نظارو ڏسڻو آهي ته ديواني ۾ ڏس ۽ جيڪڏهن توکي سڙڻ جو چاهه ڏسڻو آهي ته پرواني جي دل ۾ ڏس. سندس شعر آهي:

ذوقِ جنون از سرِ ديوانه پـرس
لـذتِ سوز از دل پروانه پـرس. (غزالي)

حاجي محمود انهيءَ خيال کي هيئن ٿو بيان ڪري:

پاڻ ڳارڻ جو مزو شمع کان پـڇ اي خادم
لـذتِ ســوزجگر ڀـڇ وڃي پرواني کـان. (محمود خادم)

هڪ شـاعر شـمع ۽ پرواني جو ذڪر ڪندي پنهنجي محبوب کـي چوي ٿو ته "ڏٺئه پرواني جي خون ناحق شمع کي ايتري مهلت نه ڏني جو رات گذاري صبح ڪري سگهي، يعني پاڻ به جلد فنا ٿي وئي.

ديدي ڪه خونِ نـاحق پروانه شمع را
چندان امان نه داد ڪه شب را سحر ڪند.

انهيءَ خيال کي غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي هيئن ئـو بيان ڪري

آخـر سڙي وئي پاڻ بہ ساري صبوح جو
پرواني سان ڪيڏو ڪيو جي غرور شمع. (مرتضائي)

۽ سانگي چوي ٿو:

رت سانگيءَ ۾ سـڙي وئي ڪين پيو تنهنجو پتو
ساڙي پَر ، پروانو ساري، جا هئي غـرور شمع. (سانگي)

حافظ شيرازي پاڻ کي شمع سان پيٽ ڏيندي چوي ٿو تہ جيڪڏهن منهنجو سوز وگداز پڇڻ گهرو ٿا تہ شمع کان پڇو جا مون وانگر سـوز ۽ گداز ۾ آهي!

اي مجلسيان سوزِ دلِ حافظِ مسڪين
از شمع بپرسيد کہ در سوز گداز است.

اهو خيال شمس الدين بلبل هيئن ٿو ادا ڪري:

مون کي ڏسڻ گهرين ٿو تہ ڏس گداز شمع
جو سپ سکي آ مون کون هي سوز ساز شمع (بلبل)

بهار جي موسم ۾ مي نوشي ايراني شاعرن جـو پسنديده موضوع رهيو آهي. امير خسرو چوي ٿو:

هنگامہ گل است باده بايد
ساقـي و حريف ساده بايد. (خسرو)

حاجي محمود 'خادم' فصلِ بهار ۽ ساغر جي لاءِ ساقي کـي هيئن عرض ٿو ڪري-

مکڙيون کليون ۽ باغ ۾ فصلِ بهار آ
ساقي عطا ڪي ساغرِ مي باده خوار کي. (محمود خادم)

تصوف ايراني غزل جو روح آهي. ايران جي شاعرن تصوف جا گهڻو ڪري سمورا پيچيده مسئلا نهايت لطيف ۽ پرڪشش انداز ۾ بيان ڪيا آهن. سنڌ صوفين جو ملڪ آهي انهيءَ ڪري هتان جـي ڪيترن غزل گو شاعرن بہ تصوف کي پنهنجي غـزل جو سينگار بنايو آهـي. روز ميثاق الله تعاليٰ پنهنجي عشق جي امانت جڏهن ملائڪن کي آڇي تہ اهي ڏکي ويا تڏهن آدم اڳتي وڌيو ۽ اهو برهہ جو بار پنهنجي سر تـي کنيائين. حافظ ان خيال کي هيئن ٿو بيان ڪري:

۱- بار غم عشق تو بهرکس که نمودند
عاجز شد و اين قرعه بنامم افتاد. (حافظ)

۲- آسمان بار امانت نتوانست کشيد
قرعهٔ فال به نام من ديوانه زدند. (حافظ)

سانگي ۽ گدا ان خيال کي هيٺن ٽا بيان ڪن:

۱- جنجي هئي جن ملڪ کي نه کڻڻ جي طاقت
اڄ ميا بار برهه جا مي بشر تي پهتا. (سانگي)

۲- جو جبل کان نه کنيو ٿيو، سو کلي اي زاهد
تو کڻان بار محبت، آهيان انسان آئون. (سانگي)

۳- برداشت کري ڪين سگهيو ارض و سماوات
آدم سڄو سر پنهنجي تي باران محبت. (گدا)

---

خدا چوي ٿو ته مان مخفي آهيان ته پوءِ دنيا ۾ هي جيڪي مظهر ڏسجن ٿا اهي ڪنهن جا آهن؟ هڪ ايراني شاعر چوي ٿو:

گفتي نهانم از دو عالم
پيدا شده يکان يکان کيست.

مرزا قليچ بيگ ان خيال کي هيٺن ٿو بيان ڪري:

تون عيان ۾ نهان، نهان ۾ عيان
بي مثل، بي نشان، تون سڀ جو نشان. (قليچ)

صوفين جو عقيدو آهي ته هر هنڌ انهيءَ حبيب جو جلوو آهي. حافظ چوي ٿو:

در عشق خانقاه و خرابات فرق نيست
هرجا که هست پرتوي روئي حبيب است. (حافظ)

ميان علي محمد قادري اهو راز هيٺن ٿو سلي:

رهين مخفي ٿو نفسن ۾ تون ليڪن
ڏسان جاڏي ته تون نروار هي جا. (قادري)

جي مسجد ۾ هو آهي ته مندر ۽ ڪليسا ۾ به انهيءَ جو جلوو آهي عشق مسجد ۽ مندر جي تفرقي کان مٿي آهي. حافظ چوي ٿو:

همه کس طالبِ یار اند چه هوشیار چه مست
همه جا خانهٔ عشق است چه مسجد چه کنشت

انهيءَ خيال کي ميان علي محمد قادري ۽ ليکراج هيئن ورجائين ٿا.

١- مڙهيءَ مسجد ۽ ديول بتڪده ۾
ڏام جلوو رخِ دلدار هي ڇا. (قادري)

٢- بتخانن ۾، مسجد ۾، ڪليسا ۾، حرم ۾
ٿي جلوه‌گهِ يار ڪٿي ڪٿي ڪٿي. (ليکراج عزيز)

انسان کي سڀ سان صلح ۾ رهڻ کپي، اهو ئي الله جي وصل جو رستو آهي. ان خيال کي حافظ هيئن ٿو بيان ڪري:

حافظ گر وصل خواهي صلح کن با خاص و عام
با مسلمان الله الله بـــا بـــرهمن رام رام (حافظ)

هدايت علي نجفي جي واتان ساڳي ڳالهه هنن لفظن ۾ ٿي بيان ٿئي-

نجفي ٿـو صلح ڪل جڳائي جهان ۾
مسلم سان السلام ته هندو سان رام‌رام. (نجفي)

سانگي چئي ٿو:

حضرتِ عشق کي امام ڪيم
بتِ ڪافر کي رام رام ڪيم. (سانگي)

مٿي جيڪي مثال بيان ڪيا ويا آهن تن مان اها ڳالهه صاف ظاهر آهي ته سنڌ جي غزل‌گو شاعرن جي خيالن تي ايران جي شاعرن جو نهايت گهڻو اثر آهي ۽ سنڌي غزل‌گو شاعرن نهايت چابڪدستيءَ سان پارسي خيالن کي پنهنجن غزلن جي زينت بنايو آهي، اهڙي روش کي ترجمو، سرقو يا توارد چئجي ته ڪا غلط ڳالهه نه آهي.

## غزلن جا ترجما:

سنڌ جي غزل‌گو شاعرن جي ديوانن ڦولهڻ سان پتو پوي ٿو ته هنن نه صرف خال‌خال شعرن بلڪه ڪيترن مڪمل غزلن جا ترجما ڪري پنهنجي ديوانن ۾ داخل ڪري ڇڏيا آهن. امير خسرو جو هي غزل:

١- کافرِ عشقم مسلماني مرا درکار نيست
هر رگِ من تار گشته حاجتِ زنار نيست.

٢- ما غريبان را تماشائي چمن درکار نيست
داغهائي سينهء ما کمتر از گلزار نيست.
٣- شاد باش اي دل که فردا برسر بازارعشق
وعدهء قتل ست گرچه وعدهء ديدار نيست.
٤- ناخدا درکشتيء ما گر نباشد گو مباش
ما خدا داريم مارا ناخدا درکار نيست.
٥- خلق مي گويد که خسرو بت پرستي ميکند
آري آري ميکنم با خلق و عالم کارنيست.(١)

مرزا قليچ بيگ انهيءَ غزل جو هيٺين ترجمو ڪيو آهي:

١- ڪافر آهيان عشق جو، سون ڪي مسلماني ڪان آهه عار
پيو ڪبو چا، ٿيو جٽيو جڏهن منهنجي رڳ رڳ وار وار.
٢- آءٌ تون سيرانديءَ ڪان منهنجي وچ هليو اي چمن طبيب
عشق جي بيمار جو، ديدار تي آهي مدار.
٣- باغ جو سير ۽ تماشو ناهي عاشق کي ضرور
آهن ان لاءِ داغ ان جي سيني جا باغ ۽ بهار.
٤- خوش ٿي اي دل جو سڀاڻي عشق جي بازار ۾
آهي وعدو قتل جو، ديدار لاءِ ٿيج جان نثار.
٥- ناخدا پيڙيءَ اسانجيءَ جو نه هوندو جي ته ڇا
ناخدا تي ناهه، پنهنجو ٿيو خدا تي اعتبار.
٦- خلق چئي، "خسرو" ڪري ٿو بت پرستي اي قليچ
ٿو ڪري پيشڪ پر از، جو خلق تي ٿيو ڪهڙو بار.(٢)

آخوند فقيرمحمد عاجز حيدرآبادي مير عبدالحسين سانگيءَ جي همعصرن مان هو ۽ صاحبِ ديوان آهي. سندس ديوان جي مطالعي مان پتو پوي ٿو ته هن ڪيترن پارسي شاعرن جي غزلن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو سندس غزلن لاءِ چوي ٿو، "سندس ڪلام گهڻو

(١) مولوي محمد ابراهيم بن شهاب الدين (مرتب)، چمن بي نظير، مطبع منشي نولڪشور، ص ١٦.
(٢) قليچ بيگ مرزا "ديوانِ قليچ"، سنڌي ادبي بورڊ، ص ١٢١.

ڪري سورو ڀارسي شاعرن جي غزلن جو تتبع ڪيل آهي"(۱) ۽ محبوب علي چنا ڇوي ٿو، " ان صاحب جي ديوان ۾ گهڻا غزل"ديو ن حافظ" جي غزلن جو ترجمو ۽ تتبع آهن.(۲)

حافظ جي مشهور غزل "سيه چشمانِ ڪشميري و ترڪانِ سمرقندي" جا ڪجهه شعر ۽ عاجز جو ڪيل ترجمو پيش ڪجي ٿو:

۱- سحر با باد مي گفتم حديثِ آرزو مندي
خطاب آمد ڪه واثق شو بالطاف خداوندي.

۲- قلم را آن زبان نبود ڪه سرِ عشق گويد باز
وراي حد تقرير است شرحِ آرزومندي.

۳- همائي چون تو عالي قدر و مهرِ استخوان تاڪي
دريغ اين سايئه دولت ڪه بر نا اهل افگندي.

۴- ز شعرِ حافظِ شيراز مي گويند و مي رقصند
سيه چشمانِ ڪشميري و تـرڪانِ سمرقندي.

فقير محمد 'عاجز' جو ترجمو ملاحظه ڪريو:

۱. صبا سان مون صبح جو ڪيو ڪلام آرزومندي
حڪم ڪيائين ته محڪم ٿي بالطاف خداوندي.

۲- قلم کي ناهه ڪا طاقت ته سوسن جان زبان کولي
ٻهر تقرير کان آهـي بـيانِ آرزومندي.

۳- هما تون اوج جو آهين هڏيجي هير ڇا کون ڪيئه
عجب جو سايو دولت جو مٿي نا اهل افگندي.

۴- سنڌ ۾ هي شعر اي عاجز ٿا ڳائن ۽ پڙهن پيرتان
هي مهرو سنڌ ۽ هند جا ۽ سهڻا هي سمرقندي.(۳)

—

هدايت علي 'نجفي' ڪيترن ڀارسي شاعرن جي غزلن جو ترجمو ڪري پنهنجي ڪتاب "برهه جي بندي" ۾ شامل ڪري ڇڏيا آهن. حافـظ جي

(۱) جوڻيجو عبدالجبار "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"، پرفيڪٽ پرنٽرس، حيدرآباد، ۱۹۷۳ع، ص ۲۰۸.
(۲) محبوب علي چنا "ڪليات امين"، سنڌي ادبي بورڊ، ۱۹۶۶ع، ص ۲۴۶.
(۳) "ديوانِ عاجز" قلمي، ملڪيت احمدعلي قريشي، حيدرآباد.

مشهور غزل "ساقيا برخيز و درده جام را" ۽ تنجفي جو ڪيل انجو سنڌي ترجمو ملاحظہ فرمايو:

ساقيا برخيز و درده جام را
خاک بر سر کن غم ايام را.

—

ساغر مي برکفم نه تا ز بر
برکشم اين دلق ارزق فام را.

—

گرچہ بدناميست نزد عاقلان
ما نمي خواهيم ننگ و نام را.

—

دود آه سينهٔ نالان من
سوخت اين افسردگان خام را.

—

محرم راز دل شيدائي خود
کس نمي بينم ز خاص و عام را.

—

با دلارامي مرا خاطر خوشست
کز دلم يکباره برد آرام را.

—

صبر کن حافظ بسختي روز شب
عاقبت روزي ميابي کام را. (حافظ شيرازي)

—

سنڌي ترجمو۔

ساقيا اٿ ڏي پري مي جام کي
ڏور ڪر وجهه تون غم ايام کي.

—

مي جو پيالو منهنجي هٿ ۾ ڏي نئون
گودڙي لاهيان سان ارزق فام کي.

—

لسو تي بدنامي آ ڏاهن وٽ اها
تہ بہ کهرون ٿا ڪين ننگ و نام کي.

—

دود آهي سينهٔ سوزان سندو
ساڙيو جنهن افسردگانِ خام کي.

—

پنهنجي دل عاشق جو محرم راز ڪو
ٿو ڏسان مون ڪونہ خاص و عام کي.

—

ساڻ دل آرام هڪ، دل خوش ٿيم
دل، ڪان جنهن هڪ وار نيو آرام کي.

—

ماٺ ڪر تارڪ توڙن ڏک ۾ رات ڏينهن
عاقبت هڪ ڏينهن لهندين ڪام کي. (۱)

—

## ايراني ماحول:

ماحول مان مراد زندگي ۽ زندگيءَ سان واسطو رکندڙ روزمره جي اهي ڳالهيون آهن جن ۾ هڪ انسان گذاري ٿو. مثال طور گرم ملڪ جو ماحول پنهنجو ٿو ٿئي ۽ سرد ملڪن جو ماحول پنهنجو ٿو ٿئي. گرم ملڪ جو ماڻهو گرميءَ کان بچڻ لاءِ ڪشادا، سوٽي ۽ سنها ڪپڙا پهري ٿو. انهيءَ جي بجاءِ سرد ملڪ جو ماڻهو سرديءَ کان بچڻ لاءِ تنگ، اوني ۽ ٿلها ڪپڙا پائي ٿو. گرم ملڪ جو ماڻهو سرد مشروبات استعمال ڪري ٿو ۽ سرد ملڪ جو ماڻهو پاڻ کي گرم رکڻ لاءِ گرم شيون استعمان ڪري ٿو.

(۱) هدايت علي نجفي "برهہ جي بندي" (قلمي)، ملڪيت نواز علي شوق، ڪراچي.

گرم ملڪ جو ماڻهو ٻڪي ۽ ايئرڪنڊيشنر جي ضرورت محسوس ڪري ٿو، ان جي ڀيٽ ۾ سرد ملڪ جو ماڻهو باهه ۽ هيٽر جي تمنا ڪري ٿو. ايراني ماحول مان مراد اهو ماحول آهي جنهن ۾ هڪ ايراني زندگي گذاري ٿو. هو اک کولي ٿو ته هن جي ڪن تي قمري جي ڪوڪ ۽ بلبل جي فغان پهچي ٿي. هو ٻاهر نڪري ٿو ته هر طرف سبزه زار آهي، سرو ۽ شمشاد جا بلند و بالا درخت ڪنڌ اوچو ڪيو آسمان سان سرگوشي ٿا ڪن. هرهنڌ باغ و بهار لڳو پيو آهي. ڪٿي سنبل آهي ته ڪٿي سوسن آهي جي محبوب جي زلفن وانگر پيچ پيا کائن. ڪٿي لاله آهي جنهن جو پيالو شبنم جي شراب پُر ڪري چڙهيو آهي. ڪٿي نرگس آهي جا ڪنهن گلرخ جي چشم نيم خوابيءَ وانگر ناز سان پئي نهاري. شام ٿئي ٿي ته چنگ و رباب جا سريلا آواز اچڻ شروع ٿا ٿين. ڪافوري شمعون روشن ٿي وڃن ٿيون، جن تي ڪيترا پروانا جان قربان ڪرڻ پيا اچن. ميخاني جي هڪڙي ڪنڊ ۾ پير مغان الوٽ اکيون پوريون پنهنجن خيالن ۾ گم ويٺو آهي، ٻئي طرف خوبصورت ترڪ ڇوڪرا حاضر بيٺا آهن. سرو قد ساقي جي هڪ هٿ ۾ خمدار صراحي ۽ ٻئي هٿ ۾ بلوري جام آهي. مي نوش ۽ رند هڪ ٻئي جي پٺيان اچي رهيا آهن. ساقي پنهنجي مهرباني مطابق ڪنهن کي گهٽ ۽ ڪنهن کي وڌ شراب ٿو ڏئي. ڪنهن جي هٿ ۾ خالي جام آهي ۽ ڪنهن جو پيمانو پُر آهي. اهو آهي اهو ماحول جيڪو ايراني شاعرن پنهنجي شاعريءَ ۾ چٽيو آهي. ايران جي شاعري جڏهن سنڌ ۾ پير پاتو تڏهن سمورو ايراني ماحول به پاڻ سان کنيون آئي. سنڌ جو شاعر هڪ انهيءَ زاهد وانگر جيڪو هڪ خستہ ۽ پڪل ننڍل خانقاه ۾ رهندي جنت ۽ بهشت جي باغن، شراباً طهورا ۽ حورن ۽ غلمانن جي خيالن ۾ گم هجن، ايراني شاعريءَ جا اهي سبز باغ ۽ دلفريب دلبر ڏسي، ان ۾ ايترو گم ٿي ويو جو ان کي جنتِ ارضي سمجهي ساڳيا گيت ڳائڻ لڳو. ايراني ماحول جو ان تي ايترو نشو چڙهيو جو هو پنهنجو سڀڪجهه وساري ويٺو. سڄي عمر ايران جي گهٽين ۾ رلندو ۽ ميخانن ۾ مي جا جام تي جام چاڙهيندو رهيو.

## باغ و بهار:

ايران جي شاعرن پنهنجي ماحول کان متاثر ٿي پنهنجي باغ و بهار ۽ گل و گلزار جي منظر نگاريءَ ۾ جادوگريءَ کان ڪم ورتو آهي. شداد هن زمين تي جيڪو بهشت بنايو هئو اهو ته گم ٿي ويو، مگر ايراني شاعرن

جي لفظن جيڪا جنت جوڙي آهي اها اها قائم آهي. سنڌ جي غزلگو شاعرن به پنهنجي ڪلام ۾ اهو ڪجهه بيان ڪيو جيڪي هنن پنهنجي آسپاس اکين سان نه ڏٺو آهي بلڪ ايراني شاعرن جي واتان ٻڌو ۽ پنهنجي تصور ۾ ڏٺو آهي. شيخ فريدالدين عطار ايران جي بهار جو نقشو سادن لفظن ۾ هيئن ٺو چٽي:

۱- بادِ شمال مي رسد جلوه نسترن نگر
وقتِ سحر زعشقِ گل، بلبلِ نعره زن نگر.

۲- سبزه تازه روي را نو خطِ جويبار بين
لاله سرخ روي را سوخته‌دل چون من نگر.

۳- خيريِ سرفگنده را در غمِ عمر رفته بين
سنبلِ شاخ شاخ را مروحهِ چمن نگر.

۴- ياسمين لطيف را همچو عروس بکر بين
باد مشاطه فعل را جلوه گرِ سمن نگر.

۵- نرگس نيم مست را عاشق زرد روي بين
سوسنِ شيرخوار را آمده در سخن نگر.

۶- لعبتِ شاخِ ارغوان طفل زبان‌کشاده بين
ناوکيِ چرخِ گلستان غنچه بي‌دهان نگر.

۷- تا گلِ پادشاه وش تخت نهاد در چمن
لشکريانِ باغ را خيمه نسترن نگر.

۸- اين که گذشت وقتِ گل سري چمن نگاه کن
روح نصيب صبح بين ابر گلاب‌زن نگر.(۱)

امير خسرو وري بهار جو نقشو هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي:

۱- صبا را گاه آي آمد که راهِ بوستان گيرد
زمين را سبزه در ديبا و گل را پرنيان گيرد.

۲- جهد از چشمه موجِ آب و لرزان در زمين افتد
زند بر لاله بادِ تند و آتش در زبان گيرد.

---

(۱) رضا زاده شائق "تاريخ ادبيات ايران"، مطبع وزارت فرهنگ و ايران، ص ۱۲۹.

۳- تماشا کن که چون بگرفت لاله کوه را دامن
کسي کو تيغ بي موجب کشد خونش چنان گيرد.

۴- ز يادِ غنچهء مرغان را نوابسته شود تا گل
بسازد پرده نوروز و بلبل خود همان گيرد.(۱)

هنن پنهي پارسي غزلن ۾ بادِ شمال جي گهلڻ، صبح جي وقت گلن کي ڏسي بلبلن جي نغمه زن ٿيڻ، لاله، خوري، سنبل، ياسمن، نرگس، سوسن، نسترن گلن جي ٽڙڻ ۽ ڪڪرن جي بوند وسائڻ جو منظر پيش ڪيو ويو آهي. هاڻي ڏسو ته سنڌ جو شاعر جڏهن بهار جو نقشو ٿو ڪڍي ته بلڪل انهن ساڳين شين جو ذڪر ٿو ڪري. ڪيس پنهنجي وطن جي ڪنهن به شئي ۾ بهار جو منظر نظر نٿو اچي ۽ نه ڪيس انب پوکيل نظار اچن ٿا، نه نمن جو ٻور ٿو ڏسڻ ۾ اچي، نه ڪيس وطن جي لين ۽ لاڻن جي لالائي ڏسڻ ۾ ٿي اچي، نه ڪيس ڏانگڙ ۽ موتئي جي خوشبوئي ياد ٿي اچي. هو پرائي بهار ۾ پنهنجو دامن چاڪ ڪيو ڇرين وانگر وڦلندو ڏسڻ ۾ ٿو اچي.

هدايت علي نجفي بهار جو منظر هيٺن ٿو پيش ڪري:

۱- صبا پيغام پهچايو، بهار آيـو بهار آيـو
ٿيو خوش من ٻڌي رايو بهار آيو بهار آيـو

۲- برن باغن ۾ گلزاري اچي هر جاء هڪاري
چوي هرڪو هوا کايو بهار آيـو بهار آيو.

۳- تذرو، طوطي و صلصل مثيِ گل گل مثل بلبل
ويٺا هن لات هيءَ لايو بهار آيـو بهار آيو.

۴- نسيمِ صبح کان ڏنڪسر رهن جنبش ۾ برگ و بر
اشاري سرو جو سايو بهار آيـو بهار آيـو.

۵- ڏسي نشوونما گلشن وري کولي زبان سوسن
چئي نرگس کي جاڳايو بهار آيـو بهار آيو.

٦- گلاب ۽ ياسمن نسرين رياحين سنبل ۽ سوسن
چوي سر نازپو نايـو بهار آيو بهار آيـو.

---

(۱) رضا زاده شفق، "تاريخ ادبيات ايران"، مطبع وزارتِ فرهنگ ايران، ص ۳۰۵.

٧- معطر ٿيو دماغ۽ جان، سنگهي گلدستهٔ ريحان
ٻٽي ٻٽڪي ۾ گل ڀايو بهار آيو بهار آيو.

٨- ڪٿي مينا غزلخوان باغ ۾ نجفي ڇوي رقصان
بهار آيو بهار آيو، بهار آيو بهار آيو.(١)

حضرت عطار ۽ امير خسرو پنهنجن غزلن ۾ جن گلن ڪي وساري ويا آهن، نجفي انهن جو به ذڪر ڪيو آهي. جهڙوڪ گلاب، نسرين، ريحان. مٿين ٻن شاعرن سرو جو بيان نه ڪيو آهي، پر نجفي ان ڪي به نه وساريو آهي، بلڪه ايران جي پکين تذرو، طوطي ۽ صلصل کي به گيت ڳائيندو ڏيکاريو اٿائين. هاڻي وري اچو ته ڏسون ته محمد بخش واصف سنڌ جي حيدرآباد شهر ۾ ويهي ڪهڙي بهار جو منظر ٿو چٽي:

١- پرده گل ۾ اي دل ڏس روهه خندان بهار
صورت سنبل ۾ ڏس زلف پريشان بهار.

٢- باغ ۾ ڪهڙي تڪلف سان نه سامان بهار
فرش سبزه جو وڇايل گل چراغان بهار.

٣- نغمهٔ بلبل نه آهي پر دعائن جي صدا
برگ گل رنگيـ زبان آهي ثنا خوان بهار.

٤- داغ دل ۾ لاله جي گل چاڪ پيراهن ڪيو
فتنه‌خيز آئـي نظر چـا چشم فتان بهار.

٥- سرو قد، گل آهه رخ، خط ناز جو، سنبل هي زلف
ڪهڙا ڪاريگر نه آهن، نقشبندان بهار.

٦- طائران باغ، هڪ واصف نه آهن نغمه سنج
پيا پڙهون، شاعر آسين ٻڌ خوب ديوان بهار.(٢)

حضرت "واصف" به ايران جي بهار جو ساڳيو نجفي وارو نظارو بيان ڪيو آهي، رڳو قافين ۽ لفظن جي ڦيرگهير آهي. پيا ته ڇڏيو پر خليفو گل جنهن جي غزلن ۾ نج سنڌي ٻوليءَ جي جهونگار ۽ پنهنجي وطن جي ماحول جي ڪهڙي قدر عڪاسي ڪئي، اهو به جڏهن ٿر ۾ بهار جو نقشو

(١) "ديوان نجفي"، ڇاپايل پوڪرداس شڪارپور، ١٩٢٢ع، ص ١٠٦.
(٢) "ديوان واصف"، ڇاپايل پوڪرداس، شڪارپور.

جنهن ٿو ته ڪيس ڦر جي پٽن ۽ واريءَ جـي ڍڳن ۾ ايرانـي گل زعفران، سنبل ۽ نرگس نڪوڙيل ڏسڻ ۾ اچن ٿا. چوي ٿو:

ڪيا منڊل برسات بـرسي گل نڪوڙيا پولن مٿي
زعفران و سنبل و نرگس ڪليا ۽ ڪنڌهار. (١) (گل)

## خــزان:

جتي سنڌ جي شاعرن پنهنجي غزلن ۾ جڏهن بهار جـو ذڪر ڪيو آهي تڏهن سمورو ماحول ايران جي باغن ۽ بستانن جو بيان ڪيو آهي جو انهن جو ذهن بهاريہ غزلن جـي مطالعي سان، مرغ بلڪ سيمرغ وانگر اڏامي انهن ايران جي باغن جـي فرحت بخش نظارن کان مسرت حاصل ڪري ٿو. اتي ڪيترن سنڌ جي شاعـرن جڏهن بهار کان پوءِ خــزان جي آمد جـي منظر نگاري ڪئي آهي ته ساڳيا ايران جا باغ بستان، گل ۽ گلستان اجڙيل بيان ڪيا اٿائون. ان کان اول جو ڪنهن سنڌي شاعر جو خزان بابت غزل بيان ڪجي. رودڪي پارسي شاعري جي.ابـي جا خــزان بابت ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا:

١- ڪوه ديگر ڪوه سيمين گشت و زرين شد چمن
آب ديگر بـاره روشن گشت و تيره شد هوا.

(جبل پيهر (برف سبب) چانديءَ جهڙو ٿي ويو ۽ باغ (پيلن پنن سبب) سونهري ٿي پيو).

٢- گشت خامش فاختہ تـــا شد چمن پرداختہ
گشت بلبل بي نوا، تا بوستان شد بي نــوا.

(ڳيرا ماٺ ٿي ويا، چمن انهن کان خالي ٿي ويو، بلبل جـو آواز خاموش ٿي ويو جو باغ ۾ پڳڪو ٿي ڪونهي.)

٣- نار چون بر حقهٔ زريـــن نگين هائي عقيق
سيب چون بـر چهرهِ سيمين نشانهائي بڪاه.

(ڏاڙهون ائين ٿي ويا جڻ سوني حقي جـي مٿان عقيق جا ٻـڙا، ۽ صوف ائين ٿي ويا جيئن ڪنهن چانديءَ جهڙي چهري تي غــم جــا نشان يعني اهي بي‌رنگ ٿي ويا).

---

(١) گل محمد خليفو" ديوان گل"، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد، ١٩٣٣ع ص ٦٨.

٤- بادِ سرد آمد چو آهِ عاشقان هنگامِ صبح
بانگِ زاغ آمد چو از معشوق پيغامِ جفا.(١)

(سرد هوا اهڙي آئي جهڙي آه جيڪا عاشق صبح جي وقت ڪڍندا آهن ڪانون جو آواز اهڙو آيو ڄڻ ڪنهن معشوق وٽان جفا جو پيغام اچي پهتو).

هاڻي ڏسو سنڌ جي هڪ ممتاز شاعر غلام مرتضيٰ شاهه 'مرتضائي' خزان جو نقشو پنهنجي غزل ۾ ڪيئن بيان ڪيو آهي ۽ ڪهڙو ماحول چٽيو آهي:

١- وريو زمستان، سڙيو گلستان، اتر نمايان ڏريو اڀايو
درخت عريان، بمثل مستان، برگ ريزان، ڇريو ڇوايو.

٢- خراب ٿيا گل، سڙي ويا سنبل، تنوار بلبل نه آهه بلڪل
چمن جي محفل، چليو تجمل، بشور غافل، لڏيو لڏايو.

٣- گلن جو لشڪر، نه ٿيو مظفر، انهي مبارز، اڳيان غضنفر
اتر سڪندر، مثل لشانبر، پتا صنوبر جا ڪوٺي آيو.

٤- بفوج شبنم، شڪست از غم، رسيد موسم، خزان اعظم
بمثل حاڪم ظلام ظالم، وراڻـــي عالم جهان ڏپايو.

٥- بلادِ افغان و هم خراسان، برف و باران، پريا بيڪسان
سمور خندان، هزار گريان، پکين پريشان پتو وڃايو.

٦- گلن جي هستي، ڦلن جي مستي، وڻن جي وستي، سڀ ئي شڪستي
آلن کي مستي، ڇرين کي خستي، حڪم السّتي، هي لاهه لاهيو.

٧- رکي سوائي، اي مرتضائي، بشعر شاهي، ولي گدائي
جواب يائي لطيف آئي، نه ٿي کي ڪائي، مجال مايو.(٢)

پنهي غزلن کي پيٽي ڏسبو ته پنهي ۾ گهٽيون ساڳيون ڳالهيون نظر اينديون. رودڪي چوي ٿو بادِ سرد آمد، مرتضائي چوي ٿو وريو زمستان (سيارو) ۽ اتر سڪندر آيو (يعني اتر جي هوا گهلڻ لڳي). رودڪي چوي ٿو ڪوهه ديگر سيمين شد (يعني برف پوڻ لڳي). مرتضائي چوي ٿو ته برف باري ان پرايو

---

(١) "شعرالعجم" حصو پهريون، ڇاپو چوٿون، سال ١٩٤٠ع، ص ٣٧.
(٢) "ديوان مرتضائي" (قلمي) سنڌي ادبي بورڊ.

يڪسان. رودڪي چوي ٿو زرين شد چمن (وڻن جا پن ڇڻيا) مرتضائي ٿو چوي درخت عريان برگ ريزان. رودڪي چوي ٿو گشت خاش فاخته ۽ گشت بلبل بي نوا (پکي ماٺ ٿي ويا) مرتضائي چوي ٿو تنوار بلبل نه آهي بالڪل. رودڪي ڏاڙهون (انار) ۽ سيب جي ڪومائجڻ جو ذڪر ڪري ٿو، مرتضائي وري چوي ٿو خراب ٿيا گل سڙي ويا سنبل مطلب ته مرتضائي اهو ئي ماحول قائم رکيو آهي جنهن‌جو بيان رودڪي ڪيو آهي.

## گل ۽ بلبل :

ايراني شاعرن جا ديوان، گل ۽ بلبل جي ذڪر سان ڀريا پيا آهن. سنڌي ديوان جو ڪو اهڙو غزل نه هوندو جنهن جي ڪنهن شعر ۾ گل ۽ بلبل کي ياد نه ڪيو ويو هوندو. ايراني شاعرن گل ۽ بلبل کي پڻ نمونن ۾ ڳايو آهي. هڪ عام رواجي طرح يعني بهار جي ماحول سان واسطو رکندڙ شين جي حيثيت ۾ جڏهن گل ۽ بلبل کي ڏسي کين پنهنجو محبوب ٿو ياد اچي يا گل جي سونهن ۽ فنا کي ڏسي کين زندگيءَ جي بي ثباتي ياد ٿي اچي. ٻيو گل ۽ بلبل کي هنن معشوقن ۽ عاشقن جو اهڃاڻ، علامت يا Symbol ڪري بيان ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح جهڙيءَ طرح هنن شمع ۽ پرواني کي معشوق ۽ عاشق جي علامت ڪري پيش ڪيو آهي. گل ۽ بلبل ۽ شمع ۽ پرواني جي پردي ۾ هنن عشق ۽ محبت جا سمورا معاملا نهايت لطيف ۽ دلفريب نموني بيان ڪيا آهن. ڪڏهن بلبل گل جي وڇوڙي سبب روڄ راڙي ۾ آهي ۽ غم کان سندس دل پرزا پرزا آهي؛ ڪڏهن گل جي وصل سبب خوشيءَ کان ڪپڙن ۾ نٿي ماپي. ڪڏهن گل بلبل تي مهربان آهي ۽ ڪڏهن بلبل کان دور رهڻ ٿو چاهي. مطلب ته عشق محبت جون سموريون وارداتون گل ۽ بلبل جي علامتن ۾ بيان ڪيون ويون آهن. گل ۽ بلبل سان گڏ هنن گلستان جون ٻه ٻيون علامتون به بيان ڪيون آهن، جن مان هڪ خار آهي جنهن‌کي رقيب جو درجو حاصل آهي، جنهن‌تي بلبل انهيءَ ڪري ناراض آهي جو گل ان کي پنهنجي پهلو ۾ جاءِ ڏني آهي ۽ جيڪو بلبل ۽ گل جي وصل ۾ وڏي روڪ ۽ رنڊڪ آهي.

ٻيو آهي صياد، جيڪو بلبل جو جاني دشمن آهي، جنهن کي بلبل جو وجود ئي ناپسند آهي تنهن ڪري جڏهن به ان کي موقعو ملي ٿو ته بلبل کي قفس ۾ قيد ڪري ٿو ڇڏي، جتي بلبل پنهنجي آزاديءَ ۽ گل جي ديدار کان محروم آه و فغان ۾ مشغول آهي.

ايراني شاعرن ڪڏهن ڪڏهن برف ۽ بجلي جو به ذڪر ڪيو آهي جيڪي مسڪين بلبل جي آشياني جلائڻ لاءِ منتظر آهن.

سنڌ جي غزل گو شاعرن جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هنن فرمانبردار شاگردن وانگر ايراني شاعرن جي نقشِ قدم تـي هلڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ انهن جي هِدايـت پيچري کان هڪ پير به هيڏي هوڏي نه ڪيو آهي.

پارسي شاعرن گل ۽ بلبل جي محبت جي رشتي کي هن انداز ۾ بيان ڪيو آهي:

غني ڪشميري چوي ٿو:

هر رگِ گل رشتهٔ پا شد به پائي عندليب
دامِ ديگر نيست حاجت از برائي عندليب. (غني)(١)

۽ ظهير فاريابي چوي ٿو:

تاريست محبت نشد از حادثهٔ گل
محڪم شده از دوِرِ ازل بر رگِ بلبل. (ظهير فاريابي)

۽ سنڌ جي شاعرن به گل ۽ بلبل جـي محبت کي ساڳئي انداز ۾ بيان ڪيو آهي. ميان غلام سرور 'فقير' چوي ٿو:

اسير گل جي محبت ڪيو هيو بلبل
وگرنه دام ڪٿي، مان ڪٿي، ڪٿي صياد. (فقير)

بلبل گل جي عشق ۾ گرفتار آهـي، شاعر پنهنجي محبوب جي محبت ۾ قيد آهي. محبوبن جو ڪم جور و جفا ۽ عاشقن جو ڪم روڄ ۽ راڙو. شيخ سعدي ۽ حافظ شيرازي پنهنجي همنوا بلبل کي سڏي گڏجي آه و زاري ڪرڻ لاءِ هيئن دعوت ڏين ٿا:

اي بلبل اگر نالي، من با تو هم آوازم
تو عشق گل داري، من عشقِ گل اندامي. (سعدي)

۽ حافظ شيرازي چوي ٿو-

بنال اي بلبل اگر منت سرِ ياري است
ڪه ما دو عاشقِ زاريم و ڪارِ ما زاري. (حافظ)

سنڌ جي غزل گو شاعرن به بلبل سان گڏجي آه و فغان ڪئي آهي.

---

(١) "ديوان غني" (ڪاشميري)، منشي نولڪشور ڪانپور.

ميان غلام سرور 'فقير' چوي ٿو:

گل کان گلا آ توکي مون رشڪ گل کان آهه
گلشن ۾ ويهه گلن جي پڻون بلبلا نصيب. (فقير)

مرزا مددعلي بيگ ساڳئي ماجرا هيئن بيان ٿو ڪري:

مون کي ٿيو عشق رشڪ گل ۽ هن کي دردِ گل آهي
جي ڪجهه آهي ته بلبل آهي يارو همنوا منهنجي.
(مرزا مدد)

گدا پاڻ کي بلبل سان ڀيٽ ڏئي چوي ٿو:

بلبل جي صفت باغ ۾ آهه آهيان فغاني
فرياد سڻي، اي گل، ڀر خار رحم ڪر. (گدا)

۽ مير عبدالحسين سانگي به بلبل کي نالان ڏسي ان سان گڏ آه و فغان ڪرڻ شروع ٿو ڪري:

مون به ڀڏندي ساڻ، سي آغاز ڪيا آه و فغان
دل اٿي وٺي منهنجي ڀڏندي ساڻ تانِ عندليب. (سانگي)

۽ وري چوي ٿو:

هم صفيرانِ چمن اڳ ڪيترا هوندا هاڻ
هڪڙو بس سانگي ٿو ڏسجي همزبانِ عندليب. (سانگي)

پارسي شاعرن گل کي ٻن خاص صفتن سان نوازيو آهي. هڪ پنهنجي حسن تي نازان رهڻ ۽ ٻيو عاشق جي حال کان ڪڏهن بيخبر رهڻ ۽ ڪڏهن ان تي جور و جفا ڪرڻ. امير خسرو گل جي انهن صفتن جو بيان ڪندي چوي ٿو:

گل چه داند که دردِ بلبل چيست
او همين کارِ رنگ و بو داند. (خسرو)

حافظ شيرازي چوي ٿو:

ذکرِ بلبل همه آنست که گل شد يارش
گل در انديشه که چون عشوه کند کارش. (حافظ)

عماد فقيه گل جي بلبل سان وفا جي اميد ۽ بلبل جي لا پرواهيءَ ؛

بيوفائيءَ جو نقشو هيئن چٽيو آهي ته گل ڇاڪاڻ ته بازاري سهڻو آهي تنهن ڪري وفا نٿو ڪري:

اميد بلبلِ بيدل از گل وفادار نيست
ولي وفا نه‌کند شاهدي که بازاريست.

بلبل جي مظلوم حالت ۽ رسوائي جو سبب محمد هاشم مخلص گل کي لهرائي ڇوي ٿو:

ڪيئن نالش بلبل ٿيو عبث خلق ۾ بدنام
اي يار پڇو گل کان سبب جامه‌دري جو. (مخلص)

گل پنهنجي ناز و ادا ۾ مشغول، پنهنجي عاشق جي حال کان بي خبر پنهنجي مستيءَ ۾ مست آهي. شمس‌الدين ’بلبل‘ بلبل جو حال زار ڏسي گل کي سمجهائيندي چوي ٿو:

پنهنجي عاشق جي عيادت‌ڪر ته ڪڏهين اي عجيب
فاتحه گل پــي پڙهن ٿــا بلبلِ بيمار تــي. (بلبل)

مير عبدالحسين سانگي کي باغ ۾ بلبل جو لاش نظر ٿو اچي تڏهن سندس وات مان بلبل جي وفا تي شاباس نڪري وڃي ٿــي ۽ چوي ٿو ته هي انهن وفادارن مان آهي جيڪي مرڻ کان پوءِ به وفادار رهن ٿا.

باغ ۾ لاشهٔ بلبل کي ڏسي، شاباس چيم
بعد مردن به هي قربانِ گلستان آهي. (سانگي)

جتي محبوب آهي اتي رقيب آهي ۽ جتي گل آهي اتــي خار آهي، گل خار سان خوش آهي، بلبل کي انهيءَ جو ڏاڍو ڏک آهي. عاشق جــي دل اهو ڪٿي چاهيندي ته سندس محبوب جــي پهلو ۾ هن کان سواءِ ڪو پيو هجي. انهيءَ معاملي‌کي ظهير فاريابي نهايت عمدي نموني بيان ڪيو آهي:

خار خارِ حسرت ديگر بود بر بلبلي
هر سرِ خاريکه مي بيند بپائي هرگلي. (ظهير فاريابي)(١)

شيخ سعدي خــار کــي رقيب سان ۽ پنهنجي محبوب کي گل سان پيٽ ڏئي خار سان بلبل جي رقابت جــي قصي کي واضح نه‌ولي بيان ڪيو آهــي:

---

(١) ”ديوان ظهير فاريابي“ مطبع منشي نولڪشور ڪانپور.

صبر بر جورِ رقيبت چہ کنم گر نہ کنند
همه دانند کہ در صحبتِ گل خاري است.

انهيءَ ساڳي حقيقت جو اظهار ميان غلام سرور 'فقير' هيئن ٿو ڪري:

رهي گل خار سان خوش ۽ ٻڌي بلبل مٺو ٻنهنجو
ڏٺا مون حسن وارا جڳ جا ڪل ئي امتيازيءَ ۾.

ميان علي محمد قادري خار کي گل جي پهلو ۾ ڏسي بلبل جي جذبن جي ترجماني ڪندي چوي ٿو:

خار بلبل کي اکن ۾ ٿو ڪري گل پيدا
هــاءِ پهلو ۾ ڪيو پنهنجي گل خار پسند. (قادري)

شمس الدين بلبل انهيءَ معاملي کي وري نئين انداز ۾ پيش ٿو ڪري. بلبل باغبان کان انهيءَ جو تعبير ٿي پڇي تہ خار گل جو همنشين ڇا جي ڪري آهي.

اهــو تہ بلبل کي باغبان ڏسج تعبير
هاءِ پهلو ۾ ڪيو پنهنجي جو گل خار پسند. (بلبل)

صياد بلبل جو ازل کان ويري، هٿ ۾ قفس کنيون ڦرندو ٿو وتي. بلبل گل جي عشق ۾ مست، سندس حسن جي مدح سرائــي ۾ مگن، دنيا و ما فيها کان بيخبر آهي. صياد کيس پڪڙي قفس ۾ وجهي ٿو. قفس ۾ قيد ٿيڻ واري ماجرا کي شاعرن هزارن نمونن سان بيان ڪيو آهي. بلبل جــي گل کان دور قفس ۾ ڪسمپرسيءَ جــي حالت ۾ صياد جــي ظلمن جــو بيان ظهير فاريابي هيئن ڪيو آهي:

بــي پري دارد اسير بيکسي هجران من
ميکشم از دستِ صياد اين ستمها در قفس. (ظهير فاريابي) (۱)

اسان جي غزل گو شاعرن بہ بلبل سان صياد جــي دشمني ۽ قفس ۾ بلبل جي حالت جو نظارو نهايت درد انگيز نموني ۾ چٽيو آهي. شمس الدين 'بلبل' عشق جي ماريل بلبل کي سمجهائيندي چوي ٿو:

گهر بنائج نہ باغ ۾ بلبل
باغبان پنهنجو يار آهي ڪٿ. (بلبل)

---

(۱) "ديوان ظهير فاريابي"، مطبع منشي نولڪشور ڪانپور. (ظهير فاريابي جا پيا مثال بہ هن ديوان مان منتخب ڪيا ويا آهن.)

۽ ميان غلام سرور 'فقير' کيس ۾ڏاڻي ٿو:

تاڙ ۾ صياد تنهنجي آهه هٿ ۾ دام سان
ڏاهيو ويٺو تنهنجي لئه آهي قفس اي عندليب. (فقير)

محمد بخش 'واصف' گل جي بيوفائي، خار، صياد ۽ باغبان جي ايذاءَ ۽ ستم جو نقشو هيئن چٽيو آهي:

خار جو ايذا، ستم صياد جو، گل بيوفا
باغبان ۾ ٿيو نه ڪڏهين غمگسار عندليب. (واصف)

بلبل جـي قفس ۾ بند ٿيڻ کان پوءِ بلبل جي مختلف جذبن جـي تصوير شاعرن نهايت پرسوز ۽ رقت انگيز لفظن ۾ بيان ڪئي آهي، ڪڏهن گل جي هجر جون ڳالهيون، ڪڏهن بهار جي آمد جون ڳالهيون، ڪڏهن قسمت جي شڪايت ۽ ڪڏهن پنهنجي مجبوريءَ جو ذڪر، مطلب ته بلبل جي لفظن ۾ شاعرن پنهنجي دل ڪڍي ٻاهر رکي آهي.

محمد بخش 'واصف' قسمت جي شڪايت ڪندي چوي ٿو:

قسمت جي قيد آهي جيڪري وڌي قفس ۾
نه ته ڪين هئي ڇڏڻ جي بس بوستان بلبل. (واصف)

شمس الدين 'بلبل' وري چوي ٿو:

قسمت جي قفس هن ۾ پابند ڏسي مون کي
گلرخ ٿي چيو بلبل، بي پر جو خدا حافظ. (بلبل)

گلشن ۾ بهار جي آمد آهي، چوطرف گل ٽڙيا پيا آهن، بلبل قفس ۾ قيد آهي، اتي ويٺي آه و فغان ڪري. اتان ويٺي گلشن جو نظارو ڏسي، اها حالت ظهير فاريابي هيئن ٿو بيان ڪري:

بلبلم اما ز چاڪِ سينهٔ صد چاڪ خويش
ميڪنم گاهـــي گلستان را تماشا در قفس. (ظهير فاريابي)

ليکراج 'عزيز' بلبل کي نصيحت ڪندي چوي ٿو ته تون گلشن جو خيال نه ڇڏ ته تو وٽ هروقت بهار هوندو.

بلبلِ ناشاد ٿي ڪنجِ قفس ۾ بي بهار
دست حسرت سان خيالِ دامنِ گلشن نه ڇڏ. (ليکراج عزيز)

چمن ۾ بهار آيو آهي، گلشن ۾ هزارين گل ٽـڙيا آهـن، بلبل قفس

جي قيد ۾ بند آهي. هن جي دل چاهي ٿي ته آزاد ٿي وڃي گلشن تي نغمه سرائي ڪريان، ان ڪري صياد کي ميان علي محمد قادري جي لفظن ۾ پاڙائيندي چوي ٿي:

بـــهار آيو، کليا گل هـزار گلشن ۾
قفس جي قيد مان ڪڍ عندليب اي صياد. (قادري)

حاجي محمود 'خادم' اسير قفس بنديائي بلبل جي لاءِ لڏائي ٿو ته بهاري، ابر ۽ بادل جڏهن بلبل بيمار ڏسي ٿي تڏهن کيس گلستان ياد ٿو اچي ۽ گلستان جي ياد ايندي ئي بلبل جو دم لبن تائين پهچي ٿو وڃي.

بهاري، ابر ۽ بادل ڏسي يادِ گلستان ۾
اسيرانِ قفس جو دم لبِ منقار تي پهتو. (محمود - خادم)

بهار کان پوءِ خزان جو ذڪر به شاعرن دل کولي ڪيو آهي، جنهن ۾ گل ڪومائل ۽ گلستان اجڙيـل ۽ بلبل نوحه خوان بيان ڪئي اٿائون. ظهير فاريابي گلشن ۾ خزان جي آمد جو نظارو ڪيندي چوي ٿو ته خزان گلن کي چاٽي گندي ميري مٽيءَ تي ڦٽو ڪري ڇڏيو؛ خـزان کي گلن جي قيمت جـو ڪهڙو پـتو! (يعني گلن جـو قـدر ته صرف بلبل ئـي ڄاڻي ٿي).

بخاڪ تيره فگندش ز باد رستي خويش
خزان بهائي گلِ بوستان چه ميدانـــد. (ظهير فاريابي)

ليکراج عزيز خزان جي آمد جو نقشو نهايت سادن لفظن ۾ ڪڍيو آهي، خزان جي آمد سان بلبل باغ کان موڪلائي ڪندي چوي ٿي:

روئي بلبل چوي ٿي وقتِ خزان
هاڻ بـادِ صبا خـدا حـــافظ. (ليکراج عزيز)

خزان اچي وئي آهي، پر بلبل اڃا قفس ۾ آهي. گلچين بلبل جـي ويهڙو ويهي بهار جون ڳالهيون ٿو ڪري، بلبل جي دل جا زخم کلي ٿا پون ۽ بلبل گلچين کي بهار جي ذڪر کان منع ڪندي چوي ٿي:

ذڪر ڪوئين ڪيئن ٿو دل بلبل جي گلچين
نه فصلِ گل جون ڳالهيون ڪر خزان ۾. (مخلص)

مير عبدالحسين سانگي بلبل جي زندگي جـو نقشو ٻن سٽن ۾ بيان

ڪندي چوي ٿو ته بلبل جي زندگيءَ ۾ ان وقت جيڪڏهن ڪجهه هيو ته ياس و حرمان هيو ۽ جڏهن (خزان جي موسم ۾) چمن مان گل موڪلائي ڪئي ته بلبل جو روح به پرواز ڪري ويو.

ياس و حرمان ڪانسواءِ پيو ڪين ڪي تنهن وٽ رهيو
گل سان گڏ نڪري ويو، روح روانِ عندليب. (سانگي)

مٿي بيان ڪيل ٽورن پارسي ۽ سنڌي شعرن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جي غزلگو شاعرن گل و بلبل سان وابسته اهو ساڳيو ئي ماحول قائم رکيو آهي جيڪو ايران جي شاعرن بيان ڪيو آهي.

## شمع ۽ پروانو:

پارسي شاعرن گل و بلبل جي محبت کان پوءِ شمع ۽ پرواني جي محبت کي زياده ڳايو آهي. شاعرن شمع ۽ پرواني جي زندگيءَ مان عجيب عجيب عشق ۽ اخلاق جا زاويا پيدا ڪيا آهن. شام ٿئي ٿي، شمع جلڻ شروع ٿي ڪري، پاڻ سڙي ٿي محفل کي روشن ٿي ڪري. شمع جي فروزان ٿيڻ سان محبت جو ماريل پروانو ڊوڙندو اچي شمع جي چوگرد طواف ڪري ۽ پاڻ کي شمع جي مٿان قربان ڪري ٿو ڇڏي. پرواني جو لاش شمع جي قدمن ۾ پيو آهي. شمع پرواني جو هي حال ڏسي روئندي ٿي رهي، روئندي روئندي سندس حياتي جي رات وهامي ٿي وڃي، صبح ٿيڻ سان نه شمع آهي نه پروانو.

شمع ۽ پرواني جي اها واحد تمثيل آهي جنهن ۾ جيتوڻيڪ شمع کي معشوق وارو اهڃاڻ يا سمبل (Symbol) حاصل آهي مگر شاعر هن معشوق جي محبت کان ايترو ته متاثر ٿيا آهن جو ان کي عاشق جو درجو ڏئي پاڻ کي ان سان پيٽ ڏني اٿائون. خاص طرح انتظار جي ڪيفيت ۾ محبوب لاءِ پاڻ ڳارڻ واري احوال کي بيان ڪرڻ لاءِ هنن شمع جي مثال جو سهارو ورتو آهي. انهن ڪان سواءِ هنن شمع ۽ پرواني جي مثال مان ڪيترا اخلاقي ۽ تصوف جا نڪتا پڻ بيان ڪيا آهن.

سنڌ جي عوامي شاعرن پتنگ ۽ مچ جي پيار کي پڌايو آهي مگر اسان جي غزلگو شاعر پارسي شاعرن جي بيان ڪيل شمع ۽ پرواني جي داستانِ عشق کي ئي پنهنجي آڏو رکيو آهي ۽ ان کي پنهنجي غزلن ۾ ساڳين روايتن ۽ ماحول سان بيان ڪيو آهي جيئن پارسي شاعرن ڪيو آهي.

پارسي جو مشهور شاعر 'بيدل' شمع ۽ پرواني ٻنهي لاءِ چوي ٿو ته جهڙي طرح بيقراري، سوز، جلڻ ۽ سڙڻ پرو ني کي آهي، اهڙي طرح اهي سڀئي ڳالهيون شمع وٽ به آهن، يعني ٻنهي جو حال عشق ۾ هڪ جهڙو آهي.

اضطراب و طپش و سوختن و داغ شدن
آنچه دارد پر پروانه همان شمع دارد. (بيدل)(١)

محمد هاشم 'مخلص' شمع ۽ پرواني کي پاڪبازانِ محبت ڪوٺي ٿو. ذيڪاري ٿو ته جيئري ته ٻنهي جي حالت هڪ جهڙي هئي پر مئي ڪان پوءِ به ٻنهي جي حالت هڪ جهڙي آهي.

پاڪبازانِ محبت هر تعلق کان ٿيا پاڪ
بعد مردن بي ڪفن پروانو ۽ بي گور شمع. (مخلص)

شمع ۽ پرواني جي عشق ۾ جلي مرڻ جي احوال کي حافظ شمع کي هيئن ٿو سمجهائي "اي شمع پرواني جي وصل کي غنيمت ڪري ڄاڻ ڇاڪاڻ ته صبح تائين اهو معاملو باقي نه رهندو، يعني ٻئي سڙي فنا ٿي ويندا."

غنيمتي شمر اي شمع وصلِ پروانه
که اين معامله تا صبحدم نخواهد ماند. (حافظ)

پارسي شاعرن ڪڏهن پرواني کي عاشق بيان ڪيو آهي ۽ ڪڏهن شمع کي. هيٺين پارسي شعرن ۾ پرواني کي عاشق بيان ڪيو ويو آهي.

آتش آن نيست که از شعله آن خندد شمع
آتش آنست که در خرمنِ پروانه زدند. (حافظ)

آتش رخسارِ گل خرمنِ بلبل بسوخت
چهرهٔ خندانِ شمع آفتِ پروانه شد. (حافظ)

نيم بلبل که از هر گلِ خلد درسينه‌ام خاري
نيم پروانه تا سوزم ز هر شمع شبستاني. (ظهير فاريابي)

از غمِ شمع تو پروانه پرسوخته را
گلشنِ عشق بي بلبلِ بي آزاري. (ظهير فاريابي)

---

(١) "ديوان بيدل مع قصائد"، مطبع اسلاميه اسٽيم پريس واقع لاهور. (بيدل جا سڀ مثال به هن ديوان مان منتخب ڪيا ويا آهن.)

ساڳئي طرح اسان جي سنڌي شاعرن ڪڏهن پرواني کي ۽ ڪڏهن شمع کي عاشق ڪري بيان ڪيو آهي. هيٺين شعرن ۾ پرواني کي پارسي شاعرن وانگر عاشق بيان ڪيو ويو آهي:

پروانہ هو ضعيف مگر زور عشق کان
پروا نہ ڪيائين ٿي ويو آخر نثار عشق. (سانگي)

شمع رو جي آهين تون، تا پڻ آهيان پروانو آءٌ
پنهنجي محفل ۾ جلائڻ کي جلائڻ ڏي ذرو. (قليچ)

هن شمع رو جي عشق ۾ اهڙو ٿيس جو نت
پروانو ٿي مان ويٺو ڇوان هام هام شمع. (محمود خادم)

شمعِ ڪافور ڏسي منهنجي شمع رو کي پئي
پنهنجي پرواني جلائڻ جو فڪر آهہ يا نہ. (فقير)

هيٺين شعرن ۾ ايران جي شاعرن شمع کي، جيڪا پاڻ محبوب آهي، عاشق بنائي پيش ڪيو آهي:

من آنيم کہ کنم سرکشي ز تيغِ جفا
چو شمع زنده سرِ خويش ديده ام بر پا.
(ابوطالب ڪليم) (١)

جز سوز عشق نيست سراسر بيانِ ما
چو شمع، يک سخن گزرد بر زبانِ ما. (ابوطالب ڪليم)(٢)

هر چہ در دل گذرد وقفِ زبان دارد شمع
سوختن نيست خيالي کہ نهان دارد شمع. (بيدل)

سنڌي شاعرن بہ شمع کي اهي ساڳيون عاشقانہ وصفون عطا ڪيون آهن جن سان پارسي جي شاعرن ان کي بيان ڪيو آهي. اهڙي طرح هنن بہ ڪيس عاشق دل سوختہ بيان ڪيو آهي. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي چوي ٿو:

---

(١) "شعرالعجم"، حصو پنجون، مطبع معارف اعظم گڙه، ١٩٤٥ع. (ابوطالب ڪليم جا پيا مثال شعرالعجم مان ڏنا ويا آهن). ص١٣.

(٢) ساڳيو، حصو ٽيون، ص ١٩٧.

پنهنجي معشوقي وڃائي عاشق جانان ڏسي
جوت جنهڪي عشق جي ڪان آهه ڇڪنا ڇورشمع. (صغير)

رات ساري ڏي سڙي پر ڪنهن نه پڇيس دل جو حال
وڃي وڃي مجلس مان پنهنجي دل ۾ اي ڦاسور شمع. (مخلص)

خاموش مثل شمع نه ڪوئي جلي سگهيو
پروانو پنهجي سيڻي لڳايو سـراغ شـمع. (ليکراج عزيز)

سر ڏي جلائي سوز ۾ رهندي صبور شمع
ڪنهن سان سلي ڏي ڪين اندرجو ڪوسورشمع. (نجفي)

پنهنجي اندر ۾ پاڻ ڳري ڏي انهيءَ سبب
ظاهر ڪري ڏي ڪين ڪنهين ساڻ راز شمع. (بلبل)

ايران جي شاعرن ڪڏهن پاڻ کي ۽ ڪڏهن محبوب کي شمع سان تشبيهه ڏني آهي. محبوب جي حسن جي تعريف، بيوفائي يا عاشق کي جلائڻ ساڙڻ جو جڏهن بيان ڪيو اٿائون ته اتي شمع کي مثال ڪري پيش ڪيو اٿائون ۽ ڪڏهن پاڻ کي شمع بنائي پنهنجن سورن ۽ ڏکن جو اظهار ڪيو اٿائون. هيٺين شعرن ۾ هنن محبوب کي شمع سان تشبيهه ڏني آهي.

بازم به کلبه کيست نه شمع نه آفتاب
بام و درم زدره و پروانه پرشده است.
(نظيري نيشاپوري) (۱)

عبدالقادر بيدل محبوب جي حسن جي شمع سان جيڪا ڀيٽ ڪئي سا نهايت لطيف آهي.

پرتو حسن تو هرجا شد نقاب افگن در آب
گشت از هر موج شمع حيرتي روشن در آب. (بيدل)

اسان جي سنڌي شاعرن پنهنجي محبوب کي شمع سان ڀيٽ ڏني آهي ۽ اهڙي بيان ڪرڻ ۾ تخيل ۽ بيان جي رنگيني کان ڪم ورتـو اٿائون. نوازعلي نياز هن طرح محبوب جي شمع سان ڀيٽ ڏني ٿو:

---

(۱) "ڪليات نظيري نيشاپوري"، مطبع منشي نولڪشور ڪانپور. (پيا مثال به هن ڪليات مان ڏنا ويا آهن.)

گھوڙها جو شمع رو جي ڪريا منهن تي جا ڪي ٻيو
ٻاٽيءَ سان هوند ٻيو ڪو هن پر جڳائي شمع.
( نياز جعفري )

اي ؤشمع رو جي تنهنجي ڏسي حسن جو لقا
پروانو هوند ڪين ڪري سر فداءِ شمع. (مرتضائي)

ڇا شمع ڇا تنهنجو رخ، رخ سان ڇه جائي شمع
رخ تنهنجي تان ڇڏيان مان ڪهوري ڪهمائي شمع. (فقير)

جو شمع سان ڪري ٿو قلو سان صحيح ڪيو
سچو ڪري ٿي توکي ائين سر نوائي شمع. (فقير)

ٿي ڏسي مدت کان تنهنجو عارضِ پرنور شمع
هاٿي ٿيندي ڪين پنهنجي حسن تي مغرور شمع. (مخلص)

شمع جو ڪم آهي سڙڻ، سڙي سڙي کهڙيون گهارڻ ، شاعر شمع جي اهڙي غمزده زندگيءَ کان متاثر ٿي پاڻ کي شمع سان تشبيهه ڏئي پنهنجي سورن کي بيان ڪيو آهي.

خواهي ڪه روشنت شود احوالِ سر عشق
از شمع پرس قصه ز بادِ صبا مپرس. (حافظ)

خواهي ڪه روشنت شود احوالِ سرِ عشق
در گير شمع را و ز سر تا بپا بپرس.
(سلطان ساوجي) (۱)

سنڌ جي غزلگو شاعرن پڻ پاڻ کي شمع سان ڀيٽ ڏئي پنهنجي سورن جو احوال بيان ڪيو آهي:

سينو جلي ٿو منهنجو سراپا بسانِ شمع
نڪري ٿي آهه صورتِ سوزِ نهانِ شمع. (واصف)

شاعرن شمع جي پرگداز حالتن جو نقشو به نهايت دلسوز لفظن ۾ چٽيو آهي، جنهن ۾ هن جي محبت ۾ جلڻ جون مختلف تصويرون پيش ڪيون اٿائون. هيٺين ٻن شعرن ۾ ظهير فاريابي پنهنجي هجر جي حالت شمع جي سوز

---

(۱) "شعرالعجم"، حصه دوم، مطبع معارف اعظم گڙه، ۱۹۴۷ع. (سلمان ساوجي جا ٻيا مثال شعرالعجم مان ڏنا ويا آهن.)

۽ گداز واري حالت سان پيش ڏني پيش ڪئي آهي.

۱- قدرِ هجران کس نمي داند بغير از من مدام
زانکه احيا کرده شبهاي درازم همچو شمع.

۲- شکوه شبهائي هجران آفتِ من شد ظهير
از زبانِ خويش دائم درگدازم همچو شمع. (ظهير فاريابي)

سنڌ جي شاعرن به شمع جي سوز و گداز جي حالت نهايت پُراثر انداز ۾ بيان ڪئي آهي:

'گل' به تنهنجي شوق ۾ تيئن ٿو ڳري
جئن ڳري ٿي تنهنجي سڪ ۾ يار شمع. (گل)

هرهر ڏئو ٿـي حالِ دلِ بيقرار شمع
هئي شام کان تا به سحر اشڪبار شمع. (سانگي)

ٿيو بيشڪ پروانن جي ڪامڻ جو ڪٿس غم
وگرنه بي‌سبب هرگز نه‌گريو شمع محفل جو. (مخلص)

گريه و زاري ۽ سوزِ دل شمع کي ٿيو نصيب
عاشقو آهي حقيقت جي ڪري معذور شمع.
(فتح محمد سيوهاڻي) (۱)

شمع ۽ پروانو جهڙو اڪ تهڙو اڄ سنڌي غـزل جـو سينگار آهي، محمد بخش واصف ٿو چوي:

سو عشق جو بيان ٿي واصف نه ڪٿ ڏٺم
پروانه جـو نه جنهن ۾ قصو داستانِ شمع. (واصف)

سنڌ جي غزل‌گو شاعرن شمع ۽ پرواني جي داستانِ گداز کي جمله پارسي ماحول ۽ روايتن سان قبول ڪيو آهي ۽ ايراني شاعرن جي انداز ۾ ئي ڳايو آهي.

## مي و ميخانه:

پارسي شاعر جنهن ماحول ۾ اک کولي آهي، ان ۾ گل و گلزار، گل و بلبل ۽ شمع ۽ پرواني کان سواءِ مي ۽ ميخانه به موجود آهي. پارسي

(۱) "تحفه احباب" ماهوار، سيپٽمبر ۱۹۰۴ع، حيدرآباد، ص ۱۸.

شاعرن مي ۽ ميخاني جي ماحول کي تفصيل سان پنهنجي شعرن ۾ بيان
ڪيو آهي. ميخاني جي هر شئي اهڙي دلفريب انداز سان بيان ڪئي اٿائون
جو ميڪشي جو سمورو سمو اکين آڏو اچي بيهي. هڪ طرف ساقي پنهنجي
نرگسي نيڻن ۽ مخمور اکين سان هڪ هٿ ۾ صراحي يا مينا ۽ ٻي هٿ ۾
جام جهليو بيٺو آهي، مي نوشن جي آڻ آڻ لڳي پئي آهي. ڪي آهن جي
هڪڙي چاڙهڻ سان پنهنجا هوش ۽ حواس وڃائي ٿا ويهن ڀيا خم خالي
ڪريو ڇڏين. هڪ طرف پير مغان ويٺو آهي، ميڪده جو هر مينوش سندس
معتقد آهي. سندس هر حڪم جي تعميل عين سعادت سمجهي ٿي وڃي. ميخوارن
جي لب تي ڪڏهن ساقي جي قرب جا قصيدا آهن ۽ ڪڏهن بي رخيءَ
جو شڪوه ۽ شڪايت آهي. پارسي شاعرن مي ۽ ميخاني کي ڪڏهن مجازي
رنگ ۾ پيش ڪيو آهي ۽ ڪڏهن ان سان تصوف جا باريڪ نڪتا بيان
ڪيا آهن. جنهن به رنگ ۾ هنن مي ۽ ميخاني جو ذڪر ڪيو آهي، اهو
نشو ڏيندڙ آهي. سنڌ جي شاعرن پنهنجي غزلن ۾ ميخاني جي هرهڪ روايت
کي مقدس سمجهي نهايت احترام ۽ ادب سان بيان ڪيو آهي.

پارسي شاعرن مي، جام ۽ مينا جو ذڪر نهايت اشتياق سان ڪيو
آهي. فيضي مي جي تعريف ڪندي چوي ٿو هي ڪهڙي مي هئي جيڪا
ساقي پيالي ۾ وڌي جو مسيح ۽ خضر ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي
کان اڳ ڪيڻ ٿا چاهين:

این چه می بود که ساقی بقدح ریخت فرو
که مسیح و خضر از رشک کشاکش کردند. (فيضي)

امير خسرو مي جي لاءِ چوي ٿو جڻ پاڻيءَ ۾ باهه مليل آهي:

می میانِ شیشهٔ ساقی نگر
آتشی گویا به آب آلوده اند. (خسرو)

حافظ شيرازي وري مي ۽ جام جي تعريف ڪندي چوي ٿو ته جڏهن
اهو پتو نه آهي ته انجام ڇا ٿيندو ته پوءِ مي ۽ جام جي ذڪر کان وڌيڪ
سٺي ڳالهه ڪهڙي آهي:

خوشتر از فکرِ می جام چه خواهد بود
چون خبر نیست که انجام چه خواهد بود. (حافظ)

پارسي شاعرن ساقي جو ذڪر به نهايت دلفريب نموني ڪيو آهي:

امشب از ساقي بس گرم است محفل، ميتوان
شمع گر خاموش باشد، آتش از مينا گرفت. (صائب)

در مجلس صبوحي، داني؟ چه خوش نمايد
عڪس عذار ساقي بر جام مي فتاده. (حافظ)

سنڌ جي غزلگو شاعرن به مي ۽ مينا سان گڏ ساقيءَ کي ساڳئي عزت، احترام، سڪ ۽ پيار سان ياد ڪيو آهي. جنهن سان پارسي شاعرن هن کان مي ۽ مينا جي طلب ڪئي آهي ۽ ساقيءَ جي سونهن جون اهي ئي ساکون پريون آهن، جيڪي پارسي شاعرن هن جي حسن جي مدح سرائي ڪندي بيان ڪيون آهن:

رخ پرنور ساقي تي پوي ٿو عڪس تڏ ٿو ٿئي
قدح آتش سبو آتش شراب ارغوان آتش. (نجفي)

پيالو ڏي پري ساقي، غمن تي خاڪ جا پڪ وجهه
محبت جي ونهج مي جو حياتي بي بقا آهي. (فقير)

مست ساقيءَ ڪيو اڄ ڪيف نظر سان اهڙو
مي جي ساغر کي نه پئي مي کي نه مينا جي خبر. (ليکراج عزيز)

ساقي بعهد شرط مروت کان آهي هي
اغيار کي پيارجي مي، يار ٺارجي. (سانگي)

مي پيئڻ جو مزو موسم بهار ۾ آهي. بادل هجن ۽ بوند هجي، زمين تي سبزه جو مخمل هجي، چوطرف رنگ برنگي گل ٽڙيل هجن، هوا ۾ محبوب جي زلفن جهڙي گلن جي خوشبو سمايل هجي، مرغان چمن پنهنجي خوش الحان سان مي نوشن کي دعوت مي نوشي ڏيندا هجن. مطلب ته، موسم عاشقانه هجي ۽ مي محبوبانه هجي. اهڙي رت ۾ پارسي شاعر هن ريت مي جي طلب ڪن ٿا:

ساغر مي بر رخ گلزار مي بايد ڪشيد
ابر بسيار است مي بسيار مي بايد ڪشيد.
(مغل شهنشاهه جهانگير)(۱)

---

(۱) "شعرالعجم" مان ورتو ويو.

ساقي بيا ڪه شد قدح لاله پر ز مي
طامات تا بچند و خرافات تا به ڪي. (حافظ)

ديده ام شاخ گلي به خويش مي پيچم ڪه ڪاش
مي توانستم بيڪ دست اين قدر ساغر گرفت.
(دانش مشهدي) (١)

عيد است و موسم گل ساقي بيار باده
هنگام گل ڪه ديده است بي مي قدح نهاده. (حافظ)

موسم گل، باد بهاري، بوند ۽ بادلن ۾ سنڌ جي غزلگو شاعرن به مي پيئڻ لاءِ وڏا وس ڪيا آهن:

ڪالهه مي خاني جي در تي هيئن چيو ٿي مي فروش
هو ڪڪر آيو چڙهي رندو اٿو ٿئي نا و نوش.
(امام بخش خادم) (٢)

ساقي پيار ساغر صبهائي لاله گون
فصل بهار ۾ ٿو ٿئي جوش ۽ جنون. (گدا)

آئي مستي سنڌي موسم ٿو ڪري جوش و خروش
خم جدا، خمر جدا، خانهٔ خمار جدا. (قليچ)

رنج فرقت جو وڃي ڏي ساقيا جام شراب
موسم گل،گل شگفته، مست نرگس نيم خواب. (قادري)

ابر ڇايا چوطرف ڪان جوش مستي آهه اڄ
ساقيا ڏي جام وقت مي پرستي آهه اڄ. (ليکراج عزيز)

موسم گل ۽ باده خواري جو مزو پيڙو ٿيو وڃي مگر ساز ۽ سرود، چنگ، رباب ۽ دف جا سريلا ساز به هجن ته پوءِ مي نوشن جو جام ولي پنهنجي جامي ۾ رهڻ مشڪل آهي.

حافظ ٿو چوي:

---

(١) دانش مشهدي جا مثال "شعرالعجم" مان ورتا ويا آهن.

(٢) "ڪليات خادم"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٨ع.

ما مي به بانگ چنگ نه امروز مي خوريم
بس دير مشد که گنبذ چرخ اين صدا شنيد. (حافظ)

سنڌ جي شاعر کي جڏهن مي نوشي جو شوق دامنگير ٿئي ٿو ته هو به مطرب کي ياد ڪري چنگ و رباب ۽ دف جي آواز تي پرجام پيئڻ ٿو چاهـــي:

ساقي ڪي جوان ته ڏي، سرڪ سري سندي سڏي
مطرب مٺي طـــرح گاء وڄاء چـــور چنگ. (قاسم)

ساقي آورده باده مطرب و چنگ
چنگ لايو عجب طرح جو رنگ. (مخاص)

مي آهي ۽ مطرب آهي ۽ چنگ و دف آهي
باقي آهـــي مطلوب سندم يـــار وضعدار. (سانگي)

مي نوش ڪڏهن شراب پيئڻ کان توبه ڪري ٿو ڇڏي مگر جڏهن موسم بهار اچي ٿي تڏهن سندس اها توبه قائم نٿي رهي. شاعرن مي نوشي کان توبه ڪري وري توبه کي ٽوڙڻ جو بيان نهايت دلفريب نموني ڪيو آهي. مولوي جامي بهار جي آمد تي توبه ٽوڙڻ جي آرزو جو اظهار ڪندي چوي ٿو:

توبه ز مي کردم و آمد بهار
ساقي تـــوبه شکنم آرزو است. (جامي)

۽ ظهير فاريابي چوي ٿو:

در موسم گل توبه ظهير از مي گلگون
چون صبر بتان بر دل عشاق گران است. (ظهير فاريابي)

۽ حافظ شيرازي چوي ٿو:

من ترک عشق بازي و ساغر نمي کنم
صد بار تـــوبه کردم ديگر نمي کنم. (حافظ)

ليکراج عزيز ساقي جي مست اکين ۽ شراب جو رنگ ڏسي توبه جو خون ڪرڻ ٿو چاهي:

توبه جو خون ڪريان يا پنهنجو خون ڪريان
هي چشم مست ساقي تنهن ۽ شراب جو رنگ. (ليکراج عزيز)

کلهه جو زاهد سان ڪيو سون وعده ترڪِ شراب
اڄ پشيماني اٿم، ڪجهه توبہ استغفار ڪجهه. (واصف)

ساقي مست چشم هو، مدهوش ٿي ويس
ويئس وساري توبهہ، نشي ۾ پي ويس. (ڪاظم)

## پير مغان:

مي ۽ مي نوشي جو ذڪر پيرمغان جي ذڪر کان سواءِ اڻ پورو آهي. ايران جي شاعرن پيرمغان جي شخصيت نهايت محترم ۽ متبرڪ بيان ڪئي آهي. ميخاني جا سمورا مي نوش پاڻ کي پيرمغان جا پانها ٿا سمجهن ۽ سندس هر امر جي پوئواري ۾ پنهنجي سعادت ٿا ڄاڻن. پير مغان ڪاهي ڪاهي پنهنجن فرمودن سان مي نوشن کي نوازي ٿو سندس فرمودا نصيحت جا اهڙا موتي آهن، جن کي ميڪده وارا سيني سان سانڍين ٿا. هيٺين شعرن ۾ پارسي شاعرن پيرمغان جي تصوير کي مختلف زاوين کان پيش ڪيو آهي، پيرمغان سان باده خوارن جو به ذڪر ڪيو ويو آهي.

حلقهٔ پير مغانم ز ازل درگوش است
ما همانيم که بوديم و همان خواهد بود. (حافظ)

دوش از مسجد سوي خانه آمد پيرِ ما
چيست ياران طريقت بعد ازين تدبيرِ ما. (حافظ)

به پير ميڪده گفتم که چيست راه نجات
بخواست جامِ مي و گفت عيب پوشيدن. (حافظ)

من خراباتيم و باده پرست
در خراباتِ مغان عاشق و مست.
مي کشدم چو سبو دوش به دوش
مي برندم چو قدح دست بدست. (سلمان ساوجي) (۱)

سنڌ جي شاعرن به پير مغان جو ڪردار هوبهو اهڙو ڏنو آهي جهڙو فارسي شاعرن. هو به پير مغان جي اڳيان سر جهڪايو، هٿ ٻڌيو بيٺا آهن ۽ سندس فيض جا طالب آهن، امام بخش شاهه فدوي چوي ٿو:

---

(۱) شعرالعجم - حصو ٻيون. مطبع معارف اعظم ڳڙهه ۱۹۴۵ع

پرت ۾ پير مغان جي پرخماري بـاده خـوار
در مٿي ميخانه جي سڀ محو مستان صف بصف. (فدوي)

هيٺين شعرن ۾ باده خوار پير مغان کان مي جا طلبگار آهن.

پيرِ مغان جـي خدمتِ اقدس ۾ آهي عـرض
آيـو بهار ڪـي ســي گـلـگون پيارجي. (سانگي)

ڪٿي مونکي لبالب جـام ڏيٺي جام اڄ مي جا
ڇڏيندس ڪين دامن تنهنجي اي پيرِ مغان هرگز. (مخاص)

وٺي پيرِ مغان نـــت ميڪشن کـي
شـــراب و شيشه و ميناء قـلـقـل (مخلص)

مطلب ته پير مغان جي شخصيت جو تصور سنڌي شاعريءَ ۾ پارسي شاعري جو مرهونِ منت آهي. سنڌ جي شاعرن پير مغان جـي شخصيت کي اهڙو ئي شفيق، پيارو ۽ مهربان پيش ڪيو آهي جهڙو ايراني شاعرن، سندس صحبت دنيا و مافيها جي ڀلائيءَ جـــو باعث آهـي. بـاده خـوار سندس اڳيان هرهر مي جي صدا پيا ڪن ۽ هو نهايت قرب مان سندن سوال کي پورو ڪندو ٿو رهي.

## محتسب، زاهد ۽ ناصح.

جتي مي ۽ مينا، جـام ۽ سبو، باده خـوار ۽ پيرِ مغان جـو ذڪر هجي، اتي محتسب، شيخ، زاهد ۽ ناصح جو ذڪر به ضروري آهي. محتسب اهو شخص آهي جنهن جو ڪم آهي مينوشن ۽ ميخوارن تي چوڪسي ڪرڻ، باده خوارن کي مي نوشي کان منع ڪرڻ ۽ سختيءَ کان ڪم وٺي مينوشن جو احتساب ڪرڻ ۽ کين سزا ڏيڻ. شيخ ۽ زاهد کي پنهنجي زهد ۽ عبادت تي ناز آهي مسجد ۽ خانقاهه سندن وجود سان آباد آهي. سندن ڪم آهي مي نوش کي پند و عظ ڪرڻ، کين زهـد ۽ تقويٰ جـي هدايت ڪـرڻ ۽ ترڪِ مي نوشي جي تلقين ڪرڻ. شيخ ۽ زاهـد گهڻو ڪري وڏا رياڪار آهن. ٻاهر هـڪ ٿـا چون اندر ٻي ٿا ڪن. سندن زبان تـي هـڪ آهي ته سندس عمل ٻيو آهي. سندن وعظن ۽ باده خوارن جون نندون حرام ڪري ڇڏيون آهن تنهن ڪري ڪڏهن ڪڏهن هو هن کي پاڻ سان وٺي ميخاني جو سير ڪرائين ٿا ۽ کين رياڪاري ڇڏي ڏيڻ جي گذارش ڪن ٿا. شاعرن مينوشن ۽ شيخ ۽ زاهد جي جهڳڙي کـي نهايت لطيف انداز ۾ بيان ڪيو

آهي. مي نوشن جي طرفان زاهد ۽ شيخ جي ڪردار تي جيڪا طنز ڪئي وئي آهي ۽ سائس جيڪا خوشدلي ڪئي آهي سان نه رڳو پرلطف آهي بلڪ سوچ ۽ ويچار لائق پڻ آهي.

انهن ٻن بزرگن کان پوءِ ٽيون ڪردار ناصح جو آهي. جنهن جو واسطو نه صرف مي خوران سان بلڪ عاشقن سان به آهي. ناصح هڪ عام آدميءَ جو ڪردار آهي جيڪو ميڪشن کي ميڪشي کان روڪي ٿو ۽ عاشقن کي عشق بازي کان منع ٿو ڪري. هي هڪ اهڙو ڪردار آهي جو پنهنجي ليکي مي نوشن ۽ عاشقن جو ڀلو گهرندڙ آهي مگر باده خوارن ۽ عاشق ڪنهن جي ڪن ڪٿي ٿا ڪن پنهنجو ڀلو ۽ برو پاڻ ٿا چاڻن. ڪڏهن ڪڏهن شاعرن مي پرستن ۽ عاشقن جي ناصحن سان ڏي وٺ جو بيان نهايت مزيدار پيرائي ۾ بيان ڪيو آهي. هڪ طرف ناصح آهي جو نصيحت جا واهه وهائي ٿو ۽ ٻئي طرف رند ۽ عاشق آهن جي سندس سٺي اڻ سٺي ٿا ڪري ڇڏين، بلڪ ڪنهن وقت ڪيس ست سريون پڻ ٻڌائي ڇڏين.

محتسب، شيخ، زاهد ۽ ناصح جا چار اهڙا ڪردار آهن جي پارسي شاعريءَ ۾ جابجا نمايان نظر اچن ٿا. پارسي جو ڪوبه اهڙو شاعر نه آهي جنهن جي ڪلام ۾ سندن بيان نه هجي. ساڳيو حال اسان جي غزل گو شاعرن جو آهي جن انهن چئني ڪردارن کي پنهنجي شعرن ۾ جاءِ ڏني آهي، سندن بيان ۾ نه صرف سندن منهن مهانڊا ساڳيا پارسي شاعريءَ وارا رکيا آهن بلڪ قول ۽ فعل به ساڳيا برقرار رکيا آهن. پارسي شاعرن ۽ سنڌي شعرن جي مثالن مان انهيءَ حقيقت جي تصديق ٿئي ٿي.

**محتسب:**

محتسب در قفاي رندان است
غافل از صوفيان شاهدباز. (سعدي)

اي محتسب از جوان چه پرسي
من توبهه نمي کنم که پيرم. (سعدي)

باده با محتسب شهر نه نوشي زنهار
که خوردبا تو مي و سنگ به جام اندازد. (حافظ)

شکر چشم تو کند محتسب شهر
هرکجا ميکده هست، خراب افتاده است. (ابو طالب کليم) (۱)

(۱) شعرالعجم ــ حصو ٽيون ــ مطبع معارف اعظم گڙهه ــ ۱۹۴۵ع، ص ۲۰۱

پارسي شاعرن کان پوءِ ڏسو سنڌي شاعرن محتسب کي ڪيئن بيان ڪيو آهي:

مانع ٿيو محتسب ٿئي ميخوار جو ادا
آدم جو آهي دشمن شيطان دلفريب. (مرتضائي)

جي پئي ساقي هٿان، هڪ جام مي جو محتسب
زهد تقويٰ کي ڇڏي، مي نوش مستانو رهي. (قادري)

محتسب اڄ ڏي اجازت، جيئن فراغت سان پيئون
سينهن جي ڪن ڪن ۾ ساقي مست آ، مينا به دوش. (امام بخش خادم)

محتسب کي آئي، ساقي محفل افروزي ڪبي
غيرتِ مسجد ڪنداسين، پنهنجو هي خم خانه اڄ. (واصف)

شيخ ۽ زاهد:

ڪافر تر است زاهد از برهمن، و ليڪن
او را بت است در سر، در آستين ندارد. (عرفي)(١)

حور و جنت جلوه بر زاهد دهد در راهِ دوست
اندڪ اندڪ عشق بر راه آورد بيگانه را.
(نظيري نيشاپوري) (٢)

گر بر واعظِ شهر اين سخن آسان نه شود
تا ريا ورزد و سالوس، مسلمان نه شود. (حافظ)

مي خورکه شيخ و حافظ و قاضي و محتسب
چون نيڪ بنگري همه تزوير مي ڪنند. (حافظ)

سنڌي شاعرن به شيخ ۽ زاهد کي انهيءَ نير ۾ رنگيو آهي جنهن ۾ پارسي شاعرن رنگيو آهي، هنن به سندس جلوو اهو ڏيکاريو آهي ته هو مي کان منع ٿا ڪن ۽ رياڪاري کان ڪم ٿا وٺن. سندن وعظ هڪڙو آهي عمل ٻيو آهي.

---

(١) ديوان عرفي - مطبع منشي نولڪشور ڪانپور (عرفي جا پيا شعر هن ديوان مان ورتل آهن.)
(٢) ڪليات نظيري - مطبع منشي نولڪشور ڪانپور.

زاهد کي فخر طاعت و تقويٰ تي ٿو رهي
رندن جي سر رحمت پروردگار آهه. (قادري)

زاهد نہ جهڪ، نہ نرڙ گسائج، ريا نہ ڪر
چڏ ڏاهه مي فريب ڏڪي ترڪ تال جا. (فقير)

سرڪ ساقي ڏنس ڪا صهبا جي
شيخ پيو وجد ۾ ٿيو رقاص. (گدا)

شيخ ڪاڏي معرفت جي مي ڪندو
جنهن کي گهرجي حور و غلمان هر طرح. (نياز جعفري)

جبہ و دستار جو جي خير گهرڻو اٿئي
پچ تون پري اي زاهد، ٿو اچي مستن کي جوش. (مخلص)

زاهد اسان کي ٿو در جانان تي هڪ ڪپي
مطلب نہ ڪفر سان نہ اسلام سان غرض.
(ليکراج عزيز)

ناصح:

حضرت ناصح ۽ سندس نصيحت ۽ هدايت جو بيان پارسي شاعرن ڪجهہ هيٺين ريت بيان ڪيو آهي:

مقصود ما شنيدن نام تو بوده است
گاهي ز ناصح ار سخني گوش کرده ام. (حافظ)

نيست ناصح عاشقان را از جفاي دوست باک
الله الله اين چہ گفت و گوست ما دانيم و دوست.
(نعمت خان عالي)

مکن ملامت رندان دگر بدنامي
کہ هر چہ پيش تو ننگ است نزد ما نام است. (خواجو) (۱)

گرچہ بدنامي است نزد عاقلان
ما نمي خواهيم ننگ و نام را. (حافظ)

---

(۱) خواجو جي شعرن جا مثال شعرالعجم مان ورتا ويا آهن.

سنڌ جي شاعرن ڀارسي شاعرن وانگر حضرت ناصح ۽ سندس نصيحت کي ڪيئن بيان ڪيو آهي ۽ ساڻس ڪهڙي روح رهاڻ ڪئي اٿائون ان جو اندازو هيٺين شعرن مان لڳائي سگهجي ٿو:

ايتري تاڪيد هوندي وبو وڌي شوقِ شراب
ڇاڻجي ٿو رهجي وئي ناصح جي سڀ تدبير اڄ. (نياز جعفري)

نـه ڪر ناصح نصيحت مـي خوريءَ کان
شـرابِ عـشـق آهـي ناروا ڇـا. (قادري)

ناصحا پيو ڪجهه نه چئو تون، مي ۽ مينا جي خلاف
مون گهڻو آهي رکيو، اڄ تنهنجي عزت جو خيال.
(نياز جعفري)

ناصحا تنهن جي نصيحت ڪارگر ٿي ڇو نه پر
ميڪشن کان ترڪ مي ممڪن نه آ برسات ۾.
(محمود خادم)

ڀارسي ۽ سنڌي شاعريءَ جي مطالعي مان اها ڳالهه بلڪل عيان آهي ته سنڌي شاعرن محتسب، شيخ، زاهد ۽ ناصح کي سندن جملہ وصفن سان ڀارسي شاعريءَ مان ورتو آهي ۽ انهن کي اهڙيءَ ريت بيان ڪيو آهي جهڙيءَ ريت ڀارسي شاعرن.

### شخصيتون:

ڀارسي شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ وقت به وقت مختلف شخصيتن جو ذڪر ڪيو آهي، ڪٿهن هنن پنهنجي وطن جي شاهن ۽ شهنشاهن جهڙوڪ فريدون، جمشيد، ڪائوس ڪي وغيره جي شاهي شان ۽ دٻدٻي جون حڪايتون بيان ڪيون آهن ۽ ڪٿهن شاهن جي مرڻ کان پوءِ واري حالت جو نظارو بيان ڪري دنيا وارن کي عبرت ۽ حيرت جا سبق ڏنا آهـن. ڪٿهن هنن ايران جـي پهلوان رستم و سهراب، گيو ۽ تهمتن افراسياب جـي پهلوانـي ۽ بهادري جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ڪٿهن هنن ماني (چين جو نقاش) ۽ بهزاد جي پنهنجي وقت جا عظيم نقاش ٿي گذريا آهن تن جي تصويرن ۽ ڪارنامن کي ورجايو آهـي، ڪٿهن هنن پنهنجي وطن جـي عشقي داستانن جهڙوڪ شيرين فرهاد، وامق وعذرا، محمود و اياز ۽ ڪٿهن عربستان جي ليلي مجنون ۽ مصر جـي يوسف زليخا جـي داستانن مـان تلميحون بيان ڪيون آهـن.

اسان جي سنڌ جا غزلگو شاعر انهن کان ايترو ته متاثر ٿيل ڏسڻ ۾ اچن ٿا جو پنهنجي وطن جي روماني داستانن ڄهڙوڪ عمر مارئـي، سسئي پنهون، مومل راڻو، ليلان چنيسر، سهڻي ميهار ۽ وطن جي ٻين شخصيتن بجاءِ انهن شخصيتن کي پنهنجي غزلن ۾ وڌيڪ جاءِ ڏني آهي جن کي ايران جي شاعرن ڳايو آهي. هن حقيت کي آشڪار ڪرڻ لاءِ ڪجهه مثال پارسي شاعرن جا بيان ڪرڻ کان پوءِ سنڌي غزلن مان تصديق طور شعر پيش ڪجن ٿا.

شهنشاهه:

بہ جاہ و مال فرومايہ، دل نہ بايد بست
کجا است دولتِ جمشيد و نام اسڪندر. (عرفي)

گدا را کند درم سيم سير
فريدون بہ ملکِ عجم نيم سير. (سعدي)

پرده داري مي کند بر قصرِ کسريٰ عنکبوت
چغد نوبت مي زند بر گنبدِ افراسياب. (حافظ)

کمندِ صيد بهرامي بيفکن جامِ مـي بردار
کہ من پيموده‌ام اين صحرا نہ بهرام است ني گورش. (حافظ)

هاڻي ڏسو سنڌ جي شاعرن ايران جي شهنشاهن ۽ بهادرن جو ڪيئن بيان ڪيو آهي:

فريدون، جمشيد، ڪائوس ڪي جا
هماڪي مليا استخوان کهڙا کهڙا. (سانگي)

قبہ تي ڪيقباد جي آيو سڪين چغد
حسنِ حيات دارِ فنا تي نظر نہ رک. (مرتضائي)

جڏ ڪين رهيو خسرو، دارا ۽ سڪندر
تڏ ڪهڙي ڪجي افسر سلطان جي خواهش. (نجفي)

کسائج يار جي چانئٺ تي پيشاني کي تون هردم
جو دارا، خسرو ۽ جمشيد هن جي درجو خادم ٿيو.
(محمود خادم)

**بهزاد ۽ ماني:**

اگرچہ کشور چين پر ز نقشِ مانی بود
خراب گشت نہ صورت بما است نہ ماني. (عرفي)

سنڌ جي شاعرن ماني ۽ بهزاد کي هيئن ياد ڪيو آهي:

جڏهن تصوير ۾ نڪتو نہ پريزاد جو ناز
آئي پيوس ڇيو بهزاد تہ مانـي افسوس. (بلبل)

تنهنجي صورت آهہ اهڙي دلفريب و دلربا
عڪس جنهن جو ٿئي نہ هرگز ماني وبهزادکان. (مخلص)

**عشقي داستان واريون شخصيتون:**

پارسي شاعرن پنهنجي دل جي ڪيفيتن ۽ عشق جـي مختلف واردائن کي مختلف عشقي داستانن مـان تلميحون ۽ اشارا ولـي بيان ڪيو آهـي. جن مان يوسف زليخا، ليلي مجنون، شيرين فرهاد، وامق عذرا ۽ محمود اياز جي عشق جا داستان انهن وٽ وڏيڪ مقبول آهن.

بہ برقع مہ کنعان کہ بـود حسن آباد
بہ حجلہ گاہِ زليخا کہ بـود يوسف زار. (عرفي)

غنج و افسون زليخا کار در يوسف نہ کرد
هرکہ دل درباخت دل بردن نميداند کہ چيست. (نظيري نيشاپوري)

يادگارِ جگـر سوختۂ مجنون ست
لالۂ چندکہ از دامنِ صحرا برخواست. (صائب)

در رہِ منزلِ ليلي کہ خطرهاست بجان
شرط اول قدم آن است کہ مجنون باشي. (حافظ)

گاہِ مـردن شنيده ام محمود
گفت رويم سوئي اياز کنيد. (خسرو)

نہ برخيره بدو دل داد محمود
دلِ محمود را بـازي مپندار. (فرخي) (۱)

(۱) ”شعرالعجم“، حصو پهريون، مطبع معارف اعظم ڳڙهہ، ۱۹۴۰ع، ص ۲۶.

اسان جي سنڌ جي شاعرن جي دل ۽ دماغ تـي اهي پارسي شاعرن جا گهايل قصا ۽ داستان پوري طرح ڇانيل ذهن ۾ تا اهن جـو هنن انهن عاشقن ۽ معشوقن جو ذڪر بار بار ڪيو آهي. سمجهه ۾ ائين ٿو اچـي تـه مولوي جامي ۽ نظامي جي مثنوين، جن ۾ ليلي مجنون، شيرين خسرو، يوسف زليخا ۽ وامق عذرا جهڙا داستان بيان ڪيا ويا آهن، تـن پنهنجو پرپور اثر اسان جي شاعرن جي خيالن تي ڪيو آهي، جو غزل ۽ عشق جا افسانا بيان ڪندي انهن کي هرهر ياد ڪيو اٿن.

شيرين فرهاد:

اي پري رو تون غيرتِ شيرين
شوق تنهنجي ۾ فدوي فـرهاد. (فدوي)

مـون ڇيو شيرين ادا، شيرين لقا، شيرين دهن
ان ڇيو تازو وري قصهٔ فـــرهاد نـہ ڪر. (محمود خادم)

فـرهاد لاءِ تنهنجو هـو شيرين دهن لذيـــذ
ان کي لڳو ٿي ان ڪري تنهنجو سخن لذيذ. (نياز)

وامق عذرا:

اچي ڪر سهڻا عاشقن تي تجلي روءِ زيبا جي
نہ وامق کان سواءِ قيمت ڪٿي ڪنهن حسن عذرا جي.
(فقير محمد عاجز)

بعد مجنون، وامق و فرهاد جي آهي ادا
مون ڪيو آباد ويران عشق جي جاگير کي. (ليکراج عزيز)

يوسف زليخا:

زليخا جيئن، ڏلو جنهن حسن مصري ماهِ ڪنعان ۾
سندس دل، عشق کان ٿـي مبتلا زلف پـريشان ۾. (قليچ)

قصہ يوسف تہ اڄڪلهہ سڀ ڪڻون وسري آهہ ويـو
ساري عالم ڪن رکيو تنهنجي حڪايت جي طرف. (نجفي)

### ليليٰ مجنون :

ڏسان ديدار ٿو مان يار جو سهڻن جي چشمن ۾
ڏٺو ليليٰ جو جلوو قيس ٿي چشم غزالان ۾. (قادري)

دستِ ليليٰ کان ملي غير کي خيرات جڏهي
قيس جو جام ٽٽو ڇور خدا جي قدرت. (فقير)

### محمود و اياز :

ڪارخانو آهه عشق جو اڳئو ۽ عجيب
ات اياز آهي به محمود ۽ محمود اياز. (قليچ)

محمود ڇا خطا ڪئي، بندي جي بندگي ڪئي
بت پرست نڪتو هو بت شڪن جي عيوض. (ليکراج عزيز)

### عشقيه شاعري :

عشق ۽ محبت جو جذبو انسان جي فطرت ۾ سمايل آهي. اهڙو ڪو انسان مشڪل ملندو جنهن ڪڏهن ڪنهن سان ٿوري يا گهڻي محبت نه ڪئي هجي، اهو ئي سبب آهي جو دنيا جي هر ملڪ ۾ عشقي شاعري عام ۽ ٻين شاعري جي قسمن کان تمام گهڻي آهي. ساڳئي طرح ايران ۽ سنڌ جي شاعري جا دفتر جاچيا ته انهن ٻنهي ملڪن ۾ به عشقي شاعري جا ڪيترا خزانا نظر ايندا. ايران ۾ عشق ۽ محبت جي جذبن کي وڌيڪ ڀڙڪائڻ لاءِ آب و هوا، آبِ روان، لاله و گل، بلبل و قمري هر وقت دل ۽ دماغ تي اثر انداز رهيا آهن. ان جي ڀيٽ ۾ سنڌ ۾ نه اهڙا دلفريب سبزه‌زار هئا ۽ نه لاله و گل ۽ نه بلبل و قمري ئي هئا، پر جيئن ته عشق هڪ اهڙي طاقت آهي جنهن جو واسطو دلين سان آهي، تنهن ڪري هن ملڪ جا ماڻهو به عشق ۽ محبت جي جذبن سان اوترائي سرشار هئا جيترا ايران وارا. سنڌ جي شاعرن ايران جي شاعرن وانگر عشق ۽ محبت جي جذبن، ڪيفيتن ۽ وارداتن کي نه فقط تفصيل سان پر نهايت پُر اثر انداز ۾ بيان ڪيو آهي. هنن هڪ طرف محبوب جي حسن، ناز و ادا، جفا ۽ ڪج ادائن جو بيان ڪيو آهي، ٻئي طرف عاشقِ زار جي مختلف حالتن جي تصويرڪشي ڪئي آهي. اهو ئي سبب آهي ته سنڌ جي عشقي شاعري (غزل) ۾ اوترو ئي زور آهي جيترو ايران جي عشقي شاعريءَ ۾.

## محبوب جو تصور :

انساني فطرت مطابق مرد عاشق ۽ عورت معشوق آهي، مگر سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ مرد کي محبوب ۽ عورت کي عاشق جو درجو ڏنو ويو آهي. جيئن پنهون محبوب ۽ سسئي عاشق آهي، راڻو محبوب ۽ مومل عاشق آهي. ساڳئي طرح سهڻي ميهار، ليلان چنيسر، عمر مارئي ۽ سورٺ راءِ ڏياچ جو معاملو آهي. پر ايران جي شاعريءَ ۾ عاشق ۽ معشوق جو تصور ئي علحدو آهي. اتي عاشق به مرد ۽ معشوق به مرد آهي. ايران جي تاريخ جي ڇا ڻن جو چوڻ آهي ته جڏهن ايران ۾ اسلام پکڙيو ۽ مسلمانن جي فتحن جو سيلاب چوطرف وڌڻ لڳو ته ڪيترا نوجوان نينگر غلام بڻجي هنن جي دسترس هيٺ آيا. جيڪي جلوت ۽ خلوت ۾ هر وقت هنن سان گڏ رهڻ لڳا ۽ اهڙي طرح هنن ۾ امرد پرستي ۽ شاهد بازي جو شوق پيدا ٿيو.

ايران ۾ شاعري جي اوسر جو اهو ئي زمانو هو، تنهن ڪري ايراني شاعريءَ تي ان جو اثر پوڻ لازمي هو. ان زماني ۾ هر گهر ۾ ترڪ غلام هوندا هئا، جي گهڻو ڪري سهڻا ۽ خوبصورت هئا. عيش و نشاط جي محفلن ۾ خدمت ۽ ساقي گري جو ڪم سندن حوالي هوندو هو. اهڙيءَ ريت رفته رفته اهي غلام ۽ خادم جي بجاءِ محبوب بڻجي ويا(١) ۽ پارسي شاعريءَ اهڙي ريت هڪ مرد کي محبوب ۽ ٻئي مرد کي عاشق تسليم ڪري ڇڏيو.

سنڌ جي غزل گو شاعرن تي جيئن ته پارسي شاعري جو گهرو اثر هو تنهن ڪري انهن پنهنجن غزلن ۾ پنهنجي ڪلاسيڪي محبوب ۽ عاشق واري تصور کي ڇڏي ساڳيو پارسي شاعريءَ وارو امرد پرستي ۽ شاهد بازي وارو تصور اختيار ڪيو. سڀ کان وڏو اثر جو سنڌي غزل تي پارسي شاعريءَ جو پيو آهي، اهو اهوئي آهي جو ان انسان جي فطري لاڙي، عورت سان محبت بجاءِ امرد پرستي وارو تصور قبول ڪري ورتو.

پارسي شاعرن هڪ طرف ترڪ ۽ ترسا کي محبوب جو درجو ڏئي پنهنجي محبت ۽ عشق جي جذبن جو اظهار ڪيو آهي ۽ ٻئي طرف پنهنجي محبوب کي صنم ۽ بت ڪوٺي ڪڏهن ان جي حسن جي تعريف ڪئي آهي ۽ ڪڏهن ظلم و جفا جو ذڪر ڪيو آهي. سنڌ جي غزل گو شاعرن به انهن

---

(١) شبلي نعماني "شعرالعجم" - حصو چوٿون- ٽيون ڇاپو - مطبوعہ معارف پريس اعظم گڑھ، ص ١٩١.

ڇٽي- صنم، بت، ترڪ ۽ ترسا-ڪي پنهنجو محبوب ٺاهي پنهنجن عشق ومحبت جي جذبن ڪي بيان ڪيو آهي.

صنم:

صنم لفظ جي معنيٰ بت آهي، ايران ۾ قديم زماني ۾ جيڪي بت گهڙيا ويندا هئا تن ڪي نهايت خوبصورت شڪل ۾ صورت ڏني ويندي هئي ۽ انهن جي پرستش ڪئي ويندي هئي، انهيءَ ڪري ايران جي شاعرن محبوب ڪي صنم ۽ بت ڪوليو، ڇاڪاڻ تہ محبوب پنهنجي سونهن جي سبب عاشقن جي دل ڪي ڇڪيو وٺن ۽ عاشق انهن جي پرستش ڪرڻ لڳن.
شمس تبريز صنم لاءِ چوي ٿو:

چمني ڪه تا قيامت گلِ او بيار بادا
صنمي ڪه بر جمالش دوجهان نثار بادا. (شمس تبريز) (١)

حافظ شيرازي چوي ٿو:

صنما با غمِ عشق تو چه تدبير ڪنم
تابکي در غمِ تو نالهٔ شبگير ڪنم. (حافظ شيرازي)

سنڌي شاعرن بہ صنم سان پنهنجي محبت جو اظهار هن لفظن ۾ ڪيو آهي:

ڪعبہ پرست اَئلندو آيو صنم پرست
آهي ڏٺو جنهن بيت‌المعمور بيخودي. (مرتضائي)

آهي ڪافي عاشقن جي قتل لاءِ
تنهنجي ابرو جي صنم صمصام بس. (بلبل)

سمجهہ يقين تون اي صنم، سانگي تڏهن ٿي با طرب
تو سان جڏهن ٿئي دمبدم، سينہ بسينہ لب بہ لب. (سانگي)

محفل جنت ۾ پڻ يا رب هجي مون سان صنم
ورنہ سوداخيز سارو آهہ سامانِ بهشت. (واصف)

بت:

پارسي جي شاعرن جتي صنم ڪي پنهنجي ڪعبہ دل ۾ جاءِ ڏني

(١) "ديوان شمس تبريز" - مطبع منشي نولڪشور ڪانپور.

آهي، اتي بت ۽ ان ترس جي به پرستش ڪئي آهي. امير خسرو چوي ٿو:

گر شما ديــــن عاشقان داريد
بعد زين پيش بت نماز ڪنيد. (خسرو)

حافظ شيرازي پنهنجي بت جي غمزه جو بيان هيئن ٿو ڪري:

بتا چون غمزه ات نازک فشاند
دل مجروح من پيشش سپر باد. (حافظ)

ايران جي شاعرن وانگر سنڌ جا شاعر ٻڻ بت جي پوڄا ۾ پٺتي نه پيا آهن. سنڌن بت سان وابسته جذٻن جو اندازو هيٺين شعرن مان لڳائــي سگهجي ٿو:

محراب پرن بت جو سجدو نه ٿيو حاصل
اڄ ڪعبه دل تڏهن ڪئي آهه سيه پوشي. (محمود خادم)

لڳ بتن ۾ پيو نه خادم بت پرستيءَ کي ڇڏيو
چونڪارو ليڪ هن مرد خدا جو ٿي ويـو.
(محمود خادم)

دل تي ڏسان ٿو اڄ نه بت بيوفا جـو راڄ
حيرت ۾ آهيان ڪاڏي هليو ويو خدا جو راڄ. (واصف)

ترڪ:

ترڪ حسين ڇوڪرا ٿي هئا جن پنهنجي حسن جي جلوي سبب پارسي شاعريءَ ۾ محبوب جو لافاني درجو حاصل ڪري ورتو هو، ايتري قدر جو پارسي شاعر انهن جي عشق ۾ ايترو نه گرفتار ٿي چڪا هئا جـو انهن جي مٿان ساري دنيا کي قربان ڪرڻ لاءِ تيار هئا، اهـو ترڪ محبوب ٿي هـو جنهن لاءِ حافظ شيرازي فرمايو هو:

اگر آن ترڪ شيرازي بدست آرد دل مـارا
به خال هندويش بخشم سمرقند و بخارا را. (حافظ)

نه فقط حافظ بلڪ ايران جا سمورا شاعر ترڪن جي غمزن جا شڪار آهن، ترڪن سان پنهنجي عشق جو اظهار هنن لفظن ۾ ڪن ٿا:

خلقي بـراه منتظر جان سپردن اند
اي ترڪ نيم مست عنان را ڪشيده تر. (خسرو)

قسمت چنين فتاد ڪ ترڪان مست او
در دور ما بطاق نهادند جام را. (نظيري نيشاپوري)

هن شعر ۾ نظيري اڪين کي ترڪ سهڻن سان تشبيهه ڏئي چوي ٿو منهنجي قسمت اهڙي هئي جو هن جي مست اکين منهنجي واري تي مون ڏانهن نهارڻ ڇڏي ڏنو. مگر اکين کي مست ترڪن سان ڀيٽ ڏئي ڏن محبوب کم التفات کي نهايت لطيف انداز ۾ بيان ڪيو آهي:

آن ترڪ پري چهره ڪ دوش از بر ما رفت
آيا چه خطا ديد ڪ از راه خطا رفت. (حافظ)

جيتوڻيڪ سنڌ ۾ ترڪ سهڻن غلامن جي آمد بلڪل ڪانه رهي آهي مگر سنڌ جي غزلگو شاعرن به ايران جي شاعرن جي واتان ترڪن جي حسن جي واکاڻ ٻڌي ان ڏئي عاشق ٿي انهن کي پنهنجو محبوب بيان ڪيو آهي:

ڪنهن جو ڪنهن سان، ڪنهن جو ڪنهن سان
منهن جو نينهن ترڪ تاشقندي سان. (مرتضائي)

صيد لئه صياد گهمندو هٿ ڪمان ابرو ڪيو
ترڪ ترڪش تياريون، سي تير مژگاني ڏئي. (قدري)

ترڪ ڪر مون تان ڏرت ڏک ۽ ڏمر
ترڪ طرار چو تـي دل موهيئي. (گدا)

سينڌ سرمو ۽ ڪهل ريهه ڪناري پائي
ترڪ ڪئي ڪوس جي تدبير خدا خير ڪري. (فقير)

زلفن ۾ ڏي قابو هـن ترڪ ڏنو طعنو
اسلام جو هي حال تہ ڪافر جو خدا حافظ. (بلبل)

## ترسا:

عيسائي ڇوڪرا جن کي ترسا ڪوٺيو ويو آهي سي به ايران ۽ ترڪن کان سواءِ پنهنجي حسن ۽ جمال ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا، هنن پڻ ايراني شاعرن جي دلين ۾ عشق جي باهه ڀڙڪائي آهي ۽ جن ترڪن وانگر ترسا کي پنهنجي شاعري ۾ محبوب جو درجو ڏئي ڇڏيو آهي ۽ انهن سان پنهنجن جذبن جو اظهار هيئن ڪيو آهي:

سرِ خوش از کوي خرابات گذر کردم دوش
به طلب کاريِ ترسا بچه باده‌فروش. (عصمت‌بخاري)

بحث در رد قبول بتِ ترسا بچه است
ورنه از کفر زبوني بنود ايمان را. (عرفي)

سنڌ جي شاعرن به پارسي شاعري کان متاثر ٿي ترسا کي پنهن جو محبوب ڪري پيش ڪيو آهي، جيتوڻيڪ سنڌ ۾ ڪڏهن به عيسائي سهڻا ڇوڪرا ڏسڻ ۾ ڪين آيا آهن.

گلبدن گلرو جوان يا آفتِ جان نازنين
ڇا جوان بي ترس ظالم، تنهن بتِ ترسا کي آهَ (سانگي)

زلف جانان سر بسر زندگي سياهه
خوش خطِ ترسا کلن باصد پيچ و خم. (گدا)

آهَ منهنجي اڳڻ ڪر مون تي ترس
اي ترسازادا ڪين ترس. (سانگي)

## حسن ۽ عشق:

حسن ئي عشق جي پيدائش جو سبب آهي، شمع جو شعلهٔ حسن پرواني جي دل ۾ عشق جي آتش پيدا ٿو ڪري ۽ پروانو عشق جي نشي ۾ سرشار پنهنجي محبوب جي چوگرد طواف ڪري پنهنجو سر ان جي مٿان قربان ڪري ٿو ڇڏي. اهو گل جو حسن ئي آهي جيڪو بلبل جي دل ۾ عشق جون سرمستيون پيدا ٿو ڪري ۽ بلبل پنهنجي سموري زندگي گل جي مدح سرائي ڪندي‌گذاري ٿي ڇڏي. انسان جي دل به پرواني ۽ بلبل وانگر حسن کان متاثر ٿي ان جا گيت ڳائڻ شروع ڪري ٿي. شاعريءَ جي مختلف صنفن ۾ غزل ئي اها صنف آهي جنهن ۾ حسن ۽ عشق جي معاملن، وارداتن ۽ ڪيفيتن کي نهايت تفصيل سان بيان ڪيو ويو آهي. اهوئي سبب آهي جو شاعريءَ جون ٻيون صنفون حسن جي ارهه‌زورائين ۽عشق جي آه و زارين کي اهڙي لطيف انداز ۾ بيان ڪرڻ کان قاصر رهيون آهن جهڙي ريت غزل ۾ انهن کي بيان ڪيو ويو آهي. عشق ۾ سون قسمن جون وارداتون پيش اچن ٿيون، جن ۾ محبوب جو حسن، عاشق جو عشق ۽ فنا ٿيڻ، جانبازي، محبوب کان شڪوو ۽ شڪايت، رقيب سان عداوت، انتظار، هجر ۽ وصل

اهي ۽ اهڙي قسم جون ٻيون هزارين وارداتون ۽ جذبا عشقي شاعريءَ جو موضوع آهن پر اهي جڏهن غزل ۾ بيان ٿين ٿا ته انهن ۾ حسن، زور، جوش ۽ دلڪشي پيدا ٿي وڃي ٿي. پارسي شاعرن ۽ سنڌ جي غزلگو شاعرن حسن ۽ عشق جي معاملن کي بيان ڪرڻ ۽ شهباز وانگر آسمانن تي پرواز ڪيو آهي. مگر سنڌ جو غزلگو شاعر پارسي شاعري کان ايتري قدر متاثر آهي جو هن حسن ۽ عشق بابت پنهنجن جذبن کي بيان ڪرڻ وقت ساڳيو پارسي شاعرن وارو انداز ۽ ساڳيون ايراني ماحول سان ورتل تشبيهون ۽ استعارا استعمال ڪيا آهن، اٿين پيو لڳي ته هن کي پارسي شاعري جي هيرن موتين جو دڪان ڪايل ملي ويو آهي جتان هو تشبيهن جا هيرا ۽ استعارن جا موتي پنهنجن غزلن کي خوبصورت بنائڻ لاءِ جڙيندو ويو آهي. هن ڏس ۾ به پارسي شاعري ۽ سنڌي غزل جي ڀيٽ ڪري ڏسبي ته محسوس ٿيندو ته سنڌ جو غزلگو شاعر پارسي شاعر جي ڇيچ ولي شعر و شاعري جي بازارين ۾ گهمي رهيو آهي.

## حسن جي مدح سرائي:

شاعرن پنهنجي محبوب جي حسن جي تعريف ۾ دفترن جا دفتر ڀري ڇڏيا آهن. محبوب جو ڪوبه عضوو نه آهي جنهن جي هنن واکاڻ نه ڪئي آهي، ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين هنن ڪنهن به عضوي کي نظرانداز نه ڪيو آهي. اکيون، ڳل، وات، چپ، ڪاڏي، خال، وار، زلف، هٿ پير مطلب ته جسم جو عضوو عضوو بيان ڪيو اٿائون ۽ ان بيان ۾ تشبيهن ۽ استعارن جا ڍير لڳائي ڇڏيا اٿائون. پارسي شاعرن محبوب جي حسن کي هونئن ته ڪيترن نمونن ۾ بيان ڪيو آهي مگر زياده تر هنن يا ته محبوب کي گلستان ڪري بيان ڪيو آهي يعني محبوب جون اکيون نرگس ۽ لاله، ڳل گلاب، چپ، گلاب جا پن، وار سنبل، زلف سوسن ۽ قد سرو ۽ طوبيٰ ڏيکاريو اٿن يا ته محبوب کي هڪ جنگجو جوان ڪري بيان ڪيو اٿن جو نه صرف ظالم آهي پر قاتل به آهي، هن جا ڀرون ڪمان، هن جون اکيون خنجر ۽ تير ۽ تلوارون، هن جو غمزو، ناز ۽ ادا قتلِ عام آهي. اسان جي شاعرن به عموماً انهيءَ ئي محبوب جي حسن جي تصويرڪشي ڪئي آهي. پارسي شاعري ۽ سنڌي غزل جي مطالعي مان ان حقيقت تي روشني پوندي. هيٺ محبوب جي مختلف عضون جا پارسي ۽ سنڌي شاعري مان مثال پيش ڪجن ٿا:

قد:

پارسي شاعرن محبوب جي قد کي طوبيٰ، سرو، شمشاد ۽ صنوبر سان تشبيهه ڏني آهي ۽ سنڌ جي شاعرن پڻ ائين ڪيو آهي.

سر به بستان چو دهد جلوه يغمائي را
اول از سرو کند جامه رعنائي سرا. (ابو طالب ڪليم)

قمريان پاس غلط کرده خود مي دارند
ورنه يڪ سرو درين باغ به اندام تو نيست. (صائب)

سرو قد سونهن ۾ سچو سالم
ڪبڪ رفتار خوشخرام لذيذ. (قاسم)

صنوبر سرو سوڙي قد ڪئين شمشاد شرمايا
پسي قامت قريبن جي ٿئي هر ڪنهن کي حيراني. (حامد)

طوبيٰ جي مرتبي کان دوبالا ٿيو مرتبو
سايو پيو جو سرو تي ان نونهال جو. (مخلص)

زلف:

پارسي شاعرن زلفن کي هڪ طرف سنبل، سوسن ۽ ٻين گلن سان ڀيٽ ڏني آهي، ٻئي طرف ڪاري بلا ڪوٺيو آهي ۽ ٽئين طرف زنجير بنائي پيش ڪيو آهي. سنڌ جا شاعر به زلف جي سنبل ۽ سوسن جي خوشبو ۾ مست آهن، ڪڏهن سندن پير ڪاري بلا تي آهي ۽ ڪڏهن زنجير سندن دلين کي جڪڙي ڇڏيو آهي.

زلف سنبل:

بنفشه طره مفتول خود گره ميزد
صبا حڪايت زلف تو درميان انداخت. (نا معلوم)

رخ تي دلبر جي زلف پاتا پيچ
گل سان سنبل جي ٿي لڙائي ڏس. (گدا)

زلف بلا:

دو زلف تابدار او، به چشم اشڪبار من
چو چشمه کم اندرو شنا کنند مارها. (عرفي)

هڻن منهنجي هئين ۾ ڏنگ ڏاڍا، وڃهي ور نانگ وانگي
جلهن ڇوڙي ڇڏين تون وار واري، اندر کي ڏين ايذاء. (قاسم)

سيه زلفن جــو ڪر سخت سپ
وهائي ٿو وسير هيٺو جهڙپ جهٽ. (حامد)

وڃي انڪي زلفن ۾ دل خمر ناهي
پيو پير ڪاري بلا تي ڪنهين جو. (فقير)

پڇيو رشڪ مسيحا ڏس ته تنهنجي دل ڇو ڏڙڪي ٿي
چيم زلف سيه ڪاري بـــلا سمجهي ڊنــي آهي. (نياز جعفري)

زلف زنجير:

عقل اگر داندڪه دل در بند زلفش چون خوش است
اي بسا عاقل ديوانه گردنــد از پــي زنجيرِ مـــا. (حافظ)

حائل ڏسي هي زلف رخِ رشڪِ ماهه ۾
زنجير پئجي ويـــا منهنجي پاي نگاهه ۾. (لکيراج عزيز)

هي آهن دام يا زنجير يـــا ڪاري بـــلا گيسو
ڇپائين پنهنجي دل ڪان پيچ رهي جا منهنجي زلفن ۾.
(نياز جعفري)

زلف ۽ رخسار:

پارسي شاعرن ڪڏهن ڪڏهن زلف ۽ رخسار جو هڪ ئي وقت ڪٺو ذڪر ڪيو آهي. اهڙي موقعي تــي هنن صبح ۽ شام سان تشبيهه ڏئــي محبوب جي زلف ۽ رخسار جو بيان ڪيو آهي، اسان جي شاعرن پــڻ ساڳيو انداز اختيار ڪيو آهي.

جز زلف و عارضِ تو نديدم که هيچکس
خورشيد را ز ظلمتِ شب سائبان دهد. (سلمان ساوجي)

اڀريو نه صبح پردي ۾ شب جـي آ آفتاب
لڪايو پنهنجي منهن تي جو زلفن کي يار آهي. (قادري)

زلف رخ تان جو هٽيا حسن ڪرامت هي ڪئي
شمس نــروار جـــدا رات نمودار جـــدا. (فقير)

رکيو رخسار تي دلدار اڄ زلف پريشان کي
ڏٺو مون صبح صادق ھم شامِ غريبان کي. (گدا)

رخ:

پارسي شاعرن محبوب جي منهن کي سج، چنڊ، گل ۽ شمع سان تشبيهه ڏني سخن سنجي ڪئي آهي. سنڌ جي شاعرن جي محبوب جي رخ کي ڪڏهن شمس و قمر، ڪڏهن گلِ هزار رنگ ۽ ڪڏهن شمعِ روشن ڪري بيان ڪيو آهي. ائين محسوس پيو ٿئي ته جيتوڻيڪ نقاش علحده آهن، پر انهن نه صرف تصوير ساڳي ڪئي آهي پر رنگ به ساڳيا استعمال ڪيا اٿائون. پارسي شاعرن محبوب جي چهري کي هن طرح شمس بنائي بيان ڪيو آهي:

بادِ صفا چو از رخِ او زلف در ربود
ابرِ سيه کشاده شد و آفتاب کرد. (سلمان ساوجي)

زلفِ تو سيه چرا است بانا
بسيار در آفتاب گشتہ است. (خسرو)

(خسرو نهايت لطيف خيال پيش ڪندي چوي ٿو ته محبوب تنهنجا زلف ڪارا ڇو آهن؟ ڇاڪاڻ ته اهي ڳلن جي سج جي اس ۾ رليا آهن).

سنڌي شاعرن پڻ محبوب جي رخ کي سج سان تشبيهه ڏيندي چون ٿا:

جي منهنجو مهر افزا ماهه بي نقاب ٿئي
ته رات جو به عيان هوند آفتاب ٿئي. (گدا)

اڄ ڏسي تنهنجو رخ خورشيد مثل
صبح پڻ ڦاڙيو گريبان واهه واهه. (مخلص)

پارسي ۽ سنڌي شاعرن پنهنجي محبوب جي ڳلن کي گل سان تشبيهه ڏئي پنهنجي جذبن جو اظهار هن طرح ڪيو آهي:

پارسي شاعر:

از بهرِ آن کہ لافِ جمالِ تو ميزند
صد بار لالہ بر دهنِ ياسمين زده است. (خسرو)

گل خواست کہ چون رخش نکو باشد نيست
چون دلبرِ من برنگ و بو باشد نيست.

صـــد روئي فـــراهم آورد در سالـــي
باشد که يکي چــو روئي او باشد نيست.
(کمال اسماعيل) (١)

سنڌي شاعر:

منهنجي گلرخ جو منهن ٿيو گل گل
لعل جي لاله زار توڻ صدقـــي. (گدا)
آب تنهنجي چهره گلگون جو مشڪل ٿيو جهاڻ
بـوءِ ٿئي رنگ اڏامي پيو سڄي گلزار جو. (ليکراج عزيز)

## خال رخ :

پارسي شاعرن رخ ۽ زلف سان گڏ محبوب جي ڳل تــي تير جــي تعريف به دل کولي ڪئي آهي. ڪڏهن ان کي داڻي سان ڀيٽ ڏني اٿائون جنهن جي مٿان زلفن جو دام وڇايل آهي، جنهن ۾ عاشق جي دل جو پکي ڦاسي ٿو پوي. ڪڏهن ان کي چنڊ ۾ داغ سان ڀيٽ ڏني وئي آهي، جڏهن هنن کي اهو خال لبن جـي ويجهو ڏسڻ ۾ آيو آهي ته کيس آب ڪوثر تي مشهور صحابي حضرت بلال رضه ڏسڻ ۾ آيـو آهي، ڪڏهن هنن ان کي هندو يا زنگي ڪوليو آهي ۽ ڪڏهن هنن ان کي حجر اسود، مشڪ ۽ عنبر سان ڀيٽ ڏنــي آهــي. اسان جـي سنڌي شاعرن ٻڻ پنهنجي غــزلن ۾ ساڳيون تشبيهون استعمال ڪيون آهن.

پارسي شاعر:

زلفِ او دام است و خالش دانهٔ آن دام و من
بـــر امـــيد دانهٔ افتاده ام در دامِ دوست. (حافظ)
يکي خال سيه جا کرده بر کنجِ لبِ لعلش
که گويا بر لبِ آبِ بقا بشنسته هندوي. (ظهير فاريابي)

سنڌي شاعر:

يار جي لال لب تي خال آهي
حوض ڪوثر تي ڄڻ بلال آهي. (گدا)
حجر اسود آ خـــالِ روئي نگار
سجـــدگه آهـــي آستانهٔ عشق. (قادري)

---

(١) "شعرالعجم" - حصو پهو - مطبع معارف اعظم ڳڙهه، ١٩٤٧ع، ص ٢٥.

رخِ پرنور تي خالِ سيه ڪي
خطا ٿي جي چوان مشڪ ختن آ. (سانگي)

خالِ رخ جو بوسو جو ورتم ته دل ڦاسي پئي
تير نه هو رخسار تي پر دام جو هي دانو هو. (فقير)

## دهن و لب دوست:

دوستن جي وات ۽ چپن جي واکاڻ ڪندي پارسي ۽ سنڌي شاعرن ڪا دهن خشڪ ۽ زبانون گونگيون ٿي ويون آهن. هنن ڪڏهن محبوب جي چپن کي گل سان، ڪڏهن شهد، نبات قند ۽ شڪر سان پيٽ ڏني آهي. اهڙو ذڪر ڪندي اهڙي چاشني چکڻ لاءِ سندن دل ۾ حسرت پيدا ٿي آهي، ڪڏهن هنن لال لبن کي لعل ۽ ياقوت سان تشبيهه ڏني آهي. جڏهن وات جي واکاڻ ڪئي اٿائون ته اهو هنن کي ننڍڙي مکڙي جا نقطي کان به ننڍڙو نظر آيو آهي. وات سان گڏ محبوب جي ڏندن کي هيرن ۽ موتين سان تشبيهه ڏني اٿائون. سنڌي شاعرن جي غزلن ۾ ساڳيون تشبيهون ۽ ساڳيو پارسي شاعرن وارو انداز ڏسڻ ۾ ٿو اچي.

## تنگ دهن:

از دهنِ تنگ تو گويا کسي
دانک انار بدونيم کرد. (رودڪي)

(تنهنجو وات ايترو ته ننڍو ٿو لڳي، ڄڻ ڪنهن ڏاڙهون جي داڻي کي به اڌ ڪري ڇڏيو آهي.)

دهنت ذره کم از ذره است
رخ ز خورشيد ذره کم نيست. (خسرو)

ڪيئن نه ٿئي تنگ عاشقن جو نصيب
دهنِ نازنين تنگ آهي. (سانگي)

آءٌ تنگ نه ڪيئن عرصهٔ حال عالم ۾ گذاريان
عاشق آهيان آءٌ يار جي موهوم دهن جو. (گدا)

## غنچہ دهن:

جان فداي دهنش باد که در باغ نظر
چمن‌آراي جهانِ خوشتر ازين غنچه نيست. (حافظ)

در بوستان، به يادِ دهان تو، غنچه را
امسال باغبان همه نشگفته چيده بود. (ابوطالب کليم)

غنچه دلبر جي آهه دهن کي چوان
گل کي منهن، برگِ گل لبن کي چوان. (سانگي)

زبان برگِ گلِ احمر سان هم رنگ
برنگ غنچه دلبر جو دهن آهه. (گدا)

## لعل لب:

چون سرکنم حديثِ لبِ لعل يار را
گرد از نهاد چشمهٔ حيوان بر آورم. (علي حزين)

(مان محبوب جي لعل جهڙن لبن جي ڳالهه ڪيئن پوري ڪريان، ڇاڪاڻ ته جڏهن انهن جو ذڪر شروع ٿو ڪريان ته چشمِ حيوان کان دوڙ آڏامڻ ٿي لڳي.)

رات ياقوت لبِ يار چميم، مون کي چيئين
تنهنجي قبضي ۾ سچو ملڪ بدخشان آيو. (گدا)

لبِ ياقوت لعل زماني
سرخ جهڙس نه آهي گل نرگلال. (فدوي)

## شيرين لب:

محبوب جي چپن جي مٺاڻ شهد و شڪر ۽ قند و نبات کان وڌ آهي جنهن جي چاش ۾ شاعر ڦاسي پاڻ به شيرين دهن ٿي پيا آهن:

شرح غمِ تو لذتي شادي به جان دهد
ذکر لبِ تو طعمِ شکر در دهان دهد. (سلمان ساوجي)

جت شهد و شڪر قند مڪرر جي ٿئي تعريف
ات وصف لبِ يار نباتي ڪر اظهار. (سانگي)

لعل لب آهن مٺا ٿي شهد شڪر کان وڌيڪ
شربتِ لب جي مٺائي آبِ ڪوثر کان وڌيڪ.
(حافظ احسن) (١)

---

(١) "ديوان احسن" - حافظ محمد احسن چنه. چاپايل ويڙهومل ڪڻن مل، لاڙڪاڻه

## لولوء دندان:

محبوب جي ڏندن جو ذڪر پارسي ۽ سنڌي شاعرن هيرن ۽ موتين سان پيٽ ڏئي ڪيو آهي.

تنهنجي لعل ڪان اڇايا ڏس ته ياقوت و عقيق
لولوء دندان لڳو لڳ ڪيئن ڳتي آهي قطار. (حامد)

ڪلڻ ۾ ڏند موتين جان ٿا چمڪن
وڪن تن جا ٿا ڪيئي جوهري سڌ. (فقير)

منهنجي محبوب جا لب و دندان
سچ ڇوان لعل ۽ گوهـــر آهي. (گدا)

## چشم ميگون:

اهڙو ڪهڙو عاشق آهي جو محبوب جي اکين جو ڪائل نه آهي، اهڙو ڪهڙو شاعر آهي جنهن محبوب جي مست اکين جو ذڪر نه ڪيو آهي. شاعرن جي ڪلام جي ابتدا محبوب جي اکين جي مدح سان ٿي ٿئي ڇاڪاڻ ته اکيون ئي انهيءَ لتني جو گهر آهن جنهن مان عشق جي باهه ڀڙڪي اٿي ٿي. پارسي شاعرن پنهنجي محبوب جي اکين کي ڪڏهن ميگون، ڪڏهن قاتل، ڪٽاري، ڪڏهن آهو ۽ ڪڏهن نرگس وغيره ڪوٺيو آهي. سنڌي غـزل ۾ بـ پارسي اثـر قبولـي ساڳيون تشبيهون استعمال ڪيون ويون آهن.

اکين جي مستي جو ذڪر شيخ سعدي ۽ حافظ شيرازي هنن لفظن ۾ ڪن ٿا:

تـوبه ڪند از گناهِ خلق به شعبان
در رمضان نيز چشمهائي تو مست است. (سعدي)

مـي حاجت نيست مستيم را
در چشمِ تـو تا خمار باشد. (حافظ)

قادري، قليچ ۽ مخلص محبوب جي اکين جي مستي کي هيئن بيان ڪن ٿا:

تنهنجي هڪ نظر سان ٿي مست دل، ناهين گهرج باده ناب جي
جو هزار جام شراب گم، آهي تنهنجي ديدهٔ نـــاز ۾. (قادري)

چشم ميگون، مثال نرگس مست
تنهنجي خوني خمار تان صدقي. (قليچ)

چا ڪريان مان شراب شيرازي
چشم ميگون ڪان تنهنجي آهيان مخمور. (مخلص)

پارسي شاعرن اکين جي ڀيٽ آهو (هرڻ)، نرگس ۽ پيمالي سان ڪئي آهي، اهي سڀ تشبيهون حاجي محمود 'خادم' هڪ شعر ۾ بيان ڪندي چوي ٿو:

چشم ميگون يار جي تعريف آهو ڪئي جڏهن
شور ۾ نرگس هئي ۽ دور ۾ پيمانو هو. (محمود خادم)

پارسي شاعرن اکين کي قاتل ڪري ڪوٺيو آهي، جن ۾ تير، تلوارون ۽ خنجر آهن. خاقاني اکين کي نيزن سان ڀيٽ ڏيندي چوي ٿو:

ترڪ چشمت مرا بہ نيزه بزد
نوڪ آن نيزه در جگر بشکست. (خاقاني)

خليفو گل محبوب جي اهڙين اکين جو ذڪر هيئن ٿو ڪري:

تو ڦٽي آ عاشقن جي دل هٽي چشمن جا تير
پوء رکي ڇٽيون انهن کي تون اهي دلدار ڇيٽ. (گل)

۽ عزيز چوي ٿو:

تير نگاهہ ناز جگر مان ٿي پار ويو
ارمان دل ۾ رهجي ويو تنهنجي قتيل جو. (ليکراج عزيز)

## مژگان ۽ ابرو:

پارسي شاعرن مژگان ۽ ابرو کي گهڻو ڪري حسن جي جنگي سرڪار جي فوج ڪوٺيو آهي. ابرو کي تيغ، ڪمان، خنجر ۽ ڪڏهن ٻهرين تاريخ جي چنڊ ۽ محراب سان تشبيهہ ڏني آهي ۽ مژگان (ڀنبڻين) کي تيرن وغيره سان تشبيهہ ڏني آهي. سنڌي غزلگو شاعرن به ساڳيو انداز اختيار ڪيو آهي. هيٺ پارسي ۽ سنڌي شاعريءَ جا مثال پيش ڪجن ٿا:

دي بہ تندي بلند ڪرد ابرو
از پئي ڪشتنم ڪمان برداشت. (خسرو)

نواز علي 'نياز' ابرن کي تيغ سان تشبيهه ڏيندي چوي ٿو:

تيغ ابرو سان ڪري زخمي ستمگر مون کي نيٺ
هيئن ڇني ويو، عمر ساري هائي وئي ڪچيٺ. (نياز جعفري)

محمد هاشم مخلص هڪ ئي وقت ابرو ۽ مژگان جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

سندء ابرو ۽ مژگان جي آهي تشبيهه لا حاصل
تبر سان، تير سان، شمشير سان، نيزه ۽ خنجر سان. (مخلص)

پارسي شاعرن ابرن کي ڪڏهن محراب سان تشبيهه ڏئي پنهنجي خيالن جي بلند پروازي ڪئي آهي. خسرو ٿو چوي:

مشتبه مي شود قبله، ز رويت چه کنم
که از ابروي تو چشم بد و محراب افتاد. (خسرو)

۽ حافظ شيرازي ٿو چوي:

مي ترسم از خرابي ايمان که مي برد
محراب ابروي تـو حضور نمـاز مـن. (حافظ)

سنڌي شاعر ابروکي تشبيهه ڏئي پنهنجي جذبن جو اظهار هيئن ٿا ڪن:

رات زاهد چشم ۽ ابرو صنم جي جو ڏٺي
ٿي چيائين ٿو ٻري محراب جي وچ ۾ چراغ. (نياز جعفري)

ڏسي محراب ابروي دلدار
حضرتِ عشق کي امام ڪيم. (سانگي)

ڇو وڃان يارو سوءِ ديـر و حرم
مون کي ڪافي ٿيو خمِ ابروئي دوست. (مخلص)

ابرن کان زياده شاعرن مژگان (پنبڻين) کي وڏيڪ خوني بيان ڪيو آهي. هڪ پارسي شاعر چوي ٿو:

خويش را بـر نوڪِ مـژگانِ ستم کيشان زدم
آن قدر زخمي که دل ميخواست در خنجر نه بود. (نامعلوم)

۽ وحشي يزدي چوي ٿو:

من کشتهٔ کرشمهٔ مژگان که بر جگر
خنجر زد آن چنان که نگه را خبر نبود. (وحشي يزدي)

اسان جي غزل‌گو شاعرن پڻ مژگان کي خوني ٿي بيان ڪيو آهي، جن جي عادت عاشقن جو خون ڪرڻ آهي:

ڪيا تير مژگان سان سو صيد سهٽي
اڃا پڻ انس ڪا تياري عزيـزو. (حامد)

اهي ٿـو تير مژگان جو سٽيندو
ڪيان دل جي حفاظت يا جگر جي. (محمود خادم)

فوج مژگان‌کان آءِ صف آرا، حصارِ دل مٿي
حمله‌آور آهه لشڪر حسن جي سرڪار جو. ( فقير)

## چاهِ زنخدان:

پارسي شاعرن جتي محبوب جي چهري جي ٻين نقشن جي تعريف ڪئي آهي، اتي محبوب جي کاڏيءَ جي به تعريف ڪئي آهي. ڪين محبوب جي کاڏيءَ ۾ کهڙ نظر آيو آهي، تنهن ڪري هنن ڪٿهن ان کي صوف سان ڀيٽ ڏئي ان کي حاصل ڪرڻ جي خواهش جو اظهار ڪيو آهي ۽ ڪٿهن ان کي چاهه (کوهه) سان ڀيٽ ڏئي ان کي چاهِ زنخدان، چاهِ ذقن، چاهِ غبغب ڪوٺيو آهي ۽ ان ۾ ٻڏي پنهنجي دل جي سمورين حسرتن کي ختم ڪرڻ جي خواهش بيان ڪئي آهي. حافظ شيرازي محبوب جي کاڏيءَ کي سيب (صوف) سان تشبيهه ڏيندي چوي ٿو:

ز ميوه هاي بهشتي چه ذوق دريابد
هر آنکه سيبِ زنخدان شاهدي نگزيد. (حافظ)

سانگي به محبوب جي کاڏيءَ کي صوف سان تشبيهه ڏيندي چوي ٿو:

دوا منهنجي سودا جي سهٽا سنده
آهي سيب سرهو زنخدان جـو. (سانگي)

حافظ شيرازي محبوب جي کاڏيءَ کي چاهه (کوهه) سان تشبيهه ڏيندي چوي ٿو:

در چاهِ ذقن چو حافظ اي جان
حسنِ تـو دو صد غلام دارد. (حافظ)

۽ اسان جا شاعر چاهِ غبغب ۾ هيئن ٽٻا غوطا کائين:

چاهِ غبغب ۾ تنهنجي غوطو هڻي
فڪر منهنجو ٿيو ساهه ڪنعاني. (سانگي)

حياتي عشق ري بربار آهي
ٻڏڻ گهرجي ڏسي چاهِ ذقن ڪٿ. (فقير)

سراپا:

پارسي شاعرن پنهنجي غزلن جي شعرن ۾ محبوب جي مختلف عضون جي تعريف ڪئي آهي. غزل جي ڪنهن شعر ۾ هنن اکين جي تعريف ڪئي آهي، ڪنهن ۾ ڳٽن جي ۽ ڪنهن ۾ چپن وغيره جي. مگر هنن ڪي اهڙا غزل به لکيا آهن جن ۾ هنن محبوب جي سموري جوڀن جي پيرن کان وٺي چوٽيءَ تائين تعريف ڪئي آهي. ان ۾ هنن محبوب جي هر عضوي کي مختلف شين سان تشبيهه ڏيندي حسن جي رعنائي جي اهڙي تصوير ڪڍي آهي جنهن جهڙي تصوير ڪڍڻ نقاش جي سون رنگن واري برش کي طاقت نه آهي. اهڙن غزلن کي خاص نالو ڏئي سراپا ڪوٺيو ويو آهي. اهي غزل گهڻو ڪري مسلسل هوندا آهن. سنڌ جي غزل گو شاعرن به پارسي جي شاعرن کان متاثر ٿي پنهنجي محبوبن جي مدح ۾ سراپا لکيون آهن مگر هنن تشبيهون ۽ استعارا گهڻو ڪري اهي ئي استعمال ڪيا آهن جيڪي پارسي شاعرن پنهنجي محبوب جي حسن جي ثنا خواني ڪندي بيان ڪيا آهن. پنهي پولين جي شاعرن محبوب کي ڪڏهن جنگجو ۽ قاتل ڪري پيش ڪيو آهي. جيئن غلام سرور فقير چوي ٿو:

صفِ مژگان، ڪمان ابرو، نگاهِ ناز و خال و خط
هي جنگي حسن جي سرڪار جو سپاهه لشڪر سچ. (فقير)

نه ته گهڻو ڪري هنن محبوب جي حسن کي گل ۽ گلستان سان ڀيٽ ڏئي پنهنجي اکين ۽ دل کي سرهائي بخشي آهي. جيئن هنين شاعرن جي شعرن مان معلوم ٿيندو:

دفترِ حسن بهار است، که در عهدِ تو شست
برگِ گل نيست که از باد در آب افتاده است.
(ابو طالب ڪليم)

(هي گل جو پتو نہ آهي جنهن کي هوا ہائي ۽ ۾ اڇلايو آهي، پر بهار تنهنجي سونهن ڏسي پنهنجي حسن جي دفتر کي ڏوئي رهيو آهي.)

۽ فغاني چوي ٿو:

گل مي درد قبا بہ چمن داد خـواه کيست
گلشن بہ خـون تپيده شهيدِ نگاه کيست. (فغاني)

اسان جا سنڌي شاعر بہ معشوق کي گل و گلستان سڏيندي چون ٿا:

ٿيو سڄڻ بـاغ باغ سر تا پا
پنهنجي باغ و بهار تان صدقي.
منهنجي گلرخ جو منهن ٿيو گل گل
لعل جي لالہ زار تان صدقـي. (قليچ)

اکيون نرگس، دهن غنچو، تنهنجو قد سرو، لب لالہ
ڏسڻ مرڪڻ، گهمڻ تنهنجي تہ شرمايو گلستان کي. (قادري)

تڏهن آۃ چا ڪندس سرو و گلِ و لالہ و سنبل کي
جڏهن مون سان مٺا منهنجا ٻرين رشڪِ قمر بڪڙيا. (گدا)

تنهنجو وجـود باغ سيو، جسم ٿيو چمن
گل تنهن ۾ لک، هزار ٿڙيا رنگ، لعل سرخ. (گل)

هـي تہ هٿا واحد شعر، جن ۾ محبوب کي بـاغ و بهار ڪري پيش ڪيو ويو آهي. هائي ڏسڻ گهرجي تہ شاعرن پنهنجن مسلسل غزلن ۾ محبوب جي سراپا ڪهڙي نموني بيان ڪئي آهـي. مولـوي جامـي پنهنجي مثنوي يوسف زليخا ۾ جيڪا يوسف ۽ زليخا جـي حسن جـي تعريف ڪئي آهـي تنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي. مگر هـن پنهنجي هڪ غزل ۾ بہ جيڪا محبوب جي سراپا بيان ڪئي آهي، سا پڻ پنهنجو مٽ پاڻ آهي ۽ ان مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ايراني شاعرن محبوب جي هر عضوي کـي ڪيئن ساراهيو آهي:

۱ــ عارض است اين يا قمر يا لالئہ حمراست اين
يـا شعاعِ شمس يـــا آئينئہ دلهاست ايـن.

۲ــ قامت ست اين يا الف يا سرو يا نخلِ مراد
يا مگر گلدستئہ بـاغِ جنان آراست ايـــن.

٣- چشم تو يا دوست يا آهوست يا صيادِ خلق
باد و بادام سيه يا نرگسِ شهلاست اين.

٤- زلفِ تو زنجير يا قلاب يا مشکِ ختن
سنبل تو يا سمن يا عنبر سارا ست اين.

٥- يا رب اين طاق ست يا محراب يا قوسِ قزح
يا هلالِ عيد يا ابروي يارِ ماست اين.

٦- يا رب اين خورشيد تابان ست يا ماهِ تمام
يا فرشته يا پري يا شوخ بي پرواست اين.

٧- حقه لعل ست يا سرچشمه آب حيات
يا دهن يا ميم يا طوطي شکرخاست اين.

٨- کوي تو کعبه ست يا خلدِ برين يا بوستان
يا گلستانِ ارم يا جنت الماواست اين.

٩- قمري باغِ جنان يا بلبلِ بي خانمان
طوطي شکر زبان يا جامي شيداست اين.

مولوي جامي جي سراپا کان پوء حضرت سانگي جي سنڌيءَ ۾ بيان ڪيل سراپا ملاحظه ڪريو:

١- گل سان بلبل جو عشق ڇا آهي
اوءُ نه سون جهڙي ڪا وفا آهي.

٢- يار جهڙو ڪو گل ۾ اي يارو
غمزه و ناز ۽ ادا آهي.

٣- لطف گل ۾ بجز تبسم ناهه
زلف سنبل صفت رسا آهي.

٤- چشم دلبر چون نرگسِ بيمار
سر و قدِ يار خوشنما آهي.

٥- سرخ رخسار يار چون گلنار
سبزه خط تر دل فزا آهي.

٦- آهي سهڻو سندم سو غنچه دهن
حسن جنهن کي ڏنو خدا آهي.

٧- داغ لالہ کي جنهن جي رشڪ ڪيو
خال مشڪين سو بي بها آهي.

٨- صاف مهڙو سندم سمن ۾ آهہ
جنهن تي تڪہ سدا فدا آهي.

٩- لسترن ۽ نہ ياسمن ۾ بوءِ
عرقِ گلبدن ۾ جا آهي.

١٠- سرو ۾ ناهي ناز جي رفتار
گل ز گفتار نا رسا آهي.

١١- جعد سنبل نہ آهي اهڙي دراز
زلفِ دلبر تہ اژدها آهي.

١٢- خطِ طغرا ۾ ڪاتبِ قدرت
درج ڪيو زلف کي دو تا آهي.

١٣- اکيون ڏنوڙيون آهن نرگس جون
چشم دلبر تہ سرمه سا آهي.

١٤- آهي گل انار سرخ، پر سرخي
رخِ دلدار جي جدا آهي.

١٥- سيب غبغب سنگهان تہ ٿيان سرهو
منهنجي سودا جي سا دوا آهي.

١٦- قدِ بالاي يار ياد اٿم
منهنجي پيري جي سا عصا آهي.

١٧- حب ساٿي کي گهرجي حيدر جي
شان ۾ جنهن جي لا فتا آهي.

---

حسن جي مدح سرائي جي تفصيلي جائزي وٺڻ کان پوءِ انهيءَ نتيجي تي پهچجي ٿو تہ سنڌ جي غزل گو شاعرن جڏهن پنهنجي محبوب جي حسن جي تعريف ڪئي آهي تہ هنن پنهنجي آس پاس جي مشاهدي وٺڻ بجاءِ پنهنجي پارسي شاعريءَ جي مطالعي کان ڪم ورتو آهي ۽ گهڻو ڪري اهي ئي تشبيهون ۽ استعارا استعمال ڪيا اٿائون جي ايران جي شاعرن استعمال ڪيا آهن ۽ جن جو واسطو ايران جي ماحول سان زياده آهي.

عشق:

جهڙيءَ طرح سج جي روشني جتي به پوي ٿي اتي سهڻا گل ٽڙن ٿا، تهڙي طرح جتي به حسن آهي اتي عشق پيدا ٿو ٿئي. تنهن ڪري جهڙي طرح حسن هرهنڌ موجود آهي، اهڙي طرح عشق به هرهنڌ موجود آهي. مگر عشق جي جذبن جو اظهار هرڪنهن قوم ۽ ملڪ جي شاعرن پنهنجي ملڪي حالتن، روايتن ۽ ڪردار جي ريتن رسمن مطابق ئي ڪيو آهي. ايران ۽ سنڌ جي شاعرن ڪيترن عشق ۽ محبت جي جذبن کي پنهنجي انداز سان بيان ڪيو آهي. انهيءَ هوندي به سنڌ جا غزل گو شاعر پنهنجن غزلن ۾ هجر ۽ وصل جهڙن نازڪ جذبن جي بيان ۾ به ايراني شاعرن کان متاثر ٿا ڏسجن. هجر ۽ وصل جي واردات بيان ڪندي اهڙي نموني خيالن جو اظهار ڪيا ڪن ٿا جيئن مولوي جامي جا عشق زده ڪردار. عشق و محبت جي مختلف جذبن کان ڪناره ڪشي ڪندي هت ڪن خاص ڳالهين جو ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو ڏسجي ڇاڪاڻ ته انهن جو اسان جي سنڌي شاعري ۾ نشان ئي ڪونه هو پر پارسي شاعري جي اثر هيٺ انهن اسان جي شاعري ۾ خاص طرح غزل ۾ هڪ پڪي جاءِ حاصل ڪري ورتي آهي. انهن مان ڪي ڳالهيون اهڙيون آهن جيڪي سنڌي ڪردار سان ٺهڪندڙ نه آهن.

دشنام دلبر:

سنڌ جو رهاڪو عشق ۾ ڪيترو به مبتلا ڇو نه هجي پر اهو ايترو خوددار ضرور آهي جو هو ڪنهن جي به واتان ڇاهي اهو محبوب ڇو نه هجي ڪهٽ وڏ لفظ ڪونه ٻڌي سگهندو. ان جي ڀيٽ ۾ ايران جا وڏي ۾ وڏا شاعر بلڪ بزرگ جن جي لاءِ اهلِ ايران ڇا ساري دنيا کي عزت ۽ احترام آهي، جڏهن پنهنجي محبوب جي واتان گاريون ٻڌن ٿا ته خوش ٿا ٿين، ڪيڏن ۾ نٿا ماڻهن ۽ محبوب جي اهڙين گارين جي تعريف ڪرڻ ٿا لڳن. جي اعتراض به ڪن ٿا ته اهڙي انداز ۾ جيئن ته ڪڙيون گاريون محبوب جي مٺن چپن مان ڪين حاصل ٿين. سنڌ جو غزل گو شاعر هن معاملي ۾ پارسي شاعرن کان پلا ڪٿي ٿو پٺتي پوي، سو هن به ڪنهن نه ڪنهن نموني پنهنجي معشوق کان گارين کائڻ جي سڌ پوري ڪئي آهي. ڏسو ايران جو شاعر گاريون ٻڌي ڇا ٿو فرمائي:

دشنام دهي و بر لبِ تو
روح القدس آفرين نوسيد. (حافظ)

حافظ شيرازي چوي ٿو ته تون جڏهن گاريون ٿو ڏين ته جبريل تنهنجي انهن گارين کي بد اعمال نه پر آفرين پيو لکي ۽ پٺي شعر ۾ هر گارين تي کهڙي نموني اعتراض ٿو ڪري:

قند آميخته با گل علاجِ دلِ ما نيست
بوسهٔ چند بيامیز به دشنامي چند. (حافظ)

(يعني گاريون جيتريون وڌيون اوتريون ڏي پر انهن سان گڏ ڪجهه چميون به ڏي.)

حضرت امير خسرو محبوب جي واتان گاريون ٻڌي چا ٿو چوي:

تلخ مي گوئي و من بينمت از دور بس
زهر کي آيد فرود از بنگرم ترياک را. (خسرو)

(يعني تون گاريون پيو ڏين ۽ مان اهو پيو ڏسان ته ترياڪ مان زهر ڪيئن پيو نڪري).

هاڻي ڏسو اسان جا غزلگو شاعر پارسي شاعرن وانگر گاريون ٻڌي ڪيئن پيا ٽڙن. سنڌ جو پهريون صاحبِ ديوان شاعر خليفو گل محبوب جون گاريون ٻڌي چوي ٿو:

ويٺ تنهنجو مون کي دلبر ٿيو مٺو ماکي جي ميٺ
پن جي شاباس کان تنهنجي وٺي مون هيٺ ڦيٺ.

تنهنجي لبِ شيرين کان ٻـڌي تلخيءِ گفتار
جاتم ته مٺائي آهي پـر زهر ملايل. (سانگي)

شهد کان شيرين زياده، يار جا دشنام سخت
با سخن سمجهان بجا، تنهنجي سخن بيجا کي آءٌ. (گدا)

مون کي تفريح ۽ دلبر کي تسڪريهه
دعا هڪڙيءَ ٻئوان گاريون ويهه. (قليچ)

وصل جو پيغام چاٿان تنهنجي ڪاوڙ جو ڪلام
شهد کان شيرين ڀانيان ٿـو سندءِ دشنام تـلخ. (مخلص)

تو ڏنيون گاريون اگر بوسي جي بدران ته به چڱو
ڪجهه نه ڪجهه في الحال خوش اچ دل سوالي ٿي وٺي.
(محمود خادم)

رقيب :

عشق جي معاملن ۾ محبوب جي ڪج ادا ۽ جورو جفا شاعرن جو سڀ کان وڏيڪ موضوع رهيو آهي، انهيءَ جو وڏو سبب هي آهي جو عشق جي دل ۾ پنهنجي محبوب جي لاءِ هزارين خواهشون پيدا ٿين ٿيون ۽ عاشق جي دل جي اها تمنا ٿي ٿئي ته سندس هر خواهش سندس مرضي ۽ مطلب مطابق پوري ٿئي، پر ڇاڪاڻ تہ ائين نٿو ٿئي، تنهن ڪري عاشق پنهنجي محبوب تي سنگدل، بي وفا ۽ پُرجفا جا سخت الزام لڳائي هن جي ڪج ادائن بي وفائين ۽ جفائن جا داستان وڏائي بيان ڪري ٿو.

انهن بيوفائين ۽ جفائن مان هڪ محبوب جي رقيب سان رغبت آهي. عشاق ان معاملي ۾ ايترو ته حساس آهي جو محبوب جو رقيب سان ملڻ، ڪاڻ، ڳالهائڻ تہ ڇا پر ان ڏانهن ڏسڻ بہ هن کي پسند نہ آهي، هو ان کي پنهنجي لاءِ قيامت ٿو سمجهي. محبوب جي هر ظلم، فريب، نمونيءَبازي، ڪوڙ، بي رحمي، دل آزاري جو سبب رقيب کي ٿو سمجهي. هن کي اهو يقين آهي تہ محبوب کي انهيءَ روش تي هلائڻ جو سبب اهو رقيب فتنہباز ۽ فتنہساز آهي، جيڪو هر وقت محبوب کي هن کان برغلائيندو ٿو رهي ۽ محبوب کي اهڙي پُرجفا راهہ اختيار ڪرڻ تي آماده ٿو ڪري ، ان ڪري عاشق جي زبان مان رقيب لاءِ روسيه، مڪار ، شيطان ۽ ابليس وغيره جهڙن لقبن کان گهٽ لفظ نٿو نڪري. هو رقيب جي فتنہانگيزين جو بيان ذري پرزي بيان ڪري ٿو ۽ جيڪڏهن معشوق عاشق تي ڀُلي ڀُلائي مهربان ٿئي ٿو تہ رقيب کي جيڪي خار لڳن ٿا ۽ هو حسد جي جنهن باهہ ۾ سڙي ٿو تنهن جو بيان بہ لاهي چاڙهي ڪري ٿو.

پارسي شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ رقيب کي وڏي اهميت ڏني آهي ۽ الهن سمورين ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي، جن جو بيان مٿي ڪيو ويو آهي. سنڌ جي قديم شاعري ۾ رقيب جو خير ڪو ذڪر هو ، مگر سنڌ جي غزلگو شاعرن پارسي شاعريءَ کان متاثر ٿي رقيب جي ڪردار کي پنهنجي غزل ۾ اهم مقام ڏنو ۽ ان کي نہ صرف انهن ساڳين وصفن سان نوازيو جيڪي وصفون پارسي شاعرن هن کي عطا ڪيون هيون، بلڪ دشنامطرازيءَ ۾ پارسي شاعرن کان بہ قدم اڳتي وڌي ويا.

پارسي شاعرن ۾ ظهير فاريابي پنهنجي قسمت جي شڪايت ڪندي چوي ٿو تہ جتي بہ محبوب کي ڳولي لهان ٿو، اتي رقيب بہ موجود آهي ،

اهڙي طرح جهڙي طرح گلستان ۾ جيڪو به گل ٿڙي ٿو ان سان خار ڀڻ
ڪٿو آهي.

بتي هرجا ڪه پيدا مي ڪنم، اغيار هم دارد
گلي مي دمد در اين گلستان خار هم دارد. (ظهير فاريابي)

۽ رقيب کي اهرمن (شيطان) جي لقب سان هيئن ٿو ياد ڪري:

ز رقيب اهرمن خود به دعاي صبحگاهي
چه عجب ظهير اگر او ز خدنگ ما بيفتد.

عاشق جي دل ۾ اهو خيال پيدا ٿيو ته رقيب جيڪي ستم ڪري رهيو آهي، اهي ڀاڻ به محبوب جي چوڻ تي ڪري رهيو آهي، تڏهن ڪيس چوي ٿو ته مان تنهنجي ظلم ڪان رنج نٿو ٿيان، ڇاڪاڻ جو تون انين ڀي ڪنهن جي چوڻ تي ڪري رهيو آهين:

صد جور مي ڪني و نمي رنجم اي رقيب
چون آگهم ڪه اين فرموده مي ڪني. (نامعلوم)

هاڻي اچو ته ڏسون ته سنڌ جا شاعر پنهنجي رقيب کي ڪهڙن لقبن سان ٿا نوازين. رقيب، محبوب ۽ پنهنجي معاملن جو بيان ڪهڙي انداز سان ٿا ڪن:

مرتضائي يار سان اغيار کي ڏسندي ڪيس ابليس ٿو ڪوٺي:

مرتضائي يار سان اغيار گڏ ڏسندي چيو
آهه هو آدم ۽ هو مڪري وٽس ابليس ڏس. (مرتضائي)

۽ غلام محمد شاهه 'گدا' رقيب کي منافق ۽ مدعي سڏيندي چوي ٿو:

جو منافق سو مدعي منهنجو
رب رلايو رقيب سو رهزن. (گدا)

۽ ٻئي شعر ۾ رقيب کي خبيث ڪوٺيندي ڪيس هيئن بددعا ٿو ڏئي:

مون سان ڪونسي ٿو رقيب خبيث
لال شهباز ڪو وڌهيس چٽي. (گدا)

خليفو قاسم رقيب تي پنهنجي دل جي باهه هن ڀاراتي سان پوري ٿو ڪري:

جي رعونت ڏا رکن مون سان رقيب
شوم شر شل ترت سي ٿيندا تباهه.

جڏهن محبوب عاشق تي مهربان ٿي ڪرم جي نظر ڪري هن وٽ
ڀير ڀري وڃي ٿو ته رقيب جو ڪهڙو حال ٿئي ٿو. انجو ذڪر سنڌي غزلگو
شاعرن هيٺن ڪيو آهي:

تـون ٿي آئين پنهنجو رقيبن ٿي
دل گهريا يار سا دعا ٿي پئي. (سانگي)

مثل بلبل ڏسي گلرو سان محبت منهنجي
خار حسرت جـــا چڀيا سينهه اغيـار ۾. (قادري)

يار جي لاشڪ آهي اڄ پاڻ ڏي تشريف جو
گهر رقيبن جي ۾ ماتم روڄ راڙا ٿي ويــا. (فقير)

مجلسي مون سان جڏهن گلبدن گلفام ٿيو
تڏهن رقيب سگ‌صفت‌کي سور ۽ سرسام ٿيو. (مخلص)

سنڌي غزل جي مطالعي سان معلوم ٿو ٿئي ته سنڌي شاعرن رقيب کي
پنهنجي ڪلام ۾ ساڳي اهم جاءِ ڏني آهي جيڪا پارسي شاعرن ۽ ان جي
هر فتني‌کي ذري پرزي اهڙيءَ ريت بيان ڪيو آهي جهڙيءَ ريت پارسي شاعرن.

## ڪوچهءِ يار:

سنڌ جي غزلگو شاعرن ڪوچهءِ محبوب، ڪوي دوست يا دلدار جي
گهٽي جو تصور به پارسي شاعري سان ورتو آهي. پارسي شاعرن محبوب جي
گهٽيءَ سان پنهنجي دابستگيءَ جو ذڪر هزارين نمونن سان ادا ڪيو آهي،
ائين ڪندي هنن لطيف ۽ باريڪ خيال بيان ڪيا آهـن. هنن جي نـظر ۾
۾ محبوب جي گهٽي:

فردوسِ برين گر بر روئي زمين است
همين است و همين است و همين‌است.

اهڙي جنت ۾ هو جيئري ڇا پر مئي کان پوءِ به جاءِ حاصل ڪرڻ
جا خواهان آهن ۽ سندن دل جيڪڏهن ڪٿي گم ٿي وئي آهي ته اها جاءِ
ڪوي دوست ئي آهي. امير خسرو چوي ٿو:

دلِ من دور نه رفت است نکو مي داند
باز جوئيد همين جاه که درکوي کسي است.

۽ نظيري نيشاپوري چوي ٿو ته محبوب جي گهٽيءَ کان سواءِ کنهن ٻي جلوه‌گاهه جي تمنا هٿان هڪ وک اڳتي نٿي هلي.

پايـم به پيش از ايـن کـو نمي رود
ياران خبر دهيد که ايـن جلوه‌گاه کيست.

ظهير فاريابي پنهنجي محبوب جي گهٽيءَ ڏانهن نه وڃڻ تي پنهنجي قسمت جي شڪايت ڪندي چوي ٿو:

بلبل رود بگلشن و پروانه نزدِ شمع
درکوي تو چرا من شيدا نمي رود.

مولوي جامي محبوب جي گهٽيءَ کي هنن نالن سان ياد ٿو ڪري:

کوي تو کعبه است، يا خلدِ برين، يا بوستان
يا گلستانِ ارم يا جنت‌الماويٰ است ايـن.

سنڌ جي غزل‌گو شاعرن به محبوب جي گهٽيءَ کي هن زمين جي جنت بنائي پيش ڪيو آهي.

محمد هاشم مخلص زاهد کي سمجهائيندي چوي ٿو:

باغِ رضوان تون چوين ٿو جنهن‌کي زاهد اي خبر
او يقين هوندو نه هرگز ڪوئي جانان جي طرح. (مخلص)

۽ ليکراج عزيز چوي ٿو:

تنهنجي ڪوچي جي سر زمين آسمان آهه
گهٽي تنهنجي ٿي جنت پيارا. (ليکراج عزيز)

غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي جنت جي بجاءِ ڪوءِ يار جو طلبگار آهي:

چون مون‌کي ٿيءُ جنت ۾ جاگير
جوان تن‌کي گهرجيم ٿي ڪوي يار. (مرتضائي)

ميان علي محمد قادري ڪوئي يار کي سجده‌گاهه سڏيندي پنهنجي جذبن جو اظهار هنن لفظن ۾ ٿو ڪري:

چاهه سان سجدو جي سڀ عيدگه ۾ ٿا ڏين
عاشقن سجدو ڏنو منجهه سجده‌گاهِ ڪوئي يار. (قادري)

نظيري نيشاپوري محبوب جي ڪڇڻ لاءِ چوي ٿو ته هيءُ اهو هنڌ آهي جتي شڪسته دل کي اهڙي طرح لاهي ڏيک ڪيو ٿو وڃي، جو پتوئي نٿو پوي ته اها ڪٿان ٽٽل هئي، يعني محبوب جي ڪڇڻ ۾ وڃڻ سان محبوب جي اهڙي نظر، نوازش حاصل ٿئي ٿي جو سڀ رنج و غم دور ٿي ٿا وڃن.

دل شڪسته دران ڪوي مي ڪنند درست
چنان ڪه خود نشناسي ڪه ازڪجا بشڪست.

نظيري نيشاپوري جي ابتڙ اسان جو سنڌي شاعر ميان غلام سرور فقير محبوب جي ڪڇڻ کي اهڙو هنڌ ٿو ڪوٺي جتي محبوب جي ظلم ۽ ستم سبب چوطرف عاشقن جا مڙهه ٽڙيا پکڙيا پيا آهن، جن کي ڏسي هو پنهنجي محبوب کان پڇڻ لڳي ٿو ته هيءُ هنڌ به ڪوچه ڪربلا آهي ڇا؟

رلن ٿا مڙهه ڪڇڻ تنهنجي ۾ دلبر
ڪڇڻي تنهنجي به آهي ڪربلا ڇا ؟

مطلب ته محبوب جي ڪڇڻي جو تصور سنڌ جي شاعرن ايران جي شاعرن کان ورتو آهي، مگر ان ۾ هنن نوان نوان خيال ۽ نيون نيون رنگينيون بيان ڪري سنڌي غزل ۾ نئون رنگ ڀريو آهي.

## تربت عاشق:

عشق ۽ محبت جو سلسلو ڪيستائين قائم رهي ٿو؟ زندگيءَ تائين يا مرڻ کان پوءِ به؟ انهن سوالن جو جواب شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ هيئن ڏنو آهي ته "جا ڳنڍي جيئي، ستي ٻڌ سيئي"، يعني محبت جو رشتو اهڙو مضبوط رشتو آهي جيڪو ڪڏهن به ٽٽي نٿو سگهي، موت، جدائي ته پيدا ڪري سگهي ٿو مگر محبت جي جذبي کي فنا نٿو ڪري سگهي.

پارسي شاعرن ۽ انهن کان متاثر ٿي سنڌي شاعرن پنهنجي غزل ۾ هڪ عنوان تربت، گور يا مرقد جي نالي سان قائم ڪيو آهي، جنهن ۾ هنن پنهنجي انهن حسرتن يا ارمانن جو ذڪر ڪيو آهي جيڪي سندن زندگيءَ ۾ پوريون نه ٿي سگهيون يا انهن جذبن جو اظهار ڪيو آهي جيڪي مرڻ کان پوءِ هنن جي دلين ۾ پيدا ٿي سگهن ٿا.

حافظ پنهنجي دوست کي پڌائي ٿو ته " اي دوست تون جڏهن

منهنجي تربت وٽان لنگهندين ته ڏسندين ته اها هن جهان جي رندن جي زيارت‌گاه هوندي:

بر سرِ تربتِ ما چون گذري همت خواه
که زيارت‌گهِ رندانِ جهان خواهد شد.

۽ هڪ ٻئي شعر ۾ پنهنجي محبوب جي لاءِ چوي ٿو ته هو جڏهن منهنجي ويران تربت تي ايندو ته ڏسندو (هن جي جدائي ۾) منهنجو پيمانو جگر جي خون سان ڀريل هوندو:

گر بيايد به سرِ تربتِ ويرانهٔ من
بيند از خونِ جگر پُر شده پيمانهٔ من.

فيضي هندستان جو مشهور فارسي شاعر پنهنجي تربت بابت هڪ نازڪ خيال پيش ڪيو آهي. هو چوي ٿو ته خاڪ ٿيڻ کان پوءِ منهنجي تربت جي بوءِ سان اهو پتو پوندو ته منهنجي خاڪ مان سرو (جا گل) پيدا ٿي رهيا آهن:

شديم خاک و ليکن ببوي تربتِ ما
توان شناخت‌گزين خاک مرو مي ريزد.

سنڌ جي غزل‌گو شاعرن به تربت، گور ۽ مرقد جي عنوان هيٺ گوناگون خيالن جو اظهار ڪيو آهي، جيڪي نه صرف رنگين آهن پر دلپذير به آهن. خاص طرح انهيءَ ڪري جو موت جي سخت صدمي کان پوءِ شاعر جي دل جا جذبا فنا نٿا ٿين، پر اهي اهڙي طرح پرجوش ۽ زنده آهن جهڙيءَ طرح سندس هن حياتيءَ ۾ هيا. خاص طرح مرڻ کان پوءِ پنهنجي محبوب سان پنهنجي محبت جو اظهار جنهن انداز ۾ هنن ڪيو آهي سو نهايت پُر اثر آهي. غلام محمد شاهه 'گدا' پنهنجي تربت تي پنهنجي محبوب جي آمد تي پنهنجن جذبن جو اظهار هنن لفظن ۾ ٿو ڪري:

بعد مُردن جي ٿئي جلوه نما يار ڪڏهن
قبر مان منهنجي صدا ايندي ته جاني جاني.

نواز علي 'نياز' کي تربت جي اونداهي ان وقت ٿي محسوس ٿئي جڏهن هن جو محبوب هن جي تربت تي نٿو اچي. چوي ٿو:

مون کي چوڌاري اچي سخت ٿئي اونداهي نظر
قبر تي آيو نه هو رشڪِ قمر جا باعث.

مگر محمد هاشم مخلص "ظلمتِ گور" کي ٻئي انداز سان بيان ڪيو آهي. هوي ٿو ته مرڻ کان پوءِ هميشهه محبوب جي گيسوئن جو تصور دل ۾ رهي ٿو، ان ڪري قبر جي اونداهي سنبل جي سائي مثل ٿي پئي آهي.

ظلمتِ گور بہ ٿيو سايہ سنبل مون کي
تا اچن ياد پس از مرگ سراسر گيسو.

حاجي محمود 'خادم' جڏهن ڪنهن قبر تي نرگس کي ڦوندو ڏسي ٿو ته هن کي محسوس ٿو ٿئي ته عاشق کي محبوب جي ديدار جي سڪ لڳي آهي:

ٿڙي نرگس جي مکڙي آهہ اڄ گورِ غريبان تي
ٿي آ ديدار جي عاشق کي سڪ شايد.

ميان علي محمد 'قادري' کي ڪنهن تربت تي لاله جو گل ڏسڻ ۾ ٿو اچي، جنهن مان هو سمجهي ٿو ته ڪنهن اکين جي ڪُٺل جي قبر آهي.

لالہ ڏٺم جو قبر تي نڪتل تہ دل چيو
هي ڪنهن شهيدِ ناز جي ويران مزار آهہ.

ميان غلام سرور 'فقير' جا گورِ غريب بابت هيٺيان شعر نہ صرف دل ۾ چبندڙ آهن، پر انهن ۾ غريبن جي تربتن جي تصوير ڪشي پڻ ڪئي وئي آهي.

۱- امرا جي قبر تي جي پريا جهاڙ تہ چا ٿيو
بيڪس جي گور تي آ قمر بس بهائي شمع.

۲- رحمت خدا جي ٿي وسي تربت غريب تي
گل ۽ ڏئي سواهہ ٿي لهي هي مزار خوب.

## سوال ۽ جواب:

عاشق جي دل ۾ محبوب جي جوڀن، عشق جي مختلف معاملن ۽ دنيا جي ٻين ڪيترين ڳالهين بابت ڪيترا اهڙا خيال پيدا ٿا ٿين جيڪي جواب طلب آهن. هو اهي مسئلا ڪٿي پنهنجي محبوب وٽ وڃي ٿو، ۽ وڃي ان کان انهن بابت سوال ڪري ٿو. محبوب انهن جا دلپذير جواب ڏئي ٿو. شاعرن اهڙن سوالن ۽ جوابن کي مڪمل صورت ڏئي سوال ۽ جواب جي صنعت قائم ڪري ڇڏي آهي. ڪيترن ايراني شاعرن ان صنعت ۾ غزلن جا غزل لکيا آهن ۽ ڪيترن شاعرن قصيدن جا قصيدا لکيا آهن. سوال و جواب

جي صنعت ۾ فارسي شاعرن جي محبوب صنعت رهي آهي، جنهن ۾ هڪ طرف عاشقن کان اٿانگا سوال ڪرايا اٿائون، ٻئي طرف محبوبن کان انهن جا دلفريب جواب ڏياريا اٿائون. سلطان محمود غزنوي جي دربار جي هڪ وڏي شاعر عنصري هڪ قصيدي ۾ عاشق ۽ معشوق جو مناظرو هيئن بيان ڪيو آهي. هو چوي ٿو:

١- هر سوالي ڪزان گل سيراب
دوش ڪردم مرا بداد جواب.

٢- گفت آتش بران رخت که فروخت
گفت آن که دل تو کرد کباب.

٣- گفتم اندر عذاب عشق تو ام
گفت عاشق نکو بود به عذاب.

٤- گفتم از چيست روي راحت من
گفت هردم، ز روي خسرو شاب.

مٿين شعرن پڙهڻ سان جهڙي طرح عاشق طرفان پڇيل سوال عجيب آهن اهڙي طرح انهن جا جواب دلڪش آهن. حافظ شيرازي جو ان فن ۾ غزل ملاحظه ڪريو:

١- گفتم کيم دهان و لبت کامران کنند
گفتا بچشم هرچه تو گوئي چنان کنند.

٢- گفتم خراج مصر طلب مي‌کنند لبت
گفتا درين معامله کمتر زيان کنند.

٣- گفتم بنقطهٔ دهنت خود که برده راه
گفت اين حکايتيست که با نکته‌دان کنند.

٤- گفتم هواي ميکده غم مي برد ز دل
گفتا خوش آن‌کسان که دلي شادمان کنند.

٥- گفتم شراب و خرقه نه آئين مذهب هست
گفت اين عمل به مذهب پير مغان کنند.

٦- گفتم ز لعل نوش‌لبان پير را چه سود
گفتا به بوسهٔ شکرينش جوان کنند.

٧- گفتم دعاي دولت تو ورد حافظ است
گفت اين دعا ملائڪ هفت آسمان ڪنند.(١)

سوال ۽ جواب واري صنعت سنڌ جي غزل گو شاعرن تي به نهايت گهڻو اثرانداز رهي آهي. گهڻو ڪري سنڌ جي مشهور سمورن غزل گو شاعرن هن صنعت سان پنهنجي غزلن کي سينگاريو آهي. سندن ديوان ۾ ڪيترا شعر بلڪ غزلن جا غزل هن صنعت ۾ ملن ٿا. هت صرف سنڌ جي ٻن شاعرن نوازعلي نياز جعفري ۽ ليکراج ڪشنچند عزيز جي غزلن جا مثال پيش ڪجن ٿا:

نوازعلي 'نياز' سان سندس محبوب هيئن همڪلام ٿئي ٿو:

١- اڄ ڏسي دلبر چيو توکي اکين هي غم نه هو
مون چيو، هو غم مگر هي عشق جو ماتم نه هو.

٢- ڪيئن نه هو ماتم؟ پيچ هو پاتل جڏهن
موڙ، چيو، هو پيچ پر هي زلف جو خم خم نه هو.

٣- ناز سان مرڪي چيائين، زلف جو خم خم ته هو
مون چيو، خم خم جي هو ته به ناز هي دم دم نه هو.

٤- پوءِ محبت ڏئي وجهي گل پانهن هورپان هيئن چيئين
ڪيئن نه هوندو ناز، ان ڏاران ته منهنجو ڪم نه هو.

٥- مون چيو، دلدار دلبر ڪي ڪري آزي نياز
ناز گهايو ٿي محبت جو مگر مرهم نه هو.

ليکراج 'عزيز' پنهنجي محبوب کان گهڙا عجيب سوال ڪري ٿو ۽ ان کي گهڙا عجيب جواب ملن ٿا. سي ملاحظہ ڪريو:

١- چيم، سچ چاشني ڇپن جي ڇکاه بيمار کي خدارا
چيائين، نقصان ڪري مٺائي مريض کي سدا پيارا.

٢- چيم، ڇو تنهنجا هي وار اهڙا، ٿي يار ڪارا پيا پونئر جهڙا
چيائين، سچ کي رهن جي نيڙا، مهانڊي جا سي ٿا ٿين ڪارا.

(١) "ديوان حافظ"- موسسه مطبوعاتي امير ڪبير ايران- ص ١٦٩.

٣- مير، اي نازڪ بدن ٿا چاڪون ٿيو اوهين سنگدل سليو مون
چيائين، وچ ۾ ڪهه جي ڏس تون ٿين ٿا ڪڪڙا مثال خارا.

٤- مير، تو دل ۾ رهي اي دلبر ڪئي سا هٿ ڪيئن هلائي منتر
چيائين، جيئن آرسيءَ جي اندر جهلي جهليندڙ بسي نظارا.

٥- مير، مون ڪان پوءِ ڪنهن سان ماڻا ڪندين تون ايڏا
چيائين، در تي وٽن وڪاڻا 'عزيز' جهڙا ڪئين ويچارا.



# عـنـوان





# دعوتِ غزل

جڏهن سنڌ ۾ اڃا مشاعرن جو رواج نه پيو هو، جتي شاعر گڏجي هڪ هنڌ ويهي پنهنجو ڪلام هڪ ٻئي کي ٻڌائين ۽ داد حاصل ڪن ۽ پنهنجن همعصر شاعرن کان برتري حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجن غزلن کي نازڪ خيالن، رنگين تشبيهن ۽ حسين استعارن سان سينگاري پيش ڪن. ان زماني ۾ دعوتِ غزل سنڌي غزل جي اوسر ۾ وڏو ڪم ڪيو. دعوتِ غزل مان مراد آهي ته ڪنهن ٻئي شاعر جي غزل تي غزل چوڻ.

سنڌي غزل جي شروعاتي ترقي واري دور ۾ اڪثر ائين ٿيندو هو ته ڪو شاعر غزل چئي پنهنجي ڪنهن همعصر دوست يا حريف شاعر کي ساڳي غزل تي غزل چوڻ جي دعوت ڏيندو يا فرمائش ڪندو هو. حريف شاعر اها دعوت يا چئلينج قبول ڪري غزل جي ساڳي زمين ۾ پنهنجي خيالن جي گهوڙي کي ڊوڙائي بهترين غزل چوندڙ شاعر کان اڳ ڪڍڻ جي ڪوشش ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته هڪ جي بجاءِ ڪيترن شاعرن کي ساڳي غزل تي غزل چوڻ جي دعوت ڏني ويندي هئي. مدعو ڪيل شاعر ساڳي غزل تي غزل لکي هڪ ٻئي کان داد حاصل ڪندا هئا. اهڙيءَ ريت شاعرن جو ننڍڙو مشاعرو بلڪ مقابلي جو ميدان تيار ٿي ويندو هو. هرڪو شاعر پنهنجي غزل تي محنت ڪري ان کي صنايع ۽ بدايع سان سينگاري وڌ ۾ وڌ دلچسپ بنائي پيش ڪندو هو. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو سنڌي غزل جي حسن ۽ نزاڪت ۾ وڌيڪ شوخي ۽ نفاست پيدا ٿي ۽ خيالن ۾ ان دور جي لحاظ کان نواڻ آئي.

دعوتِ غزل جي سلسلي ۾ ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو هو ته ڪنهن شاعر جي غزل يا غزل جي ڪنهن مصرع کي ڪنهن ٻئي شاعر پسند ڪيو ۽ ان تي غزل چيائين، ان تي ٻئي شاعر غزل چيو، ان تي ٽئين چوٿين ۽ پوءِ ٻين. اهڙي ريت اها دعوتِ عام، هر غزل يا هر طرح مشاعرو ٿي ويندي هئي. دعوتِ غزل ۾ ڪڏهن دعوت ڏيندڙ شاعر ڪنهن خاص شاعر جو نالو وٺي ان کي غزل چوڻ جي دعوت ڏني آهي ۽ ڪڏهن جوابي

غزل لکندڙ شاعر انهيءَ شاعر جو نالو بيان ڪيو آهي جنهن جي غزل تي هن غزل چيو آهي. خليفو قاسم "دعوتِ غزل" جي جواب ۾ غزل لکڻ بابت چوي ٿو:

شاعرن کي ذہن شاعر سچ سٽڻ جوڳو جواب
پارسي سنڌيءَ اندر، وچ ان سخن کي آزماءِ.

غرض انجو مان غزل جوڙڻ جوابي آهي ايءَ
تان طراوت طبع انجي جي عيان ٿي جابجاءِ.(١)

هدايت علي نجفي ان جي وضاحت هيئن ڪئي آهي:

ڏٺائين طبع روانِ خادم ته طبع نجفي به نيز آندو
جو هر ڪلامي جو خيال ٿيڙو ڏسو هي انهو جواب سمجهي.

پهرين سنڌي اخبارن جهڙوڪ "سنڌ سڌار" ۽ "معاون" وغيره پڻ دعوتِ غزل جي رواج کي گهڻو اڳتي وڌايو. اخبارن ۾ شايع ٿيل جن شاعرن جي غزلن ۾ دعوتِ غزل هوندي هئي، انهن شاعرن جي غزلن جي مٿان "جواب طلب" لکيو ويندو هو. ڪڏهن اها دعوتِ عام هوندي هئي ۽ ڪڏهن ڪنهن خاص هڪ يا هڪ کان وڌيڪ شاعرن جا نالا وٺي ڪانئن جواب جي گهر ڪئي ويندي هئي. جوابي غزلن جي مٿان لکيو ويندو هو ته فلاڻي شاعر جي جواب ۾.

"سنڌ سڌار" ۾ ڪي جواب طلب غزل هيئن شايع ٿيل آهن:

غزل جوڙيل ميان محمد يوسف تخلص 'مسڪين' اسڪول ماستر مغايين جو جواب طلب.(٢)

جنهن وير سجڻ ٿو گهور ڪري، عينين مثل مخمور ڪري
شادان مؤثي مهجور ڪري، في‌الحال جهڳا رنجور ڪري.

غزلِ جوڙيل قاضي نور محمد قريشي، ويٺل ٽيڙهي، تعلقه خيرپور سنڌ جي جو جواب طلب.(٣)

---

(١) "ديوان قاسم"- پوڪرداس اينڊ سنس، ١٩٢٦ع- ص ١٥٥.
(٢) "سنڌ سڌار"- ١- جنوري ١٨٧٨ع- ص ٢.
(٣) ساڳيو- ١١ جنوري ١٨٧٨ع- ص ٢.

اي صبا ساڄهر سپرين ڏي وڃ
هي نماڻو هوت کي ڪوڏان ڪهيج.

غزل جوڙيل آخوند عبدالقادر، تخلص 'بيدل' ويٺل شڪارپور، جواب ڏيندڙ مفتي خوش محمد کان.(١)

آيو اڄ نــاز سان نگار نگار
جان جانيءَ مٿان نثار نثار.

ڪن غزلن جا جواب هيٺن شايع ٿيل آهن:

غزل جوڙيل رهي جو، جواب ۾ غزل سائل جي.(٢)

هردم جدائي ۾ رئان جاني اگــڻ ايندو ڪڏهن
هٿڙا ڪٽي رب کان گهران جاني اگڻ ايندو ڪڏهن.

هردم 'رهي' آهه تو جوان هي مصرع رنگين زبان
'سائل' جي آ هردم فغان، جاني اگڻ ايندو ڪڏهن.

غزل جوڙيل ميان شمس الدين، ويٺل شڪارپور جــي جواب ۾ غــزل خاطي ۽ سائل جي.(٣)

مون اتـي منٺار منهنجو مهربان ڏيندو وري
منجهه اڱڻ منهنجي خراماں مور جان ڏيندو وري.

غزل جوڙيل سائل جو جواب ۾ غزل خاطي ۽ محمد صديق جي.(٤)

مکن تکيہ برين دنيا ڪہ بيشڪ بي بقا آهي
حياتي تي نہ رک دعويٰ ڪہ اجاش در قفا آهي.

ڏٺم صديق خاطي کان غزل مضمون ملاحت سان
تني جي ڪاڻ از دل جان هزارين مرحبا آهي.

رهج سائل سدا سرهو مٿان دل کي ڪرين ارهو
جو عاصين لاءِ تڙ ترهو محمّد مصطفيٰ آهــي.

---

(١) "سنڌ سڌار"- ١١- جنوري ١٨٧٨ع- ص ٢.
(٢) ساڳيو- ١- نومبر ١٨٧٨ع- ص ٢.
(٣) ساڳيو- ١٥- نومبر ١٩٧٨ع- ص ٢.
(٤) ساڳيو- ٢٢- نومبر ١٨٧٨ع- ص ٢.

## دعوت غزل جي ابتدا:

دعوتِ غزل جي ابتدا سنڌي شاعري ۾ ڪنهن ڪئي، اهو سلڻ مشڪل آهي. باقي ايترو چئي سگهجي ٿو ته سنڌي غزل ۾ "دعوتِ غزل" جو سلسلو پارسي گو شاعرن شروع ڪيو. سنڌ جي پارسي گو شاعرن ۾ اهو رواج عام هو ته هو ايران جي مشهور غزل گو شاعرن جي غزلن تي غـزل لکندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن سنڌ جا همعصر شاعر پاڻ ۾ به هڪ ٻئي جي غزلن تي غزل چوندا ۽ ساڳي زمين ۾ طبع آزمائـي ڪندا هئا. اهڙن غـزلن ۽ جوابي غزلن جا مثال مقالات الشعرا، تڪملہ مقالات الشعرا ۾ گهڻا ملن ٿا.

غلام محمد قنڌاري 'طرزي' ڪراچي جي استاد شاعر هڪڙو پارسي غزل لکي اعلان ڪيو ته، جيڪو به سنڌ جو شاعر ان جو جـواب لکندو ان کي هو پنهنجي شاگردي جي سند ڏيندو. ان دعوت جي موٽ ۾ سنڌ جي ڪجهه شاعرن سندس غزل جا نهايت عمدا جواب لکيا. انتخاب (١) ملاحظه ڪريو:

غلام محمد قنڌاري طرزي:

چسان بيرون برايم با صد از بند زنجيرت
که محوم چون شکن در حلقه زلف گره گيرت.

مخدوم محمد ابراهيم لنڊوي:

مرا چون غنچه بايد صد زبان در وصف تحريرت
چو طوطي نطق شيرين شايـدم در قند تقريرت.

غلام محمد شاهه 'گدا':

دل ديوانه ام مثلِ صدا پابند زنجيرت
سرِ سودا سرِ من دارد از زلفِ گره گيرت.

سيد تقي شاهه 'تايب' قنڌاري (لس بيلو)

خدنگت را بصد جان ميخرد دل جاي نخچيرت
که باشد بسترِ راحت بعشاقان پـري تيرت.

---

(١) "تڪملہ مقالات الشعرا" (حاشيه)۔ سنڌي ادبي بورڊ۔ ١٩٥٨ع۔
ص ٣٤٦-٣٤٣.

لاڙڪاڻي جي شاعر ميان علي محمد ’قادري‘ هڪڙو پارسي غزل شنيده، دريده، ديده، قافيه ۽ باشي رديف سان لکي سردار عبدالباقي ۽ مرزا منوهربيگ کان جواب طلبي ڪئي، مگر اهو غزل ايترو مقبول ٿيو جو ٻين ڪيترن شاعرن بہ ساڳئي غزل جي جواب ۾ غزل لکيا. انتخاب پيش آهي.(١)

ميان علي محمد ’قادري‘:

زحبا خبر ز حالم تو اگر شنيده باشي
بمثال گل اي گلرو تو قبا دريده باشي.

مرزا منوهر بيگ:

تب و تاب عاشق خود صنما تو ديده باشي
اگر آن نہ ديده باشي مگر تو شنيده باشي.

سردار عبدالباقي ’باقي‘:

چون من اي نگار رعنا بخدا نديده باشي
بہ فراق مبتلائي بہ کجا شنيده باشي.

محمد بخش ’واصف‘:

چہ رسيد از فراقت گر ازان شنيده باشي
بخدا تو اي کافر بسي غم رسيده باشي.

هدايت علي ’نجفي‘ (تارڪ):

بہ غمِ فراق چون من تو اگر رسيده باشي
بہ مثال نيم بسمل بہ زمين مليده باشي.

**خليفو قاسم ۽ فاضل شاهہ:**

سنڌ جي شروعاتي غزلگو شاعرن خليفي قاسم ۽ سيد فاضل شاهہ وٽ اسان کي ”دعوتِ غزل“ جو سلسلو ملي ٿو، پر اهو چوڻ غلط آهي تہ انهن ئي الهيءَ سلسلي جي شروعات ڪئي ڇاڪاڻ تہ ديوان قاسم ۾ اسان کي ڪيترا غزل ملن ٿا جن ۾ ان وقت جي ٻين شاعرن جهڙوڪ محڪم الدين ’محڪم‘، ڪمال الدين ’مست‘، آخوند محمد لقمان شيرازي ’لقمان‘، آخوند لطف الله ’لطف‘ کي نہ فقط دعوتِ غزل ڏنل آهي پر ڪيترا غزل سندن

(١) قلمي ذخيرو- ملڪيت ايازحسين قادري لاڙڪاڻو.

غزلن جي جواب ۾ لکيل آهن. خليفو قاسم انهن شاعرن کي هيئن دعوتِ غزل ٿو ڏئي:

١- مست جو آهي مگر 'قاسم' موزون ڪلام
هن غـزل لاءِ سنديس جلوه گذاري گهرجي.

٢- 'لقمان'، 'لطف' هاڻي، هن جي ڏيـو وراڻـــي
ڪوڙي ڇڏيو ڪهاڻي، ظاهر ڇــوڻ زباني.

فاضل شاهه 'قاسم' جي هڪ غزل جو جواب موڪلي ٿو ان جو بيان هيئن ٿو ڪري:

جـــوابي قصيدو ڪلان جلد جوڙي
مڪو مير فاضل، نـڪيئين دير ڪائي.

قاسم پنهنجي همعصر شاعـرن جي غزلن جي جـواب ۾ غزل لکندي سندن ذڪر ڪندي چوي ٿو:

محمد اسلم 'اسلم' علوي:

١- سرت جي سوغات 'قاسم' ڪر تيار
ڏانهن اسلم مـــج عليه الانتها.

٢- 'مست' جو قاسم ڏسي موزون ڪلام
هي غزل مـج مجمع‌الاسرار وٽ.

٣ آهه لله 'در قائله جنهن ڪنهن ڏنو
هي غزل منهنجو جوابي مست سجازي سورجو.

سنڌي ٻولي ۾ صفا انصاف قاسم ڪين ڇڏ
مست جو جوڙيو غزل آهي عجب دستور جو.

خليفي قاسم جي هڪ غزل ۽ ان جـي جواب ۾ سيد فاضل شاهه جو غزل ملاحظه ڪريو:

خليفو قاسم:

مون رعونت رقيب جي دشوار
ربنا اجعله' حـــارقا فـي النار.

آهه دنيا دنـي عـروس عجيب
نازنين نـاز نال واري نـار،
مڙس ري وجـي ڏڙن ڏاري
ڪنڪري ساڪنهين نه ڪو ڪنوار.
لوڀ احسن عمل مڻو مرهج
ڪنڪ جي ڪين آهه جوڙ جوار.
قرب ڪارڻ قريب ڪر قاسم
دمبدم تون ڏيـان دل ۾ ڏار.

'فاضل' شاهه:

ناز نـازڪ نه ڪر نظر نه نهار
مفت موهيو ڪرين ڪهڻ جي ڪار.
تيـر تبـرون ڪٺي تـراريون تيز
محض مشتاق محب مست مـرّمار.
رمـز راسخ رکـي رقيبن سان
عاشقن کي عجيب ايئن نه آزار.
قول ڪامل قريب قـرب سندو
سان ٻت ۽ پريت پنهنجو پـار.
فيض جا تـون فقير فاضل کي
ڏان ڏاتـار ڏات ڏيـج ڏيار(١).

## سانگي ۽ سندس همعصر شاعر:

مير عبدالحسين 'سانگي' پرگو شاعر هو. هن جي ديوان جـي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تـه هـن پنهنجي همعصر خاص طرح همصحبت شاعرن جهڙوڪ غلام محمد شاهه 'گـدا'، فضل محمد 'ماتـم'، ميان وڏل 'حيدري'

(١) "شاعران شيرين بيان" (قلمي)- ملڪيت مرزا عباس علي بيگ - ص ٢٠.

مرزا دوست محمد ’دوست‘، حافظ حامد ٽکڙائي، مرزا قليچ بيگ، ڪمال الدين ’مست‘ ۽ ٻين ڪيترن شاعرن کي پنهنجن غزلن تي غزل لکڻ جي دعوت ڏني آهي ۽ انهن شاعرن به دل ڪولي سندس غزلن تي غزل لکيا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ته هڪ کان وڌيڪ شاعرن هن جي غزلن تي غزل لکيا آهن ۽ ان جوابي سلسلي ننڍي مشاعري جي صورت اختيار ڪئي آهي، جن به شاعرن مير عبدالحسين سانگي يا ان جي جواب ۾ لکيل ڪنهن ٻئي شاعر جي غزل جي جواب ۾ غزل لکيو آهي ته انهن گهڻو ڪري سانگي ۽ ٻين شاعرن جو نالو وٺي ذڪر ڪيو آهي.

سانگي، غلام محمد شاهه ’گدا‘ جي شاعري کان گهڻو متاثر هو، هو ڪيس اقليم سخن جو شهسوار ڪوٺي ٿو. هن ڪيس ڪيترا ڀيرا پنهنجي غزل تي غزل چوڻ لاءِ دعوت ڏني آهي ۽ هن جي غزل تي غزل لکيا آهن. سانگي جي دعوت ۽ گدا جو جوابي غزل ملاحظه ڪريو:

سانگي۔ دعوت غزل:

بلبل اڃا آهيان عشق مون کي آهي گلن جو
الله نگهبان رهي منهنجي چمن جو.

سو مرغ ته آهيان جو ٿيان تنگ قفس ۾
عاشق آئون مغبچهء غنچهء دهن جو.

سچ اهل صور جنهن کي ته معدوم چوين ٿا
موهوم سو نقطه آهي، دلبر جي دهن جو.

آهن منهنجي محبوب جا سي زلف مسلسل
بي قدر آهي جنهن کان ٿيو مشڪ ختن جو.

دعوي ٿو ڪريان ابروئي دلبر جو ڏسي پيت
هي هڪڙو سندم بيت ته مٽ آهي لکن جو.

مون طبع جي دريا مان ڪڍيا گوهر مضمون
چا ٿيو جي گدا آهي ڏٺو ملڪ عدن جو.

انداز سخن سارو گدا تي آهي روشن
آ ٿيندو ڏسون قافيو ڪيئن شمع گلن جو.

سرسبز سندم هوئي خط رخسار سدائين
بوسو ته ڪو سانگي کي ڏي، اي يار چمن جو.

غلام محمد شاهه گدا ـ جوابِ غزل:

پيراهنِ دلبر مان ڏٺم رنگ بدن جــو
آندو مون عجب قافيو ڏس شمع لگن جو.

مسپيده مٿائي کان ٿين ڪيئن سندم لب
بوسو جو ڏئي مون کي مٺو پنهنجي ڇپن جو.

جي سنهنجو گل اندام ٿئي گلشن ۾ خراسان
صدقو ٿئي سندس قد کي ڏسي سرو چمن جو.

آءٌ تنگ نہ ڪيئن عرصه عالم ۾ گذاريان
عاشق آهيان آءٌ يار جي موهوم دهن جو.

ٿيو نافه آهوئي ختن حال کان بـــي حال
زلفن کي سندس آءٌ ڪيئن چوان مشڪ ختن جو.

هـــر قطره اشڪ آهه سندم گوهرِ غلطان
جنهن وقت ڪريان ياد ٿو آءٌ سير عدن جو.

سڀ اهلِ سخن مون کي گدا شاهه چون ٿا
ٿيو زير نگين منهنجي سڄو ملڪ سخن جو.

اڪبر کان به وڌ ان جو هجي بخت همايون
سانگي ٿو ڪري قدر سدا منهنجي سخن جو.

سانگي پنهنجي هڪڙي غزل صنعت واضع الشفتين جنهن ۾ پڙهڻ مان چپ چپ سان نہ لڳندو آهي ۾ گدا، حيدري ۽ حافظ حامد کي دعوتِ غزل ڏني ٿو. اهي سندس دعوت قبول ڪري جوابي غــزل لکن ٿا. اهــو سلسلو ”غزلن جي غزالن جا شڪار“ جي نالي مشهور ٿيو هو.

سانگي:

يار اکڙين لار گل رخسار جاني دل جا يار
ساهه سر سرواه سائين آءٌ ڪريان توتي نثار.

عاشقن کان هاڻ حاصل ٿي نہ تسڪين و سڪون
هن طرح هرجا ته آهن عشق جا ٿيا اشتهار.

سي اگرچ، ٿا گذارين دولتِ دنيا کان ڌار
حسن جي سرڪار جا عشاق آهن ڪاردار.

تنهنجي ڪاڪل تان ڪريان قربان ڪٿوري جا ڪرا
عين آهو جي اي جاني، تنهنجي نيڻن تان نثار.

اصلِ گل آيو وري آهي رهي هي آرزو
ساقيءَ گلرو اچي لاهيندو دل جي خار خار.

اڄ گدا ۽ حيدري هن شعر رنگين ڪي ڏسي
شاعرِ نڪتو سان گڏجي ٿا ڪيڻ ڪي انتظار.

ناسخ ۽ آتش سان گڏجي شاعرِ شروان ڏسي
ٿو ڪري سانگيءَ ته غزلن جي غزالن جا شڪار.

غلام محمد شاھ 'گدا':

دل گهريا دلدار، خوش ڪردار جانان جيءَ جيار
سؤ لڳا، سهٽا سڄڻ، توتي ڪريان سر ڪي نثار.

تنهنجي سهڻي قد تي، آءٌ سرو ڪي گهوري ڇڏيان
تنهنجي عارض تي سڄڻ، صدقي ڪريان آءٌ گلعذار.

تنهنجي اکڙين جي اڳيان نرگس ڪريٿي صد نياز
تنهنجي رخ جي رشڪ کان، لالہ جي داڙي داغدار.

شل سدائين گڏ گذاريون، خوشتر ۽ خندان رهون
رشڪ کان اغيار جي دل کي ڪريون ساڙي اڱار.

عشق وارن لي سدائين سر ڏيڻ، ڏونگها سهڻ
عشق جي سرڪار جو، هن طرح آهي اشتهار.

هر گهڙي، هر لحظہ دل سان، آءٌ ڪريان ٿو هي دعا
حضرتِ سانگي جا ياور شل هجن هشت ۽ چهار.

هن گدا جي، تنهنجي در آهي سدائين هي صدا
ساقيءَ ڪوثر جـــي صدقو، ساقيا ساغر ڏيار.

حافظ حامد:

هوت هيٺئيڻ هار، دل جا ڏار، گلرخ گلعذار
چڪ اندر جاني نه ٿيو ڪو جوڙ توسان جي جيار.

جُلهه سان جوڻهار جنکي عاشقن جي سر اڇيو
نازنين نت نيڻ تنهنجا ڪن قتال و ڪارزار.

نافئه تاتار ڪي ڪيو نڪهت، گيسو خجل
چهره گلرنگ تنهنجي تان آهه گهوريان گل انار.

تنهنجي لعلن ڪان لڄايا ڏس ته ياقوت و عقيق
لولوءِ دندان لکو لڪ ڪيئن ڪِتي آهي قطار.

حضرت سانگي جو يڪتا شعر لاثاني سچو
هر غزل ان جو ته هڪ نوطرز تي آهي نگار.

آهه سنجيده سخن سيد گدا ان ساڻ گڏ
ٿو ڪري اهڙن ته غزلن جي غزالن جا شڪار.

چست ۽ چالاڪ آهي هوش جنهن جو هر طرح
ڪيئن ڪيڻي سو شاعر، نڪتو ادا اڄ انتظار.

سانگي پنهنجي غزل ۾ جنهن جو رديف "ٿئي" آهي، مرتضائي ۽ گدا کي جوابي غزل لکڻ جو اشارو ڪري ٿو. ٿئي شاعر "ٿئي" رديف ۾ پڻ ان شين جو ذڪر آڻي هڪ ٻئي کان اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ساڳي زمين ۾ مرزا دوست محمد به جوابي غزل لکيو آهي.

زلف دلبر جا مشڪ فام ٿئي
طائر، دل لئه آهن دام ٿئي.

هڪ طرف وار ٻئي طرف رخسار
ڪيئن مقابل ٿيا، صبح شام ٿئي.

هڪڙو الفت جو ٻيو محبت جو
يار توکي ڪريان سلام ٿئي.

دوستي ۽ حياتي اي يارو
وهم وانگر هي آهن، مدام ٿئي.

هڪڙو شبر آهي ۽ ٻيو شبير
درد هن جو تہ آهن نام ٻئي.

'مرتضائي' ۽ ٻيو 'گدا' ٻاهم
ڏسجي تان هيڻڙيو هي لام ٻئي،

جنهن کي دارين ٿا چون سانگي
هي تہ آهن مقام عام ٻئي.

مرتضائي:

تنهنجا رخسار سرخ فام ٻئي
لعل مرجان کن غلام ٻئي.

خال هڪ برجبين ٻيو رخ تي
نافئہ عنبرين مشام ٻئي.

تيغ ابرو ترڪشِ مژگان
مفت حملا رکن حسام ٻئي.

يار وٽ شل رهان ۽ قربان ٿيان
قاصدا ڪج ادا پيام ٻئي.

مفتي و محتسب نہ مانع ٿين
عاشقن کيا سي لاڪلام ٻئي.

شير شبر و شبير سبطِ رسول
منهنجا آهن اهي امام ٻئي.

دل ولڻ لاءِ مرتضائي جي
زلف تنهنجا ڏسانءُ دام ٻئي.

مرزا دوست محمد 'دوست':

زلف زنگي سدا ظلام ٻئي
کن ٿا عاشق کي قتلام ٻئي.

يار جو رحم ۽ ڪڏهن بيداد
منهنجي سرتي آهن مدام ٻئي.

جي چڙيا چوڙي وار ڪارا يار
منهنجي دل لئه وڌئين سي دام هئي.

يار لئه منتظر رهيس دائم
صرف ڪيم تنهن ۾ صبح وشام هئي.

'دوستا' مرتضائي ۾ رهي
هاڻ توکي ڪندا سلام هئي.(۱)

ڪدا:

چشم دلبر جا ميگسار هئي
مست و مخمور پرخمار هئي.

غمزهٔ چشم، عشوهٔ ابرو
نازنين جا ڪاردار هئي.

دانهٔ خال، دامِ زلف دراز
طائرِ دل جي لئه تيار هئي.

منهنجو سر منهنجو ساهه، سوپيرا
مهجبينن تان نت نثار هئي.

صبح رخسار شام زلفِ سياه
ڪيئن ڻياهڪ هئي سان سازوار هئي.

روز محشر جي شبرو شبير
شل ڪندا مون کي رستگار هئي.

هڪڙو مخلص پيو مجتبائي شاهه
اي 'گدا' منهنجا دوستدار هئي.

سانگي پنهنجن بين غزلن تي غزل چوڻ لاءِ شاعرن کي دعوتِ غزل هيئن ڏني ٿو:

۱- باشد ڪه بگويد بجوابِ غزلِ من
واقف ته آهي 'حيدري' مضمون جي وڻن جو.

---

(۱) "ديوان دوست" (قلمي)- ملڪيت مرزا عباس علي بيگ - حيدرآباد.

٢- آهي اميد تہ ڏيڪاري غـــزل جوڙي جلد
حيدري هن ڪان بہ سرزون ۽ بهتر سون ڪي.

٣- زور لائيندو 'حيـــدري' تنهن تـــي
صاحبِ طبـــع ســـو ادا آهـــي.

٤- حامد ڏسي گدا ڏسي ۽ حيدري ڏسي
پر ان تي منهنجي طبع جي بحري ڪٽي ڪٽي.

٥- حيدري ۽ گـــدا ڪي چئو تہ چـون
ٿيو غـــزل آهي چـوڻ ڪان وڌيڪ.

سانگي جتي شاعرن ڪي دعوتِ غزل ڏني آهي اتي دعوتِ غـزل قبول بہ ڪئي آهي. هن ڪي جنهن بہ شاعر جو ڪو غزل يا غزل جي مصرع پسند آئي آهي تہ هن ان تي سوا ڪنهن حجاب جي طبع آزمائي ڪئي آهي. غلام محمد شاهہ 'گدا' جو هي غزل سانگي ڪي پسند آيو آهي جنهن جي جواب ۾ پاڻ بہ غزل لکيو اٿس.

وڃائي عمر سون زلفِ بتان ۾
بسر ٿـي زندگي هندوستان ۾.

اثـر ظاهـر ٿيو آه و فغان ۾
لڳون پئجي ويون منهنجي زبان ۾.

پريشان ڪيئن نہ سون، پيو دل جي دل ٿئي
هٿيڪي ٿي، خمِ زلفِ بتان ۾.

دلِ بيتاب جي ديوانگي ڏس
وڃي قابـو ٿي زلفِ بتان ۾.

جڏهن ٿي عاشقن جو امتحان ٿيو
تڏهن فل پاس ٿيس آڱ امتحان ۾.

سندم نيڻن جون نهرون، نت وهن جام
لڙهان جنهن جي آڱ آبِ روان ۾.

نهاري ڪين بلبل هوند گل ڏي
گذر جي يار جو ٿئي بوستان ۾.

فقيريءَ ۾ ڪري ٿـو بادشاهي
'گدا' شاهن ڪان وڌ پنهنجي مڪان ۾.

سالڪي- جوابِ غزل:

ازل ڪان محو هُس عشقِ بتان ۾
تڏهن پيدا ٿيس هندوستان ۾.

پڌم ڌل يار جي موڻي ميان ۾
مڪاني پاڻ ڪي ڪيم لامڪان ۾.

سا تيزي نيل جي دريا ۾ ناهي
رواني جا آهي طبعِ روان ۾.

اسان شيخن ۾ جيڪا آهه شوخي
نٿي ڏسجي اها ڪنهن نوجوان ۾.

مدرس عشق جي مونکي ڇيو شاباس
جڏهن آءٌ پاس آيس امتحان ۾.

ترنم ٿو ڪيان تازن گلن تي
آهيان بلبل برهه جي بوستان ۾.

'گدا' جي آهي هي دلچسپ مصرع
لڦون پنجي ويون منهنجي زبان ۾.

اي سالڪي نڪري وئي تيزي ۽ تندي
مگر برش آهي تيغِ زبان ۾.

مرزا قليچ بيگ جو هڪ غزل:

اڄ اڱڻ منهنجي لنگهي محب ۾ آيو منهنجو
شڪر صد شڪر، ٿيو بخت سوايو منهنجو.

جنهن جي محبت ۾ لٽايم دل و دين، دولت سڀ
سو مليو نيٺ، ٿيو خرچ سوايو منهنجو.

وصل ۾ دوست جي ٿيو مون کي ميسر معراج
ويو لنگهي عرش ڪان پڻ اوج ۾ پايو منهنجو.

هيستائين هجر ۾ هس ٻوم کان آهٔ شوم وڏيڪ
هاڻ هما کان ٻه همايون ٿيو سايو منهنجو.

ڪيو غلامي ۾ جڏهانڪر مون کي دلبر مقبول
دارا دربان، سڪندر ٿيو دايو منهنجو.

ان جي صحبت ۾ ٿيس صاحب اقبال قليچ
ڪرم ڪمتر هو گهٽو اصل ۾ مايو منهنجو.(١)

مير عبدالحسين سانگي کي پسند آيو خاص طرح هي مصرع:
”هاڻ هما کان همايون ٿيو سايو منهنجو.“

مير صاحب ان تي هڪ وڏو جوابي غزل لکيو جنهن جا ڪجهه شعر آهن:

چاهه مان يار غزل هي هو جوايو منهنجو
آهي الله سجايو ڪيو، لايو منهنجو.

حضرت عشق ٿي ڪيا عاشق ۽ معشوق شمار
پاڻ کي يار تڏهن يار جوايو منهنجو.

تڏهن دلدار هلي آهه اڱڻ تي آيو
جڏهن الله وري بخت ورايو منهنجو.

حسن آباد ۾ هو ڪالهه حسينن جو هجوم
سيني سهڻن کان هو سهڻو تہ سوايو منهنجو.

آهي دلچسپ هي ٿي مصرع موزون قليچ
هاڻ هما کان ٻه همايون ٿيو سايو منهنجو.

رهي سانگي جي تہ سهڻن سان سدائين صحبت
عمر جو وقت ويو ڪونہ اجايو منهنجو. (٢)

سانگي ۽ قليچ جي غزلن جي جواب ۾ گدا ٻه هڪ غزل چيو، جنهن جا ڪجهه شعر پيش آهن:

بارڪالله ٿيو اقبال سوايو منهنجو
پنهنجي پاسي ۾ تہ گهر يار اڏايو منهنجو.

---

(١) ”ديوان قليچ“- سنڌي ادبي بورڊ- ١٩٥٦ع- ص ٢٧٢.
(٢) ”ڪليات سانگي“- سنڌي ادبي بورڊ- ١٩٦٩ع- ص ٦٠.

ٿيو مسخر سو اهي منهنجو پريزادو پرين
لله الحمد وظيفو ٿيو سدايو منهنجو.

آهوي چشم صنم اهڙو ڪيو وحشي مونکي
جنهن کان ڏس مونکان گريزان ٿيو سايو منهنجو.

مونکي دلبر چيو ”آهه تنهنجو تہ دلدار آهيان“
هن سخن يار جي ڪيو فخر سوايو منهنجو.

مون کي ”استاد غزل“ سنڌ ۾ سڀڪو ٿو چوي
آهہ هن فن ۾ فزون سڀ کان ٿيو پايو منهنجو.(١)

سانگي کي حافظ حامد جي هڪ غزل جون ٻہ مصرعون پسند اچي ويون:

١— سٺي سرهو ٿيو سانگي، هي مصرع حاجي حامد جي
محبت وارين موران نہ ڏونگهن کان ڏرڻ گهرجي.

٢— اها حامد جي سانگي کي وڻي ٿي مصرع موزون
نماڻي نينهن جي کي نيٺ هن لنب ۾ لڙڻ گهرجي.

انهن ٻنهي مصرعن تي سانگي علحده علحده غزل لکيا آهن. حافظ حامد جو غزل ۽ سانگي جو ان غزل تي چيل هڪ غزل ملاحظہ ڪريو. ٻنهي غزلن ۾ سهڻي ۽ دريا جو ماحول پيش ڪيو ويو آهي.

حافظ حامد:

ڏسي مهراڻ مستي ۾ نہ ويرن کان ورڻ گهرجي
ميهر محبوب لئہ موجن ۾ منڌ توکي مرڻ گهرجي.

ابت ۽ آر اوپارو ڪپر ڪنڌيين ڪري ڪڙڪا
اهو اوڙاهہ آڏيءَ جو طلب وارن ترڻ گهرجي.

سيارو سير سائر جي سٽاڻي چا جهلي سڪ کي
نماڻي نينهن جي کي نيٺ هن لنب ۾ لڙڻ گهرجي.

ڪري مر ڪانڌ تو ڪاوڙ سدا ساهڙ هجي سرتو
سندو ڏم ڏوم ڏوراڀو نہ ڪنهن پرڪنڪرڻ گهرجي.

---

(١) ”ڪليات گدا“ - سنڌي ادبي بورڊ - ١٩٥٧ع - ص ١٩٨.

چريو ڪيو جنهن جو واڪي چت سدا سا سرڪ ساريان ٿي
رهي اوراڻ اوني ڪان نه تنهن ڪيران ڪرڻ گهرجي.

ڪيم جو قول ۽ قابو وچڻ جو يار سان ويلي
انهين انجام تي آخر پريان سان پت پرڻ گهرجي.

پڌين تان پاڇهه ڀانئج، جي رهين تان آهه سڀ رحمت
چڙي حيلا حبيبن ذي پلا ڪا وڪ وجهڻ گهرجي.

رکڻ ناتو نهارڻ ننگ حامد ٿئي نه هيڪاندو
محبت وارين موران نه ڏونگهن ڪان ڏرڻ گهرجي.(١)

سانگي:

محبت سان مٺي مهراڻ تارن جان تـرڻ گهرجي
نه سهٽي توکي ساهڙ ري، پسي واهڙ ورڻ گهرجي.

پرت کي چا ڪندو پاڻي، وهي ٻڏ پيش پرين جي
ڪري ڪن ڪيترا ڪڙڪا نه تنهن تي ڪن ڪرڻ گهرجي.

تري وچ تـار ميهر وٺ، سٺي لهرن سندا لوڏا
ورڻ ڪان اي ولهي توکي محبت ۾ مرڻ گهرجي.

ستيون موجون ڏسي مهندان ورڻ جي ڪچ نه ڪا وائي
چڏي سڀ خوف ۽ خطرا ڏڍي تي دل ڌرڻ گهرجي.

جي ساڙي سوز ساهڙ جو سدا سالم رهين سهٽي
برهه جي باهه ۾ توکي نه ٿانون جيئن پرڻ گهرجي.

اهي لهريون، اهي لوڏا، اها دهشت، اهو دريا
ورن آهن هي وحدت جا، نه ڏيکن ڪان ڏرڻ گهرجي.

چڙا جنهن هنڌ چونڪارين ٿا، وچ تت قرب مان ڪاهي
مٺي ميهار جي توکي ڪٺن ڪان ڪيئن ڪرڻ گهرجي.

اها حامد جي سانگيءَ کي وٺي ٿي مصرع موزون
نماڻي نينهن جي کي نيٺ هن لنب ۾ لـرڻ گهرجي.

---

(١) ”ارمغان حامد“. مسلمان پرنٽنگ پريس ميرپورخاص - ١٩٢٦ع- ص ٢٥.

سانگي 'حيدري' جي ٻه ڪيترن غزلن تي غزل چيا آهن، جن جو ذڪر هن پنهنجي غزلن ۾ ڪيو آهي:

١- ڏس 'حيدري' جي نظم ڪي ڇا آهي حلاوت
مت تنهنجي تـه آهه قند مڪرر انهو ڇاڻان.

٢- رنگين سي سخن تنهنجا ڏسي، حيدري تو ڪي
ٻي شائبه آهه شاعر شروان نه ڇوان چو.

## فضل محمد 'ماتم' ۽ سندس همعصر

فضل محمد 'ماتم' سانگيءَ جي دؤر جو ناميارو شاعر ٿي گذريو آهي جنهن جي ڪلام جي تعريف نه صرف سانگي، گدا، فدوي، مرتضائي بلڪ هن دؤر جي ٻين شاعرن به ڪئي آهي. هن جو هڪ غزل ٣ مارچ ١٨٨٢ع ۾ "سنڌ سڌار" ۾ شايع ٿيو هو، جنهن جو هيٺيون شعر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "اردو شعراء سنڌ" ۾ ڏنو آهي:

شعر منهنجو مون سندو اولاد آهه
ڇو نه آهيان آهه اولادي ادا.(١)

ماتم جو اهو غزل ان دؤر جي شاعرن ۾ مضمون "ادا" جي رديف ۽ شادي، عادي ۽ وادي جي قافين ڳوڙهو رنگ لاتو. ساڳئي رديف ۽ قافين سان غزل بر غزل جو سلسلو لهايت مقبول ٿيو. جنهن ۾ حيدرآباد، خيرپور ۽ ٺٽي جي نامور شاعرن غزل چيا، جن شادي ۽ حيدرآبادي قافين ۾ وڌندڙ لطف پيدا ڪيو. اُنين ٿو معلوم ٿئي ته 'ماتم' جي غزل تي پهريان گدا غزل لکيو، پوءِ سانگي، ڪمال الدين مست، مير امير علي خيرپوري، امام بخش شاهه 'فدوي'، مرتضائي ۽ آخر ۾ مخلص قافيو بدلائي، پر ساڳيو رديف قائم رکي، ان سلسلي کي دعوتِ غزل جو هڪ مشاعرو بنائي ڇڏيو. مختلف شاعرن جي غزلن مان منتخب شعر پيش آهن:

گدا:

دلبرن جي عين بيدادي ادا
شائقن جي واسطي شادي ادا.

---

(١) نبي بخش بلوچ ڊاڪٽر- "اردو شعراء سنڌ"- ص ١٥٢.

ڇو نہ ان مجنون کي عاقل چون
جنهن وسائي ورهہ جي وادي ادا.

درد بيشڪ درد جو درمان آهہ
دربدر ٿي ڪيم فريـــادي ادا.

آهہ آهيان بنت العنب جو آشنا
ڪان گهرجي مولکي بي‌شادي ادا.

مرغِ دل در دامِ زلفِ يار باد
ٿي نہ حاصل ان کي آزادي ادا.

تيغ ابرو جي اشاري سان ڪهي
ڏس سندم دلبر جي جلادي ادا.

آهہ 'ماتم' منهنجو مونس باليقين
هــر دو آهيون حيدرآبادي ادا.

واہ وا ان جو غزل هو بي بدل
هن زمين جي ان‌ڪي آبادي ادا.

مون گدا، بيڪس جو آهي دستگير
غوث اعظم شاهہ بغدادي ادا.

سانگي:

آئي دلبر جـــي ٿيم شادي ادا
منهنجي اڄ ٿي خانہ آبادي ادا.

دخترِ رز جي نہ بازاري هجي
مان قبوليان ان جي دامادي ادا.

وامق و فرهاد ۽ مجنون کان‌پوءِ
مون وسائي ورهہ جي وادي ادا.

وهہ گدا کي ياد آهي سا طريق
جيڪا آهي طــرز استادي ادا.

واهہ 'ماتم' بي‌گمان شيرين‌سخن
شاعري خوش حيدرآبادي ادا.

دخترِ رز سان ڪيو ساتم نڪاح
جلد ٿيندو هو ٻه اولادي ادا.

لطف سان صياد جي اندر قفس
وسري وئي بلبل کي آزادي ادا.

مرتضيٰ موليٰ علي مشڪل ڪشا
منهنجو ٿيو هرحال ۾ هادي ادا.

سانگي ڏسندي ابروئي خمدار يار
سر تي گذري تيغ فولادي ادا.

مير امير علي 'امير' خيرپوري:

بندِ عشقش آهه آزادي ادا
سڪ سڄڻ جي عين آبادي ادا.

دخترِ رز سان ٿيو جنهن جو نڪاح
ان جي گهر ۾ آهي نت شادي ادا.

پر اها بنت العنب ناهي عروس
هي گهٽن مردن جي آ سادي ادا.

مرغِ دل چون ديد دانهٔ زيرِ زلف
قيد ٿيو منجهه دام صيادي ادا.

واسطي شربِ لبِ شيرين دهن
رک سدائين خيال فرهادي ادا.

مست ۽ ساتم گدا عبدالحسين
هي ته آهن شعر جا عادي ادا.

آغا آهيان ساڪن اتر جي ملڪ جو
هي آهن سڀ حيدرآبادي ادا.

شعرگوئي ۾ آهن ڪامل عيار
ان جو شيوو آهي استادي ادا.

آهيان آغا 'امير' علي جو مدح خوان
مونکي گهرجي ان جي امدادي ادا.

امام بخش شاهہ 'فدوي'

در جهان مطلوب آهي عالم آبادي ادا
دور دنيا ۾ تہ دولت آهي دل شادي ادا.
شادمانا شڪر شاديون سال هرجا هوڻ هون
جانبن جي جيڻ سين سڀ تازه دامادي ادا.
برهہ ڪيا بيدل مثل بلبل گل رخسار جا
لڪ ماري لالہ ٿيا ڏٺي داغ بغدادي ادا.
ڪدخدائي لاءِ هرڪو هٿ هٿي حيلا ڪري
جهہ سبب آدم ٿئي سو ور تہ اولادي ادا.
عنب جي آ مور دانہ دل ديوانہ هر طرح
هو شور ڪيا منجهہ عقد وادي ادا.

غلام مرتضيٰ شاهہ 'مرتضائي':

غم جي محرم مات ڪي شادي ادا
آهي هي شطرنج جي استادي ادا.
عشق جي سلطان جو خاصو وزير
شوق جنهن ڪي آهہ بربادي ادا.
بي خبر جنهن جي تجلي حسن جي
طُور جيئن ساڙي سندم وادي ادا.
ٻڌ ڪمر هن درد جي دجلہ ۾ گهڙ
ڪان پيچ ڪا جسر بغدادي ادا.
مرتضائي با توڪل صبر ڪر
دربدر سو ناهي فريادي ادا. (١)

محمد هاشم 'مخلص':

جلوه‌گر جڏ چشم ۾ او بي نشان ٿيندو ادا
هر مڪان منهنجي نظر ۾ لامڪان ٿيندو ادا.

(١) ديوان مرتضائي (قلمي)- سنڌي ادبي بورڊ- ص ٥٢.

آهه ان او گريان جو بعد از مرگ تربت تي سندم
ابــر رحمت جــو مگر سائبان ٿيندو ادا.

هيٺ ٿيندو آسمان، ٿيندي زمين سرڪان مٿي
منهنجي دانهن ڪان تهه و بالا جهان ٿيندو ادا.

شور ٿيندو شش جهت ۾ منهنجي دانهن جي سبب
جي نظر ڪان هڪڙو دم دلبر نهان ٿيندو ادا.

## غلام محمد شاهه 'گدا' ۽ سندس همعصر:

غلام محمد شاهه 'گدا' پنهنجي وقت جو استادالشعراء هو، جنهن جي تعريف ان دؤر جــي گهڻو ڪري سڀـورن شاعــرن گهڻي ڪئي آهــي. مير عبدالحسين سانگي ساڻ هن جا گهرا تعلقات هئا. سانگــي کيس پنهنجو استاد ڪري سمجهندو هو. سنڌ جي ٻين شاعرن سان به گدا جـا گهرا ناتا هئا. گدا شاهه نه فقط سانگي جي دعوت غزل قبول ڪري سندس غزلن تي غزل لکيا آهن پر هن ڪيترن ٻين شاعرن جهڙوڪ مرتضائي، قليچ، حامد، مخاص، حيدري ۽ هڪڙي ٻي غزل ۾ گدا، سانگي کي هيئن گذارش ڪري ٿو:

هي غزل بي بدل گدا جو پڙهي
مير صاحب تـون قـدرداني ڪر.

سانگي، گدا جي گذارش تي سندس ڪهڙي قدرداني ڪئي، تنهن لاءِ ته ڪجهه چئي نٿو سگهجي. باقي سندس غزل جي جواب ۾ غزل جي ضرور عنايت ڪئي اٿس، جنهن جو مطلع آهي:

يا خـدا مون تي مهرباني ڪر
مهربان مون تي منهنجو جاني ڪر.

'ماتم' جي غزلن تي غزل چيا آهن ۽ هن کي ٻـڻ پنهنجي غزلن تي غزل چوڻ جي دعوت ڏني آهي، جـا هنن خوشيءَ سان قبول ڪئي آهــي. هن جي غزلـن تي غـزل چئي استاد شاعــر جــي مقابلي ۾ طبع جا جوهــر ڏيکاريا آهن.

گدا، سانگي جي دعوت غزل جي جواب ۾ سندس ڪيترن غزلن تي طبع آزمائي ڪئي آهي. ٻنهي جي ديوانن جي مطالعي مان ٻنهي جـا تمام گهڻا غـزل ساڳين طرحن تي چيل ملن ٿا. ڪيترن غزلن ۾ ٻنهي هڪ ٻئي

جي دعوتِ غزل جو ذڪر ڪيو آهي. گدا پنهنجي غزلن ۾ ان جو اقرار هيئن ڪيو ڪري:

١- شاهه جو ٿيو حڪم گدا کي جڏهن
تڏهن هي غزل ٺهيائين ضرور، اي صنم.

٢- واهه وا، حضرتِ سانگي جي غزل جو هي جواب
مون کي هوشيار ڪيو ڪنهن ڪيو دلدار ڪيو.

٣- ميرصاحب جي ٺوڻ تي هي غزل سون جوڙيو
هن غزل جو تهصلو سيکهه مان امداد ڪهي.

٤- هي غزل حضرتِ سانگي جو تتبع سون ٿيو
جنهن جي سر تاج ٿهي لطف سدا سبحاني.

ڪيترن غزلن ۾ گدا، سانگي جي غزلن تي غزل لکي سندس غزلن جي دلپسند مصرعن جو ذڪر ڪيو آهي:

١- آهه سانگي جي خوب هي مصرع
منهنجي مولا جي هٿ خدائي ٿي.

٢- عجب هي حضرتِ سانگي جي مصرعِ دلچسپ
هي خوف آهه متان شعر شعله بار اچي.

٣- اي 'گدا' سچ ٿيو حضرتِ سانگي
دشمني جي مون دل کان پار پئي.

٤- واه وا، سچ ٿيو حضرت سانگي
ديس آهي اسان جو حسن آباد.

٥- عجب جي حضرتِ سانگي جي مصرع دلفريب آهي
اسان سان پيار پيريءَ ۾ آهن شوخن شهاناڪيا.

٦- عجب هي مصرعِ موزون، گدا کي ٿي وڻي پيشڪ
سچي سانگي ڪهي گفتار پنهنجن ۾ پراون ۾.

گدا پنهنجن ڪن غزلن ۾ سانگيءَ کي پڻ دعوتِ غزل ڏني آهي، هڪ غزل ۾ ڪيس چوي ٿو:

هن غزل جو جواب ' مخلص. من '
دير ڪر ڪين، ڏي سکهو جهٽ.

مخلص. من يعني حضرت سالڪي جهٽ جواب ڏني ٿو. هنهي غزل جا ڪجهه شعر پيش آهن. هنهي شاعرن ليٽ سنڌي قافين ۾ نهايت چاڻ پيدا ڪري ڪيترا شوخ مضمون ادا ڪيا آهن:

ساقيا پيار مون کي مي جو مٽ
محتسب ٿو اچي، ڪري وٺ جوٽ.

اڄ اڱڻ منهنجي، منهنجو يار آيو
ڪهر ۾ اغيار جي پيو ڪوڪٽ.

آهه پرسوز، آه سا منهنجي
آهه صرصر ڪان وڌ، منجهس سوسٽ.

" ماءِ ڊيئر" آهه " فس ڪلاس" اهو
دلرباڻي جو جنهن کي ياد ڪرٽ.

عشقبازن جو شاهه آءٌ آهيان
عشقبازي جو منهنجي سر تي ڇٽ.

مون کي آهي يقين، ايندو يار
سچ سمجهان ٿو، جي هئي ڪو زٽ.

هن غزل جو جواب، 'مخلص. من'
دير ڪر ڪين، ڏي سکهو جهٽ.
خارجي، جو ڪري گدا جي گلا
شاهه مردان، وجهيس سر تي وٺ.(١)

سالڪي:

عشقبازيءَ جو، سو ڪٿي سر ڇٽ
جنهن جو مستيءَ ۾ ٿيو مٿو هٿي مٽ.

ڏي گدا جي غزل جو جلد جواب
واهه طبع. رسا ڪري ڪو جهٽ.

(١) "ڪليات گدا"۔ سنڌي ادبي بورڊ - ١٩٥٧ع- ص ١١١.

ڪارو ڪاڪل ڏو پيچ سي پائي
يـاد واسينگ کي جـو ناهي وٽ.

موت مـاري نہ مـاري جهٽ پٽ ۾
سـور ساڙي تہ ساڙي مـاري اڦٽ.

آهہ رقيبن جـي لاءِ تيئن آهيان
جيئن منشين جي لاءِ هـو "لانبٽ"

جي ڪريان واهہ، نڪري آهہ اچي
قلب ۾ منهنجي ڪو پيو ڪوڪٽ.

وعـدهء وصل ڇـو ڪرين ڪوڙو؟
نينهن وارن سان نازنين ڇـڏ نٽ.

هـاڻ سنگتين کي ڇئو تہ سمجهائن
سانگي پنهنجو تہ آهي موڙهو پٽ. (١)

غلام محمد شاهہ 'گدا' جا تعلقات ٺٽي جي شاعرن سان دوستانہ هئا. هو ٺٽي ۾ اڪثر وڃي رهندو هو ۽ ساڻن علمي ۽ ادبي صحبتون ڪندو هو. ڪين پنهنجي غزلن تي دعوتِ غزل ڏيندو هو ۽ سندن غزلن تي غزل چوندو هو. پنهنجي هن غزل ۾ هن غلام مرتضيٰ شاهہ 'مرتضائي' کي دعوتِ غزل ڏني آهي. مرتضائي سندس غزل تي جوابي غـزل موڪلي داد جـي طلب ڪئي آهي:

گـدا:

اڄ ڏٺم ساقي پري صهبا جو ساغر صبح گاهہ!
غنچهٔ دل رنگ گل جي ڏي شگفتہ، واهہ! واهہ!

آتشين خو شعلہ رو ڪيو مون سان وعدو وصل جو
ويـو جلي ڪامي سڙي رهزن رقيب اڄ روسياهہ.

چشم ميگون يـار جي ڪيو مست آهو دشت ۾
ڪبڪ کي ڪيو ڪوهہ ۾ سهڻي تبحر سان تباهہ.

---

(١) "ڪليات سانگي"- سنڌي ادبي بورڊ- ١٩٦٩ع- ص ٢٢٧.

زلف کي مشڪ ختا جي آھ ڇوان مون ڪٿي خطا
يار جي رخسار کي جي گل چوان آھي گناھ.

جئن وھي برسات ۾، بارن جي تئن ٻا زور شور
منھنجي نيڻن جا وھن تئن نار ھر شام و پگاھ.

زاھدا وري وڃي توکان ھي سڀ لاف و گزاف
حسن جي سرڪار جي ھيڪر ڏسين جي رسم وراھ.

مرتضائي ھن غزل جو مون کي ڏيندو در جواب
منھنجو مشفق آھ سو سيد فصاحت دستگاھ.(١)

مرتضائي – جواب غزل:

حسن جي اقليم ۾ ھڪ ھوت منھنجو بادشاھ
باج سڀ ان کي ڀريندڙ توڙي والا دستگاھ.

ناز جي اورنگ تي جنھن دم رکي جاني جلوس
ھفت ڪشور کي الائي آئي عالم کي تباھ.

چشم جون بندوقون ڏاري تاب جون توبون رکي
برھ جي باروت کي ڏي شوق شعلہ ساڻ باھ.

خال ھڪ ھندو حبش مان چين کي آندو مطيع
لعل لب انجو بدخشان تي رکي تو ڪج ڪلاھ.

دانهٔ دندان سان تسخير عمان و عدن
سرنگون ايران، عرب آيو سندس ھڪڙي نگاھ.

گل چوڻ ان کي غلط بلبل چوڻ مون کي عبث
گل کان نازڪ يار بلبل کان چون وڌ منھنجو ساھ.

مرتضائي سان سڄاڻي اي 'گدا' گھرجي رکڻ
ھي غزل منھنجو ڏسي چؤ آفرين ۽ واھ واھ (٢).

حافظ حامد جي ھيٺين غزل خاص طرح ھي مصرع " نينھن آھي تہ

(١) "ڪليات گدا"- سنڌي ادبي بورڊ - ١٩٥٧ع- ص ٢٠٧.
(٢) "ديوان مرتضائي" (قلمي)- سنڌي ادبي بورڊ - ص ٣٥٦.

نانڪ وارو ٻر“، گدا کي ڏاڍي وڻي ٿي، جنهن ڪري هو حامد جي مصرع تي غزل لکي ٿو :

حافظ حامد:

ناهه ساهن سهڻ جي طاقت تر
ڪر ٻلايون ٻلا تون مونڏي ٻر.

دل ڳنڍي دوستي رکي دلبر
آهه ٿاني جهان ٻوهه ۾ ڦر.

ٻيا ته گهوريا جي ڪين گهوريندا
مون سڄڻ تو مٿان ته گهوريو سر.

مون ٿي توکي ڇيو ڇڳائيءَ لاهه
ڌارين ساڻ دل نه هلڏين هر.

هيڪ ڏٺ هڪ رقيب رول رليا
واٽ ويندن تي تون نهڪڏيا ڪر.

هٿ وڌي آهه جان جو جوکو
نينه آهي ته نانڪ وارو ٻر.

ڳڌ گوڏي سان يار جي وهندس
اٿ اغيار سوڙهه ڇڏ تون سر.

حامدا رهه حق جي وٽ روشن
ڪين ڪوڙن سان ٿي ڪوانو ڪر.(۱)

گدا:

مون کان سهڻا ٻري نه ساعت سير
تنهنجي قدمن تي مون ته گهوريو سير.
الڪريم آهه قول پيغمبر
ٻول جيڪو ڪيئه، نه تنهن کان ڦر.
تنهنجي اکڙين کي مون ڇيو آهو
ڇو تون مون کان ڪٿين ٿو ٻير.

---

(۱) ”ارمغان حامد“- مسلمان پرنٽنگ پريس ميرپورخاص- ۱۹۲۶ع- ص ۱۶.

قول پنهنجو ڪرين جي تون مون سان
ڪين ڪر تنهن ۾ ڪو تفاوت تر.

منهنجو رهزن رقيب، منهنجي لاءِ
آهه شيطان کان وڌيڪ، سو شر.

حسن جو چار ڏينهن ڏس چٽڪو
چلڪ تون ميڙو متو، هميشه نه هر.

واهه حامد جي آهه هي مصرع
نينهن آهي نه ناڪ وارو پر.

شير يزدان جو آهه 'گدا' آهيان
سگ صفت ڪر نه اي رقيب ڏونگر.(۱)

غلام محمد شاهه 'گدا' مٿي بيان ڪيل غزلن کان سواءِ پنهنجن ڪيترن غزلن ۾ دعوتِ غزل ڏني پين شاعرن کان غزل لکرايا آهن. هو پنهنجن غزلن ۾ ڪين هن انداز سان دعوت ڏو ڏئي:

۱- هڪڙو مخلص ۽ پيو معتبائي شاهه
اي گدا منهنجا دوستدار پڻ ئي.

۲- مخلصا ڏي 'گدا' جو جلدي جواب
هي بدل منهنجو هي غزل آهي.

'گدا' پين شاعرن جي غزلن يا مصرعن تي جي غزل چيا آهن، تن مان ڪن جو ذڪر هن صاف لفظن ۾ پنهنجي غزلن ۾ ڪيو آهي:

۱- 'ماتم' ادا 'گدا' کان سوا ڪنهن جي چا مجال
هن شعر جي جواب جو ميدان سر ڪري.

۲- گدا جو هي غزل لا جواب آهي اگر
قبول خاطرِ 'ماتم' اهو جواب ٿئي،

۳- هي جواب حضرتِ مرزا قليچ
رمز گولچ تحته الانهار ۾.

(۱) "ڪليات گدا"- سنڌي ادبي بورڊ- ۱۹۵۷ع- ص ۱۲۶.

٤- ميان صاحبڏني شاهه، جي هي آهي مصرع موزون
ڏئم سر ساهه سڀ سٽ ۾، ڪيم سودو سچائي جو.

٥- حاجي حامد جي هي مصرع آهي الحق ۽ عجيب
عين حـق چاڻان ٿـو صورت زيبا ڪي آهه.

٦- گدا دلچسپ هي مصرع فصاحت ۽ آب حامد جي
چوڏي حيلا حبيبن سان ڀلا ڪا وک ڀرڻ گهرجي.

٧- مجتبائي جي خوب هـي مصرع
شڪر حق هر زمان ڪريان نه ڪريان.

## حافظ حامد ڏکڙائي ۽ سندس همعصر شاعر

حافظ حامد پنهنجي وقت جو صاحب طرز شاعر هو. ان دؤر جا سڀ شاعر سندس بـزرگي ڪري سنـدس عزت ۽ احترام ڪندا هئا. وقت بـوقت سانگي، گدا ۽ سندس ٻيا همعصر شاعر هن سان غزلن جي ڏي وٺ ڪندا هئا. ڪڏهن سانگي، ڪڏهن گدا ۽ ڪڏهن ٻيا شاعر کيس دعوت غـزل ڏيـندا هئا، جا هـو خوشيءَ سان قبول ڪري کين جوابـي غزل موڪليندو هـو. ڪڏهن پاڻ به پنهنجا غزل موڪلي کين دعـوت غـزل موڪليندو هـو، جنهن تي هو جوابـي شعر لکي ڏانهس موڪليندا هئا. سانگي، گـدا ۽ ٻين شاعرن سندس غزلن جون ڪيترئيون مصرعون پسند ڪري انهن تي غزل لکيا، هن به ڪيترن شاعرن جي غزلن جي مصرعن تي غزل لکيا آهن. اهڙي طرح هن پنهنجي طبع جا جوهر نروار ڪيا آهن. سندس ڪلام جي مطالعي سان اها ڳالهه معلوم ٿئي ٿي ته هن پنهنجي جوابي غزل يا غزل بر غزل ۾ به صاف ٻولي ۽ پنهنجو سنڌي رنگ گهڻي حد تائين قائم رکيو آهي.

پنهنجي هڪڙي غزل ۾ ميان وڏل حيدري معرفت سانگيءَ کي دعوت غزل ڏني ٿو، جنهن جي جواب ۾ سانگي ڏانهس غزل ڏياري موڪلي ٿو:

حافظ حامد:

عجب رمز هڪ عشق واري عزيزو
طلب جنهن ۾ ٻي ڪانه تاري عزيزو.

نه ڪو مرتبو مٽ ٿئي سان محبت
سنڌي نينهه نت سرس ساري عزيزو.

ڪبو ساڻ ڪنهن هي سخن سوز وارو
ٿيو عالم ڪنان عشق عاري عزيزو.

ڪيا تيغ مژگان سان سو صيد سهڻي
اڃا پڻ انس ڪا تياري عزيزو.

ڏيئي وصل جو دوست وعدو نه وريو
اڃا عهد جي انتظاري عزيزو.

رهن ڪئن نه پابند عاشق لماڻا
ڪنڍي زلف جي يار ڳاري عزيزو

اسان حيدري سان رکي آشنائي
پلي جي ڏسي پر پلاري عزيزو.

سڻائيندو سانگي ڪي منهنجو سخن هي
اڻن پاڻ ۾ پرت پياري عزيزو.

رکي مير منظور منهنجي غزل کي
ڪندو رسم رافت جي جاري عزيزو.

ڪرين اعلي حضرت جو حامد هوس تون
سوا شان ٿي شرمساري عزيزو. (۱)

سانگي- جواب غزل:

اسان عقل کان آهيون عاري عزيزو
اسان کي پرت آهي پياري عزيزو.

زياده آهي قيمتي ڪيميا کان
سان جي اها خاڪساري عزيزو.

سدا عشقبازن کي در عشق بازي
قرار آهي ٿيو بيقراري عزيزو.

پرين پنهنجي پنبڻين ۾ دل ۾ اسان کي
سي ڪوڪي لڳا کان ڪاري عزيزو.

---

(۱) "ارمغان حامد"- مسلمان پرنٽنگ پريس، ميرپورخاص- ۱۹۲۶ع- ص ۳۱.

اتي ٻي تہ خاڪي هئي خود نمائي
جتي سڀ ها نوري ۽ ناري عزيزو.

زماني جا نيرنگ ڏاڍا ڏٺاسون
ڏسو اٿين اوهان جي ٿي ساري عزيزو.

اوهان ۾ هينئر ڪين ٻيڇي پڇون ٿا
ڪڏهن راند جا هئاسون هاري عزيزو.

تون عبدالحسين چئو تہ الحمد لله
ٻرين سان اسان پرت پاري عزيزو.

حامد ۽ سانگي جا غزل ڏسي گدا کان بہ رهيو نہ ٿيو. ٻنهي جي غزلن تي جوابي غزل لکيائين:

گدا:

گناهن ۾ وڃي عمر ساري عزيزو
نہ مون جهڙو ڪو ٻيو ڏهاري عزيزو.

جڏهان ڪر چئي يار ياري عزيزو
تڏهان ڪر اٿم بيقراري عزيزو.

اچي شال مون وٽ اهو منهنجو مونس
اٿم جنهن جي اچ انتظاري عزيزو.

ڏرن منهنجون اکڙيون ٿيا چونہ دل ڏي
سٿان ڳالهہ جي وصل واري عزيزو.

نهوڙي نيو نينهن نيڻن ۾ مون کي
سٿم سو تي هي ٻار باري عزيزو.

دل و دين ايمان کان مان سچ چوان ٿو
ٻرين جي ٻرت مون کي پياري عزيزو.

ڏئي وعده وصل سو شاهہ خوبان
’گدا‘ جي ڪري غمگساري عزيزو. (١)

(١) ”ڪليات گدا“- سنڌي ادبي بورڊ- ١٩٥٧ع- ص ١٩٢.

حافظ حامد، سانگي ۽ گدا جي ڪن غزلن تي غزل چيا آهن، ڀنهجي هڪ غزل ۾ سانگي، حامد ۽ گدا کي دعوتِ غزل ڏني ٿو، جنهن جي جواب ۾ ٻهريان گدا جوابي غزل لکي ٿو، جنهن کان پوءِ حامد به جوابي غزل لکي ٿو، جنهن ۾ گدا جي هڪڙي مصرع "لائون هٿن ٿا نٿي ۾ شهري ڪٿي ڪٿي" جي تعريف ڪري ٿو:

سانگي- دعوتِ غزل:

پرپيچ نانگ پون ٿا ٻهري، ڪٿي ڪٿي
سي زلف زور آور زهري، ڪٿي ڪٿي.

رخسار تي چپن تي، پرن تي جبين تي
ٿا پيچ پائن ڪاڪل قهري ڪٿي ڪٿي.

ابروئي وسمه دار تي، خط تي ۽ خال تي
دلڙي اسان جي آخر لهري ڪٿي ڪٿي.

موسل ڏسڻ پڻن ڏي، لوڏائي ڏي ڪاڪ ڏي
ڪاهي ويو ٿي مينڊرو مهري ڪٿي ڪٿي.

حامد ڏسي، گدا ڏسي ۽ حيدري ڏسي
ٻر ان تي منهنجي طبع جي بحري ڪٿي ڪٿي.

ان دلربا جي جان ۾، دل ۾، خيال ۾
سانگي اثر ويو آهه جو ٻهري ڪٿي ڪٿي(١).

گدا- جوابِ غزل:

سي سار وار زلف جا زهري ڪٿي ڪٿي
بلبل پون ٿا پلٽي ۽ ٻهري ڪٿي ڪٿي.

عاشق جي سر تي سينه تي دل تي ۽ ساهه تي
ور ور ڏيو ور وجهن ٿا سي قهري ڪٿي ڪٿي.

گلشن ۾، بر ۾، بحر ۾ دلدار جي سوا
دلگير دل اسان جي نه لهري ڪٿي ڪٿي.

جنهن کي ڏسي ٿي، تنهن کي چوي ٿي تنهي اهو
منهنجي ته دل ادا ٿي آٻهري ڪٿي ڪٿي.

---

(١) "ڪلامات سانگي"- سنڌي ادبي بورڊ- ١٩٦٩ع- ص ٧٨.

ورق‌الخيال جا سي ڪريو جام، جام نوش
لافون هڻن نشي ۾ ٿا شهري ڪٽي ڪٽي.

مصرع عجيب حضرتِ 'سانگي' پڙهي 'گدا'
پر ان‌تي سنهنجي طبع جي بحري ڪٽي ڪٽي(١).

حافظ حامد- جوابِ غزل:

واسينگ زلف وارا زهري ڪٽي ڪٽي
وسيهر وجهن ٿا وات سي ٻهري ڪٽي‌ڪٽي.

جوڳي جي جهاڙ جو ۽ منتر جو جب نه مپ
ڪاڪل سيه جر ڪارو تهري ڪٽي‌ڪٽي.

اقبال چاهه تي ۽ دولت تي، سپاهه تي
پر دل سواءِ حسن نه لهري ڪٽي ڪٽي.

نيٺي رات ۾ به آئي ڪرهو جو ڪاڪ‌ڪان
سو سينڌري جو مشفق مهري ڪٽي ڪٽي.

اعليٰ امير اعظم عبدالحسين خان
اهڙو نه عز اوج سپهري ڪٽي ڪٽي.

حامد، 'گدا' چئي نه هي مصرعِ عجب
لافون هڻن نشي ۾ ٿا شهري ڪٽي ڪٽي.

ٻنهي شاعرن پنهنجن غزلن جي شروعاتي شعرن ۾ زلفن کي نانگ سان تشبيهه ڏئي انهن شرارتن جو ذڪر ڪيو آهي جي اهي محبوب جي جوڀن سان ڪن ٿا. ٻنهي شاعرن طائرِ خيال کي بلندي تي پهچائي هڪ ٻئي کان اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

پنهنجي هڪ غزل ۾ حامد، گدا کي دعوتِ غزل ڏيندي چوي ٿو:

ڇو نه هن نظم تان نثار ڪري
گوهرِ آفرين گدا سچٽان.

---

(١) "ڪليات گدا"- سنڌي ادبي بورڊ- ١٩٥٧ع- ص ٢٠٦.

حامـــدا هي غـزل ڏسي پوندو
وجد ۾ يــــار خود نما سڄڻان.

حافظ حامد، گدا ۽ مرتضائي جي غزلن جا جواب لکيا آهن جن کي بيان ڪندي چوي ٿو:

١- گدا چيش ڪر سنديگلرخ مدح حامد تون سرچاري
ڪہ ہر نظمِ تـو افشاند ملڪ عقدِ ثـريا را.

٢- مثالِ مرتضائي در جواب شعر او حامد
ز باغِ طبع هر دم گل دميدن آرزو دارم.

## محمد هاشم مخلص ۽ سندس همعصر شاعر

محمد هاشم ’ مخلص‘ حافظ حامد ٺٽوائي جو فرزند ۽ غلام محمد شاه گدا جو پيارو شاگرد هو. هن کي پيءُ کان زياده استاد کان شاعريءَ جو فيض حاصل ٿيو. تنهن ڪري هن وقت بوقت پنهنجي استاد جي تعريف نهايت ادب ۽ اخلاص سان ڪئي آهي:

١- اسين گدا شاهہ جا آهيون شاگرد
فخرِ شـــعراء روزگار آهـــيون.

٢- گـــدا استاد منهنجو بي نظير آهہ
سخن ۾، نظم ۾، طـرزِ بيان ۾.

٣- ڪونہڪنهن کيٿو ڏسان مثلِ گدا اهلِ سخن
جي ڏٺاگهولي جهان ۾ مون سخنور سوهزار.

٤- سخنور تـــون ہہ مخلص آهيـن ليڪن
گـــدا سر حلقۂ اهـلِ سخن آهہ.

جڏهن مخلص شاعري شروع ڪئي تڏهن سندس نوجواني هئي. سانگي ۽ گدا جي جواني جا ڏينهن لڙي چڪا هئا مگر سندن شاعريءَ جو شمس عروج تي هو. مخلص وقت بہ وقت سندن صحبتن مان فيض ور ٿيندو هو.

١- خدا ڪري تہ ڏسان شال حضرتِ ’سانگي‘
اهـــو ٿـو ’ مخلص‘ خاطـر ۾ انتظار رهي.

٢- ويئي گذري انتظار ۾ مدت مديد
’مخاص‘ نہ موڪليو ڪو ’گدا‘ يا علي مدد.

محمد هاشم مخاص پنهنجي استاد ’گدا‘ ۽ ’سانگي‘ جنهن سان هن ڪي عقيدت هئي، جي فرمائش تي ۽ پنهنجي پسند تي ڪيترا غزل سندن غزلن تي چئي ڪانئن داد حاصل ڪرڻ جو چاهہ ڏيکاريو آهي:

١- ڏسي هي شعر منهنجو با بلاغت
گدا چيو توکي مخاص آفرين آهہ.

٢- حضرت مير گدا رنگين غزل منهنجو ڏسي
ٿي چيو وهہ واهہ مخاص خوب خوش تقرير آهہ.

٣- مخاص چو ڪرين بند زبان شعر سخن ڪان
جڏهن حضرت سانگي ٿيو قدردان سخن جو.

هڪڙو غزل جيڪو مخاص گدا جي غزل تي لکيو آهي، ان جي مقطع ۾ چوي ٿو:

چيو گدا شاهہ جوڙ هڪڙو غزل
مخلصا خوب خوش بياني ڪر.

استاد ۽ شاگرد جي غزلن جي مطالع مان پتو پوي ٿو تہ استاد شاگرد کي غزل جي شوخيي ۽ نزاڪتن جي آسمان تي پهچائڻ لاءِ پنهنجي غزل جو ڪس ڏيکاري پرواز جي دعوت ڏني ٿو.

گدا:

دلبري منهنجي يار جاني ڪر
ايتري سون ٿي مهرباني ڪر.

چاهہ مان چاشني چپن جي چکاءِ
ڪانءِ پي منهنجي ميهماني ڪر.

شاهہ تون، تنهنجا سپ حسين سپاهہ
حسن وارن تي حڪمراني ڪر.

منهنجو سر، منهنجو ساهہ توتي فدا
مهرباني تہ جاوداني ڪر.

آئي پيري ته تو مان ڇا ٿيندو
عشق ۾ تون بسر جواني ڪر.

ڪر مطالع، ته درد جو ديوان
ڪانڪا پي تون قصه خواني ڪر.

هي غزل بي بدل گدا جو پڙهي
مير صاحب تون قدرداني ڪر.

مخلص:

مون تي جورو جفا نه جاني ڪر
ماهه رو يار مهرباني ڪر.

پنهنجي عاشق کنان پڌي ارني
يڪ قلم ترڪ لن تراني ڪر.

حسن جو چار ڏينهن ٿيو ٽڪو
پروسو ڪيم بر جواني ڪر.

خاص تنهنجي رکان محبت ٿو
مون ۾ دلبر نه بدگماني ڪر.

دلربائي جي تخت تي ويهي
منهنجا محبوب حڪمراني ڪر.

چاڙ ويئي جا دل ڪيئه قابو
ان جي پيارل تون پاسباني ڪر.

چيو گدا شاهه جوڙ ههڙو غزل
مخلصا خوب خوش بياني ڪر. (١)

مخلص گدا جي پن غزلن تي به غزل لکيا آهن جنهن جو بيان ڪندي چوي ٿو:

١- هي گدا جي ٿي وڻي مصرع مون کي
غرق ٿيس تنهنجو ڏسي چاهه زنخدان آئون.

(١) "ديوان مخلص" (قلمي) - ملڪيت محمد خان غني حيدرآباد - ص ٠٩٩

٢- عجب مصرع گــدا جي آهه مخلص
خدا جي گنج جـو گوهر ﷺ.

٣- استاد گدا سچ چيو اي مخلص آهي
اشراف جو مٽ ڪين ڪڏهن ٿيندو اراذل.

سانگي پنهنجي هڪڙي غزل ۾ جنهن جا ڪجهه شعر هـي آهـن، پنهنجي محبوب جي حسن جي تعريف ڪئي آهي.

نه دل کي خواهش سير چمن آهه
اڳوڻو ڪين لذت ۾ وطـن آهه.

اسان جي بخت جان دائم چڪر ۾
گدا آهي ۽ هو چرخ ڪهن آهه.

معطر منهنجو پيارو گلبدن آهه
نرمت نڪهت ۾ جنهن سان نسترن آهه.

ڏنگن سان وئي آهي نڪري ڏنگائي
مگر آهي ته زلف پرشڪن آهه.

گلن سان تنهن کي تشبيهه ڪهڙي
نزاڪت ۾ زيـــاده گلبدن آهه.

سخن سنجي ڪيان ٿو ڪانم تنهن ۾
سچڻ سهڻو سچوئـي سيمرتـن آهه.

گل خندان جڏهن ٿيندو ته ٿيندو
معطر تر اجـــا غنچه دهن آهه.

مٿن ماڻهن جي ابروءَ جـو اشارو
سو سانگي لاءِ سرڪاري سمن آهه.(١)

سانگي جي هن محبوب جي واکاڻ واري غزل جي جواب ۾ 'گـدا' به ساڳيو محبوب جي سراپا ۽ مدح واري رنگ ۾ جوابي غزل لکيو:

سندم دل اهڙي دلبر تي چڪن آهه
سمن رخسار جـــو گل پيرهـن آهه.

---

(١) "ڪليات سانگي"- سنڌي ادبي بورڊ- ١٩٦٩ع- ص ٦٢.

نثارِ عارضِ زيبائي جانان
گل و لالہ و نسرين و سمن آهہ.

سچن جا زلف مشڪين عنبر افشان
خطا ئي جي ڇوان مشڪِ ختن آهہ.

ڇوان بادام چشمِ دلربا کي
علاجِ ضعفِ دل سيبِ ذقن آهہ.

قدِ دلبر سهي کان آهہ سوڌو
خجل جنهن کان ٿيو سروِ چمن آهہ.

درِ دندانِ دلبر جهڙو موتي
ڏٺو سون ڪين در ملڪ عدن آهہ.

ٻڌي جيڪو ٿئي سو شڪر افشان
ز بس شيرين سندم سهڻو سخن آهہ.

گداءِ خستہ خانہ ٻنهي ۾ ٿي هرڪو
نظام الملڪ نوابِ دکن آهہ.(۱)

گدا جي غزل جي شرخي، رنگيني ۽ رواني ڏسي سندس محبوب شاگرد مخلص جي دل ۾ بہ استاد جي غزل تي غزل چوڻ جي خواهش پيدا ٿي ۽ هڪ جوابي غزل لکي استاد جي خدمت ۾ پيش ڪيائين:

مخلص:

سندم او نازنين نازڪ بدن آهہ
سمن بر سيم تن، سيمين ذقن آهہ.

ز قد و عارضِ گلرنگ جانان
پريشان باغ ۾ سرو و سمن آهہ.

آهيان مداح ان جي لعل لب جو
ازان در ملڪِ من ملڪِ عدن آهہ.

معنبر زلف دلبر جا ڏسي اڄ
ڇيو گل بيقدر مشڪِ ختن آهہ.

---

(۱) "ڪليات گدا" - سنڌي ادبي بورڊ - ۱۹۵۷ع- ص ۲۰۸.

محبت جي شهيدن کي نه هرگز
ضرورت غسل، پروائي ڪفن آهه.

ڪٿي ليليٰ، ڪٿي شيرين آهي
ڪٿي ٻيو قيس، ڪٿ ڪوهڪن آهه.

جتي هئي بلبلن جي نغمه سنجي
اتي اڄ خانهٔ زاغ و زغن آهه.

سخنور تون به مخلص آهين ليڪن
گدا سر حلقهٔ اهلِ سخن آهه.(۱)

پنهنجي پياري شاگرد جو جوابي غزل ۽ ان ۾ پنهنجي تعريف پڙهي گدا، خوش ٿي مخلص جي غزل جي جواب ۾ غزل لکيو، جيڪو پڻ مخلص جي ٿي سراپا هو. هن غزل ۾ گدا سانگي جي جواب ۾ ڇيل غزل کان به وڌيڪ ٻولان ڏيکاريا آهن، جنهن ڪري سندس غزل ۾ نهايت شوخي پيدا ٿي وئي آهي.

گدا:

سندم سهڻو سڄڻ رشڪ چمن آهه
گل اندام آهي ۽ گل پيرهن آهه.

سراپا منهنجو دلبر خرمنِ گل
صنوبر قامت ۽ گلگون بدن آهه.

زبان، برگِ گلِ احمر سان همرنگ
برنگ غنچه دلبر جو دهن آهه.

تصدق يار جي لب تان سمرقند
نثارِ زلفِ مشڪين خود ختن آهه.

پرين وانگر پري هڪ پل نٿو ٿئي
سندم دل درد جو گويا وطن آهه.

وساري ٿي ڇڏي خلدِ برين کي
عجيبن جي عجائب انجمن آهه.

---

(۱) "ديوان مخلص"- ملڪيت محمد خان غني حيدرآباد - ص ۱۴۳.

نڪو جهڙس پيو زهر، هلاهل
فراقِ يـــار ڇڻ دارا شڪن آهه.

غزل منهنجو سٺي ڇيو منهنجي دلبر
'گـدا' سرحلقهٔ اهلِ سخن آهه.(۱)

هڪڙي پيري محمد هاشم مخلص وٽ سندس مهربان استاد غلام محمد شاهه 'گدا' قدم رنج فرمائي آيو. پنهنجي استاد جي آمد تي مخلص جي دل ٺري پئي، هن سندس آجيان ۾ هڪ غزل لکي استاد جي خدمت ۾ پيش ڪيو جنهن ۾ سندس آمد تي مخلص جي سرهائي ڀريل جذبن جو اظهار هو.

مخلص :

منهنجو محبوب جانِ جان آيو
گلبدن رشڪِ بوستان آيو.

دوست دلـــدار دلستان آيو
يا جوان زينتِ بتان آيـــو.

نازنين يـــار نـــاز مان آيو
يـار سو يـوسف زمان آيـو.

ماهرو منجهه بغل ڏٺم ڄڻ چيم
بر زمين مه ز آسمان آيو.

پر ز شهد و شڪر دهن گرديد
نام دلبر جو بر زبان آيـو.

غنچهٔ بخت من چون گل بشگفت
مهربان منهنجو مهربان آيـو.

اڄ گدا شاهه رونق افزا ٿيو
منهنجو استاد قـدردان آيـو.

جت وڃي ٿو آتي ڇوي هرڪو
هي اڇهو خوب خوش بيان آيو.

---

(۱) "ڪليات گدا"- سنڌي ادبي بورڊ- ۱۹۵۷ع- ص ۲۱۰.

شڪر شڪر مخلصا هاڻ
يار سو نازڪ ميان آيو.(۱)

پنهنجي پياري شاگرد جو مرحبائي غزل پڙهي گدا جي طبع ۾ ايتري رواني پيدا ٿي وئي جو جواب ۾ ساڳئي مرحبائي انداز ۾ غزل لکيائين. استاد گدا جي غزلن مان مرحبائي شعرن جو انتخاب ملاحظه ڪريو:

گدا:

باغ ۾ رشڪِ چمن يا سرو خرامان آيو
باغبان ڇيو ته اڄهو غيرتِ بستان آيو.

بخت پنهنجي جي ڀلا ڇو ڀلائي ڀانيان
اڄ اڱڻ منهنجي ڀلائي ڪري جانان آيو.

هن ڪان واڌو ته ادا مون ڪي پيو ڇاڳهرجي
جامِ مي بر سرِ ڪف يار غزل خوان آيو.

رات ياقوتِ لبِ يار چميم مون ڪي چيئين
تنهنجي قبضي ۾ سچو ملڪ بدخشان آيو.

منهنجي دلدار جا رخسار ڏسي حسرت مان
گلِ صد برگ جو صد چاڪ گريبان آيو.

جلوهٔ عارض جان جو ڏسي، ٿي بيتاب
سايهٔ ابــــر ۾ خورشيدِ درخشان آيو.

ڪئين ڏينهن منهنجو تڏهن حال پريشان هڏرو
بر سرِ جــور جڏهن زلف پريشان آيــو.

اي گدا يار جي مجلس ۾ جڏهن داخل ٿيس
دوست دشمن ٿي چيو شاهه سخندان آيو.(۲)

جڏهن استاد ۽ شاگرد جا مرحبائي غزل سانگيءَ پڙهيا تڏهن هن ڪان به رهيو نه ٿيو، ٻنهي غزلن جي جواب ۾ هڪ پنهنجو جوابي مرحبائي غزل تيار ڪيائين.

---

(۱) ”ديوان مخلص“ (قلمي) ملڪيت محمد خان غني حيدرآباد - ص۱۲۵.
(۲) ”ڪليات گدا“. سنڌي ادبي بورڊ - ۱۹۵۷ع- ص ۱۹۵.

سانگي:

دل ڪهڙيو يار دلستان آيو
من موهن منهنجو مهربان آيو.

آيو مهرو مٺو اڱڻ منهنجي
قرب مان يار قدردان آيو.

چاهه مان سونڪيو ڇمي ڇا جو سوال
دل اقدس تي سو گران آيو.

دانهه خال کي ڏٺم ٿي اڃا
دام زلف سيه مثان آيو.

دل کي ۽ جگر کي ٿي راحت
نام جي تنهنجو برزبان آيو.

هڪ ڇري ۽ پيا پيا اٿس گهنگرو
آهي پيغام يار ڪان آيو.

سونکي ايندو ڏسي ڇيو مهرو
منهنجو هي ست مدح خوان آيو.

جنهن ري ساعت سري ٿئي سانگي
سو سڄڻ يار سيکهه مان آيو.(۱)

مخاص سنڌ جي ٻين ڪيترن شاعرن کي دعوتِ غزل ڏئي غـزل لکرايا آهن ۽ پاڻ انهن جي غزلن تي غزل لکيا، جيئن سندس هيٺين شعرن مان معلوم ٿئي ٿو:

۱- مرتضائي جواب جوڙيندو
مخلصا اٿين اميدوار آهيان.

۲- مخلصا اڄ مرتضائي هي غزل منهنجو ڏسي
لاشڪ و لاريب خوش ۽ شادمان ٿيندو ادا.

۳- بارڪالله مخلصا هي ته خوب چئي مصرع صغير
ٿيندو خود عرش الاهي سائبانِ اهلِ درد

(۱) "ڪليات سانگي"- سنڌي ادبي بورڊ- ۱۹۶۹ع- ص ۵۱.

۴- مفت وهبيءَ اهـــي آهه وهانـــي ورتو
نه تري ڇاڻي، نه تارن سان تري، سو ڇالاه.

۵- سندم همراز همدم مجتبائي
شه فرخنده خوعالي نسب آهه.

فقير محمد 'عاجز' سانگيءَ ۽ گـــدا جو همعصر شاعر هو جنهن کي مخلص جي هڪ غزل جنهن جو مطلع ۽ مقطع آهي:

نه دوا جي مون کي حاجت نه دعا جي خواهش
منهنجي مرضيءَ ۾ اها جيڪا خدا جي خواهش.

ان حسينن سان رهـــو ڪونه تعلق مخلص
ناهه اميد ڪرم جـــي نه جفا جي خواهش.(۱)

جي هڪ مصرع پسند اچي وئي ۽ هڪ جوابي غزل لکي پنهنجي ديوان ۾ داخل ڪري ڇڏيائين. سندس غزل جا ڪجهه شعر آهن:

جو رهيو تنهنجي گهٽيءَ ۾ ز ازل تا به ابـــد
تنهن کي عقبيٰ جي نه حاجت نه دنيا جي خواهش.

ڪو چوي مون کي ديوانو ڪو سماڻو مون ڇا
نه گلا جي مون کي حاجت نه ثنا جي خواهش.

اصل مصرع هـو مخلص جـو وري چؤ عاجز
نه دعا جي مون کي حاجت نه دوا جي خواهش.(۲)

## مرتضائي ۽ سندس همعصر شاعر

غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي جي دوستي لئي، حيدرآباد ۽ باقي سنڌ جي گهڻن شاعرن سان هئي. هن پنهنجي غـــزلن ۾ ڪيترن همعصر شاعرن جا نالا وٺي ڪين ياد ڪيو آهي. سندس ديوان جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته جيترن شاعرن کي هن دعوت۔ غزل ڏني آهي يا سندن دعـــوت تي جوابي غزل چيا آهن شايد ئي ڪنهن ٻئي شاعر ائين ڪيو هوندو. هن کي ٻين شاعرن کي دعوت غزل ڏيندي جيتري خـوشي ٿئي ٿـــي ان کان زياده ڪيس

---

(۱) "ديوان مخلص" (قلمي)۔ ملڪيت محمد خان غني حيدرآباد۔ ص ۱۰۲.
(۲) "ديوان عاجز" (قلمي)۔ ملڪيت احمد علي قريشي حيدرآباد ۔ ص ۶۰.

پنهنجي همعصر شاعرن جي غزلن تي غزل چوڻ ۾ ٿئي ٿي. هو اهڙي طرح سنڌ جي ناميارن شاعرن جي مقابلي ۾ ساڳئي زمين، ساڳئي رديف ۽ ساڳئي قافئي ۾ غزل چئي ڪانئن اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. امام بخش شاهه 'فدوي' مرتضائي جو استاد هو. سندس هڪ غزل جنهن جو قافيو جاني لاثاني، قرباني وغيره هو، مرتضائي کي ڏاڍو پسند آيو ويو، هن ان جي جواب ۾ غزل لکيو. ٻنهي پنهنجن غزلن ۾ محبوب جي حسن جي وصفن جي واکاڻ ڪئي آهي، مگر جتي استاد ڪنهن وصف کي هڪ شئي سان تشبيهه ڏئي بيان ٿو ڪري، اتي شاگرد ڇهن غير شين سان تشبيهه ڏئي بيان ٿو ڪري.

امام بخش شاهه 'فدوي':

خوبتر خورشيد عالم جلوه گر جاني ڏٺم
آسمان حسن جو اڄ شمس لاثاني ڏٺم.

گلشن اسرار ۽ رعنا گل بي خار کي
قد بالا راست قامت نخل نوراني ڏٺم.

پکھر پيشاني ۾ ڪه خوشه پروين مثال
گل مٿي شبنم سحرگه عرق افشاني ڏٺم.

حمز جيئن ظلمات ۽ زلفين جي سيار ٿيس
ٻر ز آب زندگي چاه زنخداني ڏٺم.

گرد شمع حسن خوبان پتنگ وانگر جان نثار
مثل منهنجي ڪونه ڪو ات جان قرباني ڏٺم.

صيد لئه صياد گهمندو هٿ ڪمان ابرو ڪريو
ترڪ کي ترڪش تياريون تير مژگاني ڏٺم.

نيازمنديءَ سان نظر ۾ دوست دل سر تا ٻيا
ناز پرور کي نسورو نور سبحاني ڏٺم.(١)

(١) "ديوان فدوي" (قلمي)- سنڌي ادبي بورڊ- ص ١٤١.

مرتضائي:

منهن مبارڪ يا شعاعِ شمس تاباني ڏٺم
آسمانِ فضل جو او ماهِ نوراني ڏٺم.

لعل لب عڪس شفق، مرجان يا ياقوت سرخ
يا مگر حڪام از ملڪ بدخشاني ڏٺم.

چشم يا بادام يا آهو ختن جا صيدگير
يا مگر مخمور نرگس گل گلستاني ڏٺم.

قوس يا تلوار يا محراب يا ابرو سندس
يا هلالِ عيد اضحيٰ بهر قرباني ڏٺم.

سرخئي رخسار يا گلنار يا برگ گلاب
يا شرابِ لعل يا ياقوت عماني ڏٺم.

خال گل يا داغ لاله جو اطعامِ مرغ
يا مگر هندو مٿي ملت مسلماني ڏٺم.

سلڪ مرواريد يا خوئي جبين يا گل تي ماڪ
عقد پروين يا ستارا چرخِ گرداني ڏٺم.

فار يا سوفار يا پڇي يا پالا تڪا
قوس ابروءِ مانڪڍي سي تير مژگاني ڏٺم.

مرتضائي فدويءَ استاد تنهنجي جا چيو
خوب تر خورشيد عالم جلوه گر جاني ڏٺم.(١)

مير عبدالحسين سانگي مرتضائي کي پنهنجو مشهور غزل "ڪهڙا ڪهڙا" ڏيکاري ٿو. مرتضائي سانگي کان متاثر ٿي جوابي غزل لکي ٿو، پنهي جي غزلن جا ڪجهه شعر ملاحظه ڪريو:

ڪيا ڪارناما اسان ڪهڙا ڪهڙا
ڪيا تنهن جا يارو، بيان ڪهڙا ڪهڙا.

ڪڏهن ڪانه ڪنهن جي ڪا پرواه ڪيڙي سون
ڪيا رنگ ڏسي آسمان ڪهڙا ڪهڙا.

---

(١) ديوان مرتضائي (قلمي)- سنڌي ادبي بورڊ- ص ١٩٨.

ادا حضرتِ عشق جي نوڪريءَ ۾
ڏنا اسون ڏکيا امتحان ڪهڙا ڪهڙا.

پرن جي ڪمان ۾ پري تير مژگان
ڇڏيا تت ڪي نيڻ نشان ڪهڙا ڪهڙا.

رقيبن سان جڏ گفتگو ڪئي تي دلبر
اٿيا تڏهن دل تي گمان ڪهڙا ڪهڙا.

فريدون، جمشيد، ڪائوس، ڪي جا
هما ڪي مليا استخوان ڪهڙا ڪهڙا.

جتي تو ڏسان آت آهي ان جو مظهر
ڪيا لامڪاني مڪان ڪهڙا ڪهڙا.

اي سانگي سا پيري آهي جنهن مدائين
ڦٽائي ڦٽا ڪيا جوان ڪهڙا ڪهڙا.(١)

مرتضائي:

ڪيان دل منجهان داستان ڪهڙا ڪهڙا
ادا ذڪر آڻي زبان ڪهڙا ڪهڙا.

حبيبن سنڌي حسن جي هاڪ پڌندي
ڏٺا حسن وارا ڏسان ڪهڙا ڪهڙا.

ڏسي يار جي حسن جي ملڪگيري
پرين باج صاحبقران ڪهڙا ڪهڙا.

اکيون شاهه مژگان ابروءَ تي ڏاري
رکي هٿ ۾ تير و ڪمان ڪهڙا ڪهڙا.

اکين ابلقن ان جي آهو ٽڪايا
رهيا دشت دل ۾ دوان ڪهڙا ڪهڙا.

حياتي حباب آهي دريا دنيا تي
ڦنا آئي هر انس و جان ڪهڙا ڪهڙا.

---

(١) "ڪليات سانگي"- سنڌي ادبي بورڊ- ١٩٦٩ع- ص ٠٤

ڏسو لامڪاني جو ڪوهي مڪان ڪو
سو هو دل ۾ ڏاري مڪان ڪهڙا ڪهڙا.

غــزل مرتضائي ڪي سانگي ملايو
ڏٺم جنهن ۾ رنگين بيان ڪهڙا ڪهڙا.(۱)

انهي غزلن جي مطالعي مان محسوس ٿئي ٿو ته سانگيءَ جو پرواز آسمان تي آهي پر مرتضائي به مٿي آڏامڻ جي ڪوشش ۾ مشغول آهي.

مرتضائي پڻ ڪيترن شاعرن جي دعوت قبول ڪري سندن غزلن تي غزل لکيا آهن، جنهن جو پتو سندن هيٺ ڏنل شعرن مان پوي ٿو:

۱- ساتما هي مرتضائيءَ جو پڌج حاضر جواب
ايزدي اسرار تان صدقي وڃان قربان ٿيان.

۲- آهي ماتم سندو ڪلام مليح
اگر به در ريز سارو دفتر هوس.

۳- 'راهي' و 'راجيءَ' سان گڏ عبد هڪ آندو غزل
جو ڏسي ورتو بدل ظاهــــر زباني ڪان ســـوا.

مرتضائي جلد موڪل ان جو تون جوڙي جواب
تا ڏسن مضمون هـــن جو شعر خواني ڪان سوا.

۴- 'عبد' تنهنجي التجا سان سون ڪي هي آيو جواب
مرتضائي ڪي بعالم خاڪساري ٿي نصيب.

۵- مرتضائي 'مست' متوالي ڦگـي مصرع ڪڍي
هيءَ بهار آئي چمن ۾ يـار ساقي ڏي شراب.

۶- علي مسڪين هڪ مضمون جو آندو غزل تنهن تي
جدا مضمون جوڙيو مرتضائي وصف گلروءَ جو.

مرتضائي پنهنجن هيٺين شعرن ۾ سنڌ جي مختلف شاعرن کي دعوت غزل ڏني جوابي غزلن جي فرمائش ٿو ڪري.

۱- صدق سان صديق موڪل جلد جوڙي ڪو جواب
ساتما توکي نه گهرجـي مفت ماٺـا اي حبيب.

(۱) "ديوان مرتضائي" (قلمي)- سنڌي ادبي بورڊ- ص ۲۲.

٢- آهه گــدا گفتار تنهنجا تو نهاريان رات ڏينهن
عاشقن کي جيئن رهي ٿي وصل خوبان جي تلاش.

٣- مرتضائي مست کان گهر هن غزل جو تون جواب
ورنه پاسخ ڪونه ڏيندو پيو ڪو ڪوري ۽ صباغ.

٤- هل حيدري جواب کو جلدي ۽ جــوڙ تون
موڪلج مرتضائي اڳيان خــوبتر ڪري.

٥- مرتضائي سبز پوشن ۽ علي قــربان ٿــئــي
ڏي جواب هن جو ته ڏسجي پاڻ جنهن مشهور ڪيو.

٦- هن غــزل جو حال وٺ کان ماستر عبداللطيف
مرتضائي جي کدان ويو مست ميدان کي ڇڏي.

٧- چو فدا هن جو تتبع جوڙ راهــي کو جواب
مرتضائي هن جو ثاني سو غزل ايندو ڪڏهن.

## علي نواز 'علوي' ۽ سندس همعصر شاعر

سري جي شاعرن مولوي عبدالغفور همايونـــي مفتون ۽ مير علي نواز 'علوي' شڪارپور جا غــزل جـن جو قافيو زبانـي ، رواني ، جوالي ۽ رديف "جاني" هو سڄي سنڌ ۾ نهايت مقبول ٿيا ، جنهن تـي استاد شاعرن قليچ ، سانگي ، گدا ، مرتضائي ۽ ٻين شاعرن جوابي غزل لکيا ، اهڙي طرح سندن غزلن مشاعره جي صورت اختيار ڪري ورتي.

پهريان اهو غزل ڪنهن لکيو ، تنهن لاءِ پڪ سان چئي نٿو سگهجي.

مرزا قليچ چوي ٿو:

مت نه مفتون ۽ علويءَ سان ڪڏهن ٿيندين قليچ
ناهـي حاصل سا توکي طبع رواني جانـــي.

ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته 'مفتون' ۽ 'علـوي' مان ڪنهن هڪ اول اهو غزل چيو هوندو. مرتضائي وري ان سلسلي ۾ فقيرمحمد 'عاجز' جي دعوت تي حصو ورتو ٿو:

آندو عاجز جو عجب مرتضوي شوق سوال
آڻ پاسخ ڪري ام نهاني جانـــي.

افسوس جو مولوي عبدالغفور همايوني ۽ فقير محمد 'عاجز' جا غزل سندن ديوان ۾ موجود ڪونهن، شايدگم ٿي ويا آهن. هاڻي ملاحظه ڪريو ته سنڌ جي استاد شاعرن پنهنجي "جاني" جي مدح ۽ محبت ۾ ڪهڙن خيالن جو اظهار ڪري هڪ ٻئي کان گوءِ کڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

مير علي نواز 'علوي':

حسن تنهنجي جي عجب آهي ڪهاني جاني
تـــون آهين مظهر انوار حقاني جاني.

حسن تنهنجي جو مٿا محب نه مٽ ٿي مهتاب
سونهن تنهنجي سچڻ شمس نه ثاني جاني.

جن، انسان، ملڪ حسن تنهنجي ڪيا حيران
شال ماڻي تـون سدا جوت جواني جاني.

ماسوا تنهنجي سمائي نه پيو خاطر ۾ خيال
سڪ تنهنجي جي سچڻ گهل آهي گهاني جاني.

تنهنجو ديدار آهي درد منهنجي جو درمان
وصل جي وارث ڪر فيض رساني جانـي.

دور دلدار جيئڻ تـــو ريءَ آهــي جنجال
بخش ڪونين ۾ تون قرب مڪاني جاني.

عشق تنهنجي ڪيو علويءَ سان ازل ۾ احسان
فيض تنهنجي ڪيو في الله ۾ فاني جاني. (١)

مرزا قليچ بيگ:

ڪهڙي آءٌ وصف ڪريان تنهنجي زباني جاني
بي زبانيءَ ۾ آهي رمـــز نهاني جانـــي.
سونهن تنهنجي جي صفت جاني، لکي آهي لکن
سون قبولي آهي ات ڪل لساني جانـي.

---

(١) "ستاره سنڌ" "سنڌي نمبر" هفتيوار پندرهن ڏينهن. ٢٣ مارچ ١٩٥٦ع- ص ١٤.

ڇا ڪهي زلف سيه، لعل لبن جي تعريف
ٿو ڏسان ڪانہ ڪٿي تن جي نشاني جاني.
رنگ بي رنگ ڏسي خلق ڪان وسريو اورنگ
مثل بي مثل ڏسي، محو ٿيو ماني جاني.
ٿين جلدهن جاني، تون جان بخش ۽ بڻ جان جهان
روز شب ورد ڪيو پنهنجو مون جاني جاني.
وصل تنهنجي ۾ ميسر نہ ٿئي ڪنهن ڪان بقا
جيسين ٿي ڪونہ جلي فڪر ۾ فاني جاني.
سڀ نہ مفتون ۽ علوي سان ڪڏهن ٿيندين قليچ
ناهي حاصل سا توکي طبع رواني جاني.(١)

سانگي:

جي غزل ۾ ٿي سندم طبع رواني جانــــي
آفرين چوندو مونکي روحِ فغاني جانــــي.
آهٖ تنهنجو اي مثـــا، عاشق صادق آهيان
ماهرو منهنجو تون محبوب آهين جاني جاني.
هن لئہ حيران تہ زليخا هئي، تو لاءِ جهان
ڪيئن چوان توکي ڀلا يوسفِ ثاني، جاني.
هڪڙي جلوه سان ڏنئي ڪون و مڪان کي رونق
بي نشان ڪين ڪئي عيان رمز نهاني جاني.
گلِ رخسار تي تنهنجي نہ ڪريان ڪيئن نظر
آهيان بلبل نہ ڪريان زمزمہ خواني جاني.
پير تنهنجي جو لئل نهن، نيو ڪئي پيرِ فلڪ
ماهِ نو آهــــي ونس سائي نشاني جاني.
ڪرهہ استاد هـــو آئينہ صفت ٿيو ششدر
تنهنجي تصوير کي ڏسندي ٿي سان ماني جاني.

---

(١) "ديوان قليچ"- سنڌي ادبي بورڊ- ١٩٥٦ع- ص ٣٦١.

منهنجي رتبي کي نہ ڏس عبد حسيني آهيان
ماتم شاهہ شهيدان ۾ فغاني جاني.(١)

گدا:

تنهنجي تعريف ۾ ٿي طبع رواني جاني
ڏس تہ پيريءَ ۾ ڪم ڪار جواني جاني.

شمس شرمايو ڏسي توکي قمر ٿيو قربان
بارڪالله تون ٿي يوسف ثاني جاني.

تنهنجي آهہ عارض گل رنگ جو شيدا آهيان
مون کان بلبل بہ سکي زمزمہ خواني جاني.

آهہ بلاغت کي رسيس تنهنجو ڏسي حسن بديع
ڇا ٿيو جي نہ پڙهيم علم معاني جاني.

تنهنجي صورت جي ڏسي ها تہ برنگ صورت
بحر حيرت ۾ بڏي هوند ها، ماني جاني.

بعد مردن جي ٿيو جلوه نما يار ڪڏهن
قبر مان منهنجي صدا ايندي تہ جاني جاني.

جوڪري پنهنجي زبان سان ٿو پنهنجي تعريف
آهہ هو قصر حماقت جو تہ باني جاني.

مرد مومن کي گدا دل ۾ سدائين گهرجي
شاهہ مردان جي محبت جي نشاني جاني.(٢)

مرتضائي:

گفتگو توسان ڪريان ڪهڙي زباني جاني
ناتوانيءَ کان نہ دل آتي تواني جاني.

لڙڪ حسرت جو اهي اک کان جو ٿو روز وصال
رت ستي ٿو پاڻ ڪري اشڪ فشاني جاني.

---

(١) ”ديوان سانگي“ - سنڌي ادبي بورڊ - ١٩٦٩ع - ص ٨٤.
(٢) ”ڪليات گدا“ - سنڌي ادبي بورڊ - ١٩٥٧ع - ص ٢٥٣.

بي ادب ڪيئن ٿي ڪريان حال سڪايت پنهنجو
آهي معلوم مٿي حـــال بيانـي جاني.

هوش هجرت ۾ ڏنم، عقل اکين ڏيک نيو
ديد ناديد سندو نقص نشاني جانـــي.

آندو عاجز جو عجب مرتضوي شوق سوال
آڻ پاسخ ڪو ڪري ام نهاني جاني.(١)

## غلام سرور فقير ۽ سندس همعصر شاعر

جڏهين حيدرآباد ۾ لٽي جي شاعري جي دؤر ۾ مالائي آنـي تڏهن لاڙڪائي جي شاعرن جي زمزمه سنجي سنڌ ۾ پنهنجو نالو ڪيو. جيتوڻيڪ ان وقت اخباري شاعرن زور ورتو هو ۽ مشاعره به ٿيڻ لڳا هئا پـر دعوت ِ غزل خاص طرح پنهنجي پسند جي غزلن جي تتبع تي جوابي غزل لکڻ جو شغل جاري هو. پر فرق اهو هو ته هاڻي نالي وڏڻ جو رواج گهڻجي ويـو هو. اسان کي هڪ اهڙي جي تتبع تـي ڇيل غـزلن جا ڪجهه سلسلا حاجي محمود جي بياض (قلمي) ۾ ملن ٿا، جنهن ۾ هن پنهنجي جواني جـي وقت جي شاعرن جا غزل چونڊي ڪري محفوظ ڪيا آهن. ميان غلام سرور 'فقير' جو هڪڙو غزل جنهن جو رديف "ائين ته ڪين ٿيندو" هو، سندس همعصر شاعرن ۾ نهايت مقبول ٿيو. پهريان نوازعلي 'نياز' ان جي تتبع تي غـزل لکيو، پوءِ محمد بخش 'واصف' ۽ حاجي محمود 'خـادم' طبع آزمائي ڪئي. هي غـزل جـو سلسلو محبوب سان سوال جواب وارو سلسلو آهـي جنهن ۾ محبوب جو هر وقت جواب انڪاري آهي. غزلن جو انتخاب ملاحظه ڪريو:

غلام سرور 'فقير':

ڪَلَ عقل، عشق، عزت ائين ته ڪين ٿيندو
مقصد سوا صداقت ائين تـه ڪين ٿيندو.

خوش رهه سڄڻ سلامت ڪو قياس ڪر چيائين
سڪٽي دعا سلامت ائين تـه ڪين ٿيندو.

بسمل ڪيڻ، ڪهي ڇڏ، مرڪي چيائين وهه وا
مون کي ڏ سين ٿو حڪمت ائين ته ڪين ٿيندو.

---

(١) "ديوان مرتضائي" (قلمي)- سنڌي ادبي بورڊ- ص ٣٩٢-

درشن ڏيکار دلبر، سرضي ڇيائين منهنجي
تون لک ڪرين جي منت، ائين ته ڪين ٿيندو.

بوسي سان جان بخشج، ٻي جان ڪي ڇيائين
توڙي ٿئي قيامت، ائين تـه ڪين ٿيندو.

توکان ڪڏهن نه ڦرندس، الفت رکي ڇيائين
هي ڪم سوا ضمانت، ائين ته ڪين ٿيندو.

ڇاتيءَ ڇڪي جان لاتم، ڏورو هڻي ڇيائين
ڇا آهه، هيءَ شرافت، ائين ته ڪين ٿيندو.

در تـي فقير دربـان تنهنجي هجي ڇيائين
مون لئه اها ندامت، ائين ته ڪين ٿيندو.

نواز علي ' نياز':

حاصل هي عيش عشرت ائين ته ڪين ٿيندو
اڄ ڪالهه سواءِ دولت، ائين ته ڪين ٿيندو.

بوسه گهريم ڇيائين، ايهـا اٿـم امانت
تنهن ۾ ڪرين خيانت، ائين ته ڪين ٿيندو.

ملندين ڪڏهن ڇيائين، مونکي منجهائون نفرت
توڙي ٿئي قيامت، ائين تـه ڪين ٿيندو.

معشوق پيو سهي پل خواري خرابي خجلت
پنهنجين رکين تون عزت ائين ته ڪين ٿيندو.

عاشق وڏين نٿو تون ناصح جي ڪا نصيحت
حاصل ڪندين هدايت، ائين ته ڪين ٿيندو.

محبوب ساڻ گهرجي عاشق کي نياز نوڙت
هردم هلين تون حجت، ائين ته ڪين ٿيندو.

محمد بخش ' واصف':

عاشق ٿي ٻـوه حجت هرگز ائين نه ٿيندو
محبوب کان محبت هـرگز ائين نه ٿيندو.

بوسه جو عرض ڪيوم جانان ڪان ھي چيائين
خوش رھ سدا سلامت، ھرگز ائين نه ٿيندو.

دل جان ڏيان ٿو دلبر، ديدار لاءِ چيائين
گھرجي ٿي مفت نعمت، ھرگز ائين نه ٿيندو.

دامن جھلي، قدم تي سر ڪي رکيم، چيائين
شوخي ڪرين شجاعت، ھرگز ائين نه ٿيندو.

روئي چيم ته رھ ڪا ھڪ رات گڏ چيائين
سھڻن جي دل ۾ رحمت، ھرگز ائين نه ٿيندو.

واصف تون ڪڻ سدائين جورو جفا سڄڻ جو
سک ھي سوا صداقت، ھرگز ائين نه ٿيندو.

حاجي محمود 'خادم'

حاجي محمود 'خادم'، فقير، نياز ۽ واصف جي تتبع بنايل پنھنجي غزل جي ستان "نه نه ۽ ته جو جھڳڙو" عنوان ڏنو آھي. سال ١٩١١ع لکيو آھي، جنھن سان چئي سگھجي ٿو ته اھو سلسلو ١٩١١ع ۾ شروع ٿيو ھو. خادم پنھنجو رديف، "ائين ته ڪين ٿيندو" بجاءِ "ڪڏھن ته يار ٿيندي"، ۽ "ڪڏھن نه يار ٿيندي" استعمال ڪري عاشق جو ھاڪاري ۽ معشوق جو انڪاري انداز اختيار ڪيو آھي:

فرقت کان پوءِ فرحت ڪڏھين ته يار ٿيندي
معشوق جي مروت ڪڏھين ته يار ٿيندي.

خوش رھ حبيب حضرت، ماندو مري ۽ فرقت
ورھن پڄاڻان زيارت ڪڏھين ته يار ٿيندي.

چيائين نه خط ڪتابت، دقت ڪيئي، نه محنت
زيارت سوا مشقت، ڪڏھين نه يار ٿيندي.

چيم عاشقن ھي عادت، سجھن صبر سعادت
اھڙن سان ڪا رعايت ڪڏھين ته يار ٿيندي.

چيائين منجھائون نفرت، تائين ڏھاڙي قيامت
اي گھالھه ري عداوت، ڪڏھين نه يار ٿيندي

جڏهين ڏنم ۽ عشرت، آزي ڪري ۽ نوڙت
هن ڪي چيم ڪا رحمت، ڪڏهين ته يار ڏيندي.

ڪلندي منهجاڻون شوقت، چيائين ته عز عظمت
محمود ساڻ محبت، ڪڏهين نه يار ڏيندي.

چيم اي سچڻ ته حشمت، دامن لڳس تو دولت
شاهن سندي ٻو شفقت، ڪڏهين ته يار ڏيندي.

چيائين ته رهه سلامت خادم ڏون ڪرمون خدمت
بوس جي توکي دعوت، ڪڏهين نه يار ڏيندي.

## حاجي محمود خادم ۽ سندس همعصر شاعر

حاجي محمود 'خادم' هڪڙو غزل "بلبل" جي عنوان سان لکيو هو جنهن ۾ بلبل جي گداز حالت جو بيان هو. ان غزل جي جواب ۾ شمس‌الدين بلبل سا ڳئي عنوان سان جوابي غزل لکيو، ان کان پوءِ محمد بخش واصف ۽ آغا صوفي ٻڻ جوابي غزل لکيا.

محمود 'خادم'(١):

چڏيو اڄ باغ کي بلبل لٽائي خانمان پنهنجو
رهايو ڪون ڪجهه بلبل چمن ۾ ڪو نشان پنهنجو.

نه تو ڪوگل ڪيو ۽ ٻڻ چمن ڪو باغبان پنهنجو
گلستان ۾ اجهي ڪنهن جي بنايئه آستان پنهنجو.

ڏنائي آستان بلبل چمن جي چوڪ تي ويهي
ڇيوگل کي ته وٺ اي بيوفا مون کان سڪان پنهنجو.

مزي دنيا ۾ هيءَ حسرت حياتي وئي گذاريندي
ته ڏئي شل هي چمن پنهنجو ۽ گل ۽ باغبان پنهنجو.

دنيا جي باغ مان خادم ويو هي بلبلو پيارو
صبح يا شام تون ٻي ٻڻ ڇڏيندين آستان پنهنجو.

---

(١) "بياض محمود خادم" (قلمي)- ملڪيت محمدعلي قريشي لاڙڪاڻو. چار ئي غزل سلسلي وار بيان ڪيل آهن.

شمس الدين 'بلبل':

تسلي ڪر حزين بلبل اجهو گلزار خندان ٿيو
گلستان ۾ بهاري جو اجهو سامان چندان ٿيو.

خزان جو سوز صدمو ويو چمن چاندان ٿيو سارو
ڇتون ڇيها سوين بلبل جشن گلشن پرندان ٿيو.

صبا ڀي صبح جي آئي مڙئي سرسبز وڻ ٽڻ ٿيا
اهڙي جو ڪيو گلن سعيو دلاسو دردمندان ٿيو.

ڪندا ها بلبلا داهان، چمن ۾ ڇيڙ جلدي ٿي
ڪليا گل ڦل مڙئي منجهه باغ مطلب مستمندان ٿيو.

پري بلبل ٿي شوڪارا ”جدائي آهه ڪيو ماندو“
سوا گل جي گهڙي هڪڙي چمن مون لاءِ زندان ٿيو.

نه پٽ گل باغبان ظالم قتل پهريائين مون کي ڪر
چنڻ گل کي اڳيان بلبل نه هي ڪم هوشمندان ٿيو.

محمد بخش 'واصف':

ڦٽائي ڇو وڃين بلبل چمن مان آشيان پنهنجو
بهاري ٿي اچي ڇاڪون ڇڏي ڏين ٿي مڪان پنهنجو.

ڪلي باد صبا ڪان گل مڙئي پوندا گلستان ۾
وري ٺاهيندين نو سر تون ان دم آستان پنهنجو.

اڳيئين سال جي توتي جفاڪاري گلن ڪئڙي
ڪري هن سال ۾ ڏس تون وري پڻ امتحان پنهنجو.

هميشه تنهنجو بد طالع نه رهندو باغ دنيا ۾
سدا هڪ رنگ ۾ آهي نه دور آسمان پنهنجو.

دعائون گهر تـه ڪو ڏينهڙو زياده گل رهي خندان
ٿيو ڇا جي ڪيئه قربان گل تان خانمان پنهنجو.

جتي گلبن ۾ هئا گلڙا اتي ڪنڊن ري اڄ ناهي
ائين ٿي جاڻ بستان ۾ تون پڻ نام و نشان پنهنجو.

جدائي جا نه ڏينهن آهن سدائين صبر ڪر واصف
اجهو ڪج وصل ۾ سهٽي سان تون سارو بيان پنهنجو.

آغا:

ڪٿي چڱو آسرو گل تان چمن چڱو هي اڏر بلبل
هزارين جي پڙهين جادو، نه تنهنجو گل ٿئي بلڪل.

چمن مان آشيان پنهنجو ڪٿي بلبل هلي روئـي
چيائين اي صبا توکي اٿي ڀرتو ته منهنجو گل.

فصل گل آ اڙي ظالم رحم ڪر باغبان مون تي
گهڙي هڪڙي ته چڱو گل سان هلي هوڪر ڪيان محفل.

چڏايو چو چمن مون کان چيو سڏڪا ڀري بلبل
انهيءَ مان جا ٿيو آخر اوهان کي باغبان حاصل.

نه رهه تون آسري گل جي نه ٿي بدنام اي بلبل
اڏر، چڱو آشيان، گل سان ملڻ تنهنجو ٿيو مشڪل.

نه گل کي دل ۾ آ الفت نڪي آ باغبان پنهنجو
انهيءَ کان ماڻ اي آغا چڱڻ آهي چمن افضل.

نوٽ: آغا جي غزل ۾ قافين جي صحت جو خيال گهٽ رکيو ويو آهي.



# عـنـوان





# اخبارون ۽ رسالا

انگريزن جي سنڌ تي تسلط ۽ حڪمراني کان پوءِ سنڌ جي سماجي، سياسي، ادبي ۽ تعليمي ماحول ۾ تبديلي اچڻ شروع ٿي. انگريزن جي آمد کان اڳ پارسي سنڌ جي درباري، تعليمي ۽ ادبي زبان هئي. پنهنجي دور ۾ انگريزن انگريزي ۽ سنڌي زبان کي اڳتي وڌايو. انگريزن جي شروعاتي ڏينهن ۾ پارسي جو اثر قائم رهيو پر انگريزيءَ ۽ سنڌيءَ ڏانهن مائٽن جي وڌندڙ چاهه ان کي ٿوري عرصي ۾ ئي ختم ڪري ڇڏيو.

انگريزن جي دور ۾ جنهن ڳالهه سنڌ جي علمي ۽ ادبي ماحول ۾ تبديلي آندي اها هئي اخبارن جي اشاعت. اخبارن جتي ملڪ جي سماجي ۽ سياسي ماحول ۾ تحرڪ پيدا ڪيو اتي انهن شعر و شاعري کي پڻ فروغ ڏنو، خاص طرح سنڌي غزل جي اوسر سنڌ جي انهن شروعاتي اخبارن جي مرهونِ منت آهي.

جيئن ته انگريزن جي شروعاتي دور ۾ پارسي جو اثر قائم هو تنهن ڪري سنڌ ۾ "مفرح القلوب" ١٨٥٥ع، "مطلع خورشيد" ١٨٦٠ع ۽ اڪليل ١٨٧٠ع ۾ پارسي زبان ۾ شروع ٿيون. انهن اخبارن ۾ مفرح القلوب مائٽن ۾ وڌيڪ مقبول هئي ۽ ان ٻين اخبارن جي پيٽ ۾ ٥٥ سالن جي وڏي عمر ماڻي ۽ ١٩٠٥ع ۾ ختم ٿي وئي. انهن پارسي اخبارن پنهنجن صفحن ۾ سنڌ جي پارسي غزلگو شاعرن جي غزل کي دل کولي جاءِ ڏني ۽ پارسي اخباري مشاعرن جو بنياد رکيو.

سنڌ ۾ جڏهن سنڌي اخبارن جي شروعات ٿي ته اهي اخبارون به پارسي اخبارن جي نقشِ قدم تي هلڻ لڳيون، انهن اخبارن به پنهنجي محدود صفحن ۾ سنڌي غزل جي لاءِ ڪشاده دليءَ سان گنجائش پيدا ڪئي ۽ سنڌيءَ ۾ اخباري مشاعرن جو سلسلو شروع ڪيو جنهن اڳتي هلي سنڌ ۾ بزم مشاعرن جي بنا وڌي.

شروع ۾ سنڌي اخبارن ۾ شعر موڪليندڙ اهي ئي شاعر هئا جن جو ڪلام ڀارسي اخبارن ۾ شايع ٿيندو هو، جيئن ته اهي گهڻو حافظ، سعدي ۽ ٻين ايراني شاعرن جي ديوانن سان مانوس، ڀارسي شاعري کان متاثر ۽ علم عروض کان واقف هئا تنهن ڪري هنن سنڌي اخبارن ۾ ٻڻ سنڌي غزل ئي شايع ڪرايا. ان وقت جي سنڌي اخبارن ۾ شاعرن جو وڏو تعداد ماسترن ۽ معلمن جو نظر اچي ٿو، ان جو سبب اهو آهي جو سنڌي اخبارون اسڪولن، مدرسن ۽ مڪتبن ۾ وينديون هيون تنهن ڪري ماسترن ۽ معلمن هڪ ٻئي کي ڏسي شاعري شروع ڪئي ۽ غزل چوڻ شروع ڪيو.

سنڌي اخبارن پنهنجي شروعاتي عمر ۾ ئي غزل کي ايترو مقبول بڻائي ڇڏيو جو شاعر نه صرف غزل چوڻ لڳا پر هڪ ٻئي کي پنهنجي غزل تي غزل لکڻ جي فرمائش ڪرڻ لڳا ۽ هڪ ٻئي جي غزلن تي جوابي غزل لکڻ لڳا جنهن ڪري هرطرحي غزلن ۽ اخباري مشاعرن جو رواج شروع ٿيو.

مرتضائي شاعرن کي چوي ٿو:

مرتضائي هي غزل چاهه اچ اخبار ۾
تا ڏسن شاعر، وري ڪوغور سن غازي ڪري.

فقير محمد "عاجز" جوابي غزل لکندي ٻڌائي ٿو:

لکيائين مصرع اخبار ۾ حرف لام
انهيءَ ڏي عاجز منهنجي ٻه دل لڙي ويئي.

سنڌي غزل کي جن سنڌي اخبارن سنڌ ۾ مقبول بڻايو تن ۾ سنڌ سڌار، معين الاسلام ۽ معاون الاسلا جا نالا قابل ذڪر آهن. مرتضائي پنهنجي وقت جي ڪنهن اخبار لاءِ چوي ٿو:

اچ مغز منهنجي کي طراوت آئي هن اخبار کان
قوت جگر ۽ جان کي از زبر ۽ زيري رسي.

انهن سنڌي اخبارن جي قائم ڪيل سنڌي غزل جي سرپرستي جي روايت اڄ تائين قائم آهي جيتوڻيڪ اخباري مشاعرن جو رواج ڪجهه وقت کان ماٺ ٿي ويو آهي.

پوئين دؤر جي اخبارن ۾ الحقيقت ۽ رسالن ۾ اديب سنڌ غزل کي مقبول بنائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. انهن ۾ نه صرف غزل ۽ مشاعرا شايع ٿيندا هئا، بلڪ مختلف شاعرن جي غزلن تي تنقيدون ۽ تبصرا شايع ٿيندا ۽ عروض جا سبق ۽ درس به شايع ڪيا ويندا هئا، جنهن ڪري غزل چوندڙ شاعرن جي چاهه ۾ اضافو ۽ غزلن ۾ پختگي پيدا ٿيندي هئي. حاجي محمود خادم چوي ٿو، "گذريل نون سالن ۾ اديب (سنڌ) پنهنجي مٺڙي زبان جي خدمت جا ڪئي، سا ناظرين حضرات کان مخفي نه آهي، ڪيئي مبتدي شاعر منتهي ٿيا، سنڌيءَ ۾ سوين سڌارا آيا، غلط لفظن جو صحيح استعمال ٿيڻ لڳو. ڪيترا شاگرد اديب بڻيا. علمي ادبي مجلسن کي اديب (سنڌ) کان طاقت پهتي"(١).

ان چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ڪونهي ته سنڌي اخبارن ۽ رسالن ئي سنڌي غزل جي پرورش ڪئي ۽ ان کي سنڌ ۾ مقبول بنايو، جيئن مختلف سنڌي اخبارن ۽ رسالن جي جائزي سان معلوم ٿيندو.

### سنڌ سڌار :

انگريزن جڏهن سنڌ فتح ڪئي تڏهن سنڌ جي دفتري زبان پارسي هئي. شروع ۾ انگريزن پنهنجي دفتري زبان ۾ پارسي رکي، ١٨٥٣ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني جي ڊائريڪٽرن عربي، سنڌي آئويٽا مروج ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، جنهن ڪري موجوده سنڌي آئويٽا لپي تيار ٿي ۽ سنڌ ۾ سنڌي تعليم جي شروعات ٿي.

١٨٦٦ع ۾ سنڌ گورنمينٽ جي تعليم کاتي طرفان "سنڌ سڌار" جي نالي سان هڪ اخبار شروع ڪئي، جنهن جو مقصد ماڻهن کي ملڪي خبرن کان آگاهه ڪرڻ ۽ انهن ۾ تعليم جو چاهه پيدا ڪرڻ هو. هن اخبار جو منيجر سنڌ سرڪار جو سنڌي مترجم (آفيسر) هوندو هو. اخبار هر هفتي جمعي ڏينهن نڪرندي هئي، جنهن جي پٺي صفحي تي سنڌ جي شاعرن جا شعر شايع ڪيا ويندا هئا، جيڪي گهڻو ڪري غزل هوندا هئا.

هن اخبار جي ايڊيٽرن ۾ مرزا صادق علي ۽ ساڌو هيرانند جهڙا نالا

---

(١) محمود 'خادم' حاجي- اديب سنڌ، لاڙڪاڻو- ماهه مئي، جون ١٩٤٩ع - ص ٢٣.

قابل ذڪر آهن. ساڌو هيرانند ڪان پوءِ ديوان ڪاڙهومل ان جو مهتمم ٿيو(١).

١٨٨٤ع ۾ هي اخبار تعليم کاتي طرفان (سنڌ) سڀا جي حوالي ڪئي وئي، ڇاڪاڻ ته مالي طرح پنهنجي ضرورت پوري ڪري نٿي سگهي.(٢)

سڀا وارن جي پاران هن اخبار جي لاءِ رکيو مهتمم (ايڊيٽر) مقرر ٿيو. ڇپائي وغيره جو بار وري پوچسا جي ۽ دوراب جي نالي هڪ پارسين ڪنيو. اهي پارسي سنڌ نواسي پنهنجي پريس مان "سنڌ ٽائيمس" نالي هڪ انگريزي اخبار اڳ ۾ ئي ڪيڍندا هئا.

١٨٨٤ع جنوري مهيني ۾ سڀا وارن پنهي اخبارن جي مهتممي جون واڳون ساڌو هيرانند جي حوالي ڪيون (٣) ساڌو هيرانند نومبر ١٨٨٧ع ۾ اخبار جي ايڊيٽري تان استعيفا ڏني. اخباري نمائندي لاءِ سنڌيءَ ۾ "خاطو" جو لفظ هن جي ايجاد هئي.(٤)

"سنڌ سڌار" ۾ سنڌ جي مختلف ضلعن جون خبرون، تعليمي سرگرميون ادبين ۽ شاعرن جا مضمون ۽ شعر شايع ٿيندا هئا. سنڌي موزون ڪلام جي اوسر ۾ هن اخبار جو وڏو هٿ آهي. سنڌي غزل جي خوش نصيبي هئي جو هن ڪي سنڌيءَ جي ههڙي شروعاتي اخبار جي سرپرستي ملي ويئي؛ جنهن ڪري سنڌي غزل خاص طرح پڙهيل لکيل طبقي ۾ مقبول ٿي ويو. جيئن ته هيءَ اخبار سيني اسڪولن ۾ لازمي طرح ويندي هئي تنهن ڪري سنڌي ماسترن ۽ مدرسن جي معلمن ۾ جيڪي گهڻو ڪري پارسي خوانده هئا ۽ پارسي غزل کان واقف هئا، سنڌي غزل چوڻ جو چاهه پيدا ٿيو. ان ڳالهه کي مرتضائي هيئن بيان ٿو ڪري:

جت مدرس مدرسه جا عبد ۽ قربي رهن
مرتضائي خوب هرهڪ ماستر پيدا ٿيو.(٥)

---

(١) موتيرام دامون مل سونيجي- "روح ادب" (ماهوار) حيدرآباد- ماهه جنوري ١٩٥١ع، مضمون "سنڌي اخبار جي شروعات"- ص ٤١.

(٢) ڏيارام گدو مل- "هيرانند دي سول آف سنڌ"- ينگ بلڊر پريس، رامباغ رود ڪراچي- سيڪنڊ ايڊيشن- ١٩٣٢ع- ص ١٨٧.

(٣) لعلچند امرڏنو مل جڳتياڻي- "سنڌو"- ٢١ آگسٽ ١٩٤٦ع- مضمون "سنڌي اخبار نويسي جي تاريخ"- ص ٢٢.

(٤) ڏيارام گدومل- "هيرانند دي سول آف سنڌ"- ينگ بلڊر پريس ڪراچي- سيڪنڊ ايڊيشن ١٩٣٢ع- ص ١٩٦.

(٥) "ديوان مرتضائي" (قلمي)- سنڌي ادبي بورڊ- ص ٣١٩.

محمد صديق ميمڻ تاريخ سنڌي ادب ۾ ”سنڌ سڌار“ جو ذڪر ڪندي وري ٿو، ”سنڌي موزون ڪلام جي آسرڻ ۽ ترقي لاءِ اهو زمانو تمام وڻندڙ وارو هو، ڇاڪاڻ جو جهونن توڙي نون شاعرن جا ڪلام اخبار ۾ بنا اٽڪ پيا شايع ٿيندا هئا ۽ شاعر نهايت فضيلت ۽ سنجيدگيءَ سان هڪ ٻئي جي ڪلام تي نڪته چيني ڪندا هئا ۽ عمدي ڪلام کي ٻڌان بخل داد ڏيندا هئا. (۱)

”سنڌ سڌار“ ۾ جن شاعرن جا غزل شايع ٿيندا هئا، تن مان ڪن جا نالا هي آهن:

۱- آخوند محمد قاسم هالائي، ۲- فاضل شاهه، ۳- آخوند محمد لقمان شيرازي، ۴- آخوند لطف الله ’لطف‘ شيرازي، ۵- آخوند فقير محمد ’عاجز‘، ۶- آخوند لطف الله ’لطف‘ هالائي، ۷- ماستر عبداللطيف لٽوي، ۸- غلام مرتضيٰ شاهه ’مرتضائي‘، ۹- غلام علي سبزپوش ’علي‘ لٽوي، ۱۰- ماستر ڪمال الدين ’مست‘، ۱۱- محڪم الدين ’محڪم‘، ۱۲- مير علي نواز علوي، ۱۳- ماستر محمد اسلم شڪارپوري، ۱۴- آخوند عبدالقادر ’بيدل‘ شڪارپوري، ۱۵- ميان هدايت الله ’مشتاق‘، ۱۶- خوش محمد ’خاطي‘، ۱۷- يارمحمد ’قانع‘، ۱۸- قاضي محمد باقر قريشي ’راقم‘، ۱۹- شمس الدين قريشي ’عاصي‘، ۲۰- پير ميان مظهرالدين شاهه، ۲۱- محمد صديق، ۲۲- محمد يوسف ’مسڪين‘، ۲۳- قاضي نورمحمد قريشي، ۲۴- ميان محمد عظيم ’عاصي‘، ۲۵- رسول بخش رهي، ۲۶- عبدالواحد ’سائل‘، ۲۷- مخدوم محمد عثمان، ۲۸- ڄشن مل ميرچندائي، ۲۹- منشي ليڇمي رام ’خفتي‘، ۳۰- قاضي عبدالوهاب ’خاطي‘، ۳۱- شير محمد قريشي، ’راهي‘، ۳۲- ’فصيح‘، ۳۳- فضل علي خان ’خيالي‘.

شاعرن جي ايڏي وڏي تعداد مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ”سنڌ سڌار“ سنڌ ۾ غزل لاءِ زمين هموار ڪري ڇڏي هئي ۽ شاعر غزل رستي پنهنجي جذبن جو اظهار ڪندي خوشي محسوس ڪندا هئا.

”سنڌ سڌار“ پنهنجي زماني ۾ شاعرن ۾ ڪيتري قدر مقبول هئي،

---

(۱) محمد صديق ميمڻ - ”تاريخ سنڌي ادب“- جلد ٻيو- ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد ۱۹۶۰- ص ۲۰۳-

ان جو اندازو مختلف شاعرن جي شعرن مان لڳائي سگهجي ٿو. امام بخش شاهه "فدوي" پنهنجي هڪ دوست جي خط جي جواب ۾ لکيل غزل ۾ چوي ٿو:

خط منجهان معلوم ڪيسون هر طرح جون ڪيفيتون
خوب خبرون مثل سنڌ سڌار آئي تنهنجو خط (۱)

خليفي "قاسم"، محمد "اسلم" علوي شڪارپوري جو هڪ غزل سنڌ سڌار ۾ ڏٺو آهي جنهن جو جواب لکي هن ڏانهن موڪلي ٿو:

هڪ غزل اخبار نالي سنڌ سڌار
منجهه ڏٺم وهه وهه غزل سالم صفا.
هن غزل ڪارڻ جوابي هي غزل
جوڙجڪ ۾ رمــز رٿ رنگين ادا (۲).

پنهنجي هڪڙي ٻي غزل ۾ اڪمل نالي شاعر کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

تو ڇپيو هڪ نظم منجهه اخبار نالي سنڌ سڌار
ڇا سندس مضمون سهارو بحسن الحتواه. (۳)

سنڌ سڌار ۾ شايع ٿيل غزلن جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته سنڌي غزل جي ان ابتدائي دور ۾ به غزل ۾ گلاب جي مکڙيءَ وانگر حسن ۽ دلفريبي جا اهي انگ ۽ رنگ موجود هئا جي مکڙيءَ جي گلاب ٿيڻ کان پوءِ وڌيڪ دلڪش ٿي ويندا آهن. سنڌ سڌار جي ڪن غزلن جي انتخاب جي مطالع مان تصديق ٿئي ٿي.

ميان شمس الدين "عاصي" (شڪارپور)

پريون حوريون ٿيون حيران ڏسي دلدار جي صورت
عجايب ۾ پيا انسان ڏســي دلدار جــي صــورت.

سدا هــا "عاصيا" جنهن دل هميشه درد دوريءَ جا
اها ٿي اڄ گهڻو شاداب ڏسي دلدار جي صورت (۴)

---

(۱) ديوان فدوي (قلمي)- سنڌي ادبي بورڊ. ص ۲۱۸
(۲) ديوان قاسم- ڀوڪرداس سنس حيدرآباد ۱۹۳۶ع ص ۵
(۳) ديوان قاسم- ڀوڪرداس سنس حيدرآباد ۱۹۳۶ع ص ۵
(۴) سنڌ سڌار- ۲۷ سيپٽمبر ۱۸۷۸ع ص ۲۹.

عبداللطيف "لطيف":

آهه جائز سون اتي صنعان ثاني جو لقب
جو سڄاڻان کين ڏنو تسبيح کي زنار ڪان.

زعفران هو رنگ منهنجو سو ڦري ٿيو ارغوان
سان برڪت جام هڪڙي جو مليو خمار ڪان.

آهه ڇڙاپوش زاهد ڪنهِ مسجد جي اندر
جيئن رهي ظلمت ۾ ڇڙو شمس جي انوار ڪان. (۱)

يار محمد "قانع":

حال هيڻو سندم خدا ڄاڻي
ڪين دلدار بي وفا ڄاڻي.

لاله گل جي روان ڪان اغيار
قدر بلبل جو زاغ ڇا ڄاڻي. (۲)

قاضي محمد باقر "راقم":

تنهنجي فرقت ۾ اي سڄڻ سائين
عمر گذري ويئم سڄي ساري.

رخ درخشان جيئن صبح روشن
موئي ور ور مثال شب ڪاري (۳)

عبدالواحد "سائل":

درد دل جو هائي ڪريان ڪئن بيان
ٿي مقابل شڪرين گفتار سان.

ٿو رقيبن جو ڏسان هرسو هجوم
جي نه ساعت گڏ سهن دلدار سان.

---

(۱) سنڌ سڌار- ۱۵ فيبروري ۱۸۷۸ع ص ۱۰۳.
(۲) سنڌ سڌار- ۸ فيبروري ۱۸۷۸ع ص ۱۰۰.
(۳) سنڌ سڌار- ۱ نومبر ۱۸۷۸ع ص ۱۰۳.

رنگِ فرقت کان ڪدورت دل اتي
جيئن صفا ڪنجي ڪٽيل زنگار سان (۱)

سنڌ سڌار سنڌي مشاعرن جي بنياد رکڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو. هن اخبار ۾ ڪي ڪي غزل اهڙا شايع ٿيندا هئا جن جي جواب ۾ ٻيا شاعر غزل لکندا هئا. ڪيترا اهڙا غزل پڻ شايع ٿيندا هئا جن ۾ ٻين شاعرن کي جوابي غزل لکڻ جي دعوت ڏني ويندي هئي ۽ اهڙي طرح ساڳئي زمين ساڳئي رديف ۽ قافيي سان ڇهل غزلن جو مشاعرو ٿي ويندو هو. سنڌ سڌار ۾ مختلف وقتن تي شايع ٿيل اهڙن غزلن جو هڪ مشاعرو ملاحظه ڪريو:

محمد يوسف "مسڪين":

اي ادا بادِ سحر ڪو ڏي نياپو يار جو
مرحبا فرخ سير ڪو ڏي نياپو يار جو.

ياد جن جي ۾ وڄن هر هر رڳون طنبور جان
تن ڪئي ٿي ڪا ڀڇر ڪو ڏي نياپو يار جو.

آئيا ڏينهڙا بهاري، جو سڄڻ ايندا ڪڏهن
هاڻ "مسڪين" ڪر خبر ڪو ڏي نياپو يار جو.

وزن کي ٿورو گهٽائي "يار" جو قافيو ۽ "جو" رديف قائم رکي "رهي" ۽ "نصيح" پنهنجا غزل هن انداز سان بيان ڪيا آهن:

منشي رسول بخش "رهي":

ناهه ڪو ٿاني مٿي منڌار جو
ناهه ڪو همسر سچي سالار جو.

درد کان دانهون ڪيان ٿو دمبدم
ڏي ادا قاصد نياپو يار جو.

شاعرن سان ڪو جي ڏي مونکي جواب
آءٌ ٿيندس گولو سندس گفتار جو.

---

(۱) سنڌ سڌار- ۸ نومبر ۱۸۷۸ع ص ۱۷۰.

"فصيح":

ڏي صبا آڻي سنيهو يار جو
دوست دلبر دل گهرڻي دلدار جو.

ڪا اٿو منهنجي مسيحا جي خبر
حال ڪونهي برهه جي بيمار جو.

جي اچي پيرا پري پرتون پڇي
ٿي اپر احسان هڪ هڪ وار جو.

ميان لطف الله "لطف":

اڄ ڪلهه ڏس حال هيڪر برهه جي بيمار جو
ڪونه ڏس ويڄن ڏنو هن عشق جي آزار جو.

هن مرض جي جانچ ۾ ويڄن ڪيا ڪي وس وڏا
پر پئين هرگز نه ڪنهن پر ڪو پرو هن پار جو.

رات پرواني شمع کي جا ٻڌائي ماجرا
سر مگر هو سوز سون بيدل دلِ افڪار جو.

مرحبا سون سان ڪيائين پر نشي ۾ بيخبر
چڙهي پيا پٺي لوٽ گهوڙا ۽ ڪنڪ قنڌار جو.

سرگهرين تان آهه حاضر چئو ته تنهنجو حڪم آهه
عاشقن جي ڪاڻ سو چڻ آ سمن سرڪار جو.

ڪو سڄڻ منهن ۾ تنهين جي هو تجلو نور جو
هڪ نظر سان جنهن نهوڙي هوش نيو هوشيار جو.

"لطف" تنهنجي لطف جو آهي سدا اميدوار
مهر سان تنهنکي اچي پرو ڏيو ديدار جو.

معين الاسلام:

هيءَ اخبار شمس العلماء مرزا مخلص علي جي فرزند مرزا محمد صادق ١٨٨٠ع ۾ ڪراچي مان ڪڍي. هيءَ اخبار سرڪاري طرح اسڪولن لاءِ منظور هئي تنهن ڪري سنڌ جي سمورن اسڪولن ۾ ويندي هئي. هيءَ اخبار جمع ڏينهن نڪرندي هئي. مرزا صادق علي پارسي ۾ "اڪليل" نالي

پڻ اخبار ڪڍي هئي. انهن پنهي اخبارن جو ذڪر مرتضائي يوسف زليخا (مثنوي) ۾ هيئن ڪري ٿو:

ڪڍي "اڪليل" جا اخبار عمدي
منجهان را فارسي بسيار عمدي.

معين آهي سندس سنڌيءَ جي اخبار
برابر آهي، سا جهڙي گوهر بار.

هن اخبار ۾ مفرح القلوب وانگر سنڌي غزلگو شاعرن جا غزل شايع ٿيندا هئا. هيءَ اخبار ۱۸۸۵ع ۾ بند ٿي.

## معاون الاسلام

سرڪاري اخبار "سنڌ سڌار" کان پوءِ جلد ئي خانگي سنڌي اخبارون شايع ٿيڻ لڳيون، جن مان "معاون" هفتيوار اخبار به هڪ هئي. هيءَ اخبار حسن علي آفنديءَ مسلمانن ۾ تعليمي، سياسي، سماجي ۽ علمي بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ شروع ڪئي هئي. هيءَ اخبار ۱۸۸۵ع(۱) ۾ شروع ٿي ۽ ٿوري وقت کان پوءِ ان جو ايڊيٽر شمس الدين بلبل مقرر ٿيو. "معاون" اخبار جي چارج ولندي ئي بلبل پنهنجي پرزور ۽ رنگين مضامين سان ان کي اهڙو ته زور وٺرايو جو ساري سنڌ ۾ غلغلو پئجي ويو. هن اهڙي فصاحت ۽ بلاغت سان صنعتون ۽ استعارا ڪم ۾ آندا جنهن جي مطالع سان خود اهلِ قلم پڻ دنگ رهجي ويندا هئا. (۲)

معاون اخبار به سنڌي غزل جي سرپرست ثابت ٿي. بلبل ان ۾ به سنڌ سڌار وانگر فراخدليءَ سان غزلن کي شايع ڪرڻ لاءِ جاءِ ڏني ۽ جواب طلب غزلن ۽ جوابي غزلن جو سلسلو شروع ڪيو، جنهن ڪري جلد ئي هيءَ اخبار سنڌ جي شاعرن ۾ مقبول ٿي وئي. سنڌ جا گهڻا شاعر هن اخبار ۾ پنهنجو ڪلام شايع ڪرڻ لاءِ موڪليندا هئا، ان ڪري هيءَ اخبار سنڌي غزلن جو غنچو ٿي پئي. هڪ پيري بلبل جو هڪ مزاحيه ۽ طنزيه غزل

---

(۱) غلام محمد گرامي- مهراڻ (ٽه ماهي)- ۱/۱۹۶۴ع- مضمون "سنڌي ليٿوگراف" ص ۱۷۵. ڪريم بخش خالد پنهنجي ڪتاب "سنڌي صحافت" ص ۱۱۸ ۾ معاون جي شروع ٿيڻ جو سال ۱۸۸۹ع ڄاڻايو آهي.

(۲) محمد ابراهيم خليل شيخ- "بلبلِ سنڌ"- آزاد بوڪ ڊيپو، حيدرآباد- ص ۳۸.

جنهن جو رديف "اهڙي تهڙي" هو، معاون ۾ شايع ٿيو. جنهن جو جواب مرتضائي ساڳئي انداز ۾ شايع ڪرايو. ٻنهي غزلن جا ڪجهه شعر ملاحظه ڪريو:

شمس‌الدين بلبل:

عشق جي، عشق جي آزار جي اهڙي تهڙي
درد جي، دل جي ۽ دلدار جي اهڙي تهڙي.

مفت ماڻهن کي ڊيڄارين ٿا، پــلا ڙي ملڙو
ها سندءِ جبه و دستار جي اهــڙي تهڙي.

هاءِ ڪجهه حال سڌاري نه اوهان اي "سنڌي"
ڪاڏي امتي ۽ وڏي وار جـــي اهڙي تهڙي.

جتوَ جوڳين جان رکو، وار ۽ ڏاڙهي ڏاڪڻ
ٻڪي، ٻهراڻ ۽ شلوار جــي اهــڙي تهڙي.

ڀائي ڀاڪر جو ملو ٿا، ڪه وڙهــو ٿا ملهون
خوش تازي جي، خبر چــار جي اهڙي تهڙي.

هي پڙهي شعر ملامت ۾ چـــون ٿا ماڻهو
شعر جي، بلبلِ بيمار جي اهڙي تهڙي. (۱)

مرتضائي:

برهه جي، برهه جي بيمار جـي اهڙي تهڙي
حسن جي، حسن جي سردار جي اهڙي تهڙي.

ڏس نه رشوت ۾ اچي منهن نه رکيو ڪامورن
ڳالهه ڪهڙي ڪريان لاچار جي اهڙي تهڙي.

ڏيو اصيلن کي ڌڪو، در تي وڪيلن ڪرسي
ڏس عدالت ڪهي تڪرار جي اهڙي تهڙي.

واه مصرع جا ڪيڏي آهي سٺي ڪٺه سنڌيءَ
عشق جي، عشق جي آزار جي اهڙي تهڙي.

(۱) "ديوان بلبل" (مرتب غلام محمد گرامي) - سنڌي ادبي بورڊ - ۱۹۶۹ع - ص ۱۲۹.

ٻـــي ڊسمبر سنڌي اخبار مـعاون ۾ ڏنــم
مون کي ورندي رسي لاهار جـي اهڙي تهڙي.

مرتضائي کان رسي جيڪا سا خاطـر ڪيائين
جيئن گهرن عشق جي رفتار جي اهڙي تهڙي.(١)

هن اخبار جي ٢٣ مارچ ١٨٨٨ع جي پرچي ۾ مرتضائي جا ٻه غزل شايع ٿيل آهن، جن جو انتخاب پيش ڪجي ٿو. پهرين غزل ۾ مرتضائيءَ قاسم ۽ فاضل جي انداز ۾ پوئين سٽ عربي ۾ چئي آهي:

## غـــزل

ڏسي وصال تنهنجو دلدار عيش عامه
اني رأيت دهراً من هجرڪ القيامه

گريو سدا اکين مان جاري رکان جگر کان
ليست دموع عيني هذا لنا العامه

تانسي تون مرتضائي حافظ مثل آچيو رهه
حتيٰ يـــذوق منها ڪاساً من الڪرامه.

## غـــزل

نه پچ مون کان تون حرف نا اميدي — اٿم محبوب جي آ در ۾ آميد
ڪندو شيشو سندم لبريز مي سان — مون کي سا ساقيءِ ڪوثر ۾ اميد
گناهن کان نه ٿي نوميد عـــاصي — سدا رک شافعِ محشر ۾ اميد
عـــليؑ حبه، حبه مـــدامـــي — پڙهي رک خواجهءِ قنبر ۾ اميد
پنڪا جـــي پينگ پاڻيان ري عجيبن — ڪندو آباد سي حيدر ۾ اميد

اٿم اي مرتضائي دل جو دارو
سدا مُنڊ خالقِ اڪبر ۾ اميد. (٢)

معاون جي شاعرن ۾ مقبوليت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿـو ته جڏهن عيد جو موقعو اچي ٿو ته مرتضائي معاون اخبار جي باني ڏانهن مبارڪ موڪلي ٿو:

---

(١) "ديوان مرتضائي" (قلمي)- سنڌي ادبي بورڊ - ص ٤٠٧.
(٢) "معاون الاسلام" ڪراچي- تاريخ ٢٣ مارچ ١٨٨٨ع- ص ١-٢.

رسي عيد شوال يــارن مبارڪ
سڀني اهل اسلام وارن مبارڪ.

معاون جي اخباري مستشهرين کي
۽ ايجنٽ سڀ اهل ڪارن مبارڪ.(۱)

## تحفهٔ احباب

محمد هاشم 'مخلص' جولاءِ ۱۹۰۴ع ۾ ماهوار ”تحفهٔ احباب“ رسالو جاري ڪيو. مخلص جــي شخصيت سنڌي ادب ۾ ڪافي مشهوري حــاصل ڪري چڪي هئي، تنهن ڪري هن رسالــي کي عوام توڙــي ادبي حلقن ۾ گهڻي مقبوليت حاصل ٿي. مخلص ”تحفهٔ احباب“ کي هڪ طـرف رنگين، تفريحي، طنزيه ۽ مزاحيه مضمونن سان سينگاريو ته ٻئي طرف سنڌي غزل جي آبياري ڪئي. هيءُ پهريون رسالو ڏسڻ ۾ اچي ٿـو جنهن ۾ باقاعده مشاعري لاءِ طرحون ڏنيون وينديون هيون، جنهن تي شاعر پنهنجا غزل لکي موڪليندا هئا، جي تحفهٔ احباب جي ”بزم مشاعره“ جو سينگار ٿيندا هئا. تنهن ڪري اهو چئي سگهجي ٿو ته مخلص پهريون شاعر صحافي هو، جنهن باقاعده طرحي اخباري مشاعره جو بنياد وڌو.

تحفهٔ احباب جي جاري ٿيڻ جــون پــارسيءَ ۾ قطعه تاريخون درس عبدالڪريم ساڪن ڪراچي لکيون، جن ۾ هن ستل سنڌين جــي شڪايت ڪندي لکيو آهي ته هنن زبان کي برباد ڪري ڇڏيو آهي، ۽ ٻيون قومون اوج تي پهچي ويون آهن. مخلص کي تحفهٔ احباب جاري ڪرڻ تي مبارڪ ڏيندي چوي ٿو ته هاڻــي جهل جــو منهن ڪارو ٿي ويندو. ڪجهه شعر ملاحظه ڪريو:

اي بغفلت خفتگان اي سنديان
اي زبان را کرد بــرباد و تباه.

در ترقي ديگران را سر به اوج
در تنزل قــوم ما را سر بچاه.

اي به بيداريست يارب يا بخواب
تحفهٔ الاحباب را بينم چون ماه.

---

(۱) ”ديوان مرتضائي“ (قلمي)- سنڌي ادبي بورڊ- ص ۱۹۷.

مخلص، ما کرد کار کردگي
جهل را خواهد شدن بس روسياه.

درس تاريخ اشاعت خوش بخواند
تحفه الاحباب مخـلص واه واه.

دگـو

نوشت چون مخلص قـديم
رساله خوشنما و رنگين.

بطبع نيکوش خواندم از دل
هزار بار آفرين و تحسين.

کلام او بود چونکه شيرين
ز سکه قنـد مکرر آئين.

ز بهر سالش بگفت هاتف
کلام شيرين کلام شيرين.(١)

تحفئہ احباب جي ڪن مشاعرن جو طرحون هي هيون:
١- عجب احـوال ٿيو گل پيرهن جي ياد ۾ دل جو (آگسٽ ١٩٠۴ع)
٢- ٿي ڏسي مدت کان تنهنجو عارض پرنور شمع (سيپٽمبر ١٩٠۴ع)
٣- گوش دل جي ساڻ پڌ تون داستان اهل درد (آڪٽوبر ١٩٠۴ع)

تحفئہ احباب جي مشاعرن ۾ حصو وٺندڙن ڪن شاعرن جا نالا هي آهن - خليفو فتح محمد سيوهاڻي 'صغير'، محمد شاهه 'مصطفائي' عامري، سيد محمدحسن علي شاهه 'مجتبائي' عامري، پيرمحمد دراني گوسرهي سکر، ميان غلام سرورفقير قادري 'حنيف' لاڙڪاڻو، مولوي محمد عاقل 'عاقل'، مخدوم الله بخش 'عاصي'، مخدوم محمد صلاح الدين 'احقر'، مولوي محمد عثمان صاحب 'قراني'، فقير محمد 'عاجز' ۽ محمد هاشم 'مخلص'.

ماهه سيپٽمبر ١٩٠۴ع جي مشاعري جو اختصار پيش آهي جنهن جي مطالعي مان ان رسالي جي شاعرن جي طبع جي لاڙي، فني مهارت ۽ بلندخياليءَ جو پتو پوي ٿو. مشاعري جي طرح جو رديف "شمع" آهي، تنهن ڪري شاعرن شمع بابت ڪيترا وڻندڙ خيال بيان ڪيا آهن:

---

(١) درس عبدالڪريم- ماهوار "تحفئہ احباب"- ماه سيپٽمبر ١٩٠۴ع- حيدرآباد- ص ٢.

فتح محمد 'صغير' سيوهاڻي:

سر ۾ آتش، پا بگل، قائم بپا، عاشق بدل
ٿي گذاري هر طرح، هر حال هن دستور شمع.

گرچه پروانن جا پر ساڙيا شمع شوخي سان پر
داغداري کان جهان ۾ ٿي گهڻو مشهور شمع.

ناهه وس آشفته حالي ۾ دلِ مجروح جو
اي صغير آهي انهي باعث ڪري مجبور شمع.

سيد محمد شاهه 'مصطفائي' عامري:

شمع رو جي همسري جو هو پيو ڪو پور شمع
سر برهنه نت سڙي ٿي سربسر محسور شمع.

پنهنجي سرڪي ڏڪ ڏيڻ ۽ پي جي سڪ گهورو ٿيڻ
جا بجا ان خاصيت ۾ خاص تر مشهور شمع.

سيد محمد حسن علي شاهه 'مجتبائي' عامري:

جي ڏسي يڪبارگي او عارضِ تابانِ يار
هوند پروانو ڪري هرگز نه پوءِ منظور شمع.

پرتوِ نورِ جمالِ يار شايد پيو مٿس
سوز جنهن جي ۾ سڙي ٿي همچو ڪوهِ طور شمع.

مثل پروانه جي آهيان ان تي عاشق جان نثار
مجتبائي جنهن جي جلوه کان ٿي چڪناچور شمع.

ميان غلام سرور قادري 'حنيف' (فقير):

چنڊ چوڏس يار جو چهرو ڪ آ پُرنور شمع
حسن جو جلوه چوان هي يا ڪ تجلو طور شمع.

جنهن مهل محفل ۾ مهرو شمع جي ٿيو روبرو
رنگ رونق روشني يڪدم ٿي ويئي ڪافور شمع.

عاشقِ دلگير ڪي در کان ڪيو دلدار دور
پتنگ کان پاسي رهڻ آهي ڪٿي دستور شمع.

پيرمحمد دراني گوسرجي (سکر):

رات جو محفل ۾ ايندو جيڪڏهن او شمع رو
روشنائي جـــي جوش آت آهه نامنظور شمع.

عارض جانان قمر ٿيو يـا ڪ آهـــي آفتاب
جنهن ڪنيو آهي سراسر ناز سان سڀ نور شمع.

چو نه پرواني جا ساڙي پر جلائي پـــرت ۾
اي دراني آهه از بس عشق کان مجبور شمع.

محمد هاشم 'مخلص':

پاڪبازان محبت هـــر تعلق کان ٿيا پاڪ
بعد مردن بي ڪفن پروانو ۽ بي گـور شمع.

رات ساري ٿي جلي، پر ڪنهن نه پڇيس دل جو حال
وڻي وٺي مجلس مان تنهنجي دل ۾ هي ناسور شمع.

ايترو نڪتس نه منهن مان چو جلائين ٿو مونکي
اهڙي ٿي تنهنجي آپان اي جان سن مجبور شمع

زير مدفن روشني اعمال جي مخلص ٿي بس
آرزو خورشيد جي مون کي نه ٿي منظور شمع.(١)

تحفه' احباب جي مشاعرن ۾ حصو وٺندڙ شاعرن جـا غـزل طويل هوندا هئا، تنهن ڪري مخلص کي اعلان ڪرڻو پيو ته: ”خـدا جي فضل سان تحفۂ احباب جي شاعرن جون طبعون به نهايت عميق آهن، جنهن ڪري غزل جي پاپان کي پهچڻ نهايت مشڪل ٿو ٿئي، تنهن ڪري التماس آهي ته نون شعرن کان مٿي جيڪڏهن ڪو غزل هوندو ته انتخاب ڪري پوءِ درج ڪبو ، تنهن ڪري پهرين اهو خيال رکڻ گهرجي.

## بهار اخلاق

محمد هاشم 'مخلص' جي قلم جـــي ڌار نهايت تيز هئي جڏهن سندس قلم وهڻ لڳندو هو ته تکي تلوار ٿي پوندو هو، سندس قلم جي تيزيءَ ڪيس قانون جي گرفت ۾ آڻي ڇڏيو، جنهن ڪري هو سنڌ ڇـڏي روپوش ٿـــي

(١) محمد هاشم مخلص ”تحفه احباب“- سيپٽمبر ١٩٠٣ع- حيدرآباد- ص ٢٤.

جوڌپور، ناگپور ۽ بيڪانير گهمندو رهيو ۽ پنهنجو نالو ناصرعلي ظاهر ڪيائين. ٿوري عرصي کان پوءِ هو روپوشي جي حالت ۾ وطن واپس آيو. جيئن ته هن کي صحافت ۽ شعر و شاعري سان عشق هو، تنهن ڪري هن ۱۹۰۶ع ۾ ”بهارِ اخلاق“ نالي رسالو جاري ڪيو. جيئن ته هو ان رسالي جو ايڊيٽر پاڻ ٿي نه ٿي سگهيو، تنهن ڪري ان جو ايڊيٽر اسدالله شاهه ’فدا‘ ٿيو. مخلص، ناصرعلي جي نالي سان ان ۾ پاڻ به لکندو رهندو هو.

محمد هاشم مخلص ۽ اسدالله شاهه فدا ٻئي اهلِ سخن هئا، تنهن ڪري هنن بهارِ اخلاق کي گلستانِ شعر و شاعري بنائي ڇڏيو. بهارِ اخلاق ۾ ان وقت جي مشهور اديبن ۽ شاعرن جا اعليٰ مضمون ۽ بي بها غزل شايع ٿيندا هئا. مصرع طرح به ڏني ويندي هئي، جنهن تي آيل ڪلام وري ايندڙ پرچي ۾ شايع ٿيندو هو.(۱)

بهارِ اخلاق جي هڪ مشاعري ۾ امام بخش خادم جي موڪليل غزل جو ذڪر لطف الله بدوي ”ڪليات خادم“ ۾ ڪيو آهي. جنهن جا ڪجهه شعر هي آهن:

شڪر لک رب جا، جو طالعم بيدار آهه
گنج دل ۾ نـقد عشقِ سيدالابرار آهه.

آهه تونگر آهيان، منعم بنعمت شـوق شاهه
مونکي دنيا جي حڪومت ڪين ڪي درڪار آهه:

هن غمن ڳنڍين جهان کان آهه ڪيو آجو خدا
مون سندو مونس سدا، سرور سندو اذڪار آهه.

حب وٽ حضرت سندي ۽ تعلق پيا ’امام‘
دين دليا ۾ عجب تولاءِ هي واپار آهه.(۲)

هڪڙي ٻئي طرحي مشاعري جو ذڪر ”ميان علي نواز علوي ۽ سندس ڪلام“ ۾ ملي ٿو جو هن ريت آهي، ”ان زماني ۾ هڪ رسالو ”بهارِ اخلاق“ نڪرندو هو، جنهن جو ايڊيٽر اسدالله شاهه ’فدا‘ هو. هي رسالو ماهوار هو، هر مهيني طرح ڏني ويندي هئي، هڪ اشاعت ۱۹۰۶ع ۾

---

(۱) اسدالله شاهه ’فدا‘ ”تذڪره شعراءِ ٺٽو“- سنڌي ادبي بورڊ، ۱۹۵۹ع - ص ۲۷.

(۲) لطف الله بدوي- ”ڪليات خادم“- سنڌي ادبي بورڊ- ۱۹۵۹ع- ص ۱۲۰.

رسالي "بهارِ اخلاق" ۾ طرح ڏني وئي هئي، جنهن تي مير صاحب طبع‌آزمائي ڪئي آهي.(۱)

مصرع طرح- "هجر تنهنجي يا نبي مون کي پريشان آ ڪيو".

مير علي نواز علوي:

هجر تنهنجي يا نبي مون کي پريشان آ ڪيو
درد دوري جي نهايت سخت حيران آ ڪيو.

درد تنهنجي تان ڪيان قربان دنيا جون خوشيون
درد هن دارين جي دردن جو درمان آ ڪيو.

رنج سو بهتر جنهين سان گنج راحت جو ملي
ڏک اوهان جي سک جو سڀ موجود سامان آ ڪيو.

در اوهانجي جي گدائي، بادشاهي کان ڀلي
بادشاهن سر اوهان جي زير فرمان آ ڪيو.

اڄ نه ڪل علوي اوهان جي عشق ۾ ٿيو مبتلا
هن ازل کان سر اوهان جي سڪ ۾ قربان آ ڪيو.

بهارِ اخلاق جيترو وقت قائم رهيو اوترو وقت مخاص جي تحفہ احباب وانگر غزل جي پرورش ڪندو رهيو.

## الحقيقت

۱۹۲۲ع ۾ ميان غلام سرور "فقير" قادري لاڙڪاڻي مان الحقيقت هفتيوار جاري ڪئي. جيتوڻيڪ هيءُ اخبار بنيادي طرح سياسي اخبار هئي ۽ ان جو مقصد هو سنڌ جي مسلمانن ۾ سياسي بيداري پيدا ڪرڻ ۽ انهن جي حق لاءِ آواز اٿارڻ مگر هن اخبار جي شايع ٿيڻ سان سنڌي مسلمانن ۾ هڪ طرف علمي ادبي حلقن ۾ ٻئي طرف سياسي ماڻهن ۾ واڌايون وري ويون. سنڌ جي عالمن، اديبن ۽ شاعرن ان جي وڏي آجيان ڪئي. ان جو سبب اهو هو ته جتي ميان غلام سرور بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي باني، سنڌ جي بزرگ شاعرن مان هڪ هو اتي هو سنڌ جي انهن چاتل-سڃاتل شخصيتن مان هو جن جي دلين ۾ قومي درد ۽ محبت هئي.

---

(۱) عبدالخالق بن محمد حسن سومرو "ميان علي نواز علوي ۽ سندس ڪلام" (قلمي)- سنڌالاجي- (پي-ايچ-ڊي ٿيسز)- ص ۵۸۵.

الحقيقت جي استقبال لاءِ ڪيترن شاعرن شعر لکيا ۽ ڪيترن قطعہ تاريخون چيون، انهن قطعہ تاريخن مان الحقيقت ۽ ان جي باني جي عظمت جو پتو پوي ٿو:

مرزا قليچ بيگ:

## پارسي

در سند همين سال بہ آوانِ خجستہ
اخبار مسمي بہ حقيقت شده شايع.

سنگين بعبارت شده رنگين بمضامين
آورده بهم از همہ جا چيده وقايع.

با شعر و سخن معدنِ هر علم هنر شد
مغزن شده از بهر صنايع و بدايع.

در مايہ گران گشت بہ قيمت شده ارزان
خواندش چوکسي وقت نگويد شده ضايع.

چون جست دلم مادهٔ تاريخ شروعش
از غيب ندا آمده "مرغوب طبايع" (۱).

۱۳۴۰ھ

## سنڌي

الحقيقت جاري ٿي اخبار واهہ
لاڙڪاڻي مان ۽ سڀ ڪنهن سا پڙهي.

ملڪ جو احوال سڀ معلوم ٿيو
سنڌ ۾ هر طرح علميت وڌي.

مهتمم ان جو مقرر ٿيو "فقير"
آهہ جو مشهور شاعر قادري.

عالم ۽ فاضل وڏو ٿيو سو جڏهن
"فاضل اعظم" تڏهن تاريخ ٿي (۲).

۱۹۲۲ع

---

(۱) قلمي مسودات مرزا قليچ بيگ ملڪيت مرزا اسد بيگ حيدرآباد.
(۲) ساڳيو.

رئيس نجم الدين ’نجم‘ نوشهرو فيروز:

هي اخبار بيشڪ آهي قابل عزت
آئي سنڌ جي لاءِ ٿي ابر رحمت.
رکي قوم جو درد ٿي آهه ظاهر
ڪندي جان دل سان سدا قومي خدمت.
نه آهي ونس ڪو ريا يا خوشامد
آهي راستگوئي منجهس در حقيقت.
اهن شعر مضمون رنگين ٿا هن ۾
ملاقات هن جي آهي دم غنيمت.
ٻڌايو سندس ’نجم‘ ڪي سال هاتف
”رهي زنده شل هي سدا الحيقت“ (۱)

۱۳۴۰ هه

غلام علي ’جعفري‘:

هن جو قائم نالو ڪر اي ڪارساز
هن جا ٿين مضمون مٺي دلگداز.
ملڪ ملت واسطي ٿئي ڪارگر
هن جو ٿئي آواز دلڪش دلنواز.
هن جي همعصرن ۾ دائم رک خدا
الحقيقت جو وقار ۽ امتياز.
چشم بد کون دور رک ان کي سدا
لاڙڪاڻي جو هي آهي فخر و ناز.
سنڌ ۾ ٿي في الحقيقت آ خوشي
ٿو وڄي وه واه اڄ شادي جو ساز.
جعفري سال اشاعت ڪر رقم
”حق رساني في الحقيقت في المجاز“ (۲)

۱۳۴۰ هه

(۱) نجم الدين رئيس ’نجم‘ قلمي ذخيرو ملڪيت اياز حسين قادري لاڙڪاڻو.
(۲) غلام علي جعفري قلمي ذخيرو ملڪيت اياز حسين قادري لاڙڪاڻو.

جمع خان 'غريب':

اي ڪوائف دهـر، هستي سائل
از رسائل مخبرانــي قائـل.
الحقيقت راستي را شد قـرين
آنکه بيخ، ڪذب را شد زائـل.
بـاز سال، او بداني از غريب
زه حقيقت بالصداقت مائـل. (١)

١٣٤٠هه

"الحقيقت" اخبار جو ايڊيٽر ميان غلام عباس قادري ڪـي بنايو ويو هو، جيئن ته هو اها نئيو هو، تنهن ڪري ايڊيٽري جا فـرائض ميان غلام سرور سرانجام ڏيندو هـو. علي محمد شاهه راشدي چوي ٿـو، " بطور ايڊيٽر جي نالو ڪنهن جو به هـو مگر اخبار جـو ايڊيٽوريل هميشه مرحوم غلام سرور صاحب قادري لکندو هو. پـاڻ سرڪاري ملازمت ۾ هونـدو هو جنهن ڪري پنهنجي نالي ۾ مضمون ڪو نه لکي ٿـي سگهيو. مضمون پختا هوندا هئا مگر طويل، زبـان شاعـرانه، بلڪ عاشقانه، اشارا ڪنايه خفيف، نوڪ جهوڪ ۽ 'علم مجلسي' سان ڪڍيل اردو، پارسي مثالي بيت". (٢)

الحقيقت جي شايع ٿيڻ سان سڀ کان زياده خوشي بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي بانين ۽ ان جي بزم سان واسطو رکندڙ شاعرن کي ٿـي، ڇاڪاڻ ته هاڻي بزم مشاعره لاڙڪاڻي کي پنهنجو آواز ملي ويو.

الحقيقت اخبار جي پهرين صفحي تي اهم خبرن سان گڏ گهڻو ڪري استاد شاعر جو چونڊ ڪلام شايع ڪيو ويندو هو جو گهڻو ڪري غـزل هوندو هو. اندرين صفحن ۾ بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي ڪارروائي ۽ مشاعري جو انتخاب ۽ ايندڙ مشاعري جي طرح ڏنل هوندي هئي. هن اخبار جي شايع ٿيڻ سان بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي مشهوري سنڌ جـي ڪنڊ ڪڙڇ تائين

(١) جمع خان غريب قلمي ذخيرو- ملڪيت اياز حسين قادري.

(٢) علي محمد راشدي پير "اهي ڏينهن اهي شينهن"- سنڌي ادبي بورڊ ١٩٦٦ع ص ٣٨١.

پکڙجي وئي. جنهن ڪري سنڌ جي سمورن شاعرن جي وابستگي بزم مشاعره لاڙڪاڻي سان ٿي وئي ۽ بزم مشاعره لاڙڪاڻو سنڌ جو مرڪزي مشاعرو ٿي پيو.

ان ڳالهه ۾ ڪو به وڌاءُ ڪونهي ته الحقيقت سنڌ جي ٻين سمورن اخبارن ۽ رسالن کان وڌيڪ سنڌي غزل کي مقبول بنائڻ ۽ ان کي ترقي ڏيارڻ لاءِ سرگرم رهي، هن اخبار جي ڪري سنڌ ۾ سوين غزل گو شاعر پيدا ٿيا جن سنڌي غزل کي معراج تي پهچايو.

الحقيقت ۾ جتي استاد شاعرن جا غزل ۽ مشاعره ۾ پيش ٿيل غزل پيش ٿيندا هئا، اتي انهن تي تنقيدون، تبصرا، عروضي بحث، مشاعري جي خامين ۽ خوبين ۽ لفظن جي صحيح استعمال بابت مضمون به شايع ٿيندا هئا جنهن ڪري شاعرن کي شعر جي پختگي، حسن ۽ قبح بابت گهڻي ڄاڻ حاصل ٿي ويندي هئي.

الحقيقت ۱۹۲۲ع کان وٺي ۱۹۶۶ع تائين چوويتاليهه سال پنهنجي علمي ۽ ادبي روايتن کي قائم رکيو آئي، تنهن کانپوءِ اها اخبار ڪن مجبورين سبب بند ٿي وئي. ان اخبار جو ميان غلام عباس جي ۱۹۶۲ع ۾ وفات کان پوءِ آخري ايڊيٽر اياز حسين قادري هو.

الحقيقت پنهنجي وقت ۾ مشاعرن ۾ ڪيترو مقبول هئي، تنهن جو اندازو حاجي محمود خادم جي هن شعر مان لڳائي سگهجي ٿو:

الحقيقت لاڙڪاڻه اچ پڙهي ٻـــرـن ٿيس<br>
پرچو اخباري نه آ چڻ عشق جو پيغام آ.

مون به هڪ آني عوض اچ چار آنا ڏئي وتي<br>
چو ته شعرن جي پڙهڻ جو مون وڏو سرسام آ.(۱)

الحقيقت ۾ شايع ٿيل بزم مشاعره جي ڪارروائي ۽ مختصر انتخاب پيش آهي:

---

(۱) محمود 'خادم' حاجي "ڪليات خادم" (قلمي) ملڪيت محمد علي قريشي لاڙڪاڻو.

## بزم مشاعره لاڙڪاڻو سلگ

سال ١٩٣٢ع جي مشاعره سيزن جو اجلاس نمبر ٦ تاريخ ١٢ آگسٽ ١٩٣٢ع آچر ٩ بجي کان ١٢ بجي تائين بصدارت علي گوهر خان (لاهوري) صاحب جي هيٺين طرح تي ٿي گذريو:

"دل افسرده گويا حجرو آ يوسف جي زندان جو."

مشاعري ۾ پيش ٿيل شعرن جو انتخاب هيٺين موجب آهي(١):

غلام احمد نظامي:

محمد مصطفىٰ صل علي محبوب سبحان جو
وجهي غم ۾ خوشي جو ٿي سبب هن بلبلِ جان جو.

ٿيو بيهوش موسىٰ طور تي هڪڙي تجلي سان
سوا پردي ڏسڻ مشڪل آهي ديدار جانان جو.

غلام سرور 'فقير':

ڪيو تو خون ناحق پر خدا جي روبرو قاتل
ٻڌائيندو حقيقت خون جي هي خون دامان جو.

الاهي خيرا طوفان نوح جو پيهر اچي ويندو
جو آهي جوشِ تغيانيءَ ۾ دريا چشم گريان جو.

جمع خان 'غريب':

ازل کان عاشقِ صادق مان آهيان شاهه خوبان جو
ابد تائين مان هوندس مثل تابع انجي فرمان جو.

علي محمد عباسي (وليد- لاڙڪاڻو):

چڙي هي خيال دل سارو دنيا جي رنج و ارمان جو
هلي وٺ عشق جو پاسو ڪري مشڪل ٿو آسان جو.

ميان غلام عباس 'جوش' قادري:

بهاري ۾ انهيءَ گلرو سوا، ڳوڙهن جي موتين سان
ڀريل دامن ڏسي منهنجي، ڏڪو ٿيو ابر نيسان جو.

---

(١) "الحقيقت" هفتيوار لاڙڪاڻو- تاريخ ٢٠ آگسٽ ١٩٣٢ع- ص ٣-٥.

ملامت ڇا ڪندي ناصح تنهنجي صورت پرستن کي
جو دل ۾ جوش آهي جوش ئي عشقِ حسينان جو.

حافظ محمد احسن:

خيالِ يار جو نقشو اها دل تي آهي ويٺو
دلِ افسرده گويا حجرو آ يوسف جي زندان جو.

رامچند رام:

ڏسي شبنم جي آئيني منجهان رخ شاهه خوبان جو
فلڪ تي فڪرڪان ٿي زرد ويو منهن ماهِ تابان جو.

حافظ عبدالله 'حافظ' وڳڻ:

فراقِ دلربا ريءَ ڪجهه نه آهي خانهٔ دل ۾
دلِ افسرده گويا حجرو آ يوسف جي زندان جو.

ممتاز علي 'ممتاز':

مرڻ کان بعد هو ممتاز آيو ڪيئن فاتح لئه
نشان منجي پڌر ٿي ويو جڏهن گورِ غريبان جو.

پريداس 'وفا':

رهي ٿي چشم گريان منهنجي ئي چشمِ زليخا جان
دلِ افسرده گويا حجرو آ يوسف جي زندان جو.

واحد بخش 'عاشق':

خزان ۾ موسمِ گل جو تصور آهه بلبل کي
بيابان ۾ تصور آهه مون کي ڪوهه جانان جو.

مولوي محمد عظيم 'شيدا':

ڇڏي صورت جي سودا کي مصور ان جو ڏس 'شيدا'
ايها صورت به آهي جلوه هڪ ان نورِ يزدان جو.

غلام احمد نظامي:

مزو دنيا ۾ آيو خوب مون کي عشقِ جانان جو
جگر کي درد جو، لب کي فغان جو، دل کي ارمان جو.

زمانــــي ۾ رهي ڪهرجي ٿيڻ هــرگز نہ ٿي پروا
پوي انسان ۾ ڪم ٿو نظامي نيڪ انسان جــو.

محمد رمضان ’ ثاقب‘:

مليو دلبر رقيبن سان، ٿيو آ وقت ارمان جو
حيا جو، شرم جو، لڄ جو، ياس و حرمان جو.

هريداس (هري) ’ دلگير‘:

خبر ناهي نگاهِ ناز سان ڇو ٿــو ڪهين دلبر
وڃهي هن مرغِ دل کي دام اگھ ۾ زلف پيچان جو.

ڇيو دلگير دل ۾ رهي، ڇيو ان همسرِ يـــوسف
دلِ افسرده گويا حجرو آ يوسف جـــي زندان جو.

فيض محمد ’فيض‘:

ذقن جي چاهہ بابت رشڪِ يوسف کان پڇيم ڇڏهين
ڇيائين فيض چشمو سمجھہ سو ڇڻ آبِ حيوان جــو.

حيدر علي ’حيدري‘:

لکين موجود آهن غم اچي ٿيا خانئہ دل ۾
دلِ افسرده گويا حجرو آ يوسف جي زندان جو.

حبيب الله ’ آزاد‘:

ڏني دل دوست کي ’آزاد‘ تون آزاد ڪيئن رهندين
دلِ افسرده گويا حجرو آ يوسف جي زندان جو.

مولوي نورمحمد شاهہ ’ هاشمي‘:

گلِ خوش ديد ۾ مون کي نہ آيو ماهہ ڪنعان جو
دلِ افسرده گويا حجرو آ يوسف جي زندان جو.

اوستہ حاجي ’حاجي‘:

لڳائي دل سڄڻ توسان سڻو مون درد هجران جو
گھڙي هڪ چين ڪونهي حال ڏس تون چشم گريان جو.

حاجي محمود 'خادم':

سندم سودائي سر آ هفتخانو جڻ زليخان جو
دل افسرده گويا حجرو آ يوسف جي زندان جو.

سندس ڏندن وڌايو شان اي خادم زماني ۾
گهر جو، لعل جو، ياقوت جو، هيري جو، مرجان جو.

## مسلمان

۱۹۲۴ع ۾ ميرپورخاص ۾ زميندار ائسوسيئيشن "مسلمان" نالي سان پريس قائم ۽ اخبار جاري ڪئي. اخبار جو ايڊيٽر محمد هاشم مخلص ڪي مقرر ڪيو ويو. ۱۹۲۴ع کان ۱۹۳۳ع تائين مسلمان اخبار ڏاڍو زور ورتو. مخلص نثر ۽ نظم ٻنهي جو بادشاهه هو. هن کي نظم تي نهايت گهڻي دسترس هئي، تنهن ڪري مسلمان اخبار ۾ هن کي ٻنهجي جوهر ڏيکارڻ جو گهڻي وقت تائين موقعو مليو. مخلص مسلمان جي صفحن ۾ ٻين شاعرن کي به ڪشاده دلي سان جاءِ ڏني، جنهن ڪري مسلمان اخبار پورا نوَ سال سندس ايڊيٽري هيٺ سنڌي غزل جي اوسر لاءِ ڪم ڪندي رهي.

مسلمان پريس قائم ڪرڻ کان پوءِ جلد ئي زميندار ائسوسيئيشن جي ميمبرن جو پاڻ ۾ اختلاف ٿي پيو تنهن ڪري هنن اها پريس مخلص جي پاڻٽي محمد خان 'غني' کي وڪڻي ڏني. ۱۹۳۳ع ۾ مخلص جي نظر جهڪي ٿي وئي، تنهن ڪري اخبار جي ايڊيٽريءَ جو بار محمد خان غني ٻنهجي ڪاهن تي کنيو. هن جي ايڊيٽري جي دؤر ۾ "مسلمان" ۾ نه صرف غـزل شايع ٿيندا هئا پر ڪيترن بزم مشاعرن جي طرحي مشاعرن کي پڻ شايع ڪيو ويندو هو. اهڙي ريت غني ٻنهنجي چاچي ۽ استاد مخلص جي قائم ڪيل روايت کي برقرار رکيو. هيءَ اخبار ۱۹۵۰ع ڌاران مالي مشڪلات سبب بند ٿي وئي.

## گلدستهٔ سلڪ

جيتوڻيڪ هفتيوار "الحقيقت" بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي مشاعرن کي ٻنهجي صفحن ۾ فراخدليءَ سان جاءِ ڏني ٿي مگر بزم مشاعره لاڙڪاڻو جي بانين جهڙيءَ ريت شاعريءَ، خاص طرح غزل جي اصلاح ۽ ترقي چاهي ٿي اها "الحقيقت" ۾ شايع ٿيل ڪارروائين ۽ مشاعري ۾ پيش ٿيل شعرن جي

انتخاب مان سندن خواهش مطابق حاصل ٿي نه سگهي. انهيءَ ڪري بزم مشاعره جي بانين ڊسمبر ١٩٢٥ع ۾ ”گلدستهٔ سنڌ“ نالي ماهوار رسالو جاري ڪيو، جنهن جو خاص مقصد سنڌي غزل جي اوسر هو. هن رسالي جو باني ۽ ايڊيٽر ميان علي محمد قادري هو. ”گلدستهٔ سنڌ“ جي پهرين پرچي جي ايڊيٽوريل ۾ لکي ٿو، ”اڄ ڪلهه هن زماني ۾ شعرگوئي جو چرچو گهڻو ڪري گهڻي ويو آهي، مگر سنڌي زبان ۾ ته اجايا واهيات غلط ۽ غيرموزون شعر ۽ غزل ته اهڙا مشهور ٿي رهيا آهن جن ۾ نه قافيو، نه رديف، نه وري ڪا محسنات عروض جي علم موجب آهي، نه جو ته خدا حافظ ۽ نه سڌارو سنڌي زبان جو. اهڙي شعرگوئي کان ننگ شاعري ۽ توهين شاعري جي آهي ...................... انهيءَ سڌاري لاءِ بزم مشاعره لاڙڪاڻو پنهنجو فرض ادا ڪري رهي آهي جنهن ۾ هيٺين ڳالهين تي ڌيان ڏني اصلاح ڪئي ٿي وڃي.

رديف، قافيه، وزن، فصاحت و بلاغت، تاثير زبان، محاوره، تنقيد لفظي و معنوي، بندش ۽ محسنات وغيره. جنهن جو نتيجو هي گلدستهٔ سنڌ آهي، هن ۾ عروس سخن متي ذڪر ڪيل زيورن سان سينگارجي نڪري ٿي، جو شاعرن، عاشقن ۽ سخن دانن جي دل کي مقناطيسي ڪشش وانگر ڇڪي پاڻ تي شيفتو ڪري ڇڏي ٿي، جو سنڌي شعر پڻ پارسي ۽ اردو شعر سان هم پهلو ٿي بيهي ٿو. هن کان اڳ اگرچه سنڌي شعر ۾ اهڙو جوهر هو جنهن جي وسيلي جذبات دلي حرڪت ۾ ايندي هئي، مگر افسوس جو علم عروض کان ساقط هو.“(١)

”گلدستهٔ سنڌ“ سنڌ ۽ سنڌي زبان جو پهريون رسالو هو جنهن جو دامن صرف شاعري تائين محدود هو مگر اها شاعري غزل ۽ عروض واري هئي.

هن رسالي جي سر ورق تي متان ”الشعراء تلاميذالرحمان“ جا لفظ، صفحي جي وچ تي ”ماهوار رسالو گلدستهٔ سنڌ“ ۽ ان جي متان هيٺان 'قادري' جو هي شعر لکيل هو:

عجب رنگين گلن سان گڏ ٿيل آهي هي گلدسته
رگ ـ دل شاعرن جي سان ٻڌل آهي هي گلدسته

---

(١) ميان علي محمد قادري ”گلدستهٔ سنڌ“ (ماهوار) لاڙڪاڻو. ماه ڊسمبر ١٩٢٥ع ص ٣-٤.

هي تحفو سنڌ جو دانشورن لئه آهي گلدسته
گلن مضمون رنگين سان ڳنڍيل آهي هي گلدسته

سخن دانن ۽ دانائن جي محفل جو هي زيب آهي
طبع تفريح تن جي لئه رکيل آهي هي گلدسته

ڪرن ٿا قدر هن جو قادري ارباب معنيٰ جا
اياڻن لئه اجايو ڳنڍ ٿيل آهي هي گلدسته.

ان جي هيٺان لکيل هوندو هو:

منهوانب: بزم مشاعره لاڙڪاڻو سنڌ
ايڊيٽر: حڪيم ميان علي‌محمد قادري

"گلدستهٔ سنڌ" ۽ بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي مشاعرن جا چونڊ سڄا غزل ۽ سنڌ جي ناميارن غزل‌گو شاعرن جا سنڌي، اردو ۽ پارسي غزل شايع ٿيندا هئا، ان سان گڏ جيڪي مضمون شايع ٿيندا هئا سي گهڻو ڪري شاعري بابت ئي هوندا هئا. جيئن:

| | | |
|---|---|---|
| سنڌي شعر جو ڪجهه تواريخي احوال | مرزا قليچ بيگ، جنوري | ۱۹۲۶ع |
| حقيقت شاعري | غلام سرور قادري، فيبروري | ۱۹۲۶ع |
| شعر ۽ سندس جولانگاهه | علي خان، مارچ | ۱۹۲۶ع |
| اردو شاعري | غلام سرور قادري، مارچ | ۱۹۲۶ع |
| رديف ۽ قافيه | علي‌محمد قادري، اپريل-مئي | ۱۹۲۶ع |
| جائز ۽ ناجائز شعر | علي‌محمد قادري، جون | ۱۹۲۶ع |

هن رسالي جي صفحن کي جن شاعرن جي غزلن سان سينگاريو ويو آهي، تن مان ڪن شاعرن جا نالا هي آهن:

مرزا قليچ بيگ، ميان علي محمد قادري، ميان غلام سرور فقير، علي حيدر حيدر ملڪاڻي، حاجي محمود خادم، نواز علي نياز جعفري، حافظ عبدالله حافظ وڳڻ، سيد محمد زمان شاهه ساقي، حافظ محمد احسن، محمد موسيٰ راز حيدرآبادي، مولوي شفيع محمد هاتف- ٺري محبت، مرزا همايون بيگ فائق، لعلچند مجروح، مير گل محمد مکسي زيب، رئيس نجم‌الدين نجم- نوشهروفيروز، مرزا قنبرعلي بيگ، سردار عبدالباقي باقي شڪارپور احمد علي ڪامران، محمد بخش واصف، قادر بخش حقير (بشير)، سيد محمدتقي شاهه حنفي- ناري شريف، قاضي علي احمد حيدرآباد، مرزا مدد علي مدد،

هدايت علي نجفي 'تارڪ'، غلام علي جعفري 'جعفري'، مرادعلي 'آفت'(ڪاظم)، غلام سرور سرور مغل، جمع خان غريب، محمد رمضان ثاقب، عصمت‌الله اثير، جان محمد محسن - ڳوڙهي ياسين ، غلام مصطفيٰ فدا - ڳوڙهي ياسين، محمد صديق خام، عبدالله عبد حيدرآباد، مرزا منوهر بيگ، پير عبدالستار جان سرهندي پير- ٽنڊو سائينداد، پير محمد سليم جان سرهندي سليم - ٽنڊو سائينداد، محمد محسن غريب- خيرپور ميرس، خداولد بخش اختر بخشاپور ، فضل محمد رنجور، سيد محمد محسن شاهه الحائري - تلهار ، علي بخش عاجز بادهه ( لاڙڪاڻو) ، عبدالله عبد - ڪراچي، ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي، اميرالدين همدم ، مير مقبول احمد مير، سلطان علي علي.

هي رسالو جيتوڻيڪ ٿورو وقت جاري رهيو مگر ان ٿوري وقت ۾ به ان سنڌي غزل کي وڌائڻ ۽ مقبول بنائڻ ۾ چڱو ڪم ڪيو ۽ سنڌي غزل جي معيار کي فني توڙي معنوي لحاظ سان بلند ڪيو. رسالي ۾ شايع ٿيل ڪجهه هم طرحي غزلن جو انتخاب پيش ڪجي ٿو جنهن جي مطالعي مان معلوم ٿيندو ته ان زماني ۾ سنڌي غزل ڪهڙي منزل تي پهچي چڪو هو.

مصرع طرح: "قفس ۾ پاڻ وندرايان ٿو مان يادِ گلستان ۾"

## انتخاب مشاعره(١)

ميان علي محمد 'قادري':

خداوندا گلِ مقصود ڪوليج دل جي بستان ۾
ڦران ٿو بلبلِ شيدا جان حيرت جي بيابان ۾.

نه ٿيو حاصل سوا حسرت جي پيو ڪجهه عشق خوبان ۾
وئي سڀ عمر گذري آرزوئي وصل جانان ۾.

نواز علي 'نياز' جعفري:

جهان بلبل ته پوءِ ها دفن ٿيان ڪنهن باغ بستان ۾
اٿم آهو نگه سان دل هجي تربت بيابان ۾

پڇو بادِ صبا زنده رهين ٿو ڪيئن، چيو بلبل
قفس ۾ دل کي وندرايان ٿو يادِ گلستان ۾.

---

"گلدستهٔ سنڌ" لاڙڪاڻو- ماهه اپريل ۽ مئي ١٩٢٦ع- ص ٤١-٤٢.

لعلچند 'مجروح':

سوا توکون عبث دلبر گـــذارڻ آ گلستان ۾
رهان خوش روبرو تنهنجي هجان توڙي سان زندان ۾.

ڪٿي تسليم گل آهي پسي نازڪ بدن تنهنجو
سکي شيرين سخن توکون آيو بلبل گلستان ۾.

ميان غلام سرور 'فقير':

شفق ناهي، دلِ سوزان جي آهِ شعلہ افشان کان
ڏسان ٿو هرطرف آتش لڳل آ چرخ گردان ۾.

نزاڪت ناز آ، شوخي شرارت ، خال خط سڀ آ
قيامت جي نمائش آهہ هن جي روءِ رخشان ۾.

قادر بخش 'حقير' (بشير):

جدا جاني ڪڏهن موني مندون ميلاپ جون ايندون
وهي ٿي هر گهڙي منهنجي انهيءَ خيالِ پريشان ۾.
تجلو طـــور وارو آ سجڻ جـــي روءِ روشن ۾
نہ بجلي ۽ شمعدان ۾، نہ اهـــڙو شمس تابان ۾.

جمع خان 'غريب':

وڏو پاڪر سون بوسي لئہ اچي پيو محب متوالو
نهڻ ۾، چوهہ ۾، چـــلڏ چلڏ ۾ ، هان هان ۾.

غريبا هن غزل تي ، بـــزم ۾ وهواہ ٿي ويندي
تہ چا جوهر سخن آهي ، دلِ ناقص ۾، دهقان ۾.

سيد محمد تقي شاهہ 'حنفي':

نہ وقتِ نزع ۾ بي آرزو ويندي گلِ تر جي
قفس ۾ دل کي وندرايان ٿو مان يادِ گلستان ۾.

رقيبِ روسيہ کي وصل جو گل آ ڏنو گلرخ
مگر عشاق کي فرقت جو پيو آ خار دامان ۾.

حافظ عبدالله وڳڻ 'حافظ':

خدا جي واسطي هي التجا صياد منهنجي سڄ
قفس جو کول در، اڏري ڪيان مان سير بستان ۾.

سردار گل محمد 'زيب':

جنهن کي ورهه جي وحشت وڌي سي خوش رهن سڄ ۾
آهي بازار ۾ آهو کي غم راحت بيابان ۾.

ٿي آ هاڪ تنهنجي حسن جي محبوب ملڪن ۾
ختن ۾، چين ۾، غزني ۾، ڪابل ۾ بدخشان ۾.

پير آقا محمد سليم سرهندي 'سليم':

طلب ۾ تنهنجي سرگردان آواره ڦرن هردم
صبا گلشن ۾، ساغر بزم ۾، سج چرخِ گردان ۾.

چون ٿا نقش پاڻي تي نه رهندو پر عجب آهي
سدا تصوير دلبر جي رهي ڪيئن چشم گريان ۾.

حافظ محمد 'احسن' ملڪائي:

سوا ديدار جي دارون مريضِ عشق جو ڪونهي
نه اڪبر ۾ نه قانون ۾، سديدي ۾ نه ميزان ۾.

علي حيدر 'حيدري' ملڪائي:

محبت يار جي ۾ حيدري ڪان ويو وطن وسري
ڊري ٿو مثل مجنون جي پيو صحرا بيابان ۾.

## اديب سنڌ

سنڌ ۾ جن رسالن ۽ اخبارن سنڌي غزل جي اوسر ۾ اهم ڪم ڪيو آهي تن ۾ "اديب سنڌ" جو نالو سرِ فهرست آهي. اديب سنڌ هڪ ادبي رسالو نه هو پر شاعريءَ جو مڪتب ۽ مدرسو هو، جنهن جي معرفت ڪيترا سيڪڙا ۽ نوآموز شاعر شعر و سخن جا مختلف سبق حاصل ڪري پڪا پختا شاعر ٿي ويا. اديب سنڌ ٿورن نه پر سون نوآموز شاعرن کي

عروض جا درس ڏني، ٻوليءَ جي خوبين ۽ خامين، لفظن ۽ محاورن جي صحيح استعمال جي ڇاڻ، علم بديع ۽ معنوي خوبين کان واقف ڪري، سندن خامين ۽ ڪوتاهين کي دور ڪري ڇڏيو. جيتوڻيڪ هن رسالي ۾ عروضي شاعرن جون ٻيون صنفون به شايع ٿينديون هيون، پر غـزل کي سڀني صنفن کان وڌيڪ اهميت حاصل هئي.

هي رسالو بزم مشاعره لاڙڪاڻو، جنهن کي پوءِ سنڌي سڌار سوسائٽي جـو نالـو ڏنو ويو هـو، جي طرفان ميان علي محمد قادري بـزم مشاعره لاڙڪاڻي جي ابي، جنهن جي وفات ١٩٤٠ع ۾ ٿي هئي، جي ياد ۾ جاري ڪيو ويو هو. ان ڪري اديب سنڌ جي سر ورق تي "بيادگار علامہ حاجي ميان علي محمد صاحب قادري مرحوم" جا لفظ ٿلهن اکرن ۾ لکيل هـوندا هئا. ان جي هيٺان "سنڌي سڌار سوسائٽي سنڌ لاڙڪاڻو جـو علمي، ادبي ماهوار مخزن" لکيل هوندو هو.

"اديب سنڌ" جـا ايڊيٽر جمع خان 'غريب'، رئيس ضياءالدين ۽ غلام احمد نظامي وقت بوقت رهيا، پر سچ هيءَ آهي ته ان جو حقيقي ايڊيٽر حاجي محمود خادم هو. جيئن ته هـو گمنامي کي وڌيڪ پسند ڪندو هو ان ڪري هن ڪڏهن به پنهنجو نالو نه ڏيو ۽ ٻين جي نالي کي اهميت ۽ مستعدي ڏيندو رهيو.

"اديب سنڌ" جـي جاري ٿيڻ جـون هيٺيون قطعه تاريخون حڪيم فتح محمد سيوهاڻي لکيون هيون:

(١)

اديبِ سنڌ جاري ٿيو خدا جي مهرباني آ
اديبِ سنڌ جو ڪو مٽ نه آهي ۽ نه ثاني آ.

گلِ باغِ ادب اڄ سنڌ ۾ آهي نئون سهڻو
اديبن جو حبيبن لاءِ هـي هڪ ارمغاني آ.

جا خوشبودار گل پيدا ٿيو فصلِ بهاران ۾
نه جنهن کي فضل رب سان خطره بادِ خزاني آ.

گل موسم نه آهي، هي گلِ باغِ ادب آهي
هميشه رهندو هي گل ڇوگلِ موسم ته فاني آ.

حڪيم سنڌ کي لکيو اديب سنڌ جي خادم
سن هجري لکيئين ”زيبا زهي هي ارمغاني آ“.

١٣٦٠هه

(٢)

ڏس ستارو اديب رخشان ٿيو
پاڪ در عدن درخشان ٿيو.

آسمان ادب جو هي انجم
لاڙڪاڻي مان آهه تابان ٿيو.

سال انجي طلوع جو اي حڪيم
” ارمغاني نڪته سنجان“ ٿيو.

١٩٤١ع

(٣)

جلوه نما ٿيو سنڌ ۾ شاهد حور مثال
جنهن جو جمال باڪمال جنهن جو ڪمال باجمال.

علم ادب جو آفتاب شعر و سخن جو آئنو
يعني اديب سنڌ ۽ شاعر شيرين مقال.

ٻولي سنين عيسوي، هاتف غيبي چيو
”آهي اديب بي نظير مثل عندليب“ سال.(١)

١٩٤١ع

حافظ محمد احسن ”اديب سنڌ“ جي اشاعت جو نهايت خنده پيشانيءَ سان خير مقدم ڪندي جن خيالن جو اظهار ڪيو آهي، تنهن مان پتو ٿو پوي ته ان وقت جي شاعرن کي اديب سنڌ ۾ ڪهڙيون اميدون هيون، ان ۾ شڪ ڪونهي ته اديب سنڌ سندن اهي اميدون گهڻي حد تائين پوريون ڪيون.

خير مقدم اديب سنڌ

١- فضل خدا سان آهه ٿيو اظهر اديب سنڌ
رنگين نظم نثر سان بهتر اديب سنڌ.

(١) ”اديب سنڌ“ لاڙڪاڻو- اپريل ١٩٤١ع- ص ٨.

٢- اهلِ سخن جي لاءِ هـي رنگين ارمغان
۽ مبتدين جـي لاءِ تـہ رهبر اديبِ سنڌ.

٣- هـر علمدوست لاءِ هـي تحفو عجيب آهہ
گوهرشناس لاءِ آ گـوهر اديبِ سنڌ.

٤- سنڌي سڌار، مصلحِ علم و ادب بہ آهہ
علمِ عروض جو ٿيو ٽيچر اديبِ سنڌ.

٥- ناقـد ۽ نڪته چين ۽ نڪته‌شناس پـي
دلڪش ۽ دلفريب ۽ دلبر اديبِ سنڌ.

٦- تفريح طبع لاءِ هي نسخو بہ ڪارگر
طبعِ روان لئہ تحفهٔ نادر اديبِ سنڌ.

٧- علمِ ادب ڪـي اوج رسائيندو باليقين
سنڌي زبان ۾ ٿيو برتر اديبِ سنڌ.

٨- اهلِ وطن بہ هن جو ڪندا قـدر هر طرح
ڏسبو هي عام خاص جي گهرگهر اديبِ سنڌ.

٩- تا دير شل رهي هي سلامت تہ سنڌ ۾
احسن ٿئي وطن ۾ نشان بر اديبِ سنڌ.

اديبِ سنڌ ۾ پهرين صفحن تي "قند پارس" ۽ "اردو معلیٰ" جي عنوانن سان فارسي ۽ اردو جي استاد شاعرن جا چونڊ غزل شايع ڪيا ويندا هئا جيئن سنڌي شاعر انهن نادرات مان خيالن ۽ خوبين جا موتي حاصل ڪري سگهن.

اديبِ سنڌ ۾ پيا جيڪي مستقل عنوان هئا تن ۾ ١- بزمِ مشاعره ٢- بغير رو رعايت ۽ ٣- معيار سخن جو خاص طرح شاعري سان واسطو هو.

هي رسالو "بزم مشاعره" لاڙڪاڻي جو نمائندو هيو، تنهن ڪري ان ۾ سڀ کان زياده اهميت بزم مشاعري کي ڏني هئي. بزم مشاعره ۾ ايندڙ مشاعري لاءِ مصرع طرح ۽ گذريل مشاعره ۾ پيش ٿيل غزلن جو انتخاب ڏنـو ويندو هو. "بزم مشاعره" هر شاعر جو پسنديده موضوع هـو جنهن ۾ هـو پنهنجي غزل سان ٻين شاعرن جي غزلن جو تقابلي جائزو وٺي سگهندو هو. پنهنجي

ڪلام کي بلند بنائڻ جي ڪوشش ڪندو هو ۽ اديبِ سنڌ ۾ شايع ٿيل مشاعرن مان هڪڙي مشاعري جي اختصار جي مطالعي مان معلوم ٿيندو ته ١٩٤٠ع ۾ غزل ۾ ڪهڙيون تبديليون اچي ويون هيون.

مصرع طرح: ”صحرا به ٿيو غيرتِ گلزار ڏسي وچ“

اختصار (١)

حافظ محمد احسن:

جو تير مڙيه تنهنجي مٿا زخم رسايو
سو سيني مٿان زخم نمودار ڏسي وچ.

رخ زرد ۽ تر چشم، بدن زار ونزار آهه
پنهنجي تون اهيءِ عشق جا آزار ڏسي وچ.

عبدالغني احسان' ابن جوکيو (احسان بدوي شڪارپوري):

پانيم ٿي محبت ٻي ڪا سيج گلن جي
افسوس هي اچ حالتِ لاچار ڏسي وچ.

چو ڪعبي ۽ بت خاني ۾ اندو ٿي تو ڳولين
جي ڏسڻو اٿئي دل ۾ سو دلدار ڏسي وچ.

احمد خان نظاماڻي 'احمد' ننڍو قيصر:

هي دل ٿي ڪري دانهن جو فرقت ۾ رهي ٿي
سودا ۾ متايل ڪي ته سردار ڏسي وچ.

محمد رمضان 'ثاقب':

مون سج ٿي تريءَ هيٺ لڪايو نه لڪيو پر
اي شمس نـڌر پنهنجو نروار ڏسي وچ.

ميان غلام عباس قادري 'جوش':

ماري ٿو جو عاشق ۽ ڪري قيد ٿو جو دام
سو دامِ بلا زلف جو تون مار ڏسي وچ.

---

(١) ”اديبِ سنڌ“ لاڙڪاڻو - ماهه اپريل ١٩٤١ع- ص ٥٥.

سر ڏڱ ڪان ڪيو ڏار جنهن ڏار اي عاشق
اهڙن جي تون شمشير جي سا ڌار ڏسي وڃ.

قادر بخش 'حقير' (بشير):

هر وقت ڀرين ڪهڙا پيو ڪانگ اڏايان
بهتر ته اچي ڀاڻ هي لاچار ڏسي وڃ.

ڀـــو ڪهڙا ڦبا قبر تي دلدار اڏيندين
هيٺي جو اچي حال ته هڪوار ڏسي وڃ.

فتح‌الدين شاهه 'حسيني':

مدهوشي ۾ ميخوار هوندو توڪان ٻه هوشيار
مدهوش هي ميخوار اي هوشيار ڏسي وڃ.

حاجي حقير ابن مگڻ ٽنڊو قيصر:

اهڙل ۾ تون لاڙ ڪـي، يڪبار ڏسي وڃ
صحرا ٻه ٿيو غـــيرتِ گلزار ڏسي وڃ.

علي حيدر 'حيدري' دادو:

سو ٽانگ ڪري سانگ ڏٺا هوندا تو جوڳي
ڀر يـــار سندو زلف سيه مـــار ڏسي وڃ.

غلام سرور عاقلي 'سرور':

قاصدڪي پڌائڻ ٻه شڪايت ٿو مان سمجهان
تون پاڻ اچي پنهنجو هـي بيمار ڏسي وڃ.

مولوي محمد عظيم 'شيدا':

هي درد سندم دل جو ته دلدار ڏسي وڃ
هن درد ۾ ٿي چشم آ خون بار ڏسي وڃ.

شيدا سان جنهين رڻ ۾ مليو روح جي راحت
صحرا سو ٿيو غيرتِ گلزار ڏسي وڃ.

عطا محمد ' عطا' دادو:

ڳوڙهن جي ٻهل تار سدا منهنجي ڳچي ۾
ٿيو عشق ۾ تنهنجي هي عطا هار ڏسي وڃ.

ملا محمد عاقل ' عاقل':

ابروئي بتان ترک ڪماندار ڏسي وڃ
مژگان به سندن خنجر خونخوار ڏسي وڃ.

آهن ته لب لعل مٺا تنهنجا و ليڪن
عاقل جا به هي شعر شڪربار ڏسي وڃ.

ليلا رام ' لائق' سيتا روڊ:

هر زخم سندم آهه ٿيو گل ته گلابي
صحرا به ٿيو غيرت گلزار ڏسي وڃ.

نظام الدين ' نظام' گوپانگ:

ڪو سر تو ڏئي ساهه ڪوئي حسن جو صدقو
بازار محبت ۾، خريدار ڏسي وڃ.

سرجان ڪي مليو مان سندس سرخيءَ لب ڪان
دندان صنم جا در شهوار ڏسي وڃ.

نثار احمد ' نثار':

جيڏري نه ملئين پنهنجي سڪايل سان پيارا
اچ قبر تي هي حال ته يڪبار ڏسي وڃ.

عبدالوهاب ' ناظم':

بيدرد رکين درد نه تون قوم جو ڇا ڪان
ڪمزور پيل قوم ۾ لاچار ڏسي وڃ.

نواز علي ' نياز' جعفري:

هر دانهه تسبيح جي دل ۾ وهي پهتي
زاهد ڪي ڇير رتبه زنار ڏسي وڃ.

هر اشڪ مان ساقي تنهنجي تصوير ٿي ڏسجي
اڪ منهنجي ٻٽي خانئہ خمار ڏسي وڃ.

محمد صديق 'وفا' دادو:

تنهنجي ٿي محبت تہ ڪيو مون کي آ شاعر
پنهنجو سو وفا صاحبِ اشعار ڏسي وڃ.

هر 'هنٽر' صاحب:

هن وقت جي سهڻن سندو سينگار ڏسي وڃ
اچ سيکهہ ٻي، ڪر دير نہ يڪبار ڏسي وڃ.

قرضي ڪري مردن کي ڇڏيو آهہ انهن اڄ
هنٽر نہ ٿيئين تن جو طلبگار ڏسي وڃ.

اديب سنڌ طرفان اها بہ ڪوشش ڪئي وئي هئي تہ بزم مشاعره جون طرحون اهڙي نموني الف - ب وار ڏنيون وڃن، جيئن شاعر مشاعرن ۾ دلچسپي وٺندا رهن ۽ ٻئي طرف سندن ديوان به مڪمل ٿي وڃن. انڪري اديب سنڌ جي ڊسمبر ١٩٤٤ع واري پرچي ۾ نئين ديوان جي سلسلي شروع ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو ۽ غلام علي جعفري جي مشاعره لاءِ طرح ڏني وئي. (١)

"ڪشتي بحرِ الم ۾ ناخدا منهنجو خدا"

نئين سال جي پهرين پرچي جنوري ١٩٤٨ع کان "تحفہ سنڌ" نالي سان نئين ديوان ۽ نون مشاعرن جي ابتدا ڪئي وئي. ديوان جي پيش لفظ ۾ ديوان بابت هنن خيالن جو اظهار ڪيو ويو:

"روشن هجي تہ ڪيترن ورهين کان وٺي اهو خيال ڪيو ٿي ويو تہ سنڌي الف - ب موجب سنڌي شاعرن جو اهڙو ڪو ديوان تيار ڪرائجي جو بلند معيار جو هجي، انلاءِ پهرين ڪوشش ١٩٢٣ع ۾ بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي زير نگراني ڪئي وئي، مگر ڪامياب نہ ٿي. ان کانپوءِ ١٩٢٧ع ۾، ۽ ان کان پوءِ ١٩٤٠ع ۾ سنڌي سدار سوسائٽيءَ ماتحت ٽيون دفعو آزمائش

(١) ابوبڪر - "اديب سنڌ" لاڙڪاڻو - نومبر ١٩٤٧ع - ص ٣٠.

> ڪئي وئي، مگر اهڙي فتحيابي نه ٿي جهڙي ضرورت هئي......
> آخر ”اديب سنڌ“ رسالو جاري ڪيو ويو. ان ذريعي رات ڏينهن محنت ڪرڻي پئي ۽ سنڌي شعر کي اعليٰ منزل تي پهچائڻ لاءِ لڳاتار پورهيو ڪرڻو پيو. آخر ستن ورهن جي جان فشاني بعد هاڻي مس مس اهڙي جاءِ تي پهتا آهيون جتي سنڌي شعر جي ڪن استادن ۽ شاگردن جي شعرن جو گلدستو ڪاڍي ”تحفهٔ سنڌ“ جي نالي سان پيش ڪرڻ جو فخر حاصل ڪريون“.(١)

افسوس جو هن پيري ۾ نئين ديوان جو سلسلو ڪامياب نه ويو ۱۹۴۸ع کان پوءِ جلد ئي اهو سلسلو ختم ٿي ويو.

”بغير رو رعايت“ واري عنوان هيٺ مشاعري ۾ پيش ٿيل شاعرن جي ڪلام تي تنقيد ڪئي ويندي هئي. شاعرن جي ڪلام ۾ جيڪي اوڻايون، نقص ۽ خاميون هونديون هيون، انهن ڏانهن الهن شاعرن جو ڌيان ڇڪايو ويندو هو. اديب سنڌ جي پهرين پرچي ۾ ”بغير رو رعايت“ جي عنوان جي وضاحت ڪندي چيو ويو آهي، ”هن هيڊنگ هيٺ پهتل شعرن تي تنقيد ڪرڻ ۾ ايندي، گرفت ۽ داد بنسبت معلومات پهچائي ويندي. ڪنهن به شاعر صاحب جو نالو لکڻ ۾ نه ايندو. سوسائٽي جي رڪارڊ تي سيڪو شاعر رجسٽر ٿيل آهي، انهيءَ رجسٽر جو نمبر ڏيکاريو ويندو.“

هن تنقيد مان مبتدي ۽ نون شاعرن کي گهڻو فائدو ٿيو. ڇاڪاڻ ته ان تنقيد رستي هو شاعريءَ جي فن جي ڪيترين ڳالهين کان واقف ٿيندا ٿي رهيا.

”معيار سخن“ جي عنوان هيٺ سنڌ جي نون شاعرن جو چونڊ ڪلام پيش ڪيو ويندو هو جيڪو گهڻو ڪري غزل هوندو هو. اهڙيءَ ريت هنن جي غزل چوڻ لاءِ همت افزائي ڪئي ويندي هئي.

”اديب سنڌ“ پنهنجي علمي خدمتن جي ڪري پنهنجي وقت ۾ شاعرن ۾ ڪيترو مقبول هو، ان جو اندازو انهن شعرن مان لڳائي سگهجي ٿو جيڪي شاعرن ان جي مدح ۾ لکيا آهن.

---

(١) ”اديب سنڌ“، لاڙڪاڻو - جنوري ۱۹۴۸ع- (تحفهٔ سنڌ- ص ٢).

عزيزالله 'مجروح':

واه رسالو آ اديب سنڌ بيحد خوبتر
لعل موتين کان گهڻي قيمت لهي هڪ هڪ اکر.

پنهنجو ثاني پاڻ آهي، ها سندس ساراه ڪيان
اي ادا مجروح آهي نامور سو سنڌ اندر. (١)

قاضي عبدالحي 'سليم' هالائي:

"ٻهرين سال پوري ٿيڻ تي مبارڪ"

اي اديبِ سنڌ هردم آهه شڪرِ ذوالجلال
خير خوبيءَ ساڻ تنهنجو ٻهريون پورو ٿيو ته سال.

سنڌ جي گلزار- نظم و نثر ۾ جو چهچٽو
تو ڪيو ٿي مثال - بلبلِ شيرين مقال.

سنڌ ۾ القصه پنهنجي مختلف اوصاف ڪان
اي "اديبِ سنڌ" آهين پنهنجو مٽ پنهنجو مثال.

سرحبا جو يادگارِ قادري قائم ڪيو
ڪوششِ يڪتا،غريب و جوش ناظم خوشخصال.(٢)

شيخ محمد ابراهيم 'خليل':

پنجين ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي اديب سنڌ جي شان ۾ ڀڙهيل 'خليل' جي قصيده مداحيه جا ڪجهه شعر ملاحظه ڪريو:

يارن ڪي هوس ته ڪريون سير باغ جو
مون ڪي اديب سنڌ جو ٻـر انتظار اڄ

مخزن اسان جي علم ادب جو ۽ شعر جو
سنڌي زبان لاءِ ٿيوان افتخار اڄ.

دل جي ڪليءَ کي کولي عجب باغ ٿو ڪري
آيو رسالو جڻ ته ڪو آيو بهار اڄ.

---

(١) عزيزالله مجروح "اديب سنڌ" لاڙڪاڻو- نومبر ١٩٥١ع- ص ١٥.
(٢) عبدالحي 'سليم' هالائي قاضي- "اديب سنڌ"- اپريل ١٩٥٢ع- ص ٢.

نقطو سندس جــي خال تہ سڻ زلف مشڪ سا
سمجهن ٿــا اهــلِ ذوق سچو گلعذار اچ.

اي توڪي اچ ڇـي ٿـو ڏيان جــاهہ جان ۽
تـــون قلبِ بي قرار جو آهين قرار اچ.

آهين اسان جي علم و ادب جو تـون ئي چمن
جنهن جا تہ باغبان ٿيا ذي وقـــار اچ. (۱)

”اديب سنڌ“ سنڌي غزل، شاعري ۽ ادب جــي ٻارهن سال خدمت ڪري تيرهين سال ۱۹۵۳ع ۾ مالي مشڪلاتن سبب بند ٿي ويو.

## نئين زندگي

پاڪستان جي قيام کان پوءِ جن رسالن سنڌي غــزل کي نئون موڙ ڏنو ۽ جديد تقاضائن سان آشنا ڪيو ۽ ترقي پسند راهہ تــي گامزن ڪيو، انهن مان ”نئين زندگي“ جي نالي کي اوليت حاصل آهــي- ۱۹۴۸ع ڌاران پاڪستان جي مرڪزي سرڪار پنهنجي ڪارگذارين جــي تشهير لاءِ اردو ۽ پاڪستان جي ڪن صوبائي زبانن ۾ هفتيوار اخبار نما بليٽن جاري ڪيا هئا، جن مان ” نئين زندگي“ هڪ هو. نئين زندگي“ جو ايڊيٽر عبدالواحد سنڌي کي مقرر ڪيو ويو. هو جامعہ ملي دهلي جو تعليم يافتہ هــو ۽ اتــي ئــي پرائمري اسڪول ۾ استاد هو، جتي هن وڏي چاهہ سان ڪم ڪيو هــو ۽ ٻارن لاءِ اردو ۾ ڪهاڻين جا ڪيترا ڪتاب لکيا هئا جن کي ڪافي شهرت حاصل ٿي هئي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هو پنهنجي وطن واپس آيو هو.

عبدالواحد سنڌي پرعزم، پرجوش، ڪم جو ڪوڏيو ۽ تڪليفون برداشت ڪرڻ وارو ۽ محنت ڪندڙ شخصيت جو مالڪ هو. هن کي جڏهن نئين زندگي جي ايڊيٽري ملي تہ هو ڏاڍو خوش ٿيو تہ هاڻــي هو هــن رسالــي معرفت پنهنجي سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جي خدمت ڪري سگهندو.

جلد ئي پاڪستان سرڪار محسوس ڪيو تــہ سنڌن خبرڻ وارن بليٽن ۾ عوام جي ڪا بہ دلچسپي ڪانہ هئي، تنهن ڪري هن پنهنجن سمورن بليٽن کي ادبي رسالن جي صورت ۾ تبديل ڪري ڇــڏيو، جنهن ۾ سرڪاري

---

(۱) محمد ابراهيم ’خليل‘ شيخ ”اديب سنڌ“ (ماهوار) لاڙڪاڻو- اپريل ۱۹۴۴ع ص ۲۲.

ڪارگذارين جو پڻ حصو هو. انهن ۾ نئين زندگي اهم هئي. نئين زندگيءَ کي نئون روپ فيبروري ١٩٥٠ع کان مليو. عبدالواحد سنڌي هن موقعي جو فائدو وٺي سنڌي علم و ادب، شعر و شاعري، تاريخ و تمدن وغيره جي عظيم خدمت ڪئي.

پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ جڏهن ادبي دنيا ۾ اونده ڇانئجي وئي هئي، ان زماني ۾ ”نئين زندگي“ نئين لاٽ ٿي اڀري جنهن تي سنڌ جا اديب پراڻا ۽ نوان پتنگن جيان اچي ڪٺا ٿيا. نئين زندگيءَ کي اهو فخر حاصل آهي ته ان سون نون اديبن کي پيدا ڪيو، انهن جي تربيت ڪئي ۽ انهن کي اوج تي پهچايو.

نئين زندگيءَ جتي ادب ۽ شعر و شاعري جي مختلف صنفن جي سرپرستي ڪئي، اتي غزل جي مثان به هٿ رکيو. حقيقت هيءَ آهي ته جديد غزل جي اوسر ۾ نئين زندگيءَ جو وڏو هٿ آهي. ترقي پسند ادب جي اوسر ۾ وقت جي اهم تقاضائن ۽ نئين روشني رکندڙ نقادن جي سخت تنقيدن نئين زندگي جي شاعرن کي ان ڳالهه تي مجبور ڪيو ته هو غزل جا پراڻا پنڌ ۽ پيچرا ڇڏي نئين راهه اختيار ڪن. نئين زندگي ۾ شايع ٿيل ڪي غزل مثال طور پيش ڪجن ٿا جن جي مطالع مان معلوم ٿيندو ته نئين زندگي سنڌي غزل کي ڪهڙو موڙ ڏنو.

درد کي لا دوا ڪري ته ڏسان
عشق جي انتها ڪري ته ڏسان.

چو هلان رهنما جي مرضي تي
پاڻ کي رهنما ڪري ته ڏسان.

تنهنجي بخشش جي سون پڏي تعريف
مان به ڪائي خطا ڪري ته ڏسان.

زندگي ۾ سڪون جي ڪولا
تجربو ٿيندو، ها ڪري ته ڏسان.

منهنجا ساٿي سمهي پيا شايد
ڪا نوا ڪا صدا ڪري ته ڏسان.

ميڪدي ۾ يا دير ۾ هوندو
جوش جي ڪا پڇا ڪري ته ڏسان.(١)

(شيخ عبدالحليم جوش)

---

(١) عبدالحليم شيخ 'جوش'. ”نئين زندگي“ (ماهوار)- اپريل ١٩٦٠ع- ص ٤٥.

اڄ سر دار ڇڪڇڪو ٿيندو
دردمندن جو فيصلو ٿيندو.

فصل گل تنهنجا گل اڪين تي ڀر
نيٺ رخصت هي قافلو ٿيندو.

ٿي پڇي مون کان منهنجي تنهائي
ڪير غربت ۾ آسرو ٿيندو.

هاڻ آهن جو وقت ناهي ڀر
داغ دل سان ته سوجهرو ٿيندو.

يا دلاسن تي دل کي پرچايان
ڪير پنهنجو هتي ٿيو ٿيندو.

مون کان پنهنجن ۾ اڄ ڪيو پاسو
تنهنجو اي بيڪس پلو ٿيندو.

جيڪو مجروح کي سڏي غافل
اهڙو ديوالو ڪو بيو ٿيندو.(١)

(علي محمد مجروح)

١٩٥٩ع ۾ رشيد لاشاري ”نئين زندگي“ سان وابسته ٿي ويو. هو سنڌي غزل جو استاد شاعر هو. جيترو وقت هو نئين زندگيءَ ۾ ڪم ڪندو رهيو اوترو وقت غزل جي آبياري ۾ ڪندو رهيو. سال ١٩٦٠ع ۾ هن جي ترغيب سان ”نئين زندگيءَ“ ۾ پراڻو اخباري مشاعرن وارو سلسلو نئين سر شروع ڪيو ويو. شاعري لاءِ طرح جي اعلان ۽ آيل غزلن جي انتخاب کي نئين زندگيءَ جي صفحن جي زينت بنايو ويو. هن مشاعري جي خاص ڳالهه اها هئي ته شاعري کي سنڌ جي ڪنهن اديب، شاعر يا بزرگ جي نالي منسوب ڪيو ويو. جيئن مشاعره خادم (حاجي محمود)، مشاعره ’نياز‘ (نوازعلي جعفري)، مشاعره قليچ وغيره.

نئين زندگي جي ڪن مشاعرن جون مصرع طرحون هيون:

”باغ سان ڳالهه باغبان جو ذڪر لازم ٿو ٿئي“ (سيپٽمبر ١٩٦٠ع)

(١) علي محمد ’مجروح‘ - ”نئين زندگي“- مارچ ١٩٥٥ع- ص ٥٥.

”مبارڪ اي وطن وارا وطن ۾ انقلاب آيو“ (آڪٽوبر ١٩٦٠ع)
”زندگي ۾ ٿي هڪ تخفيف هڪڙي سال جي“ (ڊسمبر ١٩٦٠ع)

”نئين زندگي“ جي مشاعرن جو هي سلسلو هڪ سال کان وڌيڪ عرصو هلي نه سگهيو ۽ ڊسمبر ١٩٦٠ع کانپوءِ ان سلسلي کي ختم ڪيو ويو.

عبدالواحد ’سنڌي‘ جي رٽائر ٿي وڃڻ کان پوءِ نئين زندگي جو ايڊيٽر شمشيرالحيدري، اسسٽنٽ ايڊيٽر شعبان ’بخت‘ مقرر ٿيو. هنن ٻنهي شاعرن جتي نئين زندگي کي وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي اتي سنڌي غزل سان به نينهن نڀايو آهي.

## فردوس

١٩٥٠ع ۾ هالن جي ڪجهه نوجوان اديبن ۽ شاعرن ”فردوس“ نالي علمي، ادبي ۽ قلمي رسالو ڪڍيو. هن رسالي جو ايڊيٽر حاجي عبدالرحمان ’انجم‘ هو. محمد شفيع ’انور‘ ۽ قاضي عبدالحي ’سليم‘ فردوس کي ترقي وٺرائڻ ۽ مقبول بنائڻ ۾ سندس خاص ساٿي هئا. هنن ٽنهي صاحبن جي ڪوششن سان ”فردوس“ سنڌ جي نوجوان طبقي ۾ مقبوليت حاصل ڪري ورتي. جيئن ته ’انجم‘، ’انور‘ ۽ ’سليم‘ ٽيئي غزل جا شاعر هئا، تنهنڪري هنن فردوس جي گلگشت ۾ غزل کي خاص جاءِ ڏني، نه صرف ايترو پر رسالي جي ٽئين سال جي شروعات يعني جنوري ١٩٥٢ع ۾ ”بزم فردوس“ هالا جي نالي سان اخباري مشاعره جو بنياد وڌو، جنهن جا عهديدار هيٺين ريت چونڊيا ويا:

| | |
|---|---|
| سرپرست: | مخدوم محمد زمان طالب المولي |
| صدر: | ’انجم‘ هالائي. |
| نائب صدر: | محمد عمر ’اختر‘. |
| سيڪريٽري: | انور هالائي. |
| جوائنٽ سيڪريٽري: | غلام اڄڙو. |

بزم فردوس طرفان ”فردوس“ رسالي ۾ طرح ڏني ويندي هئي، جنهن تي ٻهتل شعر خاص مشاعرو ڪري پڙهيا ويندا هئا ۽ انهن جي انتخاب کي ”فردوس“ ۾ شايع ڪيو ويندو هو.

”فردوس“ سنڌ جي شاعرن ۾ ڪيترو مقبول هو، ان جو اندازو ”فردوس“ جي مدح ۾ چيل شعرن مان لڳائي سگهجي ٿو.

سون ٻڌان ٿو اصل دانش ڪان پڙهي فردوس ڪي
آ سزو فــردوس ۾ يا جنت‌الفردوس ۾. (١)

بزم فردوس جا جيڪي مشاعرا فردوس ۾ شايع ٿيل آهن انهن مان ڪن جون طرحون هي آهن:

١- "گلستانِ جهان ۾ ڪر جمالِ رنگ و بو پيدا" (مي ١٩٥٢ع)
(هي بزم فردوس جو پهريون مشاعرو هو)
٢- "خدا ڄاڻي ته ڇو اڄ دل ۾ دلبر ياد آيو آهه" (آگسٽ ١٩٥٢ع)
٣- "تون راهِ وفا ۾ جفا ڪان نه ڊڄ" (اپريل ١٩٥٣ع)

بزم فردوس ۾ جن شاعرن جا غزل شايع ٿيل آهن، تن مان ڪن جا نالا هي آهن:

طالب‌المولى، عارف‌المولى، انجم هالائي، انور هالائي، سليم هالائي، محمد عمر، ذوالفقار راشدي، الله بخش عقيلي سرشار، امير قريشي، رند مهرالووري، عبدالڪريم ٻلي.

بزم فردوس جي آگسٽ ١٩٥٢ع واري مشاعري ۾ ٩م شاعرن جا غزل شايع ٿيل آهن ان مان غزل سان شاعرن جي دلچسپي جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. مشاعري جو انتخاب ملاحظه ڪريو:

'انجم' هالائي:

ڇڏائي سون ڪئي جنهن سان اهو ئيو دشمن، قاتل
قتل‌گهه ۾ ڪٺي تلوار هـــو جــلاد آيــو آهه.

'اختر' خليفو محمد عمر هالائي:

نه ڏي اي نامه بر، قاتل جي طرفان قتل جون ڌمڪيون
اسان جي لئه ته پيغامِ مبارڪ بـــاد آيـــو آهه.

'انور' محمد شفيع هالائي:

نزع جو وقت آهي، چوطرف هنگامه مايوسي
خدا ڄاڻي ته اڄ ڇو دل ۾ دلبر ياد آيو آهه.

---

(١) ملازم سلطان ڪوٽي- 'فردوس'- ماهه آڪٽوبر ١٩٥٤ع- ص ٢٨.

عبدالڪريم ٻلي:

خدا ڄاڻي ته ڇو اڄ دل ۾ دلبر ياد آيو آهه
الاجي اوچتو ڪيئن باغ ۾ صياد آيو آهه.

'سليم' ڳاڙهوي:

سموري شب ستارا ٿا ڳڻن سڏڪا 'سليم' اڪثر
انهن ڏي ٻي ڏکيءَ دل جو اسانو ياد آيو آهه.

'نظر' سنڌي:

نه فصل گل، نه ڪو بادل، نه اهي شمع، نه پيمانو
خدا ڄاڻي ته ڇو اڄ دل ۾ دلبر ياد آيو آهه.

'نياز' نياز محمد پنهور دادو:

لبن تي آ لڳل سرخي، چشم آهوءَ مثل جنهن جا
اهو غنچه دهن سونڪي وري اڄ ياد آيو آهه.

'خانم' عبدالنبي روهڙي:

پڌايان ڇا زمانو هر سر بيداد آيو آهه
سهڻ سورن جي لئه آدم سندو اولاد آيو آهه.

'اشڪ' گل محمد ڳلالائي بلوچ:

شڪايت ظلم جي ڏکندي صنم جي پيش آندم پر
نه سمجهيو هن سندم عاشق ڪٿي فرياد آيو آهه.

## مهراڻ

مهراڻ (ٽماهي) رسالي سنڌي زبان ۽ ادب جي وڏي خدمت ڪئي آهي. سنڌي ادب ۽ شاعريءَ کي اڳتي وڌڻ وڌايو، نين راهن تي هلائڻ، ادب ۾ رجعت پسند پنڌتن کي ٽوڙڻ ۽ سنڌي ادب جي وقت جي جديد ۽ ترقي پسند رجحانن سان آشنائي ڪرڻ ۾ هن رسالي جي قابل ايڊيٽرن جي ڪوشش جو وڏو هٿ آهي.

سنڌي ادبي بورڊ جي ٽماهي هيٺ شايع ٿيندڙ "مهراڻ" زندگيءَ جا

٧ دؤر ڏنا آهن. پهريون دؤر مارچ ١٩٤٦ع کان جون ١٩٤٨ع تائين ۽ ٻيو ١٩٥٥ع کان موجوده وقت تائين. ٻئين دؤر جي ايڊيٽوريل بورڊ جو چيف ايڊيٽر مولوي دين محمد وفائي هو. ٻئي دؤر جي ايڊيٽرن ۾ محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، پير حسام الدين راشدي ۽ غلام محمد گرامي جا نالا قابلِ ذڪر آهن.

سنڌي زبان جو هي پهريون رسالو آهي جيڪو نهايت ضخيم ۽ گهڻن صفحن تي مشتمل آهي. ان ڪري هن رسالي ۾ نثر توڙي نظم جون گهڻو ڪري سڀئي صنفون شايع ٿينديون رهيون آهن. انهن صنفن ۾ غزل کي پڻ جدا جاءِ ڏني وئي آهي، جنهن ۾ سنڌ جي قديم توڙي جديد شاعرن جا غزل نهايت اهتمام سان شايع ڪيا ويندا آهن.

هن رسالي جي طرفان شروع کان وٺي اها ڪوشش رهي آهي ته سنڌي غزل کي ڌارين روايتن کان آجو ڪري ان جي پرورش سنڌي ماحول ۾ ڪئي وڃي، جيڪا ايڊيٽر جي هنن لفظن مان معلوم ٿئي ٿي، "انهن جذبي جي ترجماني سنڌي ماحول اندر ئي لهي ٿي، اهو ماحول ڪو ايراني يا لکنوي ماحول کان گهٽ ميٺاج وارو ۽ گهٽ مٺو نه آهي". (١)

سنڌي غزل جي جديد رنگ روپ ۾ مهراڻ جي ڪوششن کي وساري نٿو سگهجي. جتي مهراڻ سنڌي شاعري جي ٻين صنفن ۾ جدت پيدا ڪئي آهي، اتي سنڌي غزل ۾ به نئون رنگ ۽ روپ ڀريو آهي. جنهن جا ٿورا مثال پيش آهن:

تو جيان ٿيڙ بي نشان ۽ تو جيان بي نام ٿيو
ٿيو جو گم تنهنجي خيالن ۾ خيالِ خام ٿيو.

هر ڪي کي پنهنجي پنهنجي ريت پنهنجي نيت آ
تنهنجي لئه جو آهي داڻو، منهنجي لئه سو دام ٿيو.

جي اکيون پوٽيو ته اوندهه ۽ جي کوليو روشني
هر ڪنهين جو پنهنجي ظرف آهر ئي صبح وشام ٿيو.

جيڪي قاتل ها انهن تي ڪو نڪو آيو حرف
دار تي جنهن سر ڏنو سو موردِ الزام ٿيو.

---

(١) ايڊيٽر "گذارش" مهراڻ (نماهي)- سرءُ ١٩٥٥ع ڪراچي- ص ٥.

ذهن جي اپ تي ٿي تنهنجي ياد اڀري ۽ لٿي
دور ٿي توکان اٿين ٿي منهنجو صبح و شام ٿيو.(١)

(تنوير عباسي)

اونده جو ڪلجو چير ڪري، چانڊاڻ ڪٿي آيو آهيان
هن جڳ جي لٽ مان نور نرالو ساڻ ڪٿي آيو آهيان.

پيشاني لهوءَ ۾ لال اٿم، سينو به ڦٽيل ۽ جسم ڌڪيل
غاصب کان پلٽ جيڪي به پيم، توڪ ڻ ڪٿي آيو آهيان.

مقتل ڏي هلو، پٽتي نه ڏسو، هي رسم ادا هر بار ڪيو
"دودي" جي ڏسيا، "دريا" جي ڏنا، اهڃاڻ ڪٿي آيو آهيان.

سرمست هئا، سروبچ هئا، رت ريج ڏنو جن ڌرتيءَ کي
ان پاڪ مٽيءَ مان مٺ ڀري ڳاڙهاڻ ڪٿي آيو آهيان.

وارن کي چنڊي، خوشبوءِ کي پڪيڙي، تاج پلي محبوب نه ڪو
پورهيت جي پسيني مان جا ملي، سرهاڻ ڪٿي آيو آهيان.

(تاج بلوچ)

وقت ڪهڙي تي بهار آيو هلي ڏس ته سهي
پند بلبل ٿي، ويس ڳهر به جلي ڏس تہ سهي.

هر جڳهه قيد، هر سوڙ تي ڦاسي ٿو پسان
جا انهيءَ کي ٿا سڏن تنهنجي ڳلي ڏس ته سهي.

گل ٽڪي جهنب سان بلبل ٿي رڙي "هاوڙي گل"
حسن سان عشق عجب چال چلي ڏس ته سهي.

زندگي سڀ کان نٽين سڀ کان پراڻي آهي
ٻر پرولي نه سندس ڪنهن به سلي ڏس ته سهي.

رات پريات هٿان توئي ڏسي پيغام مڪا
روبرو هاڻ وهين ڪمن ٿو الي ڏس ته سهي.

---

(١) "مهراڻ" (رسالو ٽماهي) حيدرآباد - پرچو ٣، سال ١٩٧١ع - ص ٣٦.

جام ڪان پيچ ته شراب آيو ڇپڻ تائين ڪيئن
مون جهليو مانس، مگر مي نه جهلي ڏس ته سهي.

واٽ تنهنجي تي تڪيان پاري ڏيا اکڙين ۾
ختم ٿي عمر، نه مون آس ٻلي، ڏس ته سهي.

شرم ڪان هيٺ اکين ڪي تو جهڪيو ها لاءِ
نيڻ ڪڻ، مون سان نه ڳالهاءِ ڏس تـــه سهي.

تنهنجو 'دلگير' غريب آيو ڪٺي تـــيچ تحفو
هار لڙڪن جو قبولج نه ٻلي ڏس ته سهي.(١)

(هري درياني دلگير)

## روح ادب

١٩٥٤ع ۾ مخدوم محمد زمان طالب المولي جي ڪوشش سان حيدرآباد ۾ هڪ ادبي ادارو "اداره روحِ ادب سنڌ" جي نالي سان قائم ڪيو ويو جنهن جو ڪم هو سنڌي علم ادب جي اشاعت. انهيءَ ڪم کي پاية تڪميل تائين پهچائڻ لاءِ اداره روحِ ادب جي ماتحت ٽي شعبا قائم ڪيا ويا :
١- دارالمصنفين، ٢- بزم مشاعره، ٣- راڳ سڀا.

اداره روحِ ادب سنڌ جـي طرفان ساڳئي سال آڪٽوبر مهيني ۾ حيدرآباد مان "روحِ ادب" نالي سان ماهوار رسالو شروع ڪيو ويو جنهن جو سرپرست مخدوم محمد زمان ۽ ايڊيٽر محمد خان غني هو. جيئن ته اداره روح ادب جي بنيادي شعبن مان بزم مشاعره اڻ هو، تنهن ڪري روحِ ادب نه صرف غـزل جي سرپرستي ڪئي پر اخباري مشاعرن جـي روايت کي به قائم رکيو. روحِ ادب جي پهرين پرچي ۾ مشاعره روحِ ادب جـو اعلان هنن لفظن ۾ ڪيو ويو، " هر مهيني روحِ ادب جي طرفان هڪ مصرع طرح ڏني ويندي جنهن تي آيل نظمن جو اختصار روحِ ادب ۾ ڏنو ويندو. هـن دفعي لاءِ مصرع طرح آهي(٢):

" پيچ پرين ڪان سي ڪلهن ڪا منهنجي پوئواري ڪندا."

---

(١) "مهراڻ" (ٽماهي) ڪراچي- پرچو ١ ۽ ٢- سال ١٩٥٨ع- ص ٤٣.
(٢) "روح ادب" (ماهوار)- آڪٽوبر ١٩٥٤ع- حيدرآباد - ص ٿ.

## انتخاب مشاعره (۱)

طالب المولى:

ڪين لاهيندا ڪڏهن مون مان سچن هٿ پاڻ، جو
عيبدارن سان غمن ۾ ڪا تہ، غمخواري ڪندا.

ڪن اميدن تي اهـا ويٺي نهاريان واٽ ڙيون
نيٺ نرمل تنهن نـڏر جي ڪا نظرداري ڪندا.

محمد خان 'غني':

سور سهه، ڪر ڪانہ ڪا ٻر تون طبيبن جي طلب
درد جن دل کي ڏنو سي دوست دلداري ڪندا.

ڪهڙي ڪئي ڇو ڪانگلا ڪجهہ تون حبيبن سان حال
پيچ پرين کان هو ڪڏهن ڪا منهنجي پونواري ڪندا.

نواز علي 'نياز' جعفري:

منهنجا سارو غمزدي سان نيٺ غمخواري ڪندا
درد ۾ دلگير جـي هيڪر تہ دلداري ڪندا.

بي قصور آهيان تڏهن بي بدگماني کان غلط
ڪا نہ ڪا تهمت رکي ڪوڙي مونکي ڪاري ڪندا.

اسدالله غني ٽکڙائي (اسدالله شاهہ):

ڪيئن هلي حجت حبيبا تو اڳيان هيڻي سندي
در سندهہ تي دمبدم ويـا نياز نيزاري ڪندا.

جان بلب آهي 'اسد' اڄ يا سڀان ويندو هليو
هن مريضِ عشق سان ڪا دوست دلداري ڪندا.

خالدي لڏوي:

ڏير ڏاڍائي ڪري جي ڏک ڏکي کي ڏيئي ويا
غمزده غمگين جي سي ڪهڙي غمخواري ڪندا.

ترس جي تر جيترو ڪائي، نہ ڪائي تي سکيا
سي وري سردار ڪيئن سورن ۾ سرداري ڪندا.

حافظ احمد لاکو (ميرپور ٻٺورو):

مير مرسل جي مهاڀي ٻخش ٻدڪاري ڪندا
ڏيئي دلاسا، دل ڏکويل سان دلداري ڪندا.

مولوي محمد نورنگ زاده:

پيچ برين کان هو ڪڏهن ڪا منهنجي غمخواري ڪندا
يا سپادا هيءَ مٺي مرڪ، ڏکي ڏاري ڪندا.

وڃ نه ويچن وٽ وري ۽ ٿي طبيبن تات ڪين
ڇاڪ ڇڇريل کي وجهي حيران هيڪاري ڪندا.

آصف خان مصراڻي ’آصف‘:

مون نه ڄاتو ڪيچ وارا ڪاڪ هيئن ڪاري ڪندا
پاڻ سان نيندا پنهل ۽ مون کان بيزاري ڪندا.

جي وڃن جي ووڙ ڪئي تن سان ور ٿيا واهرو
ڇو نه آصف مهل اوکيءَ ۾ مددگاري ڪندا.

”روح ادب“ نه صرف پنهنجا اخباري مشاعرا شروع ڪيا پر ان پڻ بزم مشاعرن جي سرپرستي ۾ ڪئي. ان جي ڊسمبر ۽ جنوري واري پرچي ۾ بزم محراب ادب ڪراچي جو هڪ مشاعرو جنهن جي طرح هئي: ”ڪو جلائي ويو عروس لاله جي معصوم دل“ شايع ٿيل نظر اچي ٿو.

روح ادب جي آمد ڪري ڪيترن اديبن ۽ شاعرن ۾ سرهائي پيدا ٿي هئي، جن مان ڪن ان جا مرحبائي نغما لکيا، راز ٻلوائي ان جي آجيان ڪندي چوي ٿو:

روح ادب رهي شل هر دؤر هر زمن ۾
مقبول آهي بيشڪ پنهنجي سو ٿيو وطن ۾.

دامن ۾ پنهنجي ڪثندي علم و ادب جا گوهر
پهچي ٿو هي سفينو هر گوشه وطن ۾.

سنڌي زبان جو هي روشن چراغ آهي
ٿي ضوفشان ويو هي هر بزم و انجمن ۾.

روحِ ادب ۾ نه صرف سنڌ جي نون ۽ پراڻن شاعرن جا غزل شايع
ڪيا ويندا هئا، پر مبتدي غزلگو شاعرن کي عروض کان واقف ڪرڻ لاءِ
"شاعري جا سبق" جي عنوان سان هڪڙو سبقن جو سلسلو شروع ڪيو ويو
هو، جيئن نوآموز شاعر پنهنجون فني غلطيون دور ڪري سگهن ۽ علم معاني
۽ بديع جي ڄاڻ حاصل ڪري سگهن. افسوس جو هي رسالو به مالي
مشڪلاتن سبب ڪجهه اشاعتن کان پوءِ بند ٿي ويو.



# بـــزم مشاعـره

١- بزم مشاعره
٢- مير علي شير قانع وارو مشاعرو
٣- قاضي امام علي وارو مشاعرو
٤- ماڻڪي جا مشاعرا
٥- بزم نشاط ٽنڊو
٦- بزم مشاعره لاڙڪاڻو
٧- مير علي نواز جا مشاعرا
٨- سنڌي ساهت سميلن (بزم مشاعره) شڪارپور
٩- واڻين جي پڙ وارا مشاعرا
١٠- بزم مشاعره ميرپور ٿل
١١- بزم ادب ڪراچي
١٢- بزم مشاعره ٺاري
١٣- بزم صوفي
١٤- بزم بلبل
١٥- بزم مشاعره ڊي-جي-سنڌ ڪاليج ڪراچي
١٦- يونٽري سوسائٽي
١٧- بزم ادب حيدرآباد
١٨- بزم مشاعره سکر
١٩- سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد جا مشاعرا
٢٠- بزم مشاعره جيڪب آباد
٢١- سنڌ سڌار سوسائٽي ڪراچي
٢٢- مجلس مشاعره (نوابادڪراچي)
٢٣- انجمن اردو ترقي ڪراچي جا مشاعرا
٢٤- انجمن شعراءِ هالا
٢٥- انجمن آفتاب ادب دادو
٢٦- بزم ادب نواب شاهه
٢٧- جميعت الشعراءِ سنڌ
٢٨- بزم نظامي ڪراچي
٢٩- بزم ناز خيرپور
٣٠- بزم خليل حيدرآباد
٣١- محفلِ احباب ڪراچي
٣٢- بزم احباب خيرپورناٿن شاهه
٣٣- بزم نظامي ڪراچي
٣٤- بزم تارڪ گهوٽڪي
٣٥- بزم بسمل ٽنڊو محمد خان
٣٦- بزم طالب المولي سنڌ
٣٧- انجمن جان ادب جيڪب آباد
٣٨- بزم سرشار ڪراچي
٣٩- بزم اظهر گهوٽڪي
٤٠- بزم ادب ٺٽون امروٽ



# بزم مشاعره

سنڌي غزل جي اوسر ۾ سڀ کان گهڻو ڪم بزم مشاعرن ڪيو آهي. اهي بزم مشاعره ئي هئا جن سنڌ جي شاعرن جو توجهه شاعريءَ جي ٻين صنفن جي ڀيٽ ۾ غزل ڏانهن وڌيڪ ڇڪايو يا ائين ڪٿي چئجي ته کين غزل جو شيدائي ڪري ڇڏيو.

سنڌ ۾ شاعري جي ٻي ڪا به اهڙي صنف نه ملندي جنهن جي ترويج ۽ ترقي لاءِ اهڙي طرح منظم ڪم ڪيو ويو هجي، جهڙي طرح غزل لاءِ. بزم مشاعره، غزل جا منظم ادارا هئا، جن ۾ ماهوار يا ٿوري وقت جي وٿيءَ کان پوءِ ڪنهن مقرر طرح تي مشاعرا ٿيندا هئا، جن ۾ مختلف هنڌن جا شاعر پنهنجا رنگين غزل لکي اچي شريڪ ٿيندا هئا. جن تي سامعين جتي تحسين ۽ آفرين جا گل گهوريندا هئا، اتي ڪڏهن ڪڏهن تنقيد جا تيز ڪنڊا به چڀائيندا هئا. جي شاعرن جي ڪلام جي حسن، خوبصورتي، انداز بيان ۽ خيالن ۽ فڪر جي نزاڪت ۽ بلندي جي مدح ڪئي ويندي هئي ته انهي عيبن ۽ اوڻاين ڏانهن انهن جو ڌيان نهايت سليقي ۽ تهذيب سان ڇڪايو ويندو هو، جيئن شاعر جي گهٽتائي ۽ دل شڪني به نه ٿئي ۽ ان کي پنهنجي ڪلام جي عيبن جو پتو به پوي، جيئن آئنده هو ساڳين غلطين ڪرڻ کان پاسو ڪري سگهي. مشاعرن ۾ اهڙيءَ ريت فن ۽ فڪر جي اصلاح ٿيندي رهندي هئي.

مشاعرن ۾ علم عروض مطابق بحر ۽ وزن جي جاچ ۽ ٻولي ۽ لفظن جي استعمال ۽ صحت تي وڌو ڌيان ڏنو ويندو هو، جيڪڏهن ڪنهن به شاعر کان ڪا عروضي يا لفظ جي درست استعمال ۾ سهو ٿي ته ان تي يڪدم گرفت ڪئي ويندي هئي، جنهن جي تصديق شيخ عبدالله 'عبد' جي بيان ڪيل هن واقعي سان ٿئي ٿي.

نظامي صاحب واري هڪ مشاعره (بزم ادب) ۾ 'ڪاظم' به موجود هو، نوآباد جي مجلس جا اراڪين به موجود هئا. مولوي عبدالغفور سيتائي

۽ اسان سان ڪڏجي هلبو. مشاعري ۾ منهنجو نالو صدارت لاءِ پيش ٿيو. انهيءَ مشاعري ۾ پڻ سيني دوستن سان گڏ ڪاظم مرحوم به پنهنجو شعر پڙهيو. ڪاظم جي لفظن ۾ هڪ ترصيع ۽ ترنم هو. مشاعره ختم ٿيڻ کان اڳ مون پنهنجي گذارشن ۾ شاعرن جي نالن وٺڻ کان سواءِ ڪن لفظن تي اعتراض پيش ڪيا. انهن اعتراضن ۾ ”شتربان“ جي لفظ تي به اعتراض ڪيو ويو، جو شاعر غلط ٻندش سان يعني ت جي سڪون سان ڪم آندو هو. مرحوم ڪاظم انهيءَ اعتراض لاءِ سند گهري، جنهن تي ڪي ٻاهرين شاعرن جا شعر پيش ڪيا ويا، پر ڪاظم جي تسلي نه ٿي. ٻئي ڏينهن ڪاظم مرحوم مون سان ملڻ آيو ۽ چيائين ته اوهان جو اعتراض صحيح آهي ۽ لغت ڏسڻ کان پوءِ هاڻي مون لاءِ انڪار جي گنجائش ڪانهي ۽ پنهنجو شعر درست ڪيائين.(١)

بزم مشاعره هڪ اهڙو مرڪز هئو جتي شاعرن جي هڪ ٻئي سان ڏيٺ ويٺ ۽ تعارف ٿيندو هو ۽ هڪ ٻئي سان لاڳاپا وڌندا هئا ۽ شاعريءَ بابت هڪ ٻئي جي خيالن کان واقف ٿي گهڻو ڪجهه پرائيندا هئا، خاص طرح نوآموز شاعرن کي استاد شاعرن جي صحبت مان گهڻو ڪجهه حاصل ٿيندو هو.

مشاعرن ۾ ساڳئي طرح تي ساڳئي بحر وزن ۽ ساڳئي رديف ۽ قافيي تي غزل لکڻ وقت شاعرن جي ذهنن ۾ مشاعري ۾ شريڪ ٿيندڙ ٻين شاعرن کان سبقت حاصل ڪرڻ جو خيال سمايل هوندو هو، تنهن ڪري هر شاعر جي اها ڪوشش هوندي هئي ته هو پنهنجي غزل ۾ هڪ هڪ قافيي کي بهترين نموني ادا ڪري. مضمون آفريني ۾ اهڙا موتي پيش ڪري جن جي روشنيءَ اڳيان ٻين جا شعر بيهي نه سگهن ۽ تخيل جي اِيڏي بلنديءَ تي پرواز ڪري جتي ٻين شاعرن جي پهچ ٿي نه سگهي. مقابلي جي انهيءَ خواهش ۽ ٻين کان اڳ کڻڻ جي تمنا هر شاعر کي پنهنجي طبعي جوهر ڏيکارڻ تي آماده ڪندي هئي.

ان ڇوڙ ۾ ڪو وڌاءُ ڪونهي ته ”بزم مشاعره“ سنڌي غزل جا مڪتب هئا، جتي شاعر عروض، علم بديع، لفظن ۽ ٻولي جي صحيح استعمال،

---

(١) اياز حسين قادري ”مٽيءَ لڏو ساں“. رشيد اينڊ سنس ڪراچي. ص ٣٣.
شيخ عبدالله مضمون ”منهنجون يادگيريون“.

شعر جي حسن ۽ قبح، خيالن جي بلند پروازي، نفاست ۽ نزاڪت جا سبق حاصل ڪري پڻ ٿي نڪرندا هئا.

پروفيسر رام پنجواڻي مشاعرن بابت چوي ٿو، ”پنهنجي سر مون هنن مشاعرن سان گهڻو ڪجهه پرايو آهي. لفظ ڪيئن پوري معنيٰ سان آڻجن، لفظن جو صحيح استعمال ڪيئن ڪجي، بحر وزن تي پورو شعر ڇوڻ ڪيئن سکجي، غلط شعر جي اصلاح ڪيئن ڪجي، صرف و نحو تي ڪيئن ڌيان ڏجي، پاڻ تي تنقيد ڪيئن فراخدلي سان ٻڌجي، تهذيب اندر ان جي ڪيئن موٽ ڏجي ۽ پنهنجون خاميون ڪيئن فضيلت سان کولي ظاهر ڪجن. اهي سڀ ڳالهيون مون مشاعره ۾ سکيون آهن ۽ اهي ڳالهيون مون جهڙن شاعرن لاءِ ضروري آهن.“(١)

بزم مشاعرن جي تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿيندو ته جڏهن کان سنڌ ۾ اهي وجود ۾ آيا آهن. انهيءَ وقت کان وڏي انهن غزلن جي سرپرستي ڪئي آهي. ايتري قدر جو مشاعره جي معنيٰ ئي ”غزل جا مشاعره“ ورتي رهي ٿي.

پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ وقت جي تقاضائن نثر ۽ نظم جي گڏيل نشستن ۽ مجلسن کي وجود ۾ آندو آهي جيڪي اڄ بزم مشاعرن جوئي پيو روپ آهن. بزم مشاعرن جي تبديل ٿيل يا ارتقا ڪيل صورت، ادبي ڪچهريون مجلسون ۽ ادبي سنگت جا ميڙ آهن جن ۾ نه صرف نظم بلڪ نثر جا شهپارا پيش ڪيا وڃن ٿا ۽ انهن تي تنقيد ۽ تبصرو ڪيو وڃي ٿو.

## مير علي شير قانع وارو مشاعرو

سنڌ ۾ شاعري جو رواج ڪڏهن کان شروع ٿيو، ان بابت ڪا آخري راءِ قائم ڪري نه ٿي سگهجي، پر اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو ته ڪلهوڙن جي زماني ۾ مشاعرن جو رواج هو. ڪيترا شاعر ساڳئي طرح تي طبع آزمائي ڪندا هئا ۽ هڪ ٻئي کي غزل ٻڌائي داد وصول ڪندا هئا، هن دور ۾ مقامي ماڻهن ۾ پارسي شاعري لاءِ ايترو ته چاهه وڌي ويو هو جو مشاعرا ٿيڻ لڳا هئا. (٢)

---

(١) رام پنجواڻي پروفيسر ”لهرون“ - ترتيب شيخ عبدالرزاق ’راز‘ - سال ١٩٤٦ع مضمون ”شعر ۾ انقلاب“ - ص ١٤.

(٢) ايچ.آءِ. سدارنگاڻي- ”پرشن پوئٽس آف سنڌ“- سنڌي ادبي بورڊ ١٩٥٦ع ص ٨٥.

مير علي شير قانع اهڙي هڪڙي مشاعري جو ذڪر "مقالات‌الشعرا" جي خاتمي ۾ ڪيو آهي. هو چوي ٿو ته "هڪڙي ڏينهن شيوڪ رام 'عطارد' ۽ محمد اعظم منهنجي گهر ويٺا هئا، چيائون ته اڄ ڪنهن نئين زمين ۾ طبع آزمائي ڪرڻ گهرجي، "در زنجير شد" رديف مقرر ڪيو ويو ۽ "خواب" ۽ "آب" جو قافيو چونڊيو ويو. سڀني طبع آزمائي ڪئي(١).
ان ڪان پوء پيش ٿيل غزلن جو انتخاب ڏنو اٿائين.

غلام علي 'مداح':

گر جنون سرمايه راحت نمي باشد ترا
پاي ما ديوانگان را خواب در زنجير شد.

صحبت ياران بوه شد سلوک راهه حق
پاي من از حلقه احباب در زنجير شد .

شيوڪ رام 'عطارد':

مرد را موج هنر باشد محيط آبرو
تيغ را از جوهر خود، آب در زنجير شد.

محمد پناهه 'رجا':

شد اسير دام زلف او دل ديوانه ام
خوب شد، شوريده بيتاب درزنجير شد.

محمد اعظم:

در هواي زلف جانان بسکه بيخود گشته اند
عاشقانِ پر بلا را خواب در زنجير شد.

علي شير 'قانع':

راه رفتن نيست از کوي تو شيدائي قرا
همچو آن پاي‌که اورا خواب در زنجير شد.

صاحب طبع روان پابند موج غم مباد
کس نديده هيچ گاهي آب در زنجير شد.

---

(١) علي شير قانع-"مقالات‌الشعرا"- سنڌي ادبي بورڊ- ١٩٥٧ع- ص ٨٨٦.

پارسي شاعري جو رواج جيڪو ڪلهوڙن جي دؤرکان شروع ٿيو هو سو انگريزن جي دؤر ۾ به قائم رهيو ۽ سنڌي غزل ۾ چاهه وڌڻ سان سنڌي مشاعرن پارسي مشاعرن جي جاءِ ورتي.

## قاضي امام علي وارو مشاعرو

علامه آءِ - آءِ - قاضي جو والد قاضي امام علي جيڪو انگريزن جي دؤر ۾ مختيارڪار هو سو هڪ سخن فهم ۽ سخن پرور هو. انهنڏينهن حيدرآباد ۾ پارسي ڪلام جا مشاعرا ڏاڍا وڏيري وارا ٿيندا هئا(١). ڪن خاص موقعن تي قاضي امام علي وٽ پڻ مشاعرا ٿيندا هئا، جنمان هڪ جو ذڪر "مفرح القلوب" ۾ آهي، جيڪو عيد جي ڏينهن ٿيو هو. ان مشاعري ۾ هيٺيان شاعر موجود هئا - آقا سيد محمد تقي شاهه قنڌاري 'تائب'، ميرزا عباس 'خورشيد'، محمد قاسم 'قاسم' ۽ سيد محمد فاضل شاهه 'فاضل'.

قاضي صاحب چيو، "اتفاق سان ناليوارا شاعر هت تشريف فرما آهن اميد ٿو ڪريان ته في البديه شعر ڏاهي ڏيکاريندا. فيصلو اهو ٿيو ته هر هڪ شاعر واري واري سان هڪڙي مصرع چوندو اهڙي جيئن سڄو غزل تيار ٿي رهي. پهريان سيد تقي شاهه 'تائب' هيءَ مصرع چئي:

"چه خوش است به ازينم که جمالِ يار بينم"

(محبوب جي ديدار کان وڌيڪ منهنجي لاءِ ٻي ڪا به شي ڪانهي)

قاضي صاحب اها مصرع آخوند محمد قاسم کي ڏني. هو خيال ۾ هو ته ميرزا عباس 'خورشيد' ڪاغذ هن جي هٿ سان ورتي هيءَ مصرع لکي:

ز نهال وصل دلبر بمراد ميوه چينم

(محبوب جو وصل پنهنجي دل جي مرضي مطابق حاصل ڪريان)

ان کان پوءِ فاضل شاهه اهو ڪاغذ ورتو هي مصرع لکي:

ساقي بيا که در محفل گل بتان

حڪيم محمد جعفر اها مصرع حاضرينن کي پڙهي ٻڌائي، جنهن تي ٽوڪڙو مچي ويو.

---

(١) محمد صديق مسافر- "ديباچو ديوان فاضل"- مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد - ١٩٣٧ع- ص ٣٥.

مرزا عباس 'خورشيد' ڪاغذ ولي هي شعر لکيو:

بحضور اصل، محفل چه بلند تر نشينم
که نه علم و فضل دارم بجز اينکه خوشه چينم

(محفل ۾ مٿين مقام تي ڪيئن ويهان جو نه علم اٿم نه فضيلت، سواءِ انهيءَ جي جو ٻين جي اڇيل ڦڪرن تي گذر ڪندو آهيان.)

ان ڪان پوءِ آخوند محمد قاسم هي شعر لکيو:

خورشيد روءِ جانان ديدم چون ذره زانرو
بي تاب و بي قرارم آواره و حزينم.

(محبوب جو سج جهڙو چهرو ڏٺو اٿم، ان ڪري بيتاب، بيقرار ۽ آواره آهيان.)

سيد تقي شاهه ان جي هيٺان هي مصرع لکي:

بصباح عيد قربان بنگر به روءِ جانان

(قرباني واري عيد ڏينهن محبوب جي منهن ڏانهن ڏس)

ان جي هيٺان مرزا خورشيد هي مصرع لکي:

مي ناب ڪن مهيا که خوش آمده همينم

(عمدو شراب تيار ڪر جو اهائي ڳالهه منهنجي لاءِ سٺي آهي.)

سيد تقي شاهه ان جي هيٺان هي مصرع لکي:

ز طواف ڪعبه حاجي تو بيا به ڪوءِ دلبر

(حاجي، ڪعبه جي طواف ڪان محبوب جي گهٽيءَ ۾ اچ)

مرزا خورشيد ان تي هيٺيون مصرع تضمين ڪري غزل پورو ڪيو:

که بحڪم عقل بهتر ز تو نيست جانشينم(۱)

(عقل جي حساب سان منهنجو جانشين تو ڪان وڌيڪ ٻيو ڪوبه نٿو ٿي سگهي.)

## سانگيءَ جا مشاعرا

سنڌي مشاعرن جي شروع ڪرڻ جو سهرو مير عبدالحسين سانگيءَ جي سر تي آهي. مير صاحب سخن سنج، سخن فهم ۽ سخن شناس هو، بلندعزت ۽ رتبي هوندي به فقير طبع هو. هن وٽ شاعرن جو وڏو قدر هو. هو انهن جي

(۱) "مفرح القلوب" (هفتيوار) ڪراچي- ۸ فيبروري ۱۹۷۴ع- ص ۰۲

وڏي عزت ڪندو هو ۽ وقت بوقت سندن مالي مدد به ڪندو هو. جنهن جو ذڪر ان دور جي اڪثر شاعرن جي غزلن ۾ ملي ٿو. هن ۾ ڪو به وڏ ذاتي جو مونجهارو نه هو، تنهن ڪري پنهنجي غزلن ۾ پنهنجي همعصر ۽ هم صحبت شاعرن جو ذڪر نهايت عزت ۽ احترام ۽ خوشدليءَ سان ڪري ٿو. جيڪڏهن ڪيس ڪنهن جو ڪو غزل پسند ايندو هو ته يڪدم انهيءَ غزل تي غزل چئي ان شاعر جي واکاڻ ڪندو هو، ۽ وقت تي ٻين شاعرن کي پنهنجي غزل تي شعر چوڻ جي دعوت ڏيندو هو. اهو سبب آهي جو ان دور جا گهڻا شاعر سانگيءَ ڏانهن ڇڪجي ويا ۽ سانگيءَ جي مشاعرن ۾ شرڪت ڪرڻ لڳا. مرزا گل حسن ڪربلائي سانگيءَ جي مشاعرن جو احوال هن ريت بيان ڪيو آهي، "هرڪنهن آچر تي مشاعرو ٿيندو هو، ڪچهري واري جاءِ ۾ گلم وڇايل هوندا هئا جن تي وهاڻا رکيل هوا، جتي هرڪو تونگر توڙي غريب اچي ويهندو هو. سانگي هڪ پاسي ٿي ويهندو هو. هرڪو ملاقاتي سچي ڪچي ۽ سامهون اچي ويهندو هو. مير مشاعره هميشه پاڻ ٿيندو هو. شاعر جيڪي ايندا هئا، سي سانگيءَ جي سچي ۽ ڪچي پاسي اچي ويهندا هئا. هرڪو پنهنجو شعر جتي ويٺل هوندو هو اتي پڙهندو هو. مشاعره ۾ جيڪي شاعر اچي شريڪ ٿيندا هئا سي سڀ منتخب روزگار، سربرآورده، صاحبِ قلم، سخن سنج ۽ سخن فهم هوندا هئا. (۱)

سانگيءَ جي مشاعرن ۾ نه صرف حيدرآباد بلڪ سنڌ جي ٻين شهرن جا شاعر به وقت بوقت شريڪ ٿيندا هئا. سنڌي شاعرن سان گڏ فارسي گو شاعر به هوندا هئا، جنهن مان اندازو لڳايو ٿو وڃي ته فارسي شاعريءَ جو به دور هلندو هوندو.

سانگيءَ جي مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندڙ ڪجهه شاعرن جا نالا هي آهن:

ميرزا محمد حسين شيرازي 'ناخدا'، ميرزا سيد تقي 'تائب' قنڌاري لس ٻيلو، مولوي ابوالحسن مهدي الحسن 'حسن'، حاجي سيد ڪريم شاه شيرازي ٺٽوي، سيد حيدر شاه (تاجر ڪتب)، غلام محمد شاه 'گدا'، سيد محمد فاضل شاه 'فاضل'، سيد صاحب ڏنو شاه ٻاڙي وارو، محمد ابراهيم نقشبندي ٺٽوي، ميان احمد خان 'احمدي'، خليفو درگاه شاه عبداللطيف ڀٽائي، آخوند احمد 'احمد' هالائي، آخوند امدعلي 'سها' هالائي، آخوند محمد قاسم

---

(۱) مرزا گل حسن 'احسن' ڪربلائي- "مهراڻ جون موجون"- پاڪستان پبليڪيشن ڪراچي ۱۹۵۶ع- ص ۱۲۰.

هالائي، آخوند غلام حيدر حيدرآباد، آخوند لطف الله شوراڻي حيدرآباد، آخوند فقير محمد 'عاجز' حيدرآباد، مير گل حسن خيرپوري، ميرا ميرعلي خان خيرپوري، ميان وڏل حيدري سعيد پوري، حافظ حاجي حامد، محمد يوسف مسڪين، فضل محمد 'ماتم'، رسول بخش رهي، ميان امدادعلي بليدي، امداد حيدرآباد، سرائي امام علي خان حيدرآباد، ميرزا محمد مشتري مالڪ مفرح القلوب، ميرزا احمدعلي سالٽ انسپيڪٽر ضلع ڪراچي، ميرزا دوست محمد دوست حيدرآباد، ميرزا قليچ بيگ، محمد هاشم مخلص، سيد امام بخش شاهه فدوي ٽٽوي، غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي ٽٽوي، محمد شاهه مجتبائي، آسري وغيره.

سانگي پنهنجن دوست شاعرن کي غزلن ۾ اڪثر ياد ڪيو آهي پنهنجي هڪڙي غزل ۾ انهن مان ڪن کي هيئن ٿو ياد ڪري.

مطرب خوشخوان کي گهرجي ساز ۾ آڻي سرود
سر ڪري تنبورو مرڌنگ ودف و چنگ و ساز.

۽ ڪري محفل ۾ ويهي صيت موزون دلنواز
چئي غـزل تصنيف طبع شاعران هوشيار.

ڪي غزل پڙهن گدا جهڙي سخنور جا چئي
بي‌مثل جـو آهي اقليم سخن جو شهسوار.

شـــاعر عالي دماغ آهـي اهو مرزا قليچ
سرزمين شعر ۾ جنهن کي ڏيو ڪلي اختيار.

حيدري جنهن نظم کي پو چڙ ٻه آواز بلند
شاعر نازڪ خيال ۽ آه جو يارن جو يار.

'قادري' و علوي، ڏيو وڏل نـــالو سندس
نظم جنهن جا دلنواز ۽ آهي سو صوفي سچار.

تنهن کان پوءِ چنجن وري حامد سندا اشعار خاص
جي آهن تسبيح جيئن پوتل موتي در شاهوار.

آهي يا فضل محمد شعر ماتم جـو مٺـو
دل سندس آهي غمِ آلِ عبا ۾ داغـدار

(١) "ديوان سانگي" (جلد پهريون) سنڌي ادبي بورڊ ١٩٦٩ع ۰ ص ٢٢

پيا ٻه آهن ڪيترا استاد شاعر سنڌ ۾
بافصاحت ڇاپعن جن جون ٿيون تصنيفون هزار.

تو وسايا آهن هي مضمون موزون جا تڪرگ
طبع تنهنجي آه ”سانگي“ يا آهي ابر بهار.

ساڳئي طرح تي ”سانگي، گدا ۽ قليچ جي طبع آزمائي ڪيل غزلن مان ڪجهه منتخب شعر پيش ڪجن ٿا جي ڇڻ هڪ مشاعري جو حصو آهن.

عبدالحسين ”سانگي“:

مونکي لاچار ڪيو، ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو
ايڏو آزرا ڪيو، ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو.

اهڙو جادو نہ پڙو ۽ نہ ڏٺو ڪنهن آهي
زلف ڪي مار ڪيو، ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو.

ڪين ماهان ٿو آءٌ ڪپڙن ۾ سون سان
پرت مان پيار ڪيو، ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو.

دل گرفتار ڪرڻ لاءِ اسانجي آهي
سانگي سينگار ڪيو، ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو.

غلام محمد شاهه ”گدا“:

مون سان اقرار ڪيو ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو
لطف بسيار ڪيو، ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو.

چشم مخمور جي غمزه سان ڪري ڇڪتاچور
مون کي سرشار ڪيو، ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو.

عشق مشڪل هو مگر مون تي ڪري پنهنجو ڪرم
سهل دشوار ڪيو، ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو.

عشقبازن ۾ گدا شاهه ڪيائين سونکي
منهنجو مقدار ڪيو، ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو.

مرزا قليچ بيگ:

مون کي ميخوار ڪيو ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو
مست سرشار ڪيو، ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو.

ناز انداز سان من موهي، ڏتاري دل کي
عاشق راز ڪيو، ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو.

دل جلين دردوندن بره جي بيمارن جو
مونکي مهندار ڪيو، ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو.

طبع منهنجي کي ته سانگي ۽ سندي سنگت ۾ قليچ
تيز رفتار ڪيو، ڪنهن ڪيو؟ دلدار ڪيو.

## بزم نشاط ٺٽو

هيءَ بزم سيد مرتضيٰ شاهه 'مرتضائي' جي ڪوشش سان ٺٽي ۾ قائم ڪئي وئي هئي. هن بزم ۾ مقامي شاعرن جهڙوڪ مرتضيٰ شاهه مرتضائي، امام بخش شاهه گدا، شاڪر ٺٽوي، قاضي عبدالمجيد مجيدي، محمد صابر ۽ ڪمي ميان غلام دستگير عقيلي 'پياسي'، خليفو محمد قاسم صنم، پير محمد گندرو نقيب، خليفو غلام 'ظريف'، آخوند محمدعمر عشاقي، ۽ ٻيا شريڪ ٿيندا هئا انهن کانسواءِ ٻاهريان شاعر جهڙوڪ غلام محمد شاهه 'گدا'، عبدالحسين سانگي، به بزم جي شاعرن ۾ دلچسپي وٺندا هئا.

علي محمد خالدي بزم نشاط جي هڪ مشاعري جو بيان لکندي ٻڌائي ٿو ته 'ان مشاعري ۾ حافظ شيرازي جي جڳ مشهور غزل' اگر آن ترڪ شيرازي به دست آرد دل مارا، تي تضمين ڪري مشاعري ۾ غزل پڙهيا ويا. مشاعره ۾ حافظ حامد، ماتم حيدرآبادي، مرتضائي، سانگي ۽ گدا شاهه جي غزلن خاص طور تي داد حاصل ڪيو. (۱)

بزم نشاط جو هڪ ٻيو مشاعرو عيدالضحيٰ جي رات آخوند محمد عمر عشاقي جي اوطاق تي ٿيو هو جنهن ۾ محمد عمر صابر، عبدالمجيد مجيدي ۽ محمدشاڪر 'شاڪر' شريڪ ٿيا هئا.

---

(۱) علي محمد خالدي - شاڪر ٺٽوي - (قلمي سنڌالاجي) مونو ۱۹۶۲ع. ص ۵۵
(۲) ساڳيو ص ۷

هن بزم جو ذڪر محمد شاڪر لنڊوي پنهنجي هڪ غزل ۾ هيئن ٿو ڪري ۽ مرتضائي کي انجمن جي وڏيڪ رونق افزا ٿيڻ جي دعا ڪري ٿو.

اي اقليم ٺٽه تـوکي واه وڏايـون هجن
تو ۾ قائم هوءِ دائم شاعراني انجمن.
چون گلستان نشاطي بزم تو زيبا عجيب
جمله شعرا چون همه بلبل درآن شيرين سخن.
مرتضائي رونق‌افزا هـو چـراغ بزم تو
شاد اهل سنده هو چو نوبهاران چمن. (١)

## بزم مشاعره لاڙڪاڻو

لاڙڪاڻي شهر ۾ قادري فقيرن جو خاندان ميرن جي زماني کان درويشي، علم ادب ۽ شاعري جو مرڪز رهيو آهي. هن خاندان جي ٻن فردن ميان علي‌محمد قادري ۽ ميان غلام‌سرور ’فقير‘ لاڙڪاڻي ۾ بزم مشاعره جي اهڙي شمع روشن ڪئي جنهن کان روشني وٺي سنڌ جي ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ٻيون بزم مشاعره جون شمعون روشن ٿيون.

بزم مشاعره لاڙڪاڻو کان اول سنڌ ۾ يا ته اخبارن ۾ مشاعره ٿيندا هئا يا مير عبدالحسين سانگيءَ وٽ ڪڏهن ڪڏهن ڪي شاعر ڪٺا ٿي ساڳئي طرح تي غزل چوندا هئا. مگر لاڙڪاڻي ۾ جڏهن مشاعرو شروع ٿيو ته اهو عوامي مشاعرو ٿي پيو جنهن جا دروازا هر ڪنهن جي لاءِ کليل هئا جنهن ۾ هرڪو شاعر ۽ سامعين وڏي خوشيءَ سان شريڪ ٿي سگهندو هو. سانگي هميشه پاڻ وٽ شعر و سخن جي مجلس ڪندو هو شاعرن کي گڏ ڪري ڪانئن هر طرح غزل پڙهائيندو هو. انهيءَ مجلس کي شعر بازي چئبو آهي. مشاعري جي نالي سان اها ڪو واقف نه هو. لاڙڪاڻو سنڌ ۾ پهريون شهر آهي جتي انهيءَ طرحي شعر بازي جي ميڙ يا محفل کي، هندستاني طرز تي ’مشاعرو‘ سڏيو ويو ۽ پهريون ڀيرو مشاعري جا گهڻو ڪري سڀ آداب انهن مشاعرن ۾ استعمال ڪيا ويا. (٢)

شمس‌الدين بلبل ١٩١٥ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ هفتيوار اخبار خير خواهه جو ايڊيٽر هو. هن جو ميان علي‌محمد قادري ۽ ميان غلام‌سرور ’فقير‘ سان گهرو دوستاڻو رستو هو. ميان علي‌محمد قادري جي اوطاق تي هو ۽ ٻيا ڪيترا سخن

---

(١) علي‌محمد خالدي، شاڪر لنڊوي، (قلمي سنڌالاجي) مونو ١٩٦٤ع ص ٥٥
(٢) حسام‌الدين راشدي پير ’هو ڏوٺي هو ڏينهن‘ سنڌي ادبي بورڊ ١٩٧٧ع، ص ٢٢٠

ڪم ۽ سخن سنج جڏهن به گڏجي ويهندا هئا ته محفل مشاعره ٿي ويندي هئي. بلبل قادرين جي ڪچهرين جي رونق ڏسي ڪين بزم مشاعره قائم ڪرڻ جو مشورو ڏنو. رئيس بلبل جي صلاح ۽ ٻين بزرگن جي همٿائڻ سان لاڙڪاڻي ۾ ۱۹۱۵ع جي بهار وارن ڏينهن ۾ بزم مشاعري جو بنياد وڌو ويو. (۱) هن بزم مشاعره جا باني ميان علي محمد قادري، ميان غلام سرور 'فقير' ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي، نوازعلي نياز، اميرالدين 'همدم' ۽ حاجي محمود 'خادم' هئا.

هن بزم مشاعره جو صدر ميان علي محمد قادري ۽ سيڪريٽري حاجي محمود خادم هو. مشاعره ميان علي محمد قادري جي اوطاق تي مهيني ۾ ٻه ڀيرا ٿيندو هو. هن بزم جي سرگرم ڪارڪنن جو ذڪر هڪ اردو شاعر سلطان علي 'عاي' هنن لفظن ۾ ڪيو آهي:

هے شهر لاڙڪانه مين بـزم مشاعـره
شـاعر نياز قادري خـادم فقير هين.

اس بزم کے عناصر اربع يه چار هين
اسکے جو دام زلف مين هردم اسير هين.

شعرا بزم ڈاليکي سندهي ادب مين جان
ادب فتاده کـے لئه يه دستگير هين.

جـو کام چند ماه مين بزم نے کئے
سچ پوچهئے تو آپ وه اپني نظير هين (۲)

هر مشاعري لاءِ سنڌي ۽ اردو ۾ طرح ڏني ويندي هئي. مصرع طرح جو اعلان مشاعري ۽ اخبارن ۾ ڪيو ويندو هو ۽ ڪيترن شاعرن ڏانهن ڪارڊ رستي اطلاع ۾ موڪليو ويندو هو. مشاعري ۾ نه صرف لاڙڪاڻي جا شاعر شريڪ ٿيندا هئا پر وقت به وقت سنڌ جي مختلف هنڌن تان شاعر پنهنجو ڪلام پڙهائڻ ۽ داد حاصل ڪرڻ لاءِ اچي ڪٺا ٿيندا هئا، سنڌ جو ڪو اهڙو شاعر نه هوندو جيڪو هن بزم جي مشاعرن ۾ شريڪ نه ٿيو هوندو. مشاعري جي صدارت عموما ميان علي محمد قادري ئي ڪندو هو. مشاعري شروع ٿيڻ سان پهريان سيڪريٽري حاجي محمود خادم ٻاهران آيل

(۱) محمود خادم حاجي- اديب سنڌ- ماهه فيبروري مارچ ۱۹۵۳ع، اسان جون ناچيز خدمتون، ص ۸.

(۲) علي محمد قادري ميان- گلدسته سنڌ- اپريل مئي ۱۹۲۶ع، ص ۱۴۷.

شعر پڙهي ٻڌائيندو هو ان کان پوءِ حاضر مجلس شاعرن کي موقعو ملندو هو.
مشاعري ۾ ڪنهن شاعر کان عروضي، فني يا لغت جي سهو ٿي ته يڪدم
گرفت ٿيندي هئي حاجي محمود اها ڳالهه هيئن بيان ڪئي آهي.

اسان جو لاڙڪاڻو آهه چڻ هڪ سنڌ جي محفل
اسان جي بزم آهي سنڌ ۾ چڻ شمع محفل جي.
پريزيڊنٽ وزنن سان ڪنيو وڌو تـرازو آهه
سندس بحر فصاحت ڪي نه صورت آهه ساحل جي. (١)

جڏهن حامدعلي لاڙڪاڻي جو ڪليڪٽر مقرر ٿيو ته هن بزم مشاعري
جي همت افزائي ڪئي ۽ بزم مشاعره ڏاڍو زور ورتو (٢) ۽ ان کي ايتري
اهميت حاصل ٿي جو ١٩١٩ع جي ڊسمبر مهيني ۾ ڏهين آل انڊيا محمدن
ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس خيرپور ميرس ۾ منعقد ٿي ته ان ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ بزم
مشاعره لاڙڪاڻو کي ڊيليگيٽ موڪلڻ لاءِ دعوت ڏني وئي. ميان علي محمد
قادري ميان غلام سرور 'فقير' ۽ حاجي محمود 'خادم' بزم مشاعره لاڙڪاڻو
طرفان نمائندا ٿي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيا. ساڳي طرح ١٩٢٥ع ۾ جڏهن آل
سنڌ محمدن ايڊيوڪيشن ڪانفرنس حيدرآباد ۾ منعقد ٿي ته ان ۾ لاڙڪاڻي
جي بزم مشاعره جي باني کي ڪل سنڌ مشاعره (ادبي ڪانفرنس) منعقد
ڪرڻ جي اجازت ملي.

بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي وڌيڪ ترقي ۽ مقبوليت ان وقت ٿي جڏهن
١٩٣٢ع ۾ ميان غلام سرور 'فقير' هفتيوار 'الحقيقت' جاري ڪئي. هاڻي بزم
مشاعره لاڙڪاڻو کي مشتهر ڪرڻ جو پنهنجو ذريعو پيدا ٿي پيو. مشاعرن ۾
پيش ٿيل غزلن جي انتخاب ۽ ڪلام تي تنقيد ۽ تبصرو باقاعدگي سان
الحقيقت ۾ شايع ٿيڻ لڳو جنهن ڪري الحقيقت اخبار بزم مشاعره لاڙڪاڻي
کي سنڌ جي گهر گهر تائين پهچائي ڇڏيو. شعر و شاعري سان دلچسپي رکندڙ
صاحب گهر ويٺي بزم مشاعره لاڙڪاڻي جو مزو ماڻڻ لڳا. شاعرن جي
وڌيڪ دلچسپي ڏسي بزم جي صدر ميان علي محمد قادري ڊسمبر ١٩٢٥ع ۾
گلدستہ سنڌ نالي ماهوار رسالو جاري ڪيو جنهن ۾ بزم مشاعره جي انتخاب
کانسواءِ غير طرحي غزل، شعر و شاعري خاص طرح عروض جي اصولن بابت
مضمون شايع ڪيا ويندا هئا. هي سنڌ ۾ شاعري بابت پهريون رسالو هو.

---

(١) "ڪليات خادم" قلمي ملڪيت محمدعلي قريشي لاڙڪاڻو.
(٢) عبدالمنان قاضي "خطبئہ صدارت" تحفئہ لاڙڪاڻہ انصاف پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو
١٩٥٠ع، ص ١٢.

۱۹۴۰ع ۾ بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي سيڪريٽري ۽ روح روان محمود خادم 'اديب سنڌ' نالي ماهوار رسالو شروع ڪيو جنهن بزم مشاعره لاڙڪاڻي جو نمائندو ٿي ڪيترن سالن تائين غزل کي وڌائڻ لاءِ ڪم ڪيو.

بزم مشاعره لاڙڪاڻو جي مقبوليت جو اهو اثر نڪتو جو سڄيءَ سنڌ ۾ بزم مشاعره قائم ٿيڻ لڳا، جن بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي پيروي ڪندي طرحي مشاعرا شروع ڪيا اهڙي طرح سنڌي غزل شهر شهر ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ ڦهلجي ويو.

شعر و شاعري جي معاملي ۾ ڪجهه وقت تائين لاڙڪاڻي ساري سنڌ جي اڳواڻي ڪئي. (۱) جنهن ڪري بزم مشاعره لاڙڪاڻو جي خدمتن کي وقت به وقت شاعرن ساراهيو آهي. ٻهرين ڪانفرنس ۱۹۲۱ع جي موقعي تي عبدالقادر 'بيدل' چوي ٿو:

سخن داني، سخن سنجي، لڌي وٺي سنڌ مان ليڪن
ڀڄان ٿو لاڙڪاڻي ۾ ته البت شعر خواني آ. (۲)

ساڳي موقعي تي محمد بخش واصف چوي ٿو:

ڪٿي نقد غزل تون ٻي خريد داد لئي هل دل
کليو منجهه لاڙڪاڻي اچ دڪان شعر خواني آ. (۳)

بزم مشاعره لاڙڪاڻي جو اهو اوج ۲۸ سال گذرڻ کانپوءِ به ساڳيو قائم هو. ڏهين ادبي ڪانفرنس ۱۹۴۹ع جي موقعي تي قادربخش 'بشير' لاڙڪاڻي وارن جي هنن لفظن ۾ مدح سرائي ٿو ڪري:

ڀلي آيا ڀلي آيا ڀلارا لاڙڪاڻي ۾
ادب ۽ علم جا ٿيندا ته چرچا لاڙڪاڻي ۾.

مبارڪ مان ڏيان دل جان سان ٿو لاڙڪاڻي کي
گهرايا جنهن گهڻا ادبا ۽ شعرا لاڙڪاڻي ۾.

ٿين ٿا سرزمين سنڌ ۾ اڪثر گهڻا جلسا
مگر جلسا ٿين ٿا هت نرالا لاڙڪاڻي ۾.

---

(۱) علي محمد راشدي- اهي ڏينهن اهي شينهن- جلد ٻهريون سنڌي ادبي بورڊ. ص ۴۸۳
(۲) جمع خان غريب- اديب سنڌ- ماهه اپريل ۱۹۴۱ لاڙڪاڻو ص ۲۱
(۳) ساڳيو ص ۱۷

اديب سنڌ جي مجلس ڳچگوڻي ڪم ڪيو آهي
ٿيا نظم و نثر جا ڳچ سڌرا لاڙڪاڻي ۾. (۱)

بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي باني سان ميان غلام سرور 'فقير' ۱۹۳۲ع ۾ ۽ ميان علي محمد 'قادري' ۱۹۴۰ع ۾ وفات ڪئي، جنهن ڪري بزم مشاعره جي جوت ڪجهه جهڪي ٿي وئي پر حاجي محمود 'خادم' جنهن جو بزم سان نيهن هو، تنهن بزم مشاعره جي شمع کي گل ٿيڻ نه ڏنو، تان جو ۱۹۶۰ع ۾ سندس زندگي جي شمع به گل ٿي وئي.

هن بزم مشاعره ۱۹۱۵ع کان ۱۹۶۰ع تائين پنهنجي زندگيءَ جي پنجيتاليهن سالن ۾ ڪيترا پيا بزم مشاعره پيدا ڪيا. عروضي شاعري جي واڌاري لاءِ وڏو ڪم ڪيو. سنڌي غزل کي سنڌ ۾ وڏيڪ مقبول ڪيو ۽ سوين نه بلڪ هزارين غزلگو شاعر پيدا ڪيا. هن بزم جي ڪري لاڙڪاڻو "بلبلن جو آکيرو" جي نالي سان مشهور ٿي ويو.

بزم مشاعره لاڙڪاڻو جي هڪڙي مشاعري جو اختصار پيش ڪجي ٿو جيڪو عبدالرزاق 'رفعت' پرنسپال مدرسه ناز هاءِ اسڪول خيرپور جي صدارت هيٺ ۲۶ جون ۱۹۳۲ع تي رات جو نائين بجي ميان علي محمد قادري جي اوطاق تي ٿيو هو. مصرع طرح هئي:

"نگاهه قيس کي پرواهه ڇا ليليٰ جي محمل جي"

اختصار مشاعره(۲)

ميان علي محمد 'قادري':

الائي دل وئي ڪاڏي نه آهي ڪا خبر دل جي
ڇا آهي سيني ۾ دل سا ته آهي آب ۽ گل جي.

نه دل آهي نڪي دلبر، خبر مان ڇا ڏيان دل جي
جهين وٽ آهه دل منهنجي پڇو ان کان خبر دل جي.

عبدالرزاق 'رفعت':

تمنا ٿو رکي مجنون سدا ليليٰ جي محفل جي
نگاه قيس کي پرواه ڇا ليليٰ جي محمل جي.

---

(۱) تحفته لاڙڪاڻه- انصاف پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو ۱۹۵۴ع، ص ۱۴۱.
(۲) "الحقيقت" هفتيوار لاڙڪاڻو- تاريخ ۲ جولاءِ ۱۹۳۲ع، ص ۲-۳.

سڏائي ڇو هتي هر بوالهوس عاشق و شيدا
ڪري تقليد نا هرگز سکهي استاد ڪامل جي.

مِيان غلام سرور 'فقير':

بنائي قيس جي دل جاءِ مسڪن ليليٰ آهي هو
نگاهه قيس کي پرواهه ڇا ليليٰ جي محمل جي.

تڪبر حسن ڪامل تي نه ڪر اي نازنين سهڻا
تنزل ۾ رهي صورت سدائين ماهه ڪامل جي.

نوازعلي جعفري 'نياز':

حقيقت ڇا پڇايان توکي پنهنجي دلربا دل جي
انهن حالت اها ساڳي جا آهي نيم بسمل جي.

'نياز' آخر پڙهي منهنجو غزل سهڻي چيو وه واه
تمنا بزم شعرا ۾ ٿي پوري اڄ ائين دل جي.

محمد بخش 'واصف':

خيالِ زلف ۾ بگڙي وئي حالت وري دل جي
نظر ۾ ٿي ڦري هر وقت اڄ صورت سلاسل جي.

هميشه تر اکيون آهن، سدا خشڪي لبن تي آ
رهي قسمت ازل کان اهڙي منهنجي آب ۽ گل جي.

حاجي محمود 'خادم':

تمنا آخرين هيءَ آهه يارو نيم بسمل جي
رهي شل پاڪ دامن خون کان اڄ منهنجي قاتل جي.

اکين جي ماڻکي پڇي، رهي ليليٰ ٿي مجنون ۾
نگاهه قيس کي پرواهه ڇا ليليٰ جي محمل جي.

حڪيم لعلچند 'مجروح':

پيارج جام اڄ ساقي، هميشه آ صدا دل جي
رکي قائم سدا رونق خدا تنهنجي ته محفل جي.

نه وڃ لوڪر هٽي گور غريبان کي تون اي ظالم
نه آ معلوم توکي قبر آ مجروح بسمل جي.

مياں غلام عباس 'جوش' قادري:

ڏسي ديدار دلبر جو تو دائم خانہ دل ۾
نگاہ قيس کي پرواہ ڇا ليليٰ جي محمل جي.

ڏسي هي بيڪسي ۽ بيبسي اي جوش قاتل جي
بوقت قتل مقتل ۾ ڏکي وئي تيغ قاتل جي.

ممتاز علي 'ممتاز':

پنهين پروھہ جا ڀالا ڇو الاريا ٿا وڃن مون تي
کھڻلہ سنهنجي کافي آ کناري چشم قاتل جي.

کري پردو اچي ٿو قتل کھہ ۾ ھماہ اڄ قاتل
وھي رھجي نہ شل ديدار جي حسرت کا بسمل جي.

حافظ عبدالله وڳڻ 'حافظ':

الائي عشق کھڙي حافظا آفات آهي جو
عشاقن کي ڇڏي ساڙي ٿي آتش عشق قاتل جي.

واحد بخش 'عاشق':

خدارا لهہ خبر جلدي پنهنجي گھورن جي گھائل جي
مچڻ گھرجي مڻا سائين صدا کنهن وقت سائل جي.

جڏهن ليسن بندوقن ۽ ترارن تي ايل آهي
ڇڏي سرڪار ڇو آهي ايها تلوار قاتل جي.

رامچند 'رام':

جگرسوزيءَ سبب سينو پري ٿو عشق آتش ۾
رهيس مان شمع روشن ٿي سدا سھڻن جي محفل جي.

ماستر حبيب الله 'آزاد':

سوا تنهنجي صنم سھڻا، ڇا حالت ٿي آ بسمل جي
اچي ڏس قرب جا پيرا پري تون جان بيدل جي.

نہ کر آزاد تون گهٽي جا مشڪل پيش تو آئي
کندو مشڪل کشا مشڪل کشائي تنهنجي مشڪل جي.

مولوي محمد عظيم 'شيدا':

ڇيم ارني مگر هن لن تراني ڇئي، ڇيو نادان
ڪليم الله ڪي طاقت نه ٿي ڪا منهن مقابل جي.

ڪرشمه ناز تنهنجي تي حياتي پر ٿيس "شيدا"
هيئنر انصاف سان ڏس ڇا روش هي آهه عادل جي.

## مير علي نواز جا مشاعرا

خيرپور جي ميرن ۾ مير علي نواز 'ناز' هڪ وڏو سخن فهم، سخن سنج ۽ شاعرن جو سرپرست هو. ڪيترا سنڌي ۽ اردو شاعر سندس فيض سان فيضياب ٿيندا هئا. کيس شعر و شاعري سان نهايت دلچسپي هوندي هئي ۽ وٽس ڪافي مشاعرا ٿيندا هئا.(۱)

هن پنهنجي فرزند مير فيض محمد جي ولي عهد بڻائڻ واري موقعي تي پڻ هڪ وڏو مشاعرو منعقد ڪيو هو جنهن ۾ سنڌ جا ڪيترا شاعر اچي شريڪ ٿيا هئا ۽ قصيدا پڙهيا هئائون.

## سنڌي ساهت سميلن (بزم مشاعره) شڪارپور

آغا صوفي جي ڪوشش سان ۱۹۲۰ع ڌاري سنڌي ساهت سميلن جو بنياد پيو. هن ساهت سميلن هيٺ گيت سنگيت جا پروگرام، ادبي ڪچهريون ۽ مشاعرا ٿيندا هئا. هن سميلن جي ڪوشش سان ۱۹۳۲ع ۾ ٽين سنڌي ادبي ڪانفرنس شڪارپور ۾ ڪوٺائي وئي، جنهن جي صدارت ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻي ڪئي ۽ استقباليه ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري آغا صوفي هو.

آغا صوفي جي ڪوشش سان بزم مشاعري وڏي ترقي ڪئي جنهن ۾ شڪارپور جي آس پاس جا ڪيترا نالي وارا شاعر اچي شريڪ ٿيندا هئا. لطف الله بدوي چوي ٿو، "زندگيءَ جي شروع ۾ ادبي سرگرمين ۾ حصو وٺندو هوس، آغا صوفي شڪارپور ۾ ادبي سرگرمين ۾ هفت روزه مشاعرن جو اهتمام ڪندو هو، اتي پنهنجو شعر پڙهندو هوس.(۲)

---

(۱) پروفيسر عطا محمد حامي- "خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو" (قلمي)- سنڌالاجي، ص ۲۳۴.

(۲) انور هالائي- "مرحوم لطف الله بدويءَ جو هڪ خط"- نئين زندگي فيبروري ۱۹۶۹ع- ص ۲۷.

جيئن ته لطف الله بدوي ١٩٢١ع ۾ نيپرس ٽريننگ ڪاليج پڙهڻ حيدرآباد ويو هو، تنهن ڪري چئي سگهجي ٿو ته آغا صوفي ١٩٢٠ع ڌاري بزم مشاعره قائم ڪيو هو.

جڏهن شڪارپور ۾ سي- ايس ڪاليج قائم ٿيو ته آغا صوفي اتي به مشاعره ڪرڻ لڳو. مرحوم، سي- ايس ڪاليج شڪارپور جي ترتيب ۾ ڪهڙي ڪوشش ورتي ۽ ان جي ڀرپا ٿيڻ کان پوءِ منجهس شعر و سخن جي دلچسپي پيدا ڪرڻ لاءِ بزم مشاعره جو پايو وڌائين(١). سي - ايس ڪالمج شڪارپور جي هڪ مشاعري جي مصرع طرح هئي:

”سج وڃي آيو مٿي اٿ ننڊ مان بيدار ٿي.“

بزم مشاعره شڪارپور جي هڪ مشاعره جو اختصار پيش آهي.
مصرع طرح: ”ڪوئي آ شاد شاهيءَ ۾ ڪوئي شادان فقيريءَ ۾“

انتخاب (٢)

آغا صوفي:

ڪوئي آ شاد شاهيءَ ۾ ڪوئي شادان فقيريءَ ۾
ڪوئي آ رنج غربت ۾ ڪوئي نالان اسيريءَ ۾.

عاصي عبدالرؤف ’عبد‘:

ڪوئي مسرور محنت ۾، ڪوئي رنجور راحت ۾
ڪوئي مشڪور نعمت ۾، ڪوئي حيران حقيريءَ ۾.

حافظ واليڏنو سومرو:

خداوند جا خاق خلقي، هزارين ٿــا ڪرن حيلا
ڪوئي پوشيده پريريءَ ۾، ڪوئي گريان اسيريءَ ۾.

حاجي يارمحمد سومرو:

سڌاري ۾ سدا ڪوئي ته ڪو فرنو فسادن ۾
ڪوئي دنيا تي آ دائم، ڪوئي شيطان شريريءَ ۾.

---

(١) لطف الله جوڳي (بدوي) آغا صوفي- ”سنڌو“- نومبر ١٩٣٨ع- ص ١٢.
(٢) غلام رسول سومرو ”عاصي عبدالرؤف جي شاعري“ (قلمي)- سنڌالاجي- مونو ١٩٦٤ع- ص ٨.

## واڍن جي پڙ وارا مشاعرا

حيدرآباد ۾ نهائين ۽ واڍن جي پڙن ۾ به مشاعرا ٿيندا هئا. ليکراج عزيز انهن جو هيٺن ذڪر ڪيو آهي انهيءَ ڏاڻي (نئين ڊيش ۾) مان حيدرآباد ۾ ميرچنداڻي گهٽيءَ ۾ رهندو هوس جنهن جي منهن تي سانول شاهه جو پڙ ۽ ٿورو پريرو واڍن جو پڙ هو. نهائين ۽ واڍن جي پڙن جي مسجدن ۾ شعر و سخن جو چرچو جاري هو. قاسم، شاهه (فاضل شاهه)، عاجز، حافظ (حافظ حيات شاهه) سڀ صاحب ديوان شاعر اتيئي مقيم هئا. مذڪور صاحبن مان فاضل شاهه ۽ قاسم اڳيئي آنجهاني ٿي چڪا هئا. مان ڪڏهن ڪنهن مهل مٿين صاحبن جي مجلس ۾ وڃي مهر بلب ٿي ويهندو هوس. هو صاحب متانت ۽ فضيلت وارا هئا ڪنهن جي ڇا مجال جو سندن ڪچهري ۾ گستاخي ڪري يا اجائي آچپائي هاي. هو سخن چوندي ۽ ٻڌندي وقتي هڪٻئي تي چوٽون به ڪندا هئا ته داد به ڏيندا هئا مگر اهڙي سليقي سان جو اڳاو خوش ٿئي نه رنجيندو. (۱)

انهن ڏينهن ۾ جيڪي مشاعرا ٿيندا هئا تن ۾ جيڪڏهن ڪنهن شاعر کان ڪا سهو يا غلطي شعر ۾ ٿي ويندي هئي ته مشاعري ۾ شريڪ ٿيندڙ شاعر يا سامعين ان تي يڪدم گرفت ڪندا هئا. اهڙو بيان عزيز واڍن جي پڙ جي مشاعري جي سلسلي ۾ ٻڌايو آهي، ”مشاعري ۾ اڪثر شاعر هڪٻئي جي سخن تي نڪتچيني به ڪندا هئا. نموني طور هڪ واقعي جو ذڪر ڪريان ٿو. واڍن جي پڙ ۾ مشاعرو هو ۽ مان صدارت ڪري رهيو هوس. واصف مرحوم پنهنجو ڪلام ترنم سان پڙهيو ۽ سامعين داد پئي ڏنو. شعر عرض ڪندي واصف صاحب ’هزارين لفظ جو اکر ’ا‘ وزن ۾ مخدوف (هضم) ڪيو. مون اعتراض اٿاري چيومانس تـه واصف صاحب! ڪڏهن کان وٺي الف ڪي ڪاٽڻ جا عادي ٿيا آهيو؟.“(۲)

## بزم مشاعره ميرپور ڏل

۱۹۲۲ع ۾ قادربخش بشير پنهنجي ڳوٺ ميرپور ٻرڙي تعلقي ڏل، ضلع جيڪب آباد ۾ مشاعره جو بنياد وڌو. عبدالڪريم گدائي جي چوڻ مطابق ” تقريباً سال ۱۹۳۳ع ميرپور تعلقہ ڏل ۾ هڪ محفل بـزم ادب مرحوم

---

(۱) ليکراج ’عزيز‘ ماهوار نئين دنيا ٦ سيپٽمبر ۱۹۷۱، بمبئي پارٽ مضمون ”ڪلهه جي ياد. ص ۸-۹.

(۲) ليکراج عزيز- ”نئين دنيا“- سيپٽمبر ۱۹۷۱ع- بمبئي، پارٽ مضمون ڪلهه جي ياد - ص ۱۵.

قادر بخش 'حقير' (بشير) جي ڪوشش سان قائم ٿـي. جنهن ۾ پندرهن روزه مشاعرا ٿيڻ لڳا، جنهن ۾ راقم الحروف ۽ ٽنڊو ڄام جا ڪيترا ان وقت جا نـوان شاعر حصو وٺڻ لڳا. (١)

عبدالحي لوڏي جو چوڻ آهي تـہ "ٽنڊو جهڙي ننڍڙي شهر ۾ شاعري جي سوجهہ ٻوجهہ پيدا ٿي وئي ۽ مشاعرا منعقد ٿيـڻ لڳا جنهن ۾ پهريون مشاعرو ١٥ مئي ١٩٢٦ع ۾ ٿيو.(٢)

سچهہ ۾ ائين ٿـو اچي تـہ گدائـي ۽ لوڏي ٻنهي ڪان صحيح سال ڏيڻ ۾ ڀل ٿـي آهي. "ديوان بشير" (قلمي) جـي مٿان ڏنـل حوالا ۽ تاريخون انهن سالن جـي خلاف آهن. مثال طور آڪٽوبـر ۽ ڊسمبر ١٩٢٥ع جون طرحون هن ريت هيون. ٿي سگهي ٿو تہ مشاعرن جي ڪجهہ سرد ٿيڻ ڪان پوءِ انهن سالن ۾ وري نئين طرح مشاعرا شروع ٿيا هجن:

١- مائل رهين سدائين بيداد جي طرف

٢- ارمان؛ ٿيو نہ جانان جو ديدار ڪنهن طرح(٣).

١٥ مئي ١٩٢٦ع واري مشاعري جي طرح هئي-

محفل اغيار جي ڪيئن توکي الفت ٿي وئي

بزم مشاعره ميرپور ٽنڊو جو هڪڙو مشاعرو جيڪو جناب سهراب خان سرڪيءَ جي صدارت هيٺ مارچ ١٩٣٣ع ۾ ٿيو هو ان جو انتخاب پيش آهي:

مصرع طرح:

سدا سرسبز هي رهندو عزيزو بوستان منهنجو.

انتخاب مشاعره (٤)

عبدالڪريم 'گدائي':

قليو ڦوليو چمن منهنجو ڏلم تان هيءَ دعا نڪتي
سدا سرسبز هي رهندو عزيـزو بوستان منهنجو.

---

(١) عبدالڪريم گدائي- "خان ڳڙهہ ڪان جيڪب آباد تائين"- پاڪستان اليڪٽرڪ پريس جيڪب آباد ١٩٦٥ع- ص ٦٩.

(٢) عبدالحي- اي- لوڏي- "مرحوم قادربخش جي شاعري" (قلمي)- سنڌالاجي مونو ١٩٦٢ع- ص ١٤.

(٣) "ديوان بشير" (قلمي)- (ملڪيت اظهر شاهہ گيلاني- گهونڪي)، ص ٤٢.

(٤) "الوحيد" تاريخ ٣٠ مارچ ١٩٣٣ع- ص ٣.

'گدائي' جي دعاءِ نيم شب ۾ شل اثـر ٿيندو
علاج دردِ دل پيدا ڪندو شل هي بيان منهنجو.

غلام قادر 'قيس':

نہ محتاج بيان آهـــي عزيـزو داستان منهنجو
ٻڌايان خلق عالم کي مان ڇا درد نهان پنهنجو.

جي تنهنجي دل ۾ آهي 'قيس' خواهش وصل ليليٰ جي
تہ ڪر ذوق طلب کي ۽ جنون کي رازدان پنهنجو.

قادر بخش 'حقير' (بشير):

عـــرب ايران ترڪي مصر ڪابل هند افريڪا
ڏسو جاچي بحر بر ۾ تہ هونـدو آشيان منهنجو.
خدايا همت و طاقت عطا ڪر جو حقير آهيان
دعا ڪيو اهل محفل شل خدا ٿئي نگهبان منهنجو.

حڪيم فتح محمد 'عزيز':

ڪئي آ پرورش پنهنجي پياري پــاڪ پيغمبر
سدا سرسبز هـــي رهندو عزيزو بوستان پنهنجو.
عزيزا عرض هي شب و روز مولا کي ڪر ويٺو
تہ پهچي منزل مقصود تي هيءُ ڪاروان پنهنجو.

قاضي قادر بخش 'حڪيم':

نہ مخفي آ ٿيل ساري جهان کان داستان منهنجو
آهي مشهور عالم ۾ اجـا نام و نشان منهنجو.
نہ ساڙيندي خزان ڪڏهن علم جو باغ دنيا ۾
سدا سرسبز هي رهندو، عزيـزو بوستان پنهنجو.

عبدالرحمان 'شاد':

اکين مان اي عزيزو سور سارو آ عيان منهنجو
پيارن ري ٿيو ويـــران آهـــي آشيان منهنجو.
پيا اڄ 'شاد' جي سيني اندر هيءُ داغ فرقت جا
ڪڏهن سرسبز هي ٿيندو خدايا بوستان منهنجو.

## بزم ادب ڪراچي

۱۹۲۳ع ۾ غلام احمد نظاميءَ جي ڪوشش سان اخوان هال شڪارپوري محلي ۾ سنڌي بزم ادب قائم ٿي(۱). هن ڪم ۾ اوستو محمد رمضان اولادي، اوستو سليمان 'چتن'، عبدالحليم 'عاجز'، ڊاڪٽر محمد صديق 'خاڪي'، اوستو حاجي، سيٺ محمد رمضان 'مشفق'، عبدالرزاق سليمان، عبدالرحيم 'غمگين' ۽ حبيب الله 'فڪري' ساڻس ساٿ ڏنو. ڪراچيءَ ۾ اهو پهريون ادبي ادارو هو جنهن پنهنجي بزم ۾ مشاعري جي شمع روشن ڪئي ۽ ڪراچيءَ جي شاعرن کي مشاعرن کان واقف ڪيو ۽ غزل چوڻ جي ترغيب ڏني. هن بزم ۾ مشاعرن کان سواءِ پيون علمي ۽ ادبي مجلسون به ٿينديون هيون.

هن بزم جا سرگرم شاعر هئا- غلام احمد نظامي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، شيخ عبدالله 'عبد'، نور محمد 'لماڻو'، ماستر هارون 'امير' ۽ علي محمد 'مسڪين'.

بزم ادب ڪراچي جو بنياد غلام احمد نظاميءَ وڌو هو. سندس زندگيءَ ۾ هيءَ بزم ڪافي سرگرم رهي پر سندس وفات کانپوءِ جلد ئي هن بزم جون سرگرميون ختم ٿي ويون.

بزم ادب جا مشاعره پندرهين پندرهين ڏينهن ٿيندا هئا، جن ۾ سنڌ جي مختلف شهرن مان شاعر پنهنجو ڪلام موڪليندا هئا. ڪن مشاعرن جون طرحون هي هيون(۲):

۱- مزو انگور جو ميخوار کان پڇ (۲۱ آڪٽوبر ۱۹۳۳ع)
۲- يا الاهي شل هميشه يار محفل ۾ رهي (۱۶ ڊسمبر ۱۹۳۳ع)
۳- زمانو سچو بيوفا ٿي ويو (۲۰ جنوري ۱۹۳۴ع)
۴- دامن صبر تار تار نه ڪر (۴ فيبروري ۱۹۳۴ع)
۵- دل جي دنيا ۾ محبت جو چمن آباد ڪر (۴ مئي ۱۹۴۵ع

---

(۱) حبيب الله فڪري- "تحفه ڪراچي"- الوحيد پرنٽنگ پريس ڪراچي ۱۹۵۵ع ص ۰۶.
(۲) بزم ادب جي مشاعرن جون طرحون "الحقيقت" اخبار ۾ شايع ٿيل مختلف ڪارروايُن مان ورتل آهن.

بزم ادب جو هڪ مشاعرو ١٨ نومبر ١٩٢٣ع تي ٿيو هو، جنهن جي مصرع طرح هئي-

هي زندگي اسان جي مثل حباب آهي.

انتخاب مشاعره

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي:

هر دل پسند آهي هر دل عزيز جاني
آهي نقاب اندر ته به بي نقاب آهي.

عمر عزيز گهاريان منجهه عشق ان جي ليڪن
هي زندگي اسان جي مثل حباب آهي.(١)

لعلچند 'مجروح':

زاهد نه روڪ مي کان مستن ۽ ميڪشن لئه
ڇا جو گناهه آهي، ڇا جو ثواب آهي.

مي نوش زنده رهه تون، خوش راز عاشقانه
هي زندگي اسان جي مثل حباب آهي.(٢)

هدايت علي 'نجفي':

تعبير جنهن جو ناهي، هي اهڙو خواب آهي
هي زندگي اسان جي مثل حباب آهي.

هن ڪشمڪش جي جڳهه غمگين منهنجي دل کي
ڏيندو قرار فرحت جام شراب آهي.(٣)

قادربخش 'حقير' (بشير):

توکي ڇو مرد مسلم غفلت جو خواب آهي
اغيار ڏس ته ڪهڙو ڪم تي شتاب آهي.

---

(١) "نئين زندگي" ڪراچي- ڊسمبر ١٩٥٧ع- (تصويرن وارو صفحو)
(٢) لعلچند مجروح "ديوان مجروح" (قلمي) ملڪيت غلام نبي شيخ لاڙڪاڻو.
(٣) "ذوالفقار" (هفتيوار گهوٽڪي) ١٢- آگسٽ ١٩٦٣ع- ص ٥.

مولا تون رک معطر هردم حقير کي تيئن
دنيا ۾ مشڪ عنبر ۽ جيئن گلاب آهي.(١)

حاجي محمود 'خادم':

هيءَ حب جا حبيبن هي ناز نازنين
هي خال خط سان چهرو هي حسن ۽ حسين.

هي عشق عاشقن جو، ماٺو هي مه جبين
هي هوس همنشينن هي ساز سوز سين.

مطلب ته جو ڏسين ٿو خادم سو خواب آهي
هيءَ زندگي اسان جي مثل حباب آهي.(٢)

غلام احمد 'نظامي':

دنيا جو دؤر سارو، اي يار خواب آهي
ڏينهن چار عيش عشرت رنگ و رباب آهي
هي زندگي اسان جي مثل حباب آهي.(٣)

محمد بخش 'واصف':

ويئا ڇڏي ني آهن جي ها چمن جا صاحب
دنيا ۾ پيو اچي اڄ سو انقلاب آهي.

لهرين ڪان حادثن جي بحر جهان ۾ ٿي
هي زندگي اسان جي مثل حباب آهي.(٤)

## بزم مشاعره ناري

دادو ضلعي ۾ باليشاهه اسٽيشن کان اڪل ٽي ميل درياه طرف ڪڇي ۾ هڪڙو ننڍڙو پر سهڻو ڳوٺ ناري جي نالي سان آباد آهي. درياهه جي

---

(١) عبدالحي.اي. لوڌي 'مرحوم قادربخش جي شاعري' (قلمي). سنڌالاجي ١٩٦١ع ص ١٨.

(٢) محمود خادم "ڪليات خادم" (قلمي). ملڪيت محمدعلي قريشي لاڙڪاڻو. ص ٩٨.

(٣) "بياض نظامي" (پيو ايڊيشن). ڇاپائيندڙ جمعيت الشعراء سنڌ. ص ٣٥.

(٤) محمد بخش واصف "ڪليات واصف". (قلمي) سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سنڌ. ص ٢٢١.

ڇاڙهه سبب هر سال ٻوڏ جو پاڻي هن ڳوٺ کي وڪوڙي ويندو آهي تنهن ڪري ٻوڏ کان بچاءَ خاطر ڳوٺ مٿاهين دڙن تي آباد آهي ۽ ڳوٺ جي چوڌرد بند ٻڌل آهي. ٢٥-١٩٢٣ع ۾ جمع خان غريب هن ڳوٺ ۾ هيڊماستر هو. سنڌس شوق سبب هن ڳوٺ جي نوجوانن ۾ شعر سان چاهه پيدا ٿيو ۽ هو لاڙڪاڻي جي مشاعري ۾ شريڪ ٿيڻ لڳا. جتي ميان علي محمد قادري ۽ ميان غلام سرور فقير جي صحبت انهن ۾ بزم قائم ڪرڻ جو چاهه پيدا ڪيو. ١٩٢٤ع ۾ ماستر جمع خان غريب جي ڪوشش سان بزم ناري (شريف) جو بنياد وڌو ويو جنهن جو صدر ماستر جمع خان غريب ۽ سيڪريٽري سيد محمد تقي حنفي ٿيو. جلد ئي هن بزم چڱي مقبوليت حاصل ڪري ورتي جو لاڙڪاڻي، دادو ۽ حيدرآباد جا وڏا شاعر هن بزم جي مشاعرن ۾ پاڻ اچي شريڪ ٿيندا هئا يا شعر ڏياري موڪليندا هئا. سيد محمد تقي ٻڌايو ته ڪڙي مشاعري ۾ محمدبخش واصف هي شعر پڙهيو.

ڪوچئي يار مان ڇا توکي ٿيو حاصل واصف
دل ڦـــرائي ميان نامـــوس وڃائـــي ويٺين.

انتي هدايت علي نجفي چيو، واصف صاحب ماٺرا گهٽ ٻيان ڪيل آهي ٻوه هي شعر پڙهيائين:

ڪوچئہ يـــار مان ڇا توکي ٿيو حاصل نجفي
پٽڪو لهرائي ميان ڏاڙهي پٽائي ويٺين.

سيد محمد تقي شاهه ٻڌايو ته هڪ دفعي هڪ انعامي مشاعرو ڪيو ويو هو مصرع طرح هئي:

ري خدا ڄاڻي نہ ڪوئي عظمت حضرت رسول

هن مشاعري ۾ حاجي محمود خادم به شريڪ ٿيو هو. جنهن پهرين نمبر سنڌس شعر کي ڏنو ۽ کيس انعام مليو.

بزم ناري (شريف) جو ٽيون مشاعره ١٩ آڪٽوبر ١٩٢٣ع تي ٿيو هو. مشاعره لاءِ طرح هئي:

تنهن جي درڪار سدا مهر عنايت مولا.

بزم ناري جو هڪ مشاعرو ڊسمبر ١٩٢٣ع ۾ ٿيو هو مصرع طرح هئي:

علم ري خانن ۾ اوڪلهه خانداني ڪا نہ آهي

انتخاب پيش ڪجي ٿو:

انتخاب مشاعره (١)

غريب (جمع خان):

علم ري خانن ۽ اوڪلهه خانداني ڪا نہ آهي
تن ۽ ڪا گفتار حق شيرين بياني ڪا نہ آهي.

گهر دعا حق ڪان غريبا مومنن جي دل ٿي شاد
شڪر حق اڄ نا اميدي جي نشاني ڪا نہ آهي.

حافظ محمد 'احسن':

علم ري خانن ۽ اڄ ڪلهہ خانداني ڪا نہ آهي
علم ڏاران ڪنهن بہ ڪم ۽ ڪامراني ڪا نہ آهي.

شعر احسن هي ڏسي ۽ آفرين چوند و غريب
ملڪ ۾ اڄ شعر جي ڪا قدرداني ڪا نہ آهي.

محسن (ماستر جان محمد ڳوٺي ياسين):

سود خورن جي چنبي ۾ جهل ڪان جيڪي پيا
تن جي دولت جي سنڌ ۾ ڪا نشاني ڪانہ آهي.

قوم جي ماتم تي محسن ڪريان ها دفتر سياه
پر عزيزو منهنجي اڄ طبع رواني ڪانہ آهي.

ثاقب (محمد رمضان):

روم ۽ چين جي مٿان اڳ حڪم پنهنجو ٿي هليو
ٿي چيو غيرن تہ هڪڙي حڪمراني ڪانہ آهي.

پر نصيحت شعر جو جو تا قيامت ٿو رهي.
تنهنجي ثاقب زندگاني جاوداني ڪانہ آهي

صوفي (شاهہ محمد):

اڄ ڪرم ڪنهن ۾ الفت مهرباني ڪانہ آهي
مان ۽ ايمان جي ڪائي نشاني ڪانہ آهي.

---

(١) الوحيد ڪراچي تاريخ ٣ جنوري ١٩٢٥ع، ص ٣.

دين دفتر ڇڏي تعليم کان ٽڙيا وتن
مان ۽ ايمان جي ڪائي نشاني ڪانہ آهي.

حافظ (عبدالله وڳڻ):

علم ري خانن ۾ اڄ ڪلهہ خانداني ڪانہ آهي
علم ري تن جي تہ زيبا زندگاني ڪا نہ آهي.

دوستن ۾ مهر جيڪا ۽ محبت ٿا ڏسون
مائٽن ۾ حافظا سا مهرباني ڪا نہ آهي.

حقير (قادربخش):

هر برادر ۾ وبو آ جن جهيڙي جو لڳي
قرب الفت ۽ مروت مهرباني ڪا نہ آهي.

عمر ڪئي برباد تو حرص و هوا ۾ اي حقير
ڪا خدا جي ورد تنهنجي ورد خاني ڪانہ آهي.

'حنفي' سيد محمد تقي:

چرخ ظالم جي اسان تي مهرباني ڪانہ آهي
هاھ فرحت ۾ اسانجي زندگاني ڪانہ آهي.
باعث لا علمي عزت ڪانہ ٿي ڪائي ملي
علم ري خانن ۾ اڄڪلهہ خانداني ڪانہ آهي.

## بزم مشاعره صوفي

شاهہ محمد صوفي پنهنجي وقت جو چڱو شاعر ٿي گذريو آهي. هن کي شعر و شاعري سان گهڻي دلچسپي هئي. هن جا تعلقات بزم مشاعره لاڙڪاڻو ۽ بزم مشاعره ناري جي باني سان گهرا ۽ گهاٽا هئا. صوفي شاهہ محمد انهن بزمن جي اثر هيٺ ۱۹۲۴ع ڌاري بزم مشاعره صوفي جو ميهڙ ۾ بنياد رکيو. بزم مشاعره صوفي جي ڪاروائي مان معلوم ٿو ٿئي تہ ۱۹۲۴ع ۾ بزم جا هيٺيان عهديدار هئا. (۱)

۱- رئيس قادربخش — صدر
۲- رئيس عبدالفتاح ( ولد شمس الدين بابل ) — نائب صدر

---

(۱) بزم مشاعره صوفي ( ڪار گذاريون قلمي ) ملڪيت اياز حسين قادري لاڙڪاڻو

٣- شاهه محمد صوفي سيڪريٽري

٤- ماستر عبدالقادر خزانچي

٥- حاجي حافظ علي اڪبر شاهه آڊيٽر

بزم مشاعره صوفي گهڻن سالن تائين نهايت سرگرم رهي ۽ باقاعده ماهوار مشاعره ڪرائيندي رهي، جي گهڻو ڪري ميهڙ ۾ شوڪت پرنٽنگ پريس جي ايوان ۾ ٿيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن مشاعرا باليشاه ۽ ناري ۾ به ٿيندا هئا. ڪجهه وقت لاءِ بزم مشاعره ناري ۽ بزم مشاعره صوفي کي ملائي هڪ ڪيو ويو پر پوءِ پٽي وري جدا ٿي ويا، اهڙو اطلاع سيد محمد تقي شاهه اخبارن ۾ شايع ڪرايو هو. "ڪو وقت هو جو ناري شريف ۾ بزم مشاعره قائم ڪيو ويو هو اهو مشاعرو 'صوفي سنڌ' مشاعري سان گڏ ميهڙ منتقل ٿيو..... ارادو ڪيو آهي ته ناري شريف ۾ وري مشاعره قائم ڪيو وڃي." (١)

بزم مشاعره صوفي جي طرفان جيڪي مشاعره ڪيا ويا انهن مان ڪن مشاعرن جون طرحون هي هيون. (٢)

١- چو ڪيو آ تيز هن خنجر جفا جي واسطي (جنوري ١٩٢٧)

٢- هرگز مريض عشق کي ٿيئي شفا نه آ (اپريل ١٩٢٧ع)

٣- خدا وه جا بنائي نور مان صورت محمد جي (آگسٽ ١٩٢٧ع)

٤- آه پيهر عشق جو دل ۾ اثر پيدا ٿيو (ڊسمبر ١٩٢٧ع)

٥- پريشان حال چا مونکان زياده هوندوسون جو (آگسٽ ١٩٢٨ع)

٦- ساڻ منهنجي رهن پيارا تا قفس گلزار آ (مارچ ١٩٢٩ع)

٧- ڪري هن درد قومي جي عزيزو ڪو طباعت اڄ (آڪٽوبر ١٩٣٠ع)

٨- اوهانجي لب هلائڻ ۾ منهنجي مشڪل ڪشائي آ (جولاءِ ١٩٣٢ع)

٩- زهي گلزار عالم بهار بي خزان آيو (اپريل ١٩٣٨ع)

بزم مشاعره صوفي جي هڪڙي مشاعري جو انتخاب ڏجي ٿو جيڪو ١٩ سيپٽمبر ١٩٢٦ تي منعقد ٿيو هو. مصرع طرح هئي.

---

(١) الوحيد ڪراچي تاريخ ١٢ نومبر ١٩٣٢ع، ص ٦.

(٢) بزم مشاعره صوفي (ڪار گذاريون قلمي) ملڪيت اياز حسين قادري لاڙڪاڻو

خار گل ڪائن ٿا گلشن ۾ تنهنجي رخسار تي

انتخاب مشاعره (١)

جمع خان 'غريب':

موهجي پيو ملڪ سارو، تنهنجي شوڪت شان تي
ناز تي انداز تي گفتار تـي رفتار تـي.

هن بت ڪافر جي الفت جو ٿيو آخر اثر
زهد تي ايمان تي توبه تـي استغفار تـي.

حافظ عبدالوهاب ڪنيار:

حسن تنهنجي دلبر آئي اندر گلشن وڌو
شرم نرگس جي مٿان ۽ داغ لاله زار تي.

سڀ اميدون ڪين لاٿم وصل جون دلبر منجهان
ليٽ رکندو مهر جا محبوب هٺ ڪنيار تي.

حافظ محمد 'احسن':

رشڪ يوسف ناهي تنهنجو ڪوئي ثاني درجهان
خار گل ڪائن ٿا گلشن ۾ تنهنجي رخسار تي.

دلربا جي هجر جو غم، عيش عشرت کان وڌيڪ
وصل جا صد روز قربان، هجر جي هڪ وار تي.

محمد بخش 'واصف':

هي قسم سڀ تنهنجي اک جو جرم پنهنجو نه آهي
ظلم لشڪر جو، اهـي الزام ٿـو سردار تي.

ريس کان زلفن جي سنبل ڌسجي ٿو منجهه پيچ تاب
خار گل ڪائن ٿا گلشن ۾ تنهنجي رخسار تي.

علي حيدر 'حيدري' ملڪاڻي:

وصل جي اميد تي عاشق ڏڙن ٿا اڄ ائين
جيئن ڏڙي ٿي باغ ۾ بلبل پئي گلزار تي.

---

(١) بزم مشاعره صوفي (ڪارگذاريون) سنڌالاجي.

ٻانڊ ٻائي، ڪنڌ نوائي، عرض آزيون مون ڪيون
ٻر سڄڻ هردم آ ويٺو تهار ڦيو انڪار تـي.

تاج محمد ولد مولوي محمد صديق ٻنڊوا:

خار گل ڪاڻن ڏا گلشن ۾ تنهنجي رخسار تي
لک ٿيا عاشق ديوانا تو سندي سينگار تي.

ڪر نظر تاج محمد تـي سڌا شفقت سندي
سر جهڪائي ٿو صنم سهڻا سنده ٻيزار تي.

شاهه محمد 'صوفي':

بلبلا ٻلوي ٻيا تنهنجي سڄڻ سينگار تـي
خارگل ڪاڻن ڏا گلشن ۾ تنهنجي رخسار تي.

راز تنهنجو جن تي آيو مست ۽ مخمور ٿيا
شمس تي منصور تي صوفي مٿي عطار تي.

## بزم بلبل مشاعره

بزم بلبل مشاعره سنڌ جي مشهور شاعر شمس الدين 'بلبل' جي ياد ۾ ١٩٢٥ع ۾ ميهڙ ۾ قائم ڪئي وئي هئي. هن بزم جو ٻهريون صدر رئيس عبدالفتاح (ابن بلبل) هو. ان جي وفات کان پوءِ صدر رئيس ضياءُالدين 'ضيا' ٿيو ۽ سيڪريٽري صوفي شاهه محمد هو. شاهه محمد صوفي جو چوڻ آهي ته "مون ١٩٢٥ع کان صوفي ۽ بلبل مشاعرا ميهڙ ۾ ڪيا هئا جو اڄ تائين جاري آهن، جنهن ۾ مون رئيس ضياءُالدين 'ضيا' بلبل ثاني سان گـڏ ڪم هلايو ۽ مان سيڪريٽري رهيس.(١)

گڏهن ڪڏهن بزم بلبل ۽ بزم صوفي جا گڏيل مشاعرا به ٿيندا هئا. اهڙو هڪڙو مشاعرو ٢٩ سيپٽمبر ١٩٤٦ع تي ٿيو هو. طرح هئي.(٢)

"اڄ فقط بلبل نه ٻر خود باغبان چڪر ۾ آهه"

---

(١) شاهه محمد صوفي- 'رئيس شمس الدين بلبل'- "نئين زندگي" آڪٽوبر١٩٦٥ع- ص ٢٨.

(٢) بزم صوفي (ڪارگذاريون قلمي) سنڌالاجي.

بزم بلبل جي مشاعرن جون ڪي طرحون هيون.

۱- آهه لطف ڪهڙو غريب‌الوطني ۾ (جون ۱۹۳۸ع)

۲- تون ٻڌڻ ٻي ڪهن آئين عاشق بيمار وٽ

بزم بلبل طرفان ۱۹۴۹ع ۾ ڪل سنڌي ادبي ڪانفرنس ميهڙ ۾ ڪوٺائي وئي هئي، جنهن جي صدارت وزير تعليم پير الاهي بخش ڪئي هئي.

۱۹۵۰ع ۾ بزم بلبل طرفان منعقد ڪيل مشاعرن جي ياد قائم رکڻ لاءِ ”بوستان بلبل“ نالي ننڍڙو رسالو جاري ڪيو ويو هو جنهن ۾ بزم بلبل جي مشاعرن ۾ پڙهيل شعرن جو انتخاب ڏنو ويندو هو. رسالي جو سرپرست ضياءالدين ۽ ترتيب ڏيندڙ جمع خان 'غريب' هو. اهڙي هڪڙي رسالي ۾ هيٺين ٻن طرحن جا مشاعرا ڏنل آهن.

۱- بهار آيو چمن ۾ بلبلن تازا ترانا ڪيا

۲- ٽيو چوپول چوڌاري هي دور خوبتر آيو

انتخاب مشاعره (۱)

شيخ محمد ابراهيم 'خليل':

تڪيندي شام کان در کي وري وقت سحر آيو
پئي افتاد ڪهڙي جو نه يا رب نامه‌بر آيو.

ويو ڪوچه ۾ تنهنجي جو، اهو ثابت نه گهر آيو
ڪلهن خسته جگر آيو، ڪلهن ٿي چشم‌تر آيو.

مخدوم محمد زمان طالب‌المولي:

ڏسي آشفته حالي، رات ساري صبح ٿيندي ٿي
زچشم نرگس يڪ قطره شبنم ڀــڏر آيو.

ماستر حاجي محمدخان، خيرپور ناٿن شاهه:

بهاري بزم ۾ ٿي جشن ۾ هر بشر آيو
ٽيو چوپول چوڌاري هي دورخوبتر آيو.

---

(۱) ”بوستان بلبل“- قادريه پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو- ص ۱۸-۱۰.

مولوي شفيع محمد هاتف ٺرڙي محبت:

ڪٿي پيغام راحت جو ڏئي ٿو ساري عالم کي
هلي مرڪز فلڪ ۾ آهه رحمت جو ڪڪر آيو.

سيد امير شاهه درپيلو:

ٿيو ڇوٻول ڇوڌاري هي دؤر خوبتر آيو
زمانو عدل ۽ انصاف جو هاڻي نظر آيو.

نظام الدين گوپانگ 'نظام':

نه خود آيو نه خط آيو، نڪو اڄ نامبر آيو
مران ٿو بعد مردن ڇا ٿيو دلبر اگر آيو.

جي عشق آيو ته آيو عشق جو آزار ٻي ان دم
الم آيو، غم آيو، رنج آيو درد سر آيو.

حافظ محمد عبدالله 'حافظ' رشيد وڳڻ:

رقيبن جي سبب هرگز نه ڪج محروم، جو حافظ
ڪري ميلاپ جي اميد تنهنجي دوست در آيو

وڏيرو جان محمد 'شائق':

ٿيا روشن ته جنهن جي نور کان ارض و سما آهن
بقا وارو ڀلارو سو ڀلي رشڪ قمر آيو.

فقير محمد 'زوراور':

سندءدزديده ديدن جي ڏئي ڪهڙي سگهان قيمت
فقط عاشق هئڻ سان هي وڏي پنهنجو ته سر آيو.

قاضي محمد صادق شناگر:

انڌارو ويو هليو سارو ڪنان چمڪاٽ ڪنوڻين جي
اها روشن ٿي دل گهر جنهن جي اڄ رشڪ قمر آيو.

عبدالمنان 'عابد':

هٿي توحيد جو نعرو ڪيون فولاد کي پاڻي
ڪريون ٽڪرا ٽڪر کي پي جي آذو ڪو ٽڪر آيو.

امام الدين 'ضامن':

مروڙي ميچ اٿيا سيمبر ٽين خاطر گهڻا مسٽر
امانجي پي متي پکهي اجهو سٽيو ٽڪر آيو.

حقگو صاحب:

نه ڏسجي ڪنهن ستائش ۽ سفارش زور لائڻ ڏي
ڏجي پل ووٽ انکي پنهنجو لائق جو نظر آيو.

## بزم مشاعره ڊي - جي سنڌ ڪاليج ڪراچي

سنڌ ۾ مشاعرن جي وڌندڙ ڇهڇٽي سنڌ جي ڪاليجن کي به متاثر ڪري ڇڏيو ۽ ڪاليجن ۾ به مشاعرن جون بزمون قائم ٿيڻ لڳيون. ڊي.جي سنڌ ڪاليج ڪراچي شروع کان وٺي سنڌ جو برک ڪاليج رهيو آهي. ١٩٢٥ع ۾ ڊي - جي سنڌ ڪاليج ڪراچي ۾ به بزم مشاعره قائم ڪئي وئي جنهن جو مقصد هو شاگردن ۾ شاعري جو چاهه پيدا ڪرڻ ۽ کين شاعري جي فن کان واقف ڪرڻ. ڊي - جي سنڌ ڪاليج جي مشاعرن ۾ ڪاليج جي شاگردن سان گڏ ڪراچي شهر جا سمورا اديب ۽ شاعر دلچسپي وٺندا هئا ۽ مشاعري جي طرحن تي سنڌ جا شاعر به پنهنجا غـزل ڏياري موڪليندا هئا جيڪي مشاعره ۾ پڙهيا ويندا هئا. بزم مشاعره ڊي - جي سنڌ ڪاليج جون ڪي طرحون هي هيون.

(١) ڪهڙي ڪهڙي تنهنجي هيٺان اي فلڪ فرياد آ
(ڊسمبر ١٩٢٥ع)

(٢) دل گهريو زاهد ٿيان پر مون کان مستوري نه ٿي.
(جنوري ١٩٢٦ع)

پنهي مشاعرن ۾ پيش ٿيل ڪن غزلن جو انتخاب حاضر آهي.

حاجي محمود 'خادم':

ڪير هن دنيا دورنگي ۾ هميشه شــاد آ
شاد ساعت آهه جو، سو ساعتون ناشاد آ.
شمع وانگر پاڻ ڳاري فانوسي ڪنهن کي ڏي
پوءِ تنهنجي شاعرن کي لک مبارڪباد آ. (١)

ميان غلام سرور 'فقير':

ڪهڙي ڪهڙي تنهنجي هيڏان اي فلڪ فرياد آ
جنهن کي ڏسجي ٿو سو پنهنجي حال تي ناشاد آ.
حرص وارا ٿا اڏن محلات لالچ جـــي بلند
پر جي ڏسجي ٿو ته تنهنجو خانمان برباد آ. (٢)

ڪشنچند 'بيوس':

بوند شبنم جي ڏسو نقلي حياتي جو قصو
زندگي لحظي اندر برباد ۽ آبــاد آ.
مرم جي پردي مان نڪتي دانهن نازڪ درد جي
ڪهڙي ڪهڙي تنهنجي هيڏان اي فلڪ فرياد آ.(٣)

سرشار عقيلي:

عاشق ناشاد جي دل حسرتن جو هڪ مزار
آرزو تي جان ڏيندي، آرزو پوري نـه ٿي.
حسن کي سرشار منهنجي شعر مان شهرت ملي
ڇاڻيو جي شاعرن ۾ منهنجي مشهوري نه ٿي.(٤)

غلام سرور 'فقير':

ڪين ٿي جڳ ۾ رهي ڪنهن جي ڳجهي نيڪي بدي
لڪ لڪائڻ سان مخفي خون ڪستوري نه ٿي.

---

(١) ڪليات خادم (قلمي) ملڪيت محمدعلي قريشي لاڙڪاڻو.
(٢) ديوان فقير (قلمي)- ملڪيت ايازحسين قادري- لاڙڪاڻو.
(٣) شعر بيوس- ڇاپائيندڙ هوندراج دکايل ١٩٥٣ع- دادر بمبئي- ص ٨٨.
(٤) بياض سرشار (قلمي)- سنڌي ادبي بورڊ.

آدميت ۽ شرافت جـي اچين ٿـو آهه جي
بخت ۽ دولت جي هوندي ڪجهه به مغروري نه ٿي(۱)

ڪشنچند ' بيوس ':

دل گهريو زاهد ٿيان پر مون کان مستوري نه ٿي
برهه دڳ الٽو ٻڌايو، هاج دستوري نه ٿي.

دمبدم محتاج آهيان، تير گهرجن جا سهان
عمر پوري ٿي اچي، خواهش مگر پوري نه ٿي.(۲)

## پوئٽري سوسائٽي

سنڌ ۾ شاعري جي انهن انجمنن سان جن سنڌي شعر کي غزل جي مست ۽ مخمور دنيا سان ڪڍي نظم جي راهه هلائڻ ٿي گهريو، پوئٽري سوسائٽي هڪ هئي. پوئٽري سوسائٽي جو مرڪز لنڊن ۾ هو جنهن جون شاخون دنيا جي مختلف ملڪن ۾ قائم هيون. هن سوسائٽي جو مقصد هو انگريزي شاعريءَ کي دنيا سان ۽ دنيا جي شاعريءَ کي هڪٻئي سان واقف ڪرائڻ. ۱۹۲۴ع ۾ آه. آه. قاضي جلهن خيرپور ۾ سيشن جج هو هن سنڌ ۾ پوئٽري سوسائٽي جو بنياد وڌو جلد ئي ان جون شاخون حيدرآباد، خيرپور ۽ لاڙڪاڻي ۾ قائم ڪيون ويون. هن سوسائٽي جو سنڌ ۾ سرپرست ۽ صدر مير علي نواز ۽ نائب صدر سندس وزير ايم. ڪي. شيخ هو. پوئٽري سوسائٽي طرفان شايع ٿيندڙ رسالي پوئٽري رويو (Poetry Review) ۾ ان جو ذڪر هيٺن ڪيو ويو آهي.

His highness the Mir of khairpur is contributor to this Issue of Poetry Review is taking personal interest in the development of the Poetry Society in India and has become patorn of the Society. His Houour M.K. Shaikh the Wazir of the Khairpur State has been elected a Vice President of the Poetry Society (l).

---

(۱) بياض فقير (قلمي) ملڪيت اياز حسين قادري.

(۲) شعر بيوس- ڇاپائيندڙ هوندراج دکايل، ۱۹۵۳ع- دادر بمبئي.

(l) The Poetry Review page 64. Jan - Feb, 1924, london.

لنڊن جي پوئٽري سوسائٽيءَ آءِ. آءِ. قاضي جي ڪوشش جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيو.

> "Another development with great potentialities really immense possibilties was the Culmination of judge Kazi's efforts in the formatiou of a centre for the province of sind with Highness the ruler of the Khairpur State as president" (1)

پوئٽري سوسائٽيءَ حيدرآباد واري شاخ جي هڪ مجلس ۱۱ سيپٽمبر ۱۹۲۵ع تي مسٽر ڊائلن ڪي - ايس جي رهائش گاهه تي مرزا قليچ بيگ جي صدارت هيٺ ٿي هئي. هن مجلس ۾ آءِ. آءِ. قاضي اهڙي هڪڙي مجلس جو احوال بيان ڪيو جيڪا هو لنڊن ۾ شريڪ ٿيو هو. مسٽر مولچند لالواڻي، انگريزي راڳ ڪي هندستاني ڌن ۾ پيش ڪيو. جيڪو ڏاڍو پسند ڪيو ويو. مسز قاضي پنهنجو هڪ شعر پڙهيو 'عاملن جي شادي' مسٽر پوناڻي ۽ سنڌي راڳ ڳڏايا ۽ مسٽر چيٺمل لالواڻي 'مٺا محبوب' هڪڙي مشهور هندستاني شاعر جو ڪلام پڙهيو.

اهڙي هڪڙي مجلس ۾ ايلسيا قاضي مير علي نواز جي غزل جو انگريزي ترجمو پڙهيو هو جنهن جو بند هي آهي:

O Saki, Beautiful fill to day
My Cup of Destiny I pray
That my remaining days I may
Thy tavern praise and bless! (2)

پوئٽري سوسائٽيءَ جي شاخن مان لاڙڪاڻو واري شاخ ڪافي سرگرم هئي جنهن جو سرپرست مسٽر حامدعلي ڪليڪٽر لاڙڪاڻو ۽ روح روان ميان غلام سرور 'فقير' هو. علامه قاضي لاڙڪاڻي ۾ پوئٽري سوسائٽيءَ جي قائم ڪرڻ جو ذڪر هيئن ڪيو آهي، "مون کي ياد آهي ته سال ۱۹۲۶ع ۾ جڏهن مسٽر حامدعلي لاڙڪاڻي جو ڪليڪٽر هو، تڏهين سندس ايماءَ ڪاريءَ ۾ سندس ڪوشش سان پهريون ڀيرو ادبي ڪانفرنسون لاڙڪاڻي ۾ ڪوٺايون ويون هيون (۳) صاحب موصوف مون کي خيرپور مان لاڙڪاڻي مدعو ڪيو هو. انهيءَ لاءِ ته اسين لاڙڪاڻي ۾ هڪ (Poetry Society) يعني 'انجمن شعر'

(1) The poetry Review Page 288 July - August March, 1925' London.
(2) The Poetry Review March - April, 1925, London.

(۳) لاڙڪاڻي ۾ ويهن ۾ صرف هڪڙي ڪانفرنس ۱۹۲۲ع ۾ ٿي هئي قاضي صاحب شايد لاڙڪاڻي جي ساليانه مشاعري جي موقعي تي آيو آهي.

جو بنياد وجهون. انهيءَ موقعي تي مشاعرو به ڪوٺايو ويو هو، مشاعري جي باني ڪارن تي مون زور پريو ته مشاعري واسطي 'مصرع طرح' جي عوض جيڪڏهن موضوع ڏنو وڃي ته بهتر ٿيندو." (١)

مرزا قليچ بيگ به لاڙڪاڻي جي پوئٽري سوسائٽي جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي، "٢٣ اپريل (١٩٢٦ع) آءٌ لاڙڪاڻي ويس واٽ تي منوهر بيگ دادوءَ مان گاڏيءَ ۾ چڙهيو. لاڙڪاڻي اسٽيشن تي مسٽر حامدعلي ۽ ٻيا گهڻا ماڻهو آيا. هار وڌائون ۽ گهڻي خوش مرحبائي ڪيائون...... شام جو پوئٽري سوسائٽي ۾ مشاعرو هو. مسٽر حامدعلي منهنجي تعريف ڪئي ۽ مون ڪي ان جو جواب ڏيڻو پيو. پوءِ هڪ ليڪچر ڏنم ۽ هڪ شعر پڙهيم ۽ پين جا شعر ٻڌم. (٢) پوئٽر سوسائٽي جي انهيءَ جلسي جي موقعي تي ميان غلام سرور 'فقير' پوئٽري سوسائٽي ۽ ايلسا قاضي جي شان ۾ هيٺيون قصيدو پڙهيو هو جنهن مان معلوم ٿو ٿئي ته ١٩٢٦ع ۾ ايلسا قاضي پوئٽري سوسائٽي جي صدر هئي.

### قصيدو

ابر بهار آيو گلشن ۾ ٿي بهاري
فرش زمين تي سائو پيو آهه ڏس چوڌاري

گونئي گلاب لالا، منهن ماڪ سان آڌوتو
سنبل سنواريو چوٽو، نرگس به اک سنگاري.

چڙهي سان شاخ گل تي نغمه سرا آ بلبل
گل ٻي ٻڌي ڪهاڻي دل پنهنجي آهه ٺاري.

ارباب علم و شاعر هن بزم ۾ ٿي داخل
شعر و سخن جي گڏجي تن شمع آهه ٻاري.

حضرات سامعين ٻڌ حصو وٺن ٿا دل سان
علمي مذاق تنکي ڏاڍي رهي ٿي پياري.

---

(١) آءِ. آءِ. قاضي " قومن جو بقاءُ " خطبهء صدارت ادبي ڪانفرنس نومبر ١٩٥١ع دادو مهراڻ جون موجون پاڪستان پبليڪيشن ڪراچي ١٩٥٦ع، ص ١٧.

(٢) مرزا قليچ بيگ، سائون پن ڪارو پن، سنڌي ادبي بورڊ- ص ٢٨٥.

ڏا خوش نصيب آهي، هي ٻونٽري سوسائٽي
جنهن جي صدر معزز، بي‌بي(۱) آهي ڀلاري.

علم و ڪمال ۾ آ زيب‌النسا جي ثاني
هن وقت علم ۾ هن آهي وڏائي واري.

خاتون نيڪ سيرت، خوش‌خو، خوش خصائل
عالم ۾ خير جي جنهن خوشبو آهي آثاري.

گهر تون فقير تنهن لئه دل سان دعا هميشه
خوشنود ۽ سلامت رک تنهن‌کي ذات باري.(۲)

ساڳئي موقعي تي ميان غلام سرور فقير، ايلسا قاضي جي مشهور نظم جو سنڌي نظم ۾ ترجمو پڙهيو هو. انهي نظمن جو هڪ هڪ بند پيش ڪجي ٿو:

They Say, on lovely Kashmir heigt
upon the lotus lakes so bright
Is Poetrys abode.

چون ڪشمير جي دلڪش ٻٽن تي
ڪنول جي چمڪندڙ ساون ڍلين تي
مڪان شعر آهي ان هنڌن تي (فقير) (۳)

جيتوڻيڪ ٻونٽري سوسائٽي جو مقصد سنڌ ۾ نظم واري شاعري کي مروج ۽ مقبول بنائڻ هو، مگر ان جي مجلس جي ڪارروايُن مان معلوم ٿو ٿئي ته ان جي مجلس ۾ مير علي نواز جي غزل جو ترجمو به پڙهيو ويو هو ۽ لاڙڪاڻي واري مجلس ۾ مشاعرو به ڪيو ويو هو، جنهن ۾ ضرور غزل پڙهيا ويا هوندا. اهو ڏيکاري ٿو ته ٻونٽري سوسائٽي ۾ به غزل پنهنجي لاءِ ٿوري گهڻي جاءِ پيدا ڪري ورتي هئي.

## بزم ادب حيدرآباد

هن بزم جو بنياد محمد اسماعيل طالب‌المولي ۽ سندس عزيز شهميرخان 'شهمير' ٽنڊي ولي محمد ۾ وڌو. هي ٻئي ذات جا چانڊيا ، اصل تعلقو واره

(۱) ايلسا قاضي.
(۲) غلام سرور فقير 'بياض فقير' (قلمي) ملڪيت ايازحسين قادري لاڙڪاڻو.
(۳) 'الحقيقت' (هفتيوار) لاڙڪاڻو- تاريخ ۱۴ نومبر ۱۹۲۶ع- ص ۰۱

ضلعي لاڙڪاڻي جا رهندڙ هئا. محمد اسماعيل والد سائين رکيو ڀريائين سرڪاري ملازم هو، پر خلافت واري تحريڪ ۾ شريڪ ٿيڻ ڪري نوڪري ڇڏي ڏني هئائين ۽ رئيس غلام محمد ڀرڳڙي وٽ نوڪري ڪئي هئائين. هو انهن اسامي، حيدرآباد جو سيڪريٽري به هو ۽ ڪجهه وقت لاءِ "الامين" هفتيوار حيدرآباد جو ايڊيٽر رهيو. هو سٺو مرثيه گو شاعر هو. (١)

بزم ادب حيدرآباد جو صدر ۽ سرپرست سيد اسدالله شاهه 'فدا' ٽکڙائي هو. هن بزم ۾ جيڪي شاعر شريڪ ٿيندا هئا، تن مان ڪي هي هئا:

اسدالله شاهه 'فدا'، محمد هاشم 'مخلص'، محمد اسماعيل 'طالب المولى'، شهمير خان 'شهمير'، محمدبخش 'واصف'، ماسٽر پيربخش 'بشير'، محمد صديق 'مسافر'، ادامي، مستان، شائق، مرزا مددعلي بيگ 'مدد'، حافظ قمرالدين 'قمر' ۽ ماستر خيرمحمد 'احقر'.

بزم جي مشاعرن ۾ شاعر ڪڏهن ڪڏهن هڪ ٻئي سان طنزومزاح به ڪندا هئا. هڪ پيري شهمير خان، محمد بخش واصف کي تنگ ڪرڻ خاطر پنهنجي دوست ماستر پير بخش 'بشير' کي هڪ شعر لکي ڏنو، جو هن مشاعري ۾ پڙهيو. ان جي هڪ سٽ هئي:

مثل واصف ٿيو لوهار ڪوڪر ڪو.

ان تي محمد بخش واصف في البديه شعر چيو:

پڌل ڪنهن ذات تي ناهي طبيعت ذات مولى جي
نه آهي فڪر جي واصف ٿيس پيدا لوهارن ۾.

هن مشاعري ۾ هڪ ٻئي سان ڏي وٺ جي باوجود شاعر هڪ ٻئي کي دل کولي داد به ڏيندا هئا ۽ پنهنجي وڏائي جون لپاڙون به هڻندا هئا.

شهمير خان 'شهمير':

١- مسافر ڪٿ، 'ادامي ڪٿ، ڪٿي واصف، ڪٿي ڪاظم
ڪٿي شهمير ٿي، شرقون سڏايو يار جاني ڪي.

٢- غزل تنهنجو پڙهي شهمير ڪئي تحسين وه واصف
ٿيو تعجب مسافر کي، ادامي کي ۽ مستان کي.

(١) دستگير بلوچ "سنڌي ولي محمد جا ٻه گمنام شاعر" (قلمي)- سنڌالاجي، مونو- ١٩٦٦ع- ص ٥.

محمد بخش 'واصف':

شهمير، اداسي، شائق، واصف، پڏون مدد
پيدا وهن ٿا ٿيندا سخندان ڏوان نوان.

هڪ ڀيري حافظ قمرالدين شيخ سعدي جي مشهور غزل

ميم يي در شيشه باشد، بند باشد دال ري

جي تتبع تي غزل پڙهيو جنهن جو مطلع آهي:

جي اهي منهنجي اکڙن هو جدم الف و نون بي
يڪ قلم صدقي‌ڪريان سهڻي سڄڻ تان سين ري.

انهي مشاعري ۾ شهمير خان ساڳئي رنگ ۾ جوابي غزل پڙهيو جنهن جو مطلع آهي:

جي اٿي ڪو شوق پايان يي الف و ڪاف ري
ڪر 'قمر' قربان جانب جي سٽان هي سين ري.

هڪ طرحي مشاعري ۾ ماستر خيرمحمد 'احقر' هيٺيون شعر پڙهيو:

سراسر جان عاشق لاءِ ٿيو ڪڏ موت جو سامان
لبن ۾ ابروئــن ۾، نيڻ ۾ زلف پــريشان ۾.

ساڳئي رنگ ۾ شهمير خان هي شعر پڙهيو:

نزاڪت نــاز ۽ انــداز جو موجود دلبر ۾
ڏسوگل ۾، نہ بلبل ۾،نہ‌ڪوئل۾، نہ بستان۾.(١)

## بزم مشاعره سکر

پير علي محمد شاهہ ۽ پير حسام‌الدين شاهہ راشدي ۽ آغــا نظر علي لاڙڪاڻي جي مشاعرن جي انهن سامعين مــان هئا جيڪي وڏي شوق سان وڃي مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندا هئا. پير حسام‌الدين ڪجهہ وقت شاعري ڪئي ۽ حاجي محمود 'خادم' جي استاديءَ هيٺ شاعري جي وزنن جــي تــڪ ۽ لور ۽ بحرن جي تار ترندو رهيو. هڪ ڀيري لاڙڪاڻي جي مشاعري لاءِ طرح بہ ڏنائين.

هي ٻئي ياٺــر جڏهن لاڙڪاڻي مان سکر آيــا تہ شاعري کان زياده

---

(١) غلام دستگير خان "سنڌي ولي محمد جا ٻہ گمنام شاعر".

مشاعرن جو شوق پاڻ سان کڻي آيا ۽ ١٩٣٠ع ڌاري سکر ۾ بزم مشاعره قائم ڪيائون جنهن جو سيڪريٽري پير علي محمد راشدي هو. هن مشاعري جو اعلان ۽ طرحون "ستاره سنڌ" جنهن جو ايڊيٽر پير حسام الدين هو، "الحقيقت" لاڙڪاڻو ۽ ٻين اخبارن ۾ شايع ٿينديون هيون. هن بزم مشاعره کان اڳ سکر جي ماڻهن پنهنجي شهر سکر ۾ ڪڏهن مشاعرو شايد ڏٺو ئي ڪين هو. پير حسام الدين هڪ مشاعري جو ذڪر ڪندي چوي ٿو، "سکر جي ازرڪن لاءِ هي پهريون موقعو هو جو مشاعرو ڏسي رهيا هئا. اچيون ڏاڍيون ٿي ويون هيون ليڪن راڳيندڙن کانسواءِ شاعر جو ڪلام خود شاعر جي واتان ڪڏهن ڪونه پڙهو هئائون."(١)

سکر ۾ هڪڙو وڏو مشاعرو راشدي ڀائرن آغا نظر علي جي وساطت سان محمد اسحاق سٽي مئجسٽريٽ سکر جي صدارت هيٺ ڪرايو هو. جنهن ۾ سکر، جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي جي شاعرن مان ڪيترا شاعر پنهنجي سر هلي اچي مشاعري ۾ شريڪ ٿيا هئا، جن ۾ خادم، فقير، نياز، سرور، ضامن، جوش ۽ ٻيا ڪيترا نوان ۽ پراڻا سخن سنج هئا.

حاجي محمود خادم جي ڪليات ۾ هڪ غزل جي حاشيه ۾ هي نوٽ لکيل آهي، "سکر مشاعره ١٩٣١ع محبي آغا نظرعلي جي دعوت تي ٨-١١-٣١". ان سان پتو پوي ٿو ته مشاعرو ڊسمبر ١٩٣١ع ۾ ٿيو هو. خادم جي غزل مان مشاعري جي طرح معلوم ٿئي ٿي، جا هئي:

"ڇا ڏيکاريءَ چشم نرگس کي جو حيران ٿي وئي"

ان طرح تي ميان علي محمد قادري، ميان غلام سرور 'فقير'، حاجي محمود خادم جا غزل انهن جي ديوان مان مليا آهن. ان مشاعري ۾ پڙهيا هئا. غزلن جو اختصار ملاحظه ڪريو:

ميان علي محمد 'قادري':

دل جي داغن جو چمن سرسبز آهي اي صبا
ابر باران ان جي لءِ بس چشم گريان ٿي وئي.
جنت الماوا نه گهرجي ۽ نڪي حور و قصور
جاءِ مسڪن 'قادري' جي ڪوءِ جانان ٿي وئي.

---

(١) پير حسام الدين راشدي "هو ڏوٿي هو ڏينهن" - سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٧ع- ص ٢٨٣.

مِيان غلام سرور 'فقير':

هاءِ رسوا ٿي ويس محفل ۾ ساموهون يار جي
دل ڪيو ضبطِ محبت، چشم گريان ٿي وئي،

تنهنجي در تي شور منهنجي غزالخوانيءَ جو ٻڌي
اڪ جي پردي ۾ تنهنجي تصوير پنهان ٿي وئي.

حاجي محمود 'خادم':

دل کي ڦاسايم کڻي، ير نوڪ ڦاٽي زلف ۾
تنهن ڪري هڪ سان نه پرخود ٻي پريشان ٿي وئي.

ٿيو گلِ لالا کي منهن تي داغ تنهنجو منهن ڏسي
ڇا ڏيکاريئه چشم نرگس کي جو حيران ٿي وئي.

بزم مشاعره سکر جون پيون ڪي طرحون هي هيون:

لــذت درد جــدا لذت آزار جدا (٢٠ ڊسمبر ١٩٣١ع) (١)
دل ۾ هزارين درد اٿئي چشم تر نه ٿي (اپريل ١٠ - ١٩٣٢ع) (٢)

## سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد جا مشاعرا

سنڌ ۾ جن جماعتن سنڌي مسلمانن ۾ تعليم ۽ علم و ادب سان چاهه پيدا ڪرڻ لاءِ وڏيون ڪوششون ڪيون آهن تن ۾ سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد جو وڏو حصو آهي. هيءَ پهرين سوسائٽي هئي جنهن سنڌي مسلمان عورتن کي تعليم ڏيڻ لاءِ جدوجهد ڪئي. هن سوسائٽيءَ پنهنجي پريس قائم ڪري ڪيترا مذهبي، علمي معلوماتي ۽ تاريخي ڪتاب شايع ڪيا.

هيءَ سوسائٽي ميرن محمدصديق ۽ حيدرآباد جي ڪن ٻين نوجوانن جي ڪوشش سان قائم ٿي. هن سوسائٽي جو روح روان به ميرن پاڻ هو. سندس هن ڪم ۾ مددگار سيد ميران محمدشاهه، 'مير'، محمد صديق 'مسافر' ۽ عبدالخالق خليق مورائي هئا. (٣) سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي جنوري ١٩٣١ع ۾ وجود ۾ آئي. ۽ يڪدم ۾ علمي ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين.

---

(١) الحقيقت (هفتيوار) لاڙڪاڻو ٨ ڊسمبر ١٩٣١ع

(٢) ساڳئي- ٢ اپريل ١٩٣٢ع

(٣) جلال الدين پيلار 'خانبهادر محمد صديق جو سنڌي ادب ۾ حصو'، قلمي سنڌالاجي (مونو ١٩٧٨ع).

انهن ڏينهن ۾ بزم مشاعرن جو نهايت زور هو. بزم مشاعره لاڙڪاڻ جو اثر جتي ڪٿي پنهنجي رهيو هو ۲۴ نومبر ۱۹۳۱ع يعني سوسائٽي جي قائم ٿيڻ واري پهرين سال منئيجنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ سيد ميران محمد شاهه جي صدارت هيٺ ٿي جنهن ۾ محمد هاشم 'مخلص'، محمدابراهيم 'خليل'، محمدبخش 'واصف'، محمد صديق ميمڻ، محمدصديق 'مسافر'، عبدالخالق 'خليق' ۽ غلام مرتضيٰ شريڪ ٿيا.

اهي سڀ بزرگ شاعر ۽ مشاعرن سان دلچسپي رکندڙ هئا تنهن ڪري هنن پنهنجي ميٽنگ ۾ جيڪو پهريون فيصلو ڪيو اهو هو سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ جي سهاري هيٺ ماهوار مشاعرا منعقد ڪرڻ، نه صرف ايترو پر هنن ان ميٽنگ ۾ شاعري لاءِ ايندڙ مهيني جي تاريخ ۽ طرح به فيصل ڪري ڇڏي. منئيجنگ ڪميٽيءَ جو فيصلو هن ريت آهي. ماڻهن ۾ علمي ۽ ادبي ذوق پيدا ڪرڻ لاءِ هر مهيني جي آخري آرتوار مشاعرو ٿيندو رهي ۽ پهريون مشاعرو ۱۳ ڊسمبر ۱۹۳۱ع تي زير سايه سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي جي ٿئي جنهن جي مصرع طرح هي رکي وئي.

سج چوٽي آيو ستي اٿ ننڊ مان بيدار ٿي. (۱)

هن سوسائٽي جي هر ساليانه جلسي تي مشاعري جو خاص اهتمام ڪيو ويندو هو. ان جي ٽين ساليانه جلسي جي موقعي تي جيڪو مشاعرو ڪيو ويو هو ان جي صدارت ڊاڪٽر دائود پوٽي ڪئي هئي. مشاعري لاءِ محمدصديق 'مسافر' جي ٻاران هيٺين مصرع طرح مقرر ٿيل هئي- (۲)

علم مردن کي ملي، زالن ڪيو ڪهڙو گناهه.

جيتوڻيڪ سوسائٽي گهڻي ڪوشش ڪئي هئي ته مشاعرن ۾ قومي ۽ ناصحانه شعرن تي توجهه ڏنو وڃي مگر سوسائٽي جي مشاعرن جي طرحن ۽ مشاعرن ۾ پيش ڪيل شعرن مان جي ڪهڙو ڪري سڀ جا سڀ غزل آهن پتو ٿو پوي ته شاعرن کي مجاز جي چاش جو وڌيڪ چسڪو هو. سنڌ مسلم سوسائٽي جي ڪن ماهوار مشاعرن جون هي طرحون هيون.

۱- دل کي ٿي فڪر پريشان ڪان پريشاني وري (فيبروري ۱۹۳۲ع)

---

(۱) ساليانه رپورٽ سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد سال ۳۱ - ۱۹۳۲ع مسلم ادبي پريس حيدرآباد ص ۹.

(۲) نئين زندگي (پٽائي نمبر) آگسٽ ۱۹۵۹ع، ص ۵۳.

۲- آب داڻو ڇو ڪرين بيمار جو اي يار بند (اپريل ۱۹۳۷ع)

۳- الاهي آهه ۾ پيدا اثر ڪر (مئي ۱۹۳۷ع)

۴- خدا جا بندا خدا خدا ڪر (آگسٽ ۱۹۳۷ع)

۵- پيريءَ ۾ ٿي جوان جوانيءَ ۾ پير ٿي (ڊسمبر ۱۹۳۷ع)

سوسائٽيءَ جي مشاعرن جي ڪارگذارين مان معلوم ٿو ٿئي ته بزم مشاعره لاڙڪاڻو جي مشاعرن کان پوءِ هن سوسائٽيءَ جي مشاعرن ۾ شاعر زياده دلچسپي ٿي ورتي. لاڙڪاڻو جي مشاعرن وانگر مقامي شاعرن سان گڏ سوسائٽيءَ جي مشاعرن ۾ ٻاهريان ڪيترا شاعر به شريڪ ٿيا ۽ يا پنهنجو ڪلام ذيل طرحن تي ڏياري ٿي موڪليائون. جيئن هيٺ ۶ مارچ ۱۹۳۷ع تي ڪوٺايل مشاعري مان معلوم ٿيندو. مصرع طرح هئي:

ساغر ٿو هلي خون جو اڄ بزم چمن ۾

انتخاب مشاعره (۱)

شيخ محمد ابراهيم 'خليل':

پرواز جي حسرت ۾ رهي جان نه صياد
ٻوٽائيندين آئي تون قفس هن جو چمن ۾

هي فيض سچو صحبت 'بسمل' جو 'خليل' آهه
تاثير تڏهن آهه ٿيو تنهنجي سخن ۾.

حافظ عبدالله 'بسمل':

آيو نه ڪڏهن حرف شڪايت جو دهن ۾
نڪتو جي اندر مان ته ويو گهٽجي گهٽن ۾.

ديوانو ڪئان آيو ڪري سمع خراشي
بسمل کي ڏجو داد نه هن طرز سخن ۾.

مرزا نادر بيگ 'نادر':

راحت نه، گلستان ۾ ۽ خوشبوءِ نه گلن ۾
خاموش زبان پڻ آهي بلبل جي دهن ۾.

---

(۱) الحقيقت (هفتيوار) لاڙڪاڻو تاريخ ۲۰ مارچ ۱۹۳۷ع. ص ۱ ڪالم ۵

انڪار هو محبوب جو اقرار برابر
اکڙين ۾ شرارت ٿي ڏٺي سرڪ ڇپن ۾.

ليکراج 'عزيز':

دم سيني ۾، دل پهلو ۾ ۽ روح بدن ۾
آهن هي ڏکيا تنهنجا سدائين پيا ڏکن ۾.

معلوم اٿم حال نه دل جو ڪو مگر يار
سو وار وڃائي مون لڌي تنهنجي هٽن ۾.

محمد خان 'غني':

مارين ٿو لکن ساڻ جيارين ٿو کلڻ سان
اعجاز ڏلم تنهنجي اکين ۾ ۽ چپن ۾.

ٽڙندو ڏسي لالا ڪي پڪاري ٿيو بلبل
ساغر پيو هلي خون جو اڄ بزم چمن ۾.

ماستر حبيب الله 'آزاد':

ياري نه آ يارن ۾ محبت نه مٽن ۾
ساغر ٿو هلي خون جو اڄ بزم چمن ۾.

آزاد ٿي وئي سنڌ جي آزاد حڪومت
ٿو ڪير تنهين سان ٿئي همدرد ڏکن ۾.

مولوي محمد عاقل 'عاقل':

هن آب سان ڪيئن در عدن شهر ڇڏي ها
عزت جي هجي ها ڪنهين گوهر جي ڇمن ۾.

گلشن نه آ اڄ باغ آ ميدان شهادت
ساغر ٿو هلي خون جو اڄ بزم چمن ۾.

پرسرام 'ضيا':

هڪ قيد قفس ۾ ۽ نه پيو زور پرن ۾
بلبل پو پلا پهچي سگهي ڪيئن چمن ۾.

منهنجي لڪ ٿيو سيني جو هر داغ چراغ آ
اهڙي ڪا ضيا سمجهان ٿو هوندي نه ڏين ۾.

هدايت‌علي (تارڪ) 'نجفي':

دل تـو سوا ڳهاري ٿي سندم رنـج محن ۾
ٿي ڪين لڳي عشق ڪان ڪنهن حال ۾ تن ۾.

هن سال بهار آيو آهي جوش مان اهڙو
جو ان سو اثر آهه ٿيو سوسن ۽ سمن ۾.

حاجي محمود 'خادم':

محبوب تو پنهنجا ڪيا زلف جو مشڪين
خوشبوءِ ٿو رکي خاص تڏهن مشڪ ختن ۾.

محمد بخش 'واصف':

مطلب ٿئي حاصل ٿو جڏهن صدما ٿا سهجن
گل لاءِ ٿو وجهڻو پوي هٿ ٿهري ڪنڊن ۾.

آزادي ٿـــي جذبات کي اهلون ته ڏياري
ٿو چال هرڻ ماري ڏسو ڪيئن نه پٽن ۾.

عبدالقادر 'وارثي':

مل يار اچي سونسان تون بس چشم زدن ۾
طاقت نه رهي آهه جدائي جي بدن ۾.

اي وارثي ڇا نالو آهي عشق انهيءَ جو
هڪ باهه‌جان آهي جا لڳل پنهنجي وطن ۾.

مرزا اجمل بيگ 'فاضل':

دل جوش ڪان پرجوش ٿي، لڪتي ٿي جگر مان
منهن زرد، انـــدر درد ٿيو، ساهه ڇپن ۾.

سمجهي نه سڃائي تون اي فاضل هيءَ ڪهاڻي
اميـد وفـــا ڪيئن رکين پيمان شڪن ۾

داد شاهه .اربپور ڪراچي:

ساغر ٿو هلي خون جو اڄ بزم چمن ۾
تصديق رسي درد ٿو بلبل جي بدن ۾.

غلام حسين 'فنائي':

هچڪيون ٿيون اچن هاڻي خزان ڪان هردم
بلبل ڪيو فرياد هي خاموش لبن ۾.

غوث بخش 'گوشي' ڪراچي:

هڪ پشو ڏنو ڪونه اسان قوم جي فند ۾
پر ڪيئي ويا پيسا اليڪشن جي ڪمن ۾.

شعرا تي وجهڻ گهرجي ٽڪس شعر چوڻ جو
سي پس هلي ان ريت ٿي ڪونسل جي ابن ۾.

پروفيسر 'ڪانگ' ڪراچي:

فيشن ۾ چريون ٿي پيون سڀ سنڌجون زالون
مردن جون ڪمايون ويون زالن جي بلن ۾.

هي نظم تنهنجو ڪانگ بلاشڪ ته پلو آ
مقبول ٿيو آهه جوانن ۽ پيرن ۾.

## بزم مشاعره جيڪب آباد

٣٢-١٩٢٣ع ڌاري غلام سرور مغل 'سرور'، غلام قادر 'قيس' ۽ حافظ خيرمحمد اوحدي جي ڪوشش سان جيڪب آباد ۾ بزم مشاعره جي شروعات ٿي. هن مشاعري جو صدر غلام سرور مغل ۽ سيڪريٽري حافظ خيرمحمد اوحدي هئا. هن بزم جا مشاعرا يتيم خاني واري جاءِ ۾ ٿيندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن غلام قادر 'قيس' جي اوطاق ۾ پڻ ٿيندا هئا، جن ۾ سنڌ جا ڪيترا شاعر خاص طرح آغا صوفي به اچي شريڪ ٿيندو هو.

جيڪب آباد جي بزم مشاعرن لاءِ 'سرور'، نهايت چست، پختيون ۽ شوخ طرحون ڏيندو هو. هڪ دفعي مشاعري جي طرح هن قافيه ۽ رديف تي هئي، "زنجير جا ٽڪرا"، "دلگير جا ٽڪرا"، "تحرير جا ٽڪرا". ان تي حافظ خيرمحمد اوحدي نهايت چست ۽ پختو شعر پيش ڪيو هو.

ڪراماً ڪاتبين جي ڊائري تاڙيم تہ ڇا ٿي پيو
ڪريان ٿو ڪاتب تقدير جي تحرير جا ٽڪرا.

هڪ دفعي مصرع طرح علامه اقبال جي اردو غزل جي شعر۔
”تو اے مرغ حرم اڑنے سے پہلے پرنشان ہوجا“ جو سنڌي ترجمو هئي جنهن جو قافيو ۽ رديف ”نشان ٿي وڃ“، ”روان ٿي وڃ“ وغيره هئا. حافظ خيرمحمد اوحدي جي طرح تي ٿاهيل غزل جو هڪ شعر ملاحظه ڪيو.(١)

ڪلهي ڪانڌي تہ هوندءِ پي ٿي، جنازي سان هلندين پر
خدا را هڪ دفعو منهنجي مرڻ کان اڳ هتان ٿي وڃ.

## سنڌي سڌار سوسائٽي

١٩٣٢ع ۾ حاجي محمود ’خادم‘ جي بدلي لاڙڪاڻي کان ڪراچي ٿي. حاجي محمود ’خادم‘ بزم مشاعره لاڙڪاڻي جو سيڪريٽري هو. هن کي شاعري ۽ بزم مشاعرن سان عشق هو. هو جڏهن ڪراچي پهتو تہ ڪراچيءَ جي ادبي دنيا ۾ نهايت خاموشي ڏٺائين. ڪراچيءَ ۾ انهيءَ وقت اردو وارن جو تعداد ٿورو هو تہ بہ انهن ۾ چڱي سجاڳي هئي. سنڌي ڳالهائيندڙ هندو توڙي مسلمان، چئن لکن جي آبادي ۾ ٿي لک کن هئا، پر تڏهن بہ سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪو ڪم نہ ٿي رهيو هو، ماٺ ئي ماٺ هئي(١). حاجي محمود خادم پهريان غلام احمد نظامي ۽ شيخ عبدالله ’عبد‘ کي پنهنجو هم خيال بنايو، پوءِ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي صاحب جي جاءِ تي علم دوست هندن ۽ مسلمانن جي هڪ ميٽنگ حاجي محمود خادم لاڙڪاڻوي جي صدارت هيٺ ٿي، جنهن ۾ حڪيم فتح محمد جي رٿيل نالي سان ”سنڌي سڌار سوسائٽي“ قائم ڪئي وئي. هي عهديدار چونڊيا ويا، پريزيڊنٽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، وائيس پريزيڊنٽ جي. اين ناگراڻي ۽ حاجي محمود خادم، سيڪريٽري گوپي رام رکياڻي، جائنٽ سيڪريٽري شيخ عبدالله عبد ۽ خزانچي ڪشنچند ناگراڻي.

---

(١) عبدالڪريم گدائي ”خان ڳڙهه کان جيڪب آباد تائين“۔ پاڪستان پرنٽنگ پريس جيڪب آباد، ١٩٦٥ع- ص ٦٩.

(١) عبدالله شيخ ”حڪيم فتح محمد سيوهاڻي“ قلندر نامو، قلندر شهباز اڪيڊمي ١٩٧٤ع- ص ١٠.

هن سوسائٽيءَ جيڪي مقصد ۽ متا مقرر ڪيا هئا تن مان هڪ هي هو ته ”اڳين ۽ هاڻوڪن شاعرن جي شعر تي سمالوچنا ۽ تنقيد ڪرڻ ۽ علم عروض جي ساهميءَ ۾ پوري ۽ اڻ پوري کي جاچڻ.(۱)

هيءَ پهرين سوسائٽي يا بزم هئي جنهن پنهنجن مشاعرن لاءِ طرح بجاءِ عنوان ڏنا. سوسائٽي جي پهرين ميٽنگ ۾ فيصلو ڪيو ويو ته مشاعرن ۾ طرح ڏين بجاءِ ”عنوان“ مقرر ڪيا وڃن ۽ هرڪو شاعر الهيءَ تي پنهنجو عمر پيش ڪري(۲). مگر سنڌي سڌار سوسائٽي جي عنوانن وارن مشاعرن ۾ طرحي مشاعري کانپوءِ جيڪي غير طرحي شعر پيش ڪيا ويندا هئا اهي گهڻو ڪري غزل هوندا هئا.

سنڌي سڌار سوسائٽي هڪ ڪسوٽي ڪميٽي به قائم ڪئي هئي، جنهن جو ڪم هو سنڌي مشاعرو ڪرائڻ ۽ ان ۾ پيش ٿيل شعرن کي عروض جي ساهميءَ تي تورڻ ۽ ٻوليءَ جي اصولي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ(۳). انڪري سنڌي سڌار سوسائٽيءَ ۾ جيڪي شعر پيش ٿيندا هئا، تن تي عروض جي اصولن مطابق شاعر جي نالي ڏيڻ کانسواءِ تنقيد ”الحقيقت“ لاڙڪاڻو ۽ ٻين اخبارن ۾ شايع ويندي هئي.

سنڌي سڌار سوسائٽي مختلف عنوانن تي جيڪي مشاعرا ڪوٺايا تن مان هي هئا:

۱- ۱۹ ڊسمبر ۱۹۳۳ع ڪراچي اڪيڊمي (هاءِ اسڪول) هال، صدر سيٺ غلام علي چاڳلا عنوان ”قادر جي قدرت“.

۲- ۲۶ جنوري ۱۹۳۴ع ڊي.جي. ڪاليج هال، صدر مير ايوب خان ”حب وطن“.

۳- ۲ مارچ ۱۹۳۴ع خالقڏنہ هال، صدر علامه آءِ.آءِ. قاضي، عنوان ”بهار“.

۴- ۳۰ اپريل ۱۹۳۴ع، ٿياسافيڪل هال، صدر ڊاڪٽر دائود پوٽو، عنوان ”قرباني“.

---

(۱) ”الحقيقت“ هفتيوار- تاريخ ۷ آڪٽوبر ۱۹۳۳ع- ص ۷.

(۲) اياز قادري ”مٽيءَ لڌو مان“- عبدالله شيخ عبد- مضمون ’منهنجون يادگيريون‘

(۳) ”الحقيقت“ (هفتيوار) لاڙڪاڻو- ۱۹۳۴ع- ص ۱۳.

هڪڙو مشاعرو ٥ مئي ١٩٣٩ع ۾ آل انڊيا هنري نماءُ ڪراچي جي مرتبي تي نماءُ جي آڊيٽوريم هال ۾ حڪيم فتح‌محمد سيوهاڻي جي صدارت ۾ٿيو هو، عنوان هو 'بهار وطن ۽ خزان وطن'. (١) حاجي محمود خادم جي لاڙڪاڻي بدلي ٿيڻ ڪان پوءِ هن سوسائٽيءَ جون سرگرميون جهڪيون ٿي ويون. حاجي محمود 'خادم' لاڙڪاڻي پهچڻ کان پوءِ سنڌي سدار سوسائٽي لاڙڪاڻي ۾ قائم ڪئي ۽ بزم مشاعره لاڙڪاڻي جا مشاعرا سنڌي سوسائٽي جي سهاري هيٺ ڪوٺائڻ شروع ڪيا.

## مجلس مشاعره نوآباد ڪراچي

شيخ عبدالله عبد پنهنجي وقت جو مشهور نقاد ۽ شاعر هو. هو جڏهن اسلاميه مدرسه نوآباد ۾ استاد هو تڏهن ان ننڍڙي مدرسي ۾ پنهنجن دوستن ۽ استادن سان گڏجي ١٩٣٢ع ڌاري مجلس مشاعره قائم ڪئي. هن مجلس مشاعره ۾ نوآباد جي شاعرن سان محمد خان فقير، محمد هارون 'امير'، بلوچ علي محمد 'مسڪين' ۽ نور محمد 'نماڻو' قابل ذڪر آهن. انهن ڪانسواءِ هيٺيان شاعر به وقت بوقت مجلس جي مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندا هئا، حڪيم فتح‌محمد سيوهاڻي، غلام احمد نظامي، مرادعلي 'ڪاظم'، حاجي محمود خادم، عبدالرحمان 'انجم' هالائي، محمد هاشم 'مخلص'، زمان شاهه 'ساقي'، قادربخش 'بشير'، لطف‌الله 'بدوي'، وغيره.

## انجمن ترقي اردو ڪراچي

انجمن ترقي اردو ڪراچي سنڌ ۾ اردو ادب جي ترقي واڌاري ۽ ڦهلاءَ لاءِ شروع ڪان ڪم ڪندي رهي آهي. انجمن ترقي اردو جي سهاري هيٺ ١٩٣٥ع ۾ اردو جا ڪراچي ۾ وڏا مشاعرا ٿيندا هئا. سنڌ ۾ ان وقت سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ ڪا منظم تحريڪ موجود ڪانه هئي، لاڙڪاڻي ۾ ۽ ڪنهن وقت حيدرآباد ۾ مشاعرا ٿيندا هئا ۽ انهيءَ ڪانپوءِ طويل خاموشي ڇانئجي ويندي هئي. انهيءَ جي مقابلي ۾ ڪراچيءَ ۾ انجمن ترقي اردو جي نالي سان هڪ منظم جماعت هئي جا هڪ وڏو ڪتب خانو ۽ دارالمطالع هلائيندي هئي ۽ انهيءَ جماعت جي سرپرستيءَ هيٺ وڏا شاندار (اردو) مشاعرا ٿيندا هئا. (٢) ڪراچيءَ جي ڪن سنڌي شاعرن جي ڪوشش سان انجمن ترقي اردو وارن اردو سان گڏ سنڌي مشاعرا پڻ شروع ڪيا. سنڌي طرح

---

(١) اصلاح (هفتيوار) ١١ مئي ١٩٣٩ع، ص ٠٦.

(٢) عبدالله عبد شيخ - مٽيءَ لڏو مان - مضمون منهنجون يادگيريون. سهڙيندڙ اياز قادري - رشيد اينڊ سنس پرنٽرس ڪراچي ١٩٧٤ع، ص ٣٦.

گهڻو ڪري اردو طرح جو سنڌي ترجمو هوندي هئي. اهڙي هڪڙي مشاعري جو اعلان الوحيد اخبار ۾ هن طرح ڪيل آهي.

انجمن ترقي اردو جو مشاعرو ۲۳ نومبر ۱۹۳۵ع منعقد ٿيندو. مصرع طرح هيٺين ريت آهي- جنهن صورت ۾ سنڌي شاعرن جو تعداد ڪراچي ۾ ڪراچي کان ٻاهر گهڻو آهي، تنهن ڪري انهن صاحبن کي به طبع آزمائي ڪرڻ جي دعوت ڏجي ٿي ته هو تشريف آور ٿي پنهنجي شعر سان محظوظ فرمائين. مصرع طرح:

اردو:- بے حجابانہ میری دل سے شناسائی کر
سنڌي:- بي‌حجابانه منهنجي دل سان شناسائي‌ڪر

سيڪريٽري انجمن ترقي اردو ڪراچي(۱)

## انجمن شعراء هالا

هن انجمن جو بنياد ۱۹۳۵ع ڌاري هالا شهر جي ڪجهه نوجوان شاعرن وڌو جن ۾ خليفو محمد عمر، قاضي احمد علي، سليم هالائي جا نالا قابل ذڪر آهن. هن انجمن جا عهديدار هيٺين ريت هئا:

صدر حاجي شفيع محمد شهنشاه،
سيڪريٽري سليم هالائي
جائنٽ سيڪريٽري خليفو محمد عمر 'اختر'

هي انجمن ڪيترن سالن تائين مشاعرا منعقد ڪندي رهي. انجمن جا مشاعرا ماهوار ٿيندا هئا، جن جون طرحون مختلف اخبارن ۾ شايع ڪرايون وينديون هيون ۽ مختلف بزم مشاعرن ڏانهن موڪليون وينديون هيون. انجمن جي مشاعرن جون ڪي مصرعون هي هيون:

۱- دل کي قابو ڪرڻ سهڻن سندو دستور آهه(۲)
۲- هاءِ حسرت موت وارو داغ دل منظور ڪيو(۳)
(۱۸ جون ۱۹۳۸ع)
۳- چڙي مستي ڪيو ڪا خلق جي خدمت مسلمانو (۴).
(۱۲ نومبر ۱۹۳۷ع)

---

(۱) الوحيد - ۸ نومبر ۱۹۳۵ع- ص ٦.
(۲) بزم صوفي (ڪارگذاريون) قلمي، سنڌالاجي.
(۳) "الوحيد" تاريخ ۵ جون ۱۹۳۸ع- ص ۵.
(۴) "سنڌ مسلم"- هفتيوار- نوابشاهه ۹ نومبر ۱۹۳۷ع- ص ٦.

## انجمن آفتاب ادب دادو

دادو ضلعي جي ڪجهه شاعرن ۽ اديبن جهڙوڪ حافظ محمد احسن چنا، ماستر جمع خان 'غريب'، امام الدين 'ضامن' وغيره جي ڪوشش سان انجمن آفتاب ادب ٢٥ نومبر ١٩٤٣ع تي دادو ۾ قائم ٿي. انجمن جا پهريان عهديدار هيٺين ريت هئا:

| | |
|---|---|
| ١- قاضي محمد قاسم ولد قاضي محمد صادق مورائي | صدر |
| ١- ماستر جمع خان 'غريب' | نائب صدر |
| ٣- حافظ محمد احسن | جنرل سيڪريٽري |
| ٤- علي حيدر حيدري | نائب سيڪريٽري |
| ٥- غلام عيسيٰ | ناظم |
| ٦- امام الدين ضامن | مهتمم مشاعره |

انجمن جا اغراض ۽ مقاصد هي هئا:

١- هر ماهه مشاعرو ڪرڻ.

٢- شعر لاءِ ذوق سليم پيدا ڪرڻ.

٣- قومي، اصلاحي ۽ اخلاقي شعرن ڏانهن ترغيب ڏيارڻ.

٤- سنڌي علم و ادب جي ترقي لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

٥- شاعريءَ جي فن جو صحيح معيار پيدا ڪرڻ.

انجمن جا مشاعرا باقاعدي هر ماهه ٿيندا هئا، جن جو انتخاب دادو گزيٽ" هفتيوار ۽ "مسلمان" (هفتيوار) حيدرآباد ۾ ڇپبو هو. انجمن جي پهرين مشاعره لاءِ مصرع طرح هئي "اٿي بخت خفته کي بيدار ڪر"(١) جون ١٩٤٤ع جي طرح هئي-

"موسم گل ۾ اسان زندان ۾ ويهي ڇا ڪريون"(٢)

اڳتي هلي آخوند شفيع محمد ۽ رئيس ضياءالدين ان جا مکيه عهديدار بڻيا، جنهن ڪري هن انجمن وڏيڪ زور ورتو.

انجمن آفتاب ادب دادو جي سهاري هيٺ ڇهين ڪل سنڌ ادبي

(١) "نئين زندگي" (ماهوار) ڪراچي، جولاءِ ١٩٥٢ع، ص ٣٨.
(٢) "مسلمان" (هفتيوار) حيدرآباد، تاريخ ٢٩ مئي ١٩٤٤ع- ص ٤.

ڪانفرنس ڊسمبر ١٩٤٤ع زير صدارت رئيس ضياءالدين ۽ ١٩٥١ع ۾ بارهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس زير صدارت ڊاڪٽر دائود پوٽه منعقد ٿيون.

انجمن آفتاب ادب جي آڪٽوبر ١٩٥٤ع جي مشاعري جو انتخاب
مصرع طرح- ”اڃا ڪي منزلون شايد ڏسي هي ڪاروان منهنجو“

انتخاب مشاعره (١)

'انجم' هالائي:

سفر لمبو، هلين ڊرڄو، وڃائي وڪ وڌي هل تون
اڃا ڪي منزلون شايد ڏسي هي ڪاروان منهنجو.

زمانو سارو آهي غم ۾ ڏک ۽ درد جو 'انجم'
ٿئي سو محو حيرت جو ٻڌي هي داستان منهنجو.

اظهر پير علي محمد صديق ريلائي:

ٻلي منهنجي ٻچن جي خون سان ڪر راند او ظالم
اڳيئي ڪربلا ۾ ٿي ويو آ امتحان منهنجو.

ڪمال عز و شان منهنجو ٿيو اظهار عالم ۾
عرب منهنجو، عجم منهنجو، جهان و هر مڪان منهنجو.

تاج محمد 'تاج' صحرائي:

سفر منهنجو اڻالڪو آ، ٻهاڙن تان بيابان سان
نشان راه منزل کان نه واقف ڪاروان منهنجو.

جنون زندگاني ۾ ملي جو تاج کي رخصت
اڃا ڪي منزلون شايد ڏسي هي ڪاروان منهنجو.

الهورايو 'سليم' ڳاڙهوي:

ستارن جا پري پاڪر ڪلي ٿو آسمان مون تي
ڪڍهن منهنجي به دامن ۾ هيو بخت جوان منهنجو.

ستارن کان گهٽو اڳتي ٻڌهي ٿو آشيان منهنجو
اڃا ڪي منزلون شايد ڏسي هي ڪاروان منهنجو.

---

(١) ”نئين زندگي“ (ماهوار) ڪراچي- ١٢- فيبروري ١٩٥٥ع- ص ١٢.

فضل صديق 'فضل' مٽياري:

سفر ۾ ناهه ڪو ساٿي نه سالم آهه ڪو سامان
نه واقف واٽ جو آهيان ڏيو تن ناتوان منهنجو.

لنگهائي لطف سان اي فضل ور واڻون ونگيون والي
ٿي آذار شل عربـــي سگهورو ساربان منهنجو.

آغا گل حسن 'گل' سلطان ڪوٽ:

چمن کي خون دل سان مون ڪيو خوش رنگ پر افسوس
رهي ٿو برگ و بر کان بي خبر هر پاسبان منهنجو.

سلف جي هٿ هئي جو باغباني باغ مسلم جي
نه ٿي ويو ڪيئن نه هو سرسبز جلدي گلستان منهنجو.

صاحبزادو احمد مجتبائي 'غالب':

هلن فلڪن تي اڄ ٿيون منهنجي بدقسمت جون تدبيرون
زمين دشمن، زمـــن دشمن ۽ دشمن آسمان منهنجو.

سفر دنيا ۾ هن قسمت جو 'غالب' قافلو هلندي
اڃا ڪي منزلون شايد ڏسي هيءُ ڪاروان منهنجو.

محمد عابد ابڙو 'عابد':

وجود بيخودي ۾ اڄ اهي 'عابد' جوي ٿـــو هيئن
زمين منهنجي، زمان منهنجو ۽ آهي آسمان منهنجو.

حافظ غلام قادر 'صدائي' (پير جهنڊو):

دلا غافل نه ٿي هڪ دم، ٿئي هيءُ آستان منهنجو.
اگر هن کي ڪندس آباد، هوندو سان شان منهنجو.

'شاڪر' بخاري جيڪب آباد:

نه پڇ اي همنشين مون کان غمن جو داستان منهنجو
هيو جو مهربان ڪلهه، اڄ ٿيو نامهربان منهنجو.

عجب انداز سان گذري ٿي پنهنجي زندگي 'شاڪر'
ڪڏهن افسردگي طاري، ڪڏهن عزم جوان منهنجو.

## بزم ادب نواب شاهه

١٩٤٣ع ۾ پرسرام ضيا جي ڪوشش سان بزم ادب نواب شاهه قائم ٿي. پرسرام ضيا هن بزم جو باني ۽ سيڪريٽري هو. هيءَ بزم وقت بوقت طرحي مشاعرا ڪندي رهندي هئي. ١٩٤٧ع ۾ هن بزم جي ڪوشش سان جمعيت الشعراءِ سنڌ جي سهاري هيٺ اُين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس نوابشاهه ۾ ڪوٺائي وئي، جنهن جي صدارت ڊاڪٽر دائود پوٽي ڪئي. هن ڪانفرنس ۾ مسلمانن سان گڏ گهڻا هندو اديب ۽ شاعر به شريڪ ٿيا هئا. استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمن پروفيسر نارائڻداس ڀمڀاڻي ۽ سيڪريٽري پرسرام ضيا هو.

## جمعيت الشعراء سنڌ

١٩١٥ع ۾ لاڙڪاڻو ۾ بزم مشاعره قائم ٿي. هي پهريون مشاعرو هو جو وڏن ماڻهن جي صحنن مان نڪري عوام تائين پهتو. جنهن ۾ نه صرف شاعر پر عام ماڻهو به شريڪ ٿيندا هئا. ان ڪري شعر و شاعري جو فهم ۽ چاهه وڌيو ۽ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ بزم مشاعره قائم ٿيڻ لڳا. ١٩٢١ع ۾ پهريون ڀيرو لاڙڪاڻي ۾ ڪل سنڌ مشاعرو يا ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي جنهن ۾ سنڌ جي مختلف شاعرن شرڪت ڪئي. ان کان پوءِ ادبي ڪانفرنسن جو سلسلو شروع ٿيو، جو اڄ تائين هلندو ٿو اچي.

ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي جڏهن مختلف بزمن جا شاعر ۽ عهديدار پاڻ ۾ ملندا هئا ته اهي هڪ مرڪزي تنظيم جي ضرورت محسوس ڪندا هئا، جا سنڌ جي سيني بزم مشاعرن کي هڪ لڙهه ۾ پوئي، سنڌ ۾ عروضي شاعري جي ترقي ۽ واڌارو ڪري ۽ سنڌي زبان ۽ ٻولي کي جيڪي مسئلا درپيش هئا تن لاءِ جدوجهد ڪري.

پهريون شخص جنهن جي دماغ ۾ اها ڳالهه آئي ته جمعيت الشعراءِ سنڌ ٺاهڻ گهرجي، سو غلام احمد نظامي هو (١). سال ١٩٤٤ع ۾ ٿيندڙ ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻو جي موقعي تي ڪانفرنس جي صدر ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل پنهنجي صدارتي تقرير ۾ انهيءَ ضرورت ڏانهن شاعرن جو ڌيان ڇڪايو. ١٩٤٦ع ۾ ستين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي جي موقعي تي جمعيت الشعراءِ سنڌ قائم ڪئي وئي.

---

(١) ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل "نئين زندگي"، ماهه آڪٽوبر ١٩٦٨ع- مضمون "اسان جون ادبي خدمتون"- ص ٣٣.

سال ۱۹۴۶ع لاءِ هيٺيان عهديدار چونڊيا ويا:

| | |
|---|---|
| پريزيڊنٽ | شيخ محمد ابراهيم خليل |
| وائيس پريزيڊنٽ | رئيس ضياءالدين ضيا |
| | عبدالفتاح عبد عاقلي |
| جنرل سيڪريٽري، خزانچي ۽ سنيجر رسالہ | حاجي محمود خادم |
| جائنٽ سيڪريٽري | عبدالله ’اثر‘ |
| | سرور علي ’سرور‘ |
| ايڊيٽر رسالہ | غلام احمد نظامي |

مختلف ڪاميٽيون ـ چونڊ ڪميٽي، تصنيف ڪاميٽي، ڪوجنا ڪاميٽي ۽ پروپيگنڊا ڪميٽي مقرر ڪيون ويون.

جمعيت‌الشعراء جا هيٺيان اغراض و مقاصد فيصل ڪيا ويا(۱):

۱ـ سنڌي شعر و شاعري کي بامِ ترقي تي پهچائڻ.

۲ـ نو آموز ۽ مبتدي شاعرن جي صحيح رهنمائي ڪرڻ.

۳ـ جي شاعر سنڌي ٻولي ۽ سنڌي شاعرن کي سڌارڻ بجاءِ ساڳهين بگاڙي رهيا آهن، تن جي ڪلام تي واجبي تنقيد ڪرڻ.

۴ـ شاعرن جي خواهش تي سندن ڪلام جي اصلاح ڪرڻ.

۵ـ ڪهنہ مشق شاعرن جو توجهہ هن طرف ڏيارڻ تہ هو پنهنجي ڪلام ۾ وقت، ملڪ، قوم، حالات ۽ واقعات جو ساٿ ڏين.

۶ـ اهڙي قسم جا ڪتاب ڇاپائڻ، جن جي مطالعي مان شاعري سکڻ ۽ سمجهڻ ۾ مدد ملي.

۷ـ شاعرن جا جيڪي قلمي نسخا شعر و شاعري بابت ڇاپائڻ جهڙا ملن تن کي ڇاپائڻ.

۸ـ بين ادبي مجلسن کي جي شعر و شاعري ۾ دلچسپي وٺن ٿيون تن جو جمعيت‌الشعراء سان الحاق ڪرڻ.

۹ـ جتي جتي تعليمي ادارا آهن اتي جمعيت جي مقاصد مطابق مشاعره قائم ڪرڻ.

---

(۱) شيخ محمد ابراهيم خليل (۽ ٻيا) جمعيت‌الشعراء سنڌ (جا منظور ٿيل قانون) موهن پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو، ۱۹۴۶ع.

١٠- سنڌي ساهت جي هڪ مرڪزي عظيم الشان لائبرري قائم ڪرڻ، جنهن ۾ ڇاپي ڪتابن کان سواءِ شاعرن ۽ اديبن جا ڪتاب جي اڃا اشاعت هيٺ نه آيل هجن تن جا قلمي نسخا نقل ڪرائي حفاظت هيٺ رکڻ ۽ موقع ملڻ تي ڇاپرائڻ.

١١- سنڌي ڊڪشنري جي تيار ڪرڻ لاءِ تحرڪ وٺڻ.

١٢- تعليم کاتي جي (ڪتابن جي) نظمي ڀاڱي تي هر وقت نظر رکڻ ۽ ڪمي بيشي جي درستي لاءِ مناسب نموني تحرڪ وٺڻ.

جمعيت الشعراءِ سنڌ جي قائم ٿيڻ کان پوءِ سنڌ جي سمورن بزمن جمعيت الشعراءِ سنڌ سان الحاق ڪيو جن مان ڪي هي هيون: بزم مشاعره لاڙڪاڻو (سنڌي سڌار سوسائٽي)، بزم ادب (ڪراچي)، بزم ادب (دادو)، بزم بلبل (ميهڙ)، بزم صوفي (ميهڙ)، بزم ادب (جيڪب آباد)، بزم ادب (نواب شاهه)، بزم ناز (خيرپور ميرس)، بزم تارڪ (گهوٽڪي)، بزم نظامي (ڪراچي) ۽ محفل احباب (ڪراچي).

جمعيت الشعراءِ سنڌ جو وڏو ڪارنامو اهو آهي جو پندرهن ڪل سنڌي ادبي ڪانفرنسون جمعيت جي ڪوشش ۽ تعاون سان منعقد ٿيون، جن نه صرف سنڌي غزل کي اڳتي وڌايو پر سنڌي زبان جي ڪيترن مسئلن جي نشاندهي ڪئي ۽ انهن کي حل ڪرائڻ لاءِ جدوجهد ڪئي.

١٩٤٦ع کان ١٩٥٦ع تائين ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل جمعيت الشعراءِ سنڌ جو صدر رهيو. ان کان پوءِ جناب مخدوم محمد زمان کي صدر چونڊيو ويو جو اڄ تائين ان جو صدر آهي. ١٩٤٦ع کان ١٩٦٠ع تائين حاجي محمود خادم جمعيت جو جنرل سيڪريٽري رهيو جيڪو جمعيت الشعراءِ جو روح روان هو. هن کان پوءِ اظهر شاهه گيلاني، اميربخش قريشي ۽ محمدعلي جوهر ان جا سيڪريٽري رهيا، مگر جمعيت جو اوج ساڳيو نه رهيو.

## بزم ناز خيرپور

١٩٤٧ع ۾ رشيد احمد لاشاري ۽ عطا محمد حامي جي ڪوشش سان قائم ٿي. هن بزم جو سرپرست مير غلام حسين 'احسن' هو. صدر ماسٽر ڏني بخش 'مشتاق' ۽ سيڪريٽري رشيد احمد لاشاري هو.

بزم ناز جي ڪوشش سان ١٩٥٧ع ۾ ڪل سنڌ سترهين ادبي ڪانفرنس ڪرائي وئي، جنهن جو افتتاح عثمان علي انصاري ڪيو.

بزم ناز جي ٻارهين سيپٽمبر ١٩٤٧ع واري مشاعري جي طرح هئي:

"مدت ڪان بعد آئي ساعت سعيد آهي"

## بزم خليل حيدرآباد

١٩٤٨ع ۾ ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل پنهنجي دوستن جي گروهه سان گڏجي حيدرآباد ۾ مشاعرن جو سلسلو شروع ڪيو جيڪو اڳتي هلي "بزم خليل" جي نالي سان مشهور ٿيو. هن مشاعري جلد ئي حيدرآباد جي ادبي حلقن ۾ مقبوليت حاصل ڪري ورتي ۽ حيدرآباد جي شاعرن جي شعر و سخن جو مرڪز بڻجي پيو. هن مشاعري طرفان سنڌي ۽ اردو ٻنهي زبانن ۾ طرحون ڏنيون وينديون هيون. جنهن ڪري ٻنهي زبانن جا شاعر هن مشاعري ۾ وڏي چاهه سان شريڪ ٿيندا هئا. سنڌي شاعرن سان منظور نقوي، مظفر حسين جوش، رشيد لاشاري، محمدعرس (عبدالقيوم) صائب، عبدالله خواب ۽ ٻيا حصو وٺندا هئا. هن مشاعري جو صدر ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل ۽ سيڪريٽري مظرحسين جوش هو.

"بزم خليل" طرفان ٢٣ مارچ ١٩٥٢ع تي جمعيت الشعراء سنڌ جي ٿه ماهي ميٽنگ جي موقعي تي هڪ وڏو مشاعرو منعقد ٿيو هو، جنهن ۾ سنڌ جا ڪيترا شاعر شريڪ ٿيا هئا، مشاعره جو انتخاب پيش ڪجي ٿو. طرح هئي:

"منهنجي وطن کي يا رب تسڪين جاودان ڏي"

انتخاب مشاعره (١)

شيخ محمد ابراهيم 'خليل':

سينگار تون گلن سان يا رلڪيءَ آشيان ڏي
آهي قفس قفس ئي ڏوڪو نه باغبان ڏي.

ڳالهيون نه ڪر اجايون، ميدان ۾ لهي اچ
زنده جي توکي رهڻو آهي ته امتحان ڏي.

---

(١) اديب سنڌ - ص ٢١-٨.

محمد رمضان ’دل‘ ڪراچي (نوآباد) :

انداز نو سان جنهن ۾ دنيا نئين وسايون
اهڙي زمين عطا ڪر ۽ اهڙو آسمان ڏي.

خارن کي گل بنائي، ذرن کي ماه پارا
خاڪ وطن کي يا رب اهڙو ڪو باغبان ڏي.

الله بخش عقيلي ’سرشار‘:

جو خاڪ جي ذري کي ٿو ڪيميا بنائي
سوڪوشش نظر تون هڪ وار ڪر اسان ڏي.

پيدا ڪئي سڀاڳي هر ملڪ ۾ جوانن
اڄ سنڌ پڻ ڏسي ٿي سرشار نوجوان ڏي.

سرور علي ’سرور‘ سلاوٽ حيدرآباد:

هي روشني قمر جي هيءَ گل جي مسڪراهٽ
حسن و شباب تون ڪِن، مونکي غم جهان ڏي.

خوابيده آهه بلبل، خاموش آهي گلشن
اي غمزده جا سرور پهر خدا اذان ڏي.

رشيد احمد لاشاري ’رشيد‘:

جو دم ڪڍين ٿو پاڻ، سو و يو وري نه ايندو
سوڻي مزار جا گل، ايندا نه گلستان ڏي.

اي آسمان، هتن جي توسان ڪجي صفائي
پل منهنجو امتحان وٺ، يا پنهنجو امتحان ڏي.

لطف علي شاهه ’منظور‘:

نظرن جو امتحان وٺ، جلون جو امتحان ڏي
توڏي جهان ڏسي ٿو، تون ڪجهه نه ڏس اسان ڏي.

جيئن جيئن ڏنا ٿي صدما، منظور کي زماني
تئن تئن ٿي ڪيئين تقاضا، آهي نه ڪجهه اجا ڏي.

محمد بخش 'واصف':

شاهين ٿي رهيو .ان، ڪنج قفس ۾ آهيان
لاهوت جي پکي کي پرواز لامڪان ڏي.

صحن چمن تي آهيان مان بار ٿي پيو ٻس
هڪ مرغ بي نوا کي، بلبلڃان آشيان ڏي.

اوستو غلامحسين 'حسين':

تاثير جذبه دل، ڪجهه رنگ نيٺ لاٿو
تعظيم لئه وڃي ٿي خودگرد ڪاروان ڏي.

محمد حسين 'آتش' ڪراچي:

خاڪ وطـــن جو ذره توڏي ٿـــو اڄ نهاري
تون ٻي وطن ڏي پنهنجي ڪجهه ڏيان نوجوان ڏي.

مرزا اسد بيگ 'اسد' حيدرآباد:

حب الوطن اسان کي موجوده هر زمان ڏي
رک راهه حق تي قائم باطل کان الامان ڏي.

امير بخش قريشي 'امير':

جنت مثال رهندو، لاشڪ چمن اسان جو
گل گل مثان چمن ۾، جي جان باغبان ڏي.

عبدالله 'خواب' حيدرآباد:

بيتاب ڇو رهان مان، مستور ڇو رهين تون
ڪر بي نياز مون کي يا ذوق بيڪران ڏي.

محمد يوسف 'شاڪر' ڪراچي:

دشمن به مهربان ٿي، انداز گفتگو سان
اي مهربان مولا، اهڙي مٺي زبان ڏي.

محمد عرس (عبدالقيوم) 'صائب':

يا رب مصيبتن کان تون امن ڏي امان ڏي
ڀلي جو رخ ٿو ڏسجي اڄ منهنجي آشيان ڏي.

شاهنواز 'عارف' ڏاڙهو:

ڏيکار عشق جي ڪٿ منزل ۽ ڪٿ مڪان آ
اڄ پنهنجي رهبري جو او خضر امتحان ڏي.

واحد بخش 'عاشق' لاڙڪاڻو:

ڳهر ڪو الاڪ ڪونهي، آهي راهي ڪلهي تي
اي لامڪان وارا، مونکي به ڪو مڪان ڏي.

محمد چنل 'فدا' شهداد ڪوٽ:

توکي نثا لهن پيا عيش و طرب جا نغما
ڪر گوش هاڻي سارو ماضي جي قصه خوان ڏي.

غلام حيدر شاهه 'ڪوثري' ٺٽو:

جورو جفا جو چنگل، ڌرتي کي وڪوڙي
گلشن بنائي ڌرتي، اهڙو ڪو باغبان ڏي.

محمد جمن 'هالو' ڪراچي:

گلشن ۾ منهنجي آئي، آهي وري بهاري
منهنجي چمن کي يارب هاڻي نه تون خزان ڏي.

بزم خليل جي ڪن ٻين مشاعرن جون هيٺيون طرحون هيون:

١- اڄ ياري رهي نه يارن ۾ (٢٧ مارچ ١٩٥٤ع)
٢- ڪون زندگي حاصل نه آهي. (١٨ جون ١٩٥٥ع)

## محفل احباب ڪراچي

آڪٽوبر ١٩٥٠ع ۾ غلام احمد نظامي، الله بخش عقيلي 'سرشار'، امير بخش قريشي 'امير' ۽ ڪن ٻين شعر و شاعري سان دلچسپي رکندڙ احبابن "محفل احباب" قائم ڪئي. ورهاڱي کان پوءِ ڪراچي جون علمي ۽ ادبي سرگرميون ڪافي سرد ٿي ويون هيون. هن محفل انهن سرگرمين ۾ ڪافي گرمي پيدا ڪئي. خاص طرح مقامي شاعرن جو وڏو مرڪز بڻجي پئي ۽ هن محفل جي ڪري ڪراچي جي ڪيترن نوجوان شاعرن کي اڀرڻ ۽ اسرڻ جو موقعو مليو. محفل احباب جي دؤر جي پيداوار شاعرن سان عبدالعزيز بيدل

ساز نوآبادي، شاڪر، صابر، مجروح، ساجد سرشاري، مسڪين سرشاري، جوهر سرشاري، شرر، سارنگ، محمدحسين عادل ۽ شاد سرشاري شامل آهن. (١)

محفلِ احباب جا مشاعرا اميربخش قريشي جي اوطاق تي سراز ڪالوني، موسيٰ لين ۾ ٿيندا هئا. محفلِ احباب جو صدر الهه بخش عقيلي سرشار هو ۽ سيڪريٽري مختلف وقتن تي اميربخش قريشي، عبدالعزيز بيدل، علي محمد مجروح رهيا.

ڪجهه عرصي کانپوءِ محفلِ احباب کي اللهبخش عقيلي سرشار جي نالي پٺيان بزمِ سرشار ۾ تبديل ڪيو ويو ۽ ڪيترا شاعر پاڻ کي سرشاري ڪوٺائڻ لڳا. محفلِ احباب جي ڪن مشاعرن جون طرحون هي هيون:

١- نمائش جي ٿيو قابل سچن سينگار جي باعث.

٢- قاتل جي در تي يا درِ قاتل جي آس پاس.

٣- وڏو دلربا دل تي دام محبت (جنوري ١٩٥١ع).

٤- هڪ گهڙي پل لاءِ حاصل چين اي دلدار ڪٿ (مارچ ١٩٥١ع).

٥- حيف اهڙي زندگيءَ تي سان ڪٽي ۽ يار ڪٿ.

٦- ملهايو جشن آزادي عقيدت سان.

تاريخ ١ ڊسمبر ١٩٥٤ع تي محفل احباب جو مشاعرو زير صدارت محمد خان غني جي ٿيو هو مصرع هئي:

ڪو جلائي ويو عروسِ لالا جي معصوم دل.

انتخاب مشاعره (٢)

اللهبخش عقيلي سرشار:

ان جي بدبختي تي انجي دل ٿي خود ماتم ڪري
عشق جي لذت کان جنهنجي ٿي وئي محروم دل.

---

(١) عبدالعزيز 'بيدل' سرشاري، "ڪراچي جي سنڌي ادبي سرگرمين جو ماضي ۽ حال". آزاد (هفتيوار) ڪراچي تاريخ ٢ فيبروري ١٩٦٤ع، ص ٥.

(٢) روحِ ادب (ماهنامہ) حيدرآباد ماه ڊسمبر جنوري ١٩٥٤ع ص ٤٦-٤٨.

دولت شعر و سخن سرشار مون تقسيم ڪئي
ٿي رقيبِ روسيہ جي شوم قسمت شوم دل.

دوست محمد ساجد:

يار کي احوالِ غم هرگز نہ ٿئي معلوم دل
غمزده جي جو هڏي تنهن جي ٿي ٿئي مغموم دل.

عرض سائل جو اگهائي حسن جي خيرات ڏي
منهنجا سهڻا، ڪين سهڻن کي سهين ٿي شوم دل.

علي محمد اسير:

هاءِ گلشن جي تباهي جو هڏائي حال زار
ڪو جلائي ويو عروسِ لالا جي معصوم دل.

بي وفا دنيا جا ۽ ظلمِ فلڪ جا اي اسير
ڪيترا ظلم و ستم سهندي رهي مظلوم دل.

اميربخش قريشي امير:

زندگي زنده دلي، ٿي زنده تون ئي جهوم دل
پاڻ کي زنده سڏايان، ڪيئن؟ رکي مرحوم دل.

آزمائن ٿا ازل کان آسمان و روزگار
پر اڃا منهنجي نٿي ڪنهن ظلم کان مظلوم دل.

محمد خان غني:

هن مٺي ارمان کهڙو هي ازل جو فيصلو
درد ۽ انسان آهن لازم و ملزوم دل.

جا وهي ٿي ڪنهن نگاهِ شوخ جو هڪدم شڪار
هاءِ سا مرحوم دل، مرحوم دل، مرحوم دل.

علي محمد خالدي ٺٽوي:

ڇا زمين ڇا آسمان، ڇا عرش سيئي ٿا ڏڪن
آه جنهن دم ٿي ڪڍي مظلوم جي مظلوم دل.

عندليبن جي تڙپ سونکي ڀڏائي ٿي ته آه
کو جلائي ويو عروسِ لالا جي معصوم دل.

طفيل احمد عقيلي لاڙي:

ملڪ جي آزاد آهي، تون ته آسوده رهين
۽ غلاميءَ کان وطن جي ٿي ٿئي محڪوم دل.

محمد دائود 'تاج' بن غني:

حسرتا!! واحسرتا!!! آيو اچا مس مس شباب
کو جلائي ويو عروسِ لالا جي معصوم دل.

## بزم احباب خيرپور ناٿن شاهه

خيرپور ناٿن شاهه ۽ آس پاس رهندڙ ڪجهه علم دوستن ١٩٥٠ع ۾ بزم احباب خيرپور ناٿن شاهه ۾ قائم ڪئي. هن بزم جو ناتو بزم مشاعره لاڙڪاڻو سان گهرو رهيو. هيءَ بزم ڪافي عرصي تائين ماهوار مشاعرا منعقد ڪندي رهي جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو خيرپور ناٿن شاهه ۽ ڪڪڙ جهڙن ڳوٺن ۾ ڪيترا سٺا شاعر پيدا ٿي پيا. هن بزم جا هيٺيان عهديدار هئا:

| | |
|---|---|
| ١- سيد حاجي غلام شاهه راشدي | صدر |
| ٢- چوڌري ڪريم بخش خاور | نائب صدر |
| ٣- حڪيم محمدصادق طالب | جنرل سيڪريٽري |
| ٤- محمدرمضان ميمڻ 'آزاد' | خزانچي |

هن بزم جو روح روان حڪيم محمدصادق 'طالب' هو، جنهن جي ڪوششن سان هيءَ بزم قائم ٿي ۽ وڌي هئي.

١٩٥٦ع ۾ هن بزم جو نالو تبديل ڪري 'بزم طالب المولى' رکيو ويو ۽ ان کي مرڪزي بزم طالب المولى حيدرآباد سان ملحق ڪيو ويو. (١) ٿوري عرصي کانپوءِ ان نالي ۾ ترميم ڪري ان کي صرف بزم طالب جي نالي سان سڏيو ويو.

---

(١) محمد صادق حڪيم. 'تحفئه خيرپور ناٿن شاهه'. قاضي اليڪٽرڪ پريس دادو ١٩٥٩ع، ص ١٨ .

## بزمِ نظاميءَ ڪراچي

بزمِ ادب ڪراچيءَ جي باني ۽ روح روان غلام احمد نظامي ٢٢ فيبروري ١٩٥١ع تي وفات ڪئي. مرحوم نظاميءَ جي ادبي خدمتن جي ياد قائم رکڻ لاءِ بزم (ادب) جو نالو ڦيرائي سندس تخلص سان منسوب ڪري بزم نظامي رکيو ويو. (١) بزم نظاميءَ جا مختلف وقتن تي صدر محمدجمن هالو، عبدالرحيم غمگين، حبيب الله ذڪري ۽ سيڪريٽري حبيب الله ذڪري ۽ محمدحسين آتش رهيا. ١٩٥٤ع ۾ بزم نظاميءَ جي ڪوشش سان چوڏهين سنڌي ادبي ڪانفرنس ڪراچيءَ ۾ ڪوٺائي وئي جنهن جي استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمين ڊاڪٽر دائود پوٽو ۽ سيڪريٽري اياز قادري هئا. ڪانفرنس جو افتتاح سنڌ جي وڏي وزير پيرزاده عبدالستار ڪيو.

بزمِ نظاميءَ جي ڪن سرگرم ڪارڪنن جي وفات ڪانپوءِ بزمِ نظاميءَ جو علمي ادبي پروگرام ختم ٿي ويو ۽ مشاعرن جي شمع گل ٿي وئي.

## بزمِ تارڪ گهوٽڪي

سيد انورعلي شاهه اظهر، فقير هدايت علي تارڪ نجفيءَ جي معتقدن مان آهي. فقير هدايت علي جي وفات کانپوءِ هن فقير هدايت علي جي ياد قائم رکڻ لاءِ ١٩٥٢ ۾ بزمِ تارڪ گهوٽڪيءَ ۾ قائم ڪئي ۽ ان جي طرفان ماهوار مشاعرن جو سلسلو شروع ڪيو. هن بزم جي طرفان هر سال فقير هدايت علي نجفيءَ جي ڳوٺ لالو راوڻڪ تعلقو واره ضلعو لاڙڪاڻي ۾ ادبي جلسي جو انتظام ڪيو ويندو آهي جنهن ۾ نجفي (تارڪ) جي حياتي ۽ شعر و ادب تي مقالا پڙهيا ويندا آهن ۽ وڏي مشاعري جو اهتمام ڪيو ويندو آهي جنهن لاءِ طرح نجفيءَ جي ديوان مان ڏني ويندي آهي.

١٩٦٣ع ۾ اهڙي مشاعري لاءِ مصرع طرح هئي:

رهي ڇو نه دنيا کان بيزار تارڪ

هن بزم جي ماهوار مشاعرن جون ڪي مصرع طرحون هي آهن:

١- دردمندن لاءِ آهي داستانِ دل لذيذ (١ سيپٽمبر ١٩٦٣ع).

٢- رهِ الفت ۾ لازم آ وفا ڪر (٥ آڪٽوبر ١٩٦٣ع).

---

(١) حبيب الله ذڪري- تحفه ڪراچي- الوحيد پرنٽنگ پريس ڪراچي ١٩٥٥ع ص٨٠

بزمِ تارڪ جي مشاعرن جون ڪارروايون هفتيوار ’ذوالفقار‘ گهوٽڪي ۾ ڇپبيون رهنديون آهن. جنهن ڪري هن بزم ۾ ڪيترا ٻاهريان شـاعر به چاهه وٺندا آهن.

انتخاب مشاعره (١)

مصرع طرح: اٿو سـجهان الائي ڇو رهي ٿي يار جي ڪاوڙ

سيد انورعلي شاهه اظهر گيلاني:

ٿو هر سو جلوو ڏيکاري فقط محروم مان آهيان
اٿو سـجهان الائي ڇو رهي ٿي يار جي ڪاوڙ.

شڪستہ دل جي نغمن جو اهو ’اظهر‘ اثر آهي
ڍري ٿي وينديءَ آجن جي ٻڌڻ سان يار جي ڪاوڙ.

اميدعلي خيرپوري اميد:

رهي هر وقت ٿي مونتي ائين منٺار جي ڪاوڙ
جئين محرم تي رهندي آهه ٿاٿيدار جي ڪاوڙ.

ڪري آزيون، نيزاريون ٿو ڪران دلبر جي قدمن تي
لهي پئي من ڪڏهن اميد تان دلدار جي ڪاوڙ.

ماستر پيرل سـومرو پيرل قنبر:

وٺي ٿي ساه ڪي جا ساه جي سينگار جي ڪاوڙ
خدا ڄاڻي اڪين تي آ، اڪين جي ٺار جي ڪاوڙ.

اهو معصوم آ، ان جي ڪٿي ڪاوڙ نہ جا ٿي پوو
نہ دل ۾ آئبي آهي ڪڏهن بي ٻار جي ڪاوڙ.

عبدالرحيم مگريو عبد:

اسان ڪي ڪهڙي طاقت جو ڪيون ڪا برڪشي توسان
پلا زردار سان ڪيئن ٿي نهي نادار جـي ڪاوڙ.

ڪڏهن بي وجهہ نہ غصي جو ڏنم انکي حياتيءَ ۾
اٿو سجهان الائي ڇـو رهي ٿي يار جـي ڪاوڙ.

(١) ذوالفقار (هفتيوار) گهوٽڪي ١١ نومبر ١٩٦٣ع- ص ٣ - ٤.

علامه فرفر ڏونڪري:

وڌو سر پر نه ويٺي ابروءِ خمدار جي ڪاوڙ
اڃا پٺتي پئي آ يار سان گل دار جي ڪاوڙ.

ڀڳون ڏاڙهي حجم ڪئي ڏيئي ٻنيو بازار جي زينت
انهيءَ هوندي به نر تان ناهه لهندي نار جي ڪاوڙ.

گل حسن ڪوهيانگ ميروخاني:

هزارين مشڪلاتن ڪي هڪل هڪ سان هٽايان ٿو
مگر متيون منجهائي ٿي چڙهي منٺار جي ڪاوڙ.

سفارش تي ته آئي ٿو ٿيش ويتر طبيعت ۾
تعجب خيز آ ڪوهيانگ جي غمخوار جي ڪاوڙ.

سيد نازعلي شاهه مرشد گيلاني:

اناالحق جو مسلسل ٿو اچي آواز عالم سان
مٿو منصور ڪٽ ٿي سرد آهي دار جي ڪاوڙ.

ادا تنهنجيءَ ۾ هڪڙي لٺين ادا پنهان رکيل آهي
ڏسان اقرار جي پردي ۾ ٿو انڪار جي ڪاوڙ.

احمدخان سومرو مدهوش جوهي:

ڪرائي ميڪدو خالي، چڙهائي مي پرستي ٿو
اڃا بي پير واعظ تي نه لٿي ميخوار جي ڪاوڙ.

پوقت مي پرستي ناصحو هڪدم ٽري وڃجو
مبادا جوش ۾ ايندي هجي سرشار جي ڪاوڙ.

غلامقادر مظطر روهڙي:

خدا ڄاڻي عنايت جي نظر ڪهڙي طرح هوندي
ڏٺي مون باعثِ رحمت مٺي منٺار جي ڪاوڙ.

شڪايت بزرگان آئيج نه هرگز هيئن ڄڻي 'مظطر'
لٿو ڄاڻان الائي ڇو رهي ٿي يار جي ڪاوڙ.

سيد نور شاهه گيلاني نور قادرپوري:

مزو ڪاوڙ ۾ ڏيندي آ، جي آهي يار جي ڪاوڙ
هجي اقرار جي پردي ۾ پل انڪار جي ڪاوڙ.

نزاڪت ناز جـي آ، يا نتيجو بي وفائيءَ جو
نٿو سمجهان الائي ڇو رسي ٿي يار جي ڪاوڙ.

ماستر محمد عالم سومرو (هوش) خانپوري:

مري ويا موران جاين تي ڪارا ڪنگ ٿا ڏسجن
اها انسانيت تي ٿي رهي سنسار جي ڪاوڙ.

مٺيو گلفام آ هڪڙو ته سارو باغ ٿيو باغي
ائين سمجهان ٿو جو آهي سڄي گلزار جي ڪاوڙ.

## بزم ادب جيڪب آباد

جيڪب آباد جي شعر و شاعري سان دلچسپي رکندڙ نوجوان جوڙوڪ محمدبخش قريشي 'جوش'، ماستر ڪالوخان اياز ۽ اوستو غلامحسين 'حسين' جي ڪوشش سان ٢٠ اپريل ١٩٥٢ع تي بزم ادب جيڪب آباد قائم ڪئي وئي. (١) صدر اوستو غلامحسين ۽ سيڪريٽري محمدبخش قريشي 'جوش' کي منتخب ڪيو ويو. هن بزم جلدئي ڪافي مقبوليت حاصل ڪري ورتي جنهن جي مشاعرن ۾ مقامي ۽ ٻاهريان شاعر وڏي تعداد ۾ شريڪ ٿيڻ لڳا. جلدئي بزم ادب جو الحاق جمعيت الشعراءِ سنڌ سان ڪيو ويو.

بزم ادب جو اهم ڪارنامو ١٩٥٢ع ۾ جيڪب آباد ۾ ڪل سنڌ تيرهين ادبي ڪانفرنس ڪوٺائڻ آهي. هن ڪانفرنس جي صدارت عثمان علي انصاري ڪئي.

بزم ادب جيڪب آباد جي سيڪريٽري جي عهدي تـي محمدبخش قريشي کانپوءِ غلامحيدر شيخ (ايڊيٽر آواز) ۽ ١٩٥٣ع ۾ عبدالڪريم گدائي رهيا.

## بزم بسمل ٽنڊو محمد خان

١٩٥٢ع ۾ عبداللطيف راز ٻاڙائيءَ ۽ ٽنڊي محمد خان جي ٻين شاعرن

---

(١) اوستو غلامحسين- 'خطبہ استقباليہ'گلدستہ ادب، ١٣، ادبي ڪانفرنس، الحجاز پرنٽنگ پريس سکر، ص ٦.

ڪوشش سان ٽنڊي محمدخان ۾، ٽکڙ جي مشهور شاعر حافظ محمدعبدالله 'بسمل' جي نالي پٺيان بزمِ بسمل قائم ڪئي. هن بزم جو جنرل سيڪريٽري عبداللطيف راز پاڻ هو سندس ڪوشش سان ٽنڊي محمد خان ۾ شاعريءَ جو ڇگو ڇهڇٽو لڳي ويو. بزمِ بسمل طرفان ماهوار مشاعرا ٿيندا هئا پر اهي به جلد ئي ختم ٿي ويا. بزم بسمل جو هڪ مشاعرو ۲۰ آگسٽ ۱۹۵۲ع تي ٿيو هو مصرع طرح هئي:

الاهي تنهنجي دنيا ۾ هي ڪهڙو انقلاب آيو.

انتخاب مشاعره

گل محمد ڏيپلائي 'اشڪ':

پرين آيو هلي مون وٽ وجهي منهن تي نقاب آيو
ڇيو مون اڄ خدا منهنجا هي ڪهڙو انقلاب آيو.

'راز' ٻلڙائي:

اجهو سرمايداري جو پڄي ٿي ٿي ڪندو پرزا
غريب و بي نوا آخر وٺڻ پنهنجو حساب آيو.

الله بخش عقيلي 'سرشار':

سياست ۾ به زلفِ يار وانگر پيچ و تاب آيو
الاهي تنهنجي دنيا ۾ هي ڪهڙو انقلاب آيو.

زيارت خواب ۾ ٿي پر اها ڪهڙي؟ پس پرده
سڄڻ آيو مگر هئي هئي وجهي رخ تي نقاب آيو.

محمد خان بلوچ 'صابر' مٽياري:

ٿيو راشن هتي هن سال جاري سنڌ ۾ 'صابر'
قيامت جي علامت تي ظهورِ انقلاب آيو.

حاجي خان 'ڪيف' جتوئي:

رهيو نا خوف خالق جو ويو انسان ٿي حيوان
زماني ۾ ڏسان پيو مان سمو ڪهڙو خراب آيو.

## بزمِ طالب المولىٰ سنڌ

مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جي شخصيت هڪ پير، زميندار، سياستدان، موسيقي جي فن جي ڄاڻو، شاعر ۽ سنڌي ادب نواز جي حيثيت سان مشهور آهي. هن جي وابستگي نه صرف هالن پر سنڌ جي ڪيترن شعر و شاعريءَ جي ادارن خاص طرح جمعيت الشعراءِ سنڌ سان رهي آهي. هن جي سهائتا سان ٻه ٽيڙا جمعيت الشعراءِ سنڌ حيدرآباد ۾ ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنسون منعقد ڪيون. سنڌس تحرڪ سان ١٩٥٤ع ۾ حيدرآباد ۾ فقير منزل عامل ڪالوني ۾ "بزم طالب المولىٰ" جو بنياد رکيو ويو. ان وقت بزم جو دائرو صرف حيدرآباد تائين محدود هو. ان بزم جو سرپرست مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، صدر الله بخش عقيلي ۽ سيڪريٽري عبداللطيف راز ٻاڙائي کي منتخب ڪيو ويو.(١)

١٩٥٥ع ۾ ميرپور ٻٺوري ۾ حضرت ميهر شاهه جي ميلي جي موقعي تي بزم جي هڪ نئين شاخ "بزمِ طالب المولىٰ" ميرپور ٻٺورو جو بنياد رکيو ويو.

١٩٥٦ع ۾ بزمِ طالب المولىٰ جي حيدرآباد واري شاخ هڪڙو غيرطرحي مشاعرو ڪوٺايو، جنهن ۾ سنڌ جي ڪيترن شاعرن شرڪت ڪئي. ان موقعي تي ماستر جمع خان "غريب"، بزم طالب المولىٰ کي ڪل سنڌ بزم بڻائڻ جي رٿ ڏني. ان ڪري عارضي طرح مرڪزي بزمِ طالب المولىٰ حيدرآباد ۾ قائم ڪئي وئي. جنهن جو تا حيات سرپرست مخدوم صاحب کي چونڊيو ويو. مرڪزي بزم سرگرمي سان ڪم شروع ڪيو جنهن ڪري سنڌ جي ڪيترن شهرن ۾ بزمِ طالب المولىٰ جون شاخون قائم ٿي ويون. جن ۾ هالا، خيرپور ناٿن شاهه، روهڙي، پراڻو سکر، گهوٽڪي، جيڪب آباد، ڪراچي، لاڙڪاڻو، سيتا روڊ جون شاخون چڱو ڪم ڪنديون رهيون.

١٩٥٩ع ۾ اسدالله شاهه حسيني جي ڪوشش سان لنڊن ۾ بزمِ طالب المولىٰ جي شاخ کولي وئي (٢)، جنهن جو صدر صوفي عزيز بلوچ ۽ سيڪريٽري اسدالله شاهه هو.

---

(١) دوست محمد صوفي "نئين زندگي" ڪراچي - ڊسمبر ١٩٥٩ع - مضمون "تحريڪ بزم طالب المولىٰ" - ص ٢٩.

(٢) غالب لطيف۔ "نئين زندگي"، ڪراچي - آڪٽوبر ١٩٦٨ع- مضمون 'بزمِ طالب المولىٰ'- ص ٤٠.

بزمِ طالب‌المولیٰ سنڌ جتي بزم مشاعرن رستي سنڌي غزل جي اوسر ۾ اهم ڪم ڪيو آهي. اتي ان وائي، ڪافي ۽ سنڌي موسيقي لاءِ به گهڻو ڪم ڪيو آهي.

بزمِ طالب‌المولیٰ ڪراچي جي صدر محمد جمن هالي ۽ سيڪريٽري دوست محمد صوفي جي ڪوشش سان جيڪي مشاعرا منعقد ٿيا تن مان ڪن جون طرحون هي هيون :

۱- ڪو ته دنيا ۾ انقلاب اچي (۶ آڪٽوبر ۱۹۵۶ع)
۲- نه محفل ۾ هئي رونق سڄڻ تنهنجي اچڻ کان اڳ (۵ جنوري ۱۹۵۷ع)
۳- زماني ۾ ٿئي پيئي وفا ڪنهن کان جفا ڪنهن کان (۱۶ مارچ ۱۹۵۷ع)
۴- آهي ڀلا جهان ۾ ڪوئي غمن کان فارغ (۸ جون ۱۹۵۷ع)
۵- ڪين دنيا ۾ ڏٺم دلدار دلبر کان وڌيڪ (۴ سيپٽمبر ۱۹۵۷ع)
۶- نه ڪنهن جي آرزو آهي نه ڪنهن جي جستجو آهي (۱ مارچ ۱۹۵۸ع)
۷- ڪو ته منهنجو به رازدار هجي (۷ فيبروري ۱۹۵۹ع)

بزمِ طالب‌المولیٰ ڪراچي جو هڪ ماهيانو طرحي مشاعرو ۹ آگسٽ ۱۹۵۸ع تي جناب امير قريشي جي صدارت هيٺ محمد جمن هالي جي جاءِ تي بغدادي‌ءَ ۾ منعقد ٿيو هو. ان جو اختصار پيش آهي(۱):

مصرع طرح:

"ڪهڙي بڌايو خامي منهنجي زبان ۾ آهي"

سيد نيازعلي شاهه 'محسن' ڪڪڙائي:

فصلِ بهار پنهان فصلِ خزان ۾ آهي
پوشيده چين دل جو سوزِ نهان ۾ آهي.

هر شي جهان جي اڄڪلهه در اضطراب آهي
شايد عظيم ڦيرو اڄ تو جهان ۾ آهي.

محمد جمن 'هالو':

پردن تي چاڙهي پردا، پردي ۾ رهه پيو پر
ظاهر جمال تنهنجو ساري جهان ۾ آهي.

---

(۱) ساجد سرشاري- سوکڙي- انٽر نيشنل پريس ڪراچي ۱۹۵۸ع.

محفل سڄي کي شڪوه گفتار تي ڇو منهنجي
ڪهڙي ٻڌايو خامي منهنجي زبان ۾ آهي.

عبدالله 'شرر' ڪراچي:

دل جي رهي هميشه دلِ ناتوان ۾ آهي
دل جي سڄي حقيقت انڪيل زبان ۾ آهي.

سهڻا سوين ٻـون ٿا صدما قدم قدم تي
ڪهڙي خوشي ميسر عمرِ روان ۾ آهي.

شيرمحمد 'آتش' ڪراچي:

اڄ انقلاب آيـو اهڙو جهان ۾ آهـــي
جو بدگمان نہ آهـي سو ٻي گمان ۾ آهي.

اي برق تنهنجون نظرون آهن اڃا ٻہ مون تي
ظالم ڇڏيو ٿي تو ڇا هن آشيان ۾ آهي.

'تاج' بلوچ ڪراچي:

ٻئي جڏهن ڪان سستي هن باغبان ۾ آهي
ساٿي رهي نہ مکڙي ڪا گلستان ۾ آهي.

مون کي نظر اچي ٿو شيشي ۾ عڪس تنهنجو
منهنجو انهيءَ لئہ ساغر ساٿي جهان ۾ آهي.

محمد علي 'ظفر' هالائي:

زنده رهڻ ٿيو مشڪل يارب جهان ۾ آهي
رشوت، فريب، چوري دورِ زمانہ ۾ آهي.

محمد يوسف عباسي 'خاموش' لنڊو:

'خاموش' خوامخواه تون ويٺين زبان وڃائي
ورنہ اثر بلا جو تنهنجي زبـان ۾ آهي.

شيرمحمد 'زخمي' سلطانپوري روهڙي:

منهنجي وطن جو نغمو منهنجي زبان ۾ آهي.
آواز جنهن جو پکڙيل ساري جهان ۾ آهي.

محمد هاشم 'لهر' ڪيٽوي:

شيرين گفتگو ۾، صورتخطي ۾ سوالــــي
ڪهڙي ڀلايو خاصي منهنجي زبان ۾ آهي.

الحاج شفيع محمد 'مومن' مليرائي:

منهنجو وطن پيارو آ شان مـــان وارو
منهنجو وطن پلارو ساري جهان ۾ آهي.

مولوي نبي بخش 'نحيف' زرداري دادو:

گردش خلاف منهنجي دؤر زمـــان ۾ آهي
هر وار وار منهنجو جنهن کان فغان ۾ آهي.

رحيم بخش 'رحماڻي' رڪ:

بي عيب آهي بيشڪ سنڌي زبان سڳوري
ڪهڙي ڀلايو خاصي منهنجي زبان ۾ آهي.

## انجمن جانِ ادب جيڪب آباد

١٩٥٥ع ۾ بزمِ ادب جيڪب آباد جي ڪم ڪندڙن ۾ چونـڊن ۾ اختلاف ٿي پيو، جنهن ڪري هن بزم جا سرگرم ڪارڪن ڊاڪٽر الله ورايو آغا، ارباب علي شاهه 'شاعر'، دائود پوٽو 'مجاهد' هن بزم کان جدا ٿي ويا(١). جلد ٿي هنن هڪ نئين بزم مشاعره "انجمن جانِ ادب" جي نالــي سان قائم ڪئي، جنهن جو صدر شيخ عبدالنبي وڪيل ۽ سيڪريٽري ارباب علي شاعــر چونڊيــا ويا. هــن انجمن جـــا مشاعرا ريجها رام لائبرريءَ ۾ ٿيندا رهندا هئا.

## بزمِ سرشار ڪراچي

محفلِ احباب جي سرگرمين جي سرد ٿيڻ ۽ بزم طالب المولى جــي اراڪين سان اختلاف ٿيڻ سبب الله بخش عقيلي جــي شاگــردن، دوستن ۽ عقيدتمندن جي ڪوشش سان جون ١٩٦٢ع ۾ "بزمِ سرشار" ڪراچي قائم

(١) عبدالڪريم 'گدائي'- "خان ڳڙهه کان جيڪب آباد تائين"- پاڪستان پريس جيڪب آباد، ١٩٦٥ع- ص ٤٢.

ٿي. هن بزم ۾ ڪراچيءَ جا گهڻو ڪري اهي ئي شاعر حصو وٺندا هئا جي محفلِ احباب، بزمِ نظامي ۽ بزمِ طالب المولي ڪراچي جي مشاعرن جي محفلن کي پنهنجي شعر و سخن سان گرم رکندا هئا.

بزم جا عهديدار هن ريت چونڊيا ويا:

| | |
|---|---|
| سرپرست | الله بخش عقيلي 'سرشار' |
| نائب صدر | دوست محمد 'ساجد' سرشاري |
| جنرل سيڪريٽري | تاج بلوچ |
| جائنٽ سيڪريٽري | محمد حسين 'آتش' |
| سيڪريٽري نشرواشاعت | فقير قزلباش |
| خزانچي | الحاج محمد دائود 'مسڪين'(١) |

هن بزم قائم ٿيڻ ڪانپوءِ 'سرشار' سان عقيدت رکندڙ شاعرن پاڻ کي سرشاري سڏائڻ شروع ڪيو. بزم سرشار وارن پنهنجي بزم جو "سورج مکي" جي گل کي مونو مقرر ڪيو.

ڪجهه سالن تائين بزم سرشار جا مشاعرا هلندا رهيا، ١٩٦٤ع ڪانپوءِ هن بزم جي سرگرمين ۾ سستي پيدا ٿي وئي.

## بزمِ اظهر گهوٽڪي

بزمِ تارڪ گهوٽڪي جي باني ڪارن ١٩٦٤ع ۾ گهوٽڪي جي شاعر سيد اظهر شاهه گيلاني جي ڏالي پٺيان "بزمِ اظهر" قائم ڪئي جنهن جو سرپرست پاڻ اظهر شاهه ۽ جنرل سيڪريٽري سندس فرزند مرشد گيلاني هو. بزمِ اظهر جا مشاعرا گهڻو ڪري هر ماهه ٿيندا رهندا هئا، باقي البت ڪجهه ڪجهه وقفي بعد ٿين ٿا. مختلف مشاعرن جون ڪي طرحون هي آهن:

١- چڱي سچو نا مهربان، هو مهربان آهي فقط (٢ مئي ١٩٦٥)

٢- لم رندن سان ٿهي تڪرار واعظ (٢ مئي ١٩٦٥ع)

٣- دل کي مون تي ناز هو ۽ مون کي دل تي ناز هو (١١ جون ١٩٦٩ع)

٤- مشڪلاتون دور ٿينديون وقت جي رفتار سان (٢٠- اپريل ١٩٦٩ع

---

(١) مسرور ڪيفي "جلوهِ يار"- مڪتب فروغ ادب ڪراچي، ١٩٦٢ع- ص٥.

## بزم ادب نئون امروٽ

تاريخ ٥ فيبروري ١٩٦٥ع تي ڳوٺ نئين امروٽ، تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ "بزم ادب نئون امروٽ" قائم ڪئي وئي جنهن جو هڪ مقصد هو ته "ڳوٺ جي نوجوانن ۾ شعر، ادب، تقرير ۽ تحرير جي ذريعي سجاڳي پيدا ڪرڻ". بزم جا هيٺيان عهديدار چونڊيا ويا:

| | |
|---|---|
| صـــــدر | دلدار احمد 'اديب' |
| نائب صدر | عبدالحي |
| جنرل سيڪريٽري | محمد صالح ' صابر' |
| جائنٽ سيڪريٽري | قادر بخش 'بيدار' |
| خزانچي | رڪن الدين 'دل' |
| پبلسٽي سيڪريٽري | غلام مصطفيٰ 'راز' |
| اناؤنسر | لائق علي 'غم'(١) |

"بزم ادب نئون امروٽ" جن طرحن تي ماهوار مشاعرا ڪيا، تن مان هڪ هي آهي:

"اچا تو ڪين ڏٺو آ انقلاب جو رنگ".



(١) "ذوالفقار" کهوڙڪي- ١٢ فيبروري ١٩٦٥ع- ص ٦.

# ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنسون

| نمبر | ڪانفرنس | شهر | سال |
|---|---|---|---|
| -١ | ڪانفرنسون ۽ سنڌي غزل | | |
| -٢ | پهرين ڪانفرنس | لاڙڪاڻو | ١٩٢١ع |
| -٣ | ٻي ڪانفرنس | حيدرآباد | ١٩٢٤ع |
| -٤ | ٽين ڪانفرنس | شڪارپور | ١٩٣٢ع |
| -٥ | چوٿين ڪانفرنس | ڪراچي | ١٩٤١ع |
| -٦ | پنجين ڪانفرنس | لاڙڪاڻو | ١٩٤٤ع |
| -٧ | ڇهين ڪانفرنس | دادو | ١٩٤٤ع |
| -٨ | ستين ڪانفرنس | لاڙڪاڻو | ١٩٤٦ع |
| -٩ | اٺين ڪانفرنس | نواب شاهه | ١٩٤٧ع |
| -١٠ | نائين ڪانفرنس | سيهڻ | ١٩٤٨ع |
| -١١ | ڏهين ڪانفرنس | لاڙڪاڻو | ١٩٤٩ع |
| -١٢ | يارهين ڪانفرنس | حيدرآباد | ١٩٥٠ع |
| -١٣ | ٻارهين ڪانفرنس | دادو | ١١٥١ع |
| -١٤ | تيرهين ڪانفرنس | جيڪب آباد | ١٩٥٢ع |
| -١٥ | چوڏهين ڪانفرنس | ڪراچي | ١٩٥٤ع |
| -١٦ | پندرهين ڪانفرنس | لاڙڪاڻو | ١٩٥٥ع |
| -١٧ | سورهين ڪانفرنس | لاڙڪاڻو | ١٩٥٦ع |
| -١٨ | سترهين ڪانفرنس | خيرپور | ١٩٥٧ع |
| -١٩ | ارڙهين ڪانفرنس | حيدرآباد | ١٩٥٨ع |
| -٢٠ | اڻويهين ڪانفرنس | ميرپور ٻٺورو | ١٩٦٠ع |
| -٢١ | ويهين ڪانفرنس | لاڙڪاڻو | ١٩٦٢ع |
| -٢٢ | ايڪويهين ڪانفرنس | لاڙڪاڻو | ١٩٦٤ع |
| -٢٣ | ٻاويهين ڪانفرنس | لاڙڪاڻو | ١٩٦٦ع |
| -٢٤ | ٽيويهين ڪانفرنس | لاڙڪاڻو | ١٩٧٣ع |



# سنڌ ادبي ڪانفرنسون

سنڌي غزل جي اوسر ۽ ان کي مقبول بڻائڻ ۾ بزم مشاعرن ۽ اخباري مشاعرن سان گڏ، ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنسن به وڏو ڪم ڪيو آهي. سنڌ ڪانفرنسن ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان نه صرف سون جي تعداد ۾ شاعر پر سنڌي زبان جا وڏا ڄاڻو، عالم ۽ اديب به اچي شريڪ ٿيندا هئا.

ادبي ڪانفرنسن ۾ مشاعرن جو خاص اهتمام ڪيو ويندو هو يا ائين ڪٿي چئجي ته اهي ادبي ڪانفرنسون ڪوٺايون ئي مشاعرن لاءِ وينديون هيون. اهو ئي سبب آهي جو پهرين ادبي ڪانفرنسن کي مشاعره ڪانفرنس ڪوٺيو ويندو هو. مشاعرن لاءِ خاص مصرع طرح ڏني ويندي هئي جنهن تي سنڌ جا شاعر طبع آزمائي ڪندا هئا ۽ ڪانفرنسن ۾ پنهنجو ڪلام پڙهي داد حاصل ڪندا هئا. مقرر مصرع طرح سبب شاعر گهڻو ڪري غزل ئي چوندا هئا. پهرين ادبي ڪانفرنسن جي ڪارروائي مان معلوم ٿو ٿئي ته جيڪي شاعر انهن ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيا هئا، تن سڀني غزل پڙهيا هئا. ان کان پوءِ ڪانفرنسن ۾ غزل پڙهڻ جو رواج پئجي ويو ۽ سڀني ڪانفرنسن جي مشاعرن جي ڪاررواين کي مطالع ڪرڻ مان اها ڳالهه صاف ڏسڻ ۾ اچي ٿي ته آخري ڪانفرنسن تائين غزل کي وڏيڪ مقبوليت حاصل رهي آهي ۽ زياده تر شاعرن ڪانفرنسن ۾ غزل پڙهيا آهن.

ڪل سنڌ ڪانفرنسن ۾ سنڌ جي مختلف حصن جي شاعرن کي هڪ ٻئي سان ملڻ، هڪ ٻئي جي خيال کان واقف ٿيڻ، هڪ ٻئي جي شعر ٻڌڻ، شعر تي داد ڏيڻ ۽ تبصرو ڪرڻ جو موقعو ملندو هو. تنهن ڪري ڪيترا مبتدي شاعر استاد شاعرن جي صحبت ۽ ارشادات کان فيضور ٿيندا هئا. ڪلام ۾ عروض جي سختيءَ سان پابندي، لفظن جو صحيح استعمال، مختلف صنعتن جي اهميت ۽ خيالن جي بلندي ۽ انداز بيان جون هدايتون حاصل ڪندا هئا. جيئن ته سنڌ جا استاد شاعر غزلگو شاعر هوندا هئا تنهن ڪري اهي مبتدي شاعرن کي به غزل جي گس تي گامزن ڪندا هئا.

هنن ڪانفرنسن ۾ جيڪي تقريرون ۽ مقالا پڙهيا ويندا هئا، انهن جا

خاص موضوع شاعري، غزل يا غزل گو شاعر هوندا هئا. انهيءَ ڪري ڪانفرنس ۾ شريڪ شاعرن کي شاعريءَ جي باريڪين جي واقفيت، غزل جي نزاڪتن جي ڄاڻ ۽ مختلف استاد شاعرن جي ڪلام جي خوبين جي معلومات حاصل ٿيندي هئي ۽ هو پنهنجي غزلن کي انهن خوبين سان سينگارڻ لڳندا هئا.

ڪانفرنسن ۾ وقت بوقت شعر ۽ ٻولي ۽ لفظن جي استعمال تي به بحث مباحثا ٿيندا هئا، جيئن پنهنجي ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻو (١٩٤٤ع) جي ڪارروائي سان معلوم ٿئو ٿئي. ان ڪانفرنسن ۾ پهريون ڀيرو شعر ۾ صاف سنڌي زبان استعمال ڪرڻ جو آواز آئيو، جنهن جو اثر موجوده شاعري ۽ غزل تي نمايان نظر اچي ٿو.

ادبي ڪانفرنسن جي مشاعرن جي طرحن سان هڪ ڳالهه صاف ڏسڻ ۾ اچي ٿي ته شروع وارين ڪانفرنسن ۾ جي طرحون ڏنيون ويون هيون، تن تي مجاز جو رنگ غالب هو، مگر جلد ئي هن ملڪ جي شاعرن ۾ سماجي ۽ سياسي شعور بيدار ٿيو ۽ هنن عشق جي راهه ڇڏي، ماڻهن ۾ سياسي بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ طرحون به اهڙيون ڏيڻ شروع ڪيون. نوابشاهه ادبي ڪانفرنس (١٩٤٧ع) جي طرح:

"درد پنهنجي ديس جو دل ۾ جوانو ڌارجو"

قوم پرستي جو پهريون آواز هو جو سنڌ جي شاعرن سنڌ جي عام ماڻهن تائين پهچايو.

پاڪستان ٿيڻ کان پوءِ هتان جي ماڻهن کي جلد ئي احساس پيدا ٿيو ته سنڌي ٻولي لاءِ خطرو پيدا ٿي ويو آهي ته لاڙڪاڻو ادبي ڪانفرنس ١٩٤٩ع لاءِ طرح ڏني وئي:

"قوم سا زنده رهي جنهن جي زبان زنده رهي"

دادو ڪانفرنس ١٩٥١ع لاءِ طرح ڏني وئي:

"وطن سان گڏ سلامت شل رهي سنڌي زبان پنهنجي"

هن طرح سان وطن ۽ زبان سان محبت جو سبق مليو. ساڳي طرح لاڙڪاڻو ڪانفرنس ١٩٦٢ع جي طرح هئي:

"ڪندس جان قربان وطن تان، زبان تان."

انهيءَ ڪانسواءِ ڪيترين ڪانفرنسن جي طرحن ۾ پنهنجي ماحول ۽ ملڪ جي حالتن جو عڪس سمايل هو جيئن:

بهار آهه چمن کي نه سازگار اڃا (ڪراچي ١٩٥٨ع).

چمن جو رنگ ڏسو موسمِ بهار ڏسو (لاڙڪاڻو ١٩٦٤ع).

خزان ڪٿي ته بهارن جو اهتمام ٿئي (لاڙڪاڻو ١٩٦٦ع).

ڪانفرنسن جي طرح کي ويچار ۾ رکي ائين چئي سگهجي ٿو ته ادبي ڪانفرنسن شاعرن ۾ پنهنجي زبان ۽ وطن سان محبت ۽ سياسي شعور پيدا ڪرڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو آهي.

ٽيويهين ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻو ١٩٧٣ع جي ڪارروائي مان معلوم ٿئي ٿو ته موجوده دور جي شاعرن طرحي مشاعرن جي پابندي ڪـي ختم ڪري ڇڏيو آهي، جنهن ڪري غزل کي آزاد فضا ۾ وڌڻ جو وڌيڪ موقعو مليو آهي ۽ غزل جي سونهن ۾ وڌيڪ دلڪشي پيدا ٿي وئي آهي.

ادبي ڪانفرنسن جي سلسلي ۾ جمعيت‌الشعراءِ سنڌ جـي ڪوشش کي وساري نٿو سگهجي جنهن جي ڪوشش سان تمام گهڻيون ادبي ڪانفرنسون سنڌ جي مختلف ضلعن ۾ ڪوٺايون ويون آهن.

## پهرين سنڌ ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻو

بزم مشاعره لاڙڪاڻي جنهن جو غزل کي مقبول بنائڻ ۽ ترقي وٺرائڻ ۾ وڏو حصو آهي جلد ئي سڄي سنڌ ۾ مقبوليت حاصل ڪري ورتي هئي ۽ هيءَ بزم سڄي سنڌ جي توجهه جو مرڪز بنجي پيئي هئي. سنڌ جو ڪوبه اهڙو شاعر نه هو جيڪو پنهنجي سر ڀلي اچي هن بزم مشاعره ۾ شريڪ نه ٿيو هو يا پنهنجو ڪنهن طرح تي غزل موڪلي غير حاضر هوندي به شريڪ ٿيڻ جـو شوق نه حاصل ڪيو هو. بزم مشاعره سان سنڌ جي شاعرن جي ايتري دلچسپي ڏسي بزم مشاعره جي صدر ميان حاجي علي‌محمد قادري ۽ ٻين سرگرم ڪارڪنن جهڙوڪ ميان غلام‌سرور 'فقير'، ڊاڪٽر عبدالحميد صديقي نوازعلي جعفري 'نياز'، حاجي محمود 'خادم' ۽ اميرالدين همدم کي سڄي سنڌ جي شاعرن کي هڪ هنڌ ڪٺي ڪرڻ جو خيال پيدا ٿيو. جڏهن سنڌ ۾ سنڌي شاعرن جو انداز ڇڱو ٿي ويو تڏهن ضرورت محسوس ڪئي سون ته لاڙڪاڻي ۾ هڪ آل سنڌ ادبـي ڪـانفرنس ڪوٺائجي.

(۱) هيءَ ڪانفرنس سال ۱۹۲۱ع ۾ تاريخ ۲۵ ۽ ۲۶ ڊسمبر تي لاڙڪاڻي ۾ ڪوٺائي وئي.

هن پهرين سنڌ ادبي ڪانفرنس يا آل سنڌ مشاعره ڪانفرنس جو صدر شمس العلماء مرزا قليچ بيگ هو ۽ استقباليه ڪميٽي جو چيئرمن ميان علي محمد قادري ۽ سيڪريٽري جنرل مسٽر احمد علي 'ڪامران' هيڊ ماستر مدرسه هاءِ اسڪول لاڙڪاڻو (۲) ۽ حاجي محمود خادم جوائنٽ سيڪريٽري هو.

مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڊائري ۾ ان ڪانفرنس جو ٽورو احوال بيان ڪيو آهي.

۲۴ ڊسمبر:

ڏينهن واري گاڏي ۾ لاڙڪاڻي ويس جتي سنڌ جي شاعرن جي پهرين ڪانفرنس ٿيڻ واري هئي ۽ مون کي ان جو پريزيڊنٽ مقرر ڪيو ويو هو. منوچهر بيگ ۽ ٻيا ڪيترا ماڻهو اسٽيشن تي حاضر هئا جن گلن جا هار وڌا ۽ پروسيشن ۾ شهر وٺي ويا ۽ منزل تي پهتاسون. شام جو سڀ ماڻهو ملاقات لاءِ آيا.

۲۵ ڊسمبر:

ڪانفرنس شروع ٿي راڳ ۽ ريورنڊون پڙهيون ويون ۽ مان مختصر جواب ڏنو. شام جو سبجيڪٽ ڪميٽي هئي آءٌ نه ويس مون کي ڪار گذاري کان واقف ڪيو ويو.

۲۶ ڊسمبر:

شروع ۾ منهنجي تقرير ٿي شعر جي شرافت ۽ شان بابت پوءِ طرح وار غزل پڙهيا ويا، ڏينهن جو کاڌو مدرسي ۾ سڀني ملي کاڌو، شام جو سڀني جي تصوير ڪڍي وئي، رات جو سرائي غلام محمد اسران جي طرفان دعوت هئي. (۳)

---

(۱) محمود 'خادم' حاجي - 'اسان جون ناچيز خدمتون' - اديب سنڌ ماهه فيبروري مارچ ۱۹۵۳ع، ص ۱۰.

(۲) عبدالوهاب 'ناظر' (چيئرمن استقباليه ڪميٽي) خطبو اديب سنڌ - اپريل مئي ۱۹۴۴ع، ص ۱۱.

(۳) قليچ بيگ مرزا، 'ڊائري' (قلمي) ملڪيت مرزا اسد بيگ.

ٻهرين سنڌ ادبي ڪانفرنس ۾ جن اديبن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي يا شعر موڪليو هو انهن مان ڪن جا نالا هي آهن:

مرزا قليچ بيگ، محمدهاشم مخلص، حاجي محمدصديق 'صديق' (پرنسپال ٽريننگ ڪاليج) ميان عليمحمد 'قادري'، مرزا منوچهر بيگ، ميان غلامسرور 'فقير'، نوازعلي جعفري 'نياز'، محمدبخش 'واصف'، مخدوم محمددائود 'خادم'، ديوان سوڀراج 'فاني'، مولوي محمدعاقل 'عاقل'، آخوند عبدالقادر 'بيدل'، جمع خان 'غريب'، حافظمحمد 'احسن'، ميان غلامعباس 'جوش'، حڪيم لعلچند 'مجروح'، عبدالقادر 'وارثي'، ماستر هوت چند 'هوت'، حافظ عبدالله 'حافظ'، هدايت علي نجفي، ماستر الهڏنو خان 'قاسمي'، ماستر رازقڏنو 'سائل'، رئيس نجمالدين، حاجي محمود 'خادم'، ماستر علي حيدر 'حيدري'، ماستر محمدصديق 'وفا'، ماستر فيضمحمد 'فيض'، ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي، مير مقبول خان، اميرالدين 'همدم'.

مشاعره جي مصرع طرح هئي:

ستارو منهنجي قسمت جو اوهان جي مهرباني آ

انتخاب مشاعره (١)

مرزا قليچ بيگ:

مروت ۽ وفا اڳ هئي هينئر ان جو رهيو نالو
مروت ڪيميا آهي، وفا سيمرغ ثاني آهه.

پيل هس خاڪ ۾ چاڙهي مونکي نئين عرش اعليٰ تي
ستارو منهنجي قسمت جو اوهان جي مهرباني آهه.

ميان عليمحمد 'قادري':

نه تنهنجو اي شهه خوبان هي گلزار جواني آ
ايهو ظاهر ٿيل تقدير جو نقش نهاني آ.

اچي رشڪ قمر گهر ڪر دل سرطان ۾ پنهنجو
ستارو منهنجي قسمت جو اوهان جي مهرباني آ.

(١) اديب سنڌ ماهه اپريل ١٩٤١ع، ص ١١ تا ٤٣.

ميان غلام سرور 'فقير':

سنڀالي ڪڻ قدم دلبر جو چاري جڳ تہ آهي ڀر
هزار اک سان تنهنجي سر تي فلڪ جي پاسباني آ.

خدا ڏي ٿو ٿئي ڳولا سان حاصل ڀر حسينن مان
وفا حاصل نہ ٿي ٿئي هن ۾ ڇا راز نهاني آ.

مرزا منوچهر بيگ:

هميشہ حسن جي بازار ۾ ٿئي عشق سوداگر
نياز ۽ ناز، سوز ۽ ساز سودي جي نشاني آ.

ڪيو مون عشق جو سودو ۽ ورتم حسن جو دامن
نہ ڄاتم عشق توڙي حسن آفت آسماني آ.

ميين محمدصديق 'صديق':

ٻڏي ٿي قوم جي ٻيڙي ڪٿي اڄ نوح ڪشتيبان
نہ آهي اڄ اهو سامان نہ دولت شادماني آ.

سخاوت علم دانش سڀ لڏي مشرق ويا مغرب
وسايائون تہ يورپ کي منجهس اڄ آشياني آ.

وازعلي جعفري:

وٺي ڇا سينڌ ڪان نانگن ڏنگي يا دام ۾ ڦاٿي
ڏسو ديواني دل ٿي راه ڪهڙي ڪان رواني آ.

اچي ٿو شمس رو گلفام شايد قبر بلبل تي
ٿي آهي شمع گل ۽ ڪئي صبا جو گل فشاني آ.

محمدبخش 'واصف':

نظر ۾ ڪينڪي آيس ڏسي گهر خالي وئين موٽي
زياده هن ڪنان ٻي ڪهڙي وصفِ ناتواني آ.

وڪائو هو وڃي بازار ۾، هن وٽ سوين وڪيل
ڇوان ڪهڙي طرح ٻو يار کي يوسف جو ثاني آ.

مولوي محمدعاقل 'عاقل' :

ڪڪر وسنڌڙ ۽ منهنجي قلم ۾ بس فرق هي آهي
هتي پاڻيءَ جي بارش آ، هتي گوهر-رفشاني آ.

سندم دلبر جو رتبو شان ۾ ايڏو مٿي آهي
جو افلاڪن جا نوڏاڪا انهيءَ جي فردباني آ.

آخوند عبدالقادر 'بيدل':

سندم مٺ سونهن ۾ ساڃن جڙيل ناهي جهانن ۾
اوهين اول آهيو يوسف سندم هرگز نه ثاني آ.

مقيد زلف جي ڦاهي ڪي ناهي ڊپ مماتي جو
ڪٺل شمشير ابرو ڪي حياتي جاوداني آ.

ديوان سوڀراج 'فاني':

ٿيو مخلوق ۾ اشرف عجائب پتلو خاڪي هي
جو انهي دل جي حاطي ۾ ڳرو ڳجهه آستاني آ.

هٿن مان ٿا وڃن نڪتل امولڪ وجهه حياتيءَ جا
اجل جو ڏڪ لڳي سڀ ڪي چا پيري چا جواني آ.

هدايت‌علي نجفي:

اسان سي رند ساغرنوش آهيون مست متوالا
جو صبح و شام جو شغل شراب ارغواني آ.

شراب عشق جو پيتم ته پيو سپ ڪجهه ويو وسري
نه ذوق عشق عشرت آ نه شوق ڪامراني آ.

حاجي محمود 'خادم':

رنم جو سلڪ دندان جي تصور ۾ ڇيو ماڻهن
ته هرهڪ ڳوڙهو عاشق جو عجب در يماني آ.

عزيزن اڄ ڇوايو عشق چِڪ بدنامي آ ان ۾
ڇوايم تنکي بدنامي ۾ ٿي لذت جواني آ.

ميان غلام عباس 'جوش' قادري:

کُهلي طرفان حبيبن جي صبا، دل تي مثل جهڙي
هوا جڻ ڪوه جانان جي تہ آبِ زندگاني آ.

زمانو آ گذراي جوش ڏس ڪولي اکهون هرسو
ڪئي خسرو ڪئي ڪائوس ڪٿ تخت ڪياني آ.

حافظ محمد 'احسن':

تون جا گهيو رات ڪٿ آهين، هڏو بهتان سون ناهي
اها دلبر اکين تنهنجي منجهان ظاهر نشاني آ.

دوناليون، ديد جون، تيرِ مژه ۽ خنجرِ ابرو
دلين جي ملڪ تي گويا، چڙهيو اڄ ڪوڪماني آ.

## ٻي سنڌ ادبي ڪانفرنس حيدرآباد

سنڌ جي مسلمانن ۾ تعليم پکيڙڻ ۽ تعليمي مسئلن تي غور ۽ ويچار ڪرڻ لاءِ نورمحمد شيخ وڪيل جي ڪوشش سان آل سنڌ محمدن ايجوڪيشنل ڪانفرنس ١٩٢٣ع ۾ حيدرآباد ۾ منعقد ٿي جنهنجي صدارت سر ابراهيم رحمت الله بمبئي واري ڪئي. ان ڪانفرنس جي استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمن سيد ڪامل شاهہ ۽ جنرل سيڪريٽري نورمحمد پاڻ هو، ڪانفرنس ۾ صاحبزاده آفتاب احمد خان علي گڙهہ وارو مولوي حبيب الرحمان صاحب شرواني ۽ هندستان جا ٻيا وڏا ليڊر اچي شريڪ ٿيا هئا.

ان زماني ۾ لاڙڪاڻي جو بزم مشاعرو وڏي مقبوليت حاصل ڪري چڪو هو ۽ سنڌ ۾ شاعريءَ جو شوق وڌي ويو هو. ميان علي محمد قادري ميان غلام سرور فقير جن سان نورمحمد شيخ جا گهرا تعلقات هئا. انهن ۽ حاجي محمود خادم جي ڪوشش سان بزم مشاعره لاڙڪاڻو کي وقت جي قلت جي باوجود ڪانفرنس ۾ مشاعري لاءِ شام واري نشست حوالي ڪئي ويئي.

بزم مشاعره جي باني ٿوري وقت هئڻ جي باوجود پنهنجي مشاعره نشست کي ڪامياب بنائڻ لاءِ وڏي محنت ڪئي جنهن ڪري حيدرآباد ۽ باقي سنڌ جا ڪيترا شاعر هن ادبي ڪانفرنس ۾ اچي شريڪ ٿيا جن سان ڪن جا نالا هي آهن:

ميان علي محمد قادري- صدر بزم مشاعره لاڙڪاڻو، ميان غلام سرور 'فقير'، نوازعلي جعفري 'نيـار'، حاجي محمود 'خــادم'، جمع خان 'غريب'، سيد محمدتقي شاه'حنفي'، حافظ محمد 'احسن'، عطا محمد 'عطا'، قادربخش 'حقير' (بشير)، مرزا منوچهر بيگ، مرزا همايون بيگ، مرزا مدد علي 'مـدد'، مرزا 'احسن'ڪربلائي، قاضي علي احمد، 'حافظ' حياتشاه، محمد هاشم 'مخاص'، محمدبخش 'واصف' وغيره.

هن ادبي ڪانفرنس جي استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمن مرزا قليچ بيگ ۽ جنرل سيڪريٽري حاجي محمود خادم هو. ادبي ڪانفرنس جـي صدارت مير ايوب بيرسٽر ڪراچيءَ واري ڪئي هئي.

مرزا قليچ بيگ جي پنهنجي ڊائري ۾ ڪانفرنس بابت هي احوال ملي ٿو. ١٦ ڊسمبر (١٩٢٤): مسلمانن جـي ڪانفرنس هومسٽيڊ هــال ۾ شروع ٿئي- سر رحمت الله پريزيڊنٽ هو. ٻہ ڏينهن ڪانفرنس چالو رهي. مشاعرو رات جي وقت ٿيو. اردو ۽ سنڌي گهڻا شاعر حاضـر هئا، جن پنهنجا غزل پڙهيا. مان ۽ منوچهربيگ بہ غزل پڙهيو ۽ همايون پڻ(١).

مشاعري ۾ طرحي غزل کان سواءِ غيرطرحي نظم وغيره بہ پڙهيا ويا جن مان ميان غلام سرور 'فقير' جو نظم "نالئہ دل" جنهن ۾ مسلمانن جي حالت جو نقشو چٽيل هو نهايت پسند ڪيو ويو هـو. وقت ٿوري هئڻ سبب ڪانفرنس ۾ ٺهراءُ اچي نہ سگهيا. اردو دان حضرات ۽ هندستان جـي ليڊرن جڏهن سنڌي شعر ٻڌا (جـو ڀڙيون دنعو هو) تڏهـن بي اختيار داد ڏنـي ڏنائون ۽ نهايت محظوظ ٿـي ٿيـا خاص ابراهيم رحمت الله گهڻي تعريف ٿي ڪئي ۽ چيائين تہ منهنجي زبان ڪچي آهـي جا سنڌيءَ جي پيٽ آهـي، انهيءَ ڪري سنڌي شعر ٻڌي مون کي بيحد لطف آيو."(٢)

مشاعره جمعتوڻيڪ تعليمي ڪانفرنس جي موقعي تـي منعقد ڪيو ويو هو ٻہ مشاعره لاءِ ذيل طرح عشقي هئي.

---

(١) مرزا قليچ بيگ- "سائو پن يا ڪارو پنو"- سنڌي ادبي بورڊ- ص ٢٧٢.

(٢) محمود 'خــادم' حاجي- "اسان جون ناچيز خدمتون" - اديب سنڌ- فبروري، مارچ ١٩٥٣ع- ص ١٧-١٨.

'چشمِ موسيٰ کي بہ حسرت رهجي وئي ديدار جي'
انتخاب مشاعره (١)

مرزا قليچ بيگ:

حسن سان پنهنجي ڏو ماري ۽ جيئاري خلق کي
ساري ۽ ٺاري بہ، جا پر لوهہ جي لوهار جي.
مهربان ڪڏهين سڏي پاڻ ٿي، ڪڏهن لوڏي ڪڍي
درد ۽ درمان پئي ڏسي دلبري دلدار جي.(٢)

محمد بخش 'واصف':

داغ محرومي جو هڪ توکي رسيو دل ناهي پر
چشمِ موسيٰ کي بہ حسرت رهجي وئي دلدار جي.
'واصفا' بس آهہ هي جوهر زبان جو ناهہ گهرج
تير جي، ليزي جي، خنجر جي، تکي تلوار جي.(٣)

محمد تقي شاهہ 'حنفي':

ڪر نہ ڪنهن کي ڪنهہ ذاتي مخزن اسرار جي
۽ نہ آهي بحرِ وحدت ساحل و پاتار جي.
رب ارني لن تراني گفتگو هئي طور تي
چشمِ موسيٰ کي بہ حسرت رهجي وئي ديدار جي(٤)

ميان غلام سرور 'فقير':

مان ڪيان اظهار دردِ عشق پر هي خوف آ
ٿي ستان تڪليف نازڪ طبع تي هن يار جي.

---

(١) جيئن تہ مشاعري ۾ پڙهيل شعر ڪنهن ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيل نہ هئا، ان ڪري مختلف ديوانن مان منتخب ڪيا ويا آهن.
(٢) "ديوان قليچ"- سنڌي ادبي بورڊ.
(٣) "ڪليات واصف" (قلمي)- سنڌي ادبي بورڊ.
(٤) "بياضِ حنفي" (قلمي) ملڪيت سيد محمد تقي شاهہ، ٺاري ضلع دادو.

ڪاش هو رشڪ قمر ٻاهر نہ نڪري رات جو
جو هزار اک سان ڏسي صورت فلڪ دلدار جي.(١)

حاجي محمود 'خادم':

دردِ دل کي ٻنهنجي سيني ۾ گهٽوئي مان رکان
چپ رهان ليڪن روش ناهي ڪنهين غمخوار جي.

اڄ اسان جو حال ڪهڙو آهہ حسرت سان ڏسو
ڪيئن نہ ٿي وئي آهہ آمدِ احمد مختار جي.

نوازعلي جعفري 'نياز':

گل ٻلئہ ٻائي وهي ڇئہ يار کي باد صبا
سار لهہ جلدي مسيحا برهہ جي بيمار جي.

ڪالهہ دل چورائي دلبي سان مرڪي دلربا
چال چوري ڪئي عجب هئي منهنجي دلبر يار جي.(٢)

محمد هاشم 'مخلص':

ٻات سب بيڪار ٻلڪل گل جي ۽ گلزار جي
ڪا نہ ڪا وائي وئي ٿي يار جي رخسار جي.

خال خط جي خرخسي ۾ چو ڪجي ضايع دماغ
ڪا محبت ڪانہ رکجي مشڪ جي، تاتار جي.

غلام عباس 'جوش':

زلف جي ڪاري ٻلا سان ڪيئن اڙايو مونکي تو
اي ڇري دل مار توکي شل ٻوي ڪنهن مار جي.

وات منهنجو چونہ شيرين شهد کان زياده ٿئي
ذڪر لب تي، گفتگو آهي زبان تي يار جي.

مرزا مدد علي:

ديد دلبر ري دوا نـــا عشق جـي آزار جي
ڪيئن سري گل کانسواءِ ڇئو ٻلبلِ بيمار جي.

---

(١) "ديوانِ فقير" (قلمي)، ملڪيت ايازحسين قادري لاڙڪاڻو.
(٢) "ديوانِ نياز"- ملڪيت اعجاز جعفري لاڙڪاڻو.

چشمِ ميگون جو نشو زاهد جي سر اهڙيو چڙهيو
بيخبر ٿي ڪانه هنکي سر جي ۽ دستار جي. (١)

لالچند مجروح:

ڪل ڪنهنکي ڪانه آهي عشق جي اسرار جي
ڪو ٻيو منصور ڪان سڌ بره جي بيدار جي.
سر اڏايو شه عنايت بـــي ڏڙڪ نيزي مٿي
هي نشاني جاڻ عاشق نيه جي نروار جي. (٢)

## ٽين سنڌ ادبي ڪانفرنس
## شڪارپور

ٽين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس (سنڌ ساهت سميلن) ١٦ اپريل ١٩٣٢ع ۾ شڪارپور ۾ ڪوٺائي وئي. هن ڪانفرنس جي استقباليه ڪميٽيءَ جـو چيئرمـن مرزا غـلام‌مصطفيٰ (رٽايـرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر) ۽ سيڪريٽري آغا غلام‌نبي صوفي هئا.

ڪانفرنس جي صدارت جيٺمل پرسرام گلراجاڻي ڪئي. ان ۾ جيڪي مکيه ٺهراءَ پاس ڪيا ويا هئا تن مان هڪ ٺهراءُ هو ته بلوچستان ۾ سنڌي اسڪول کوليا وڃن.

هن ڪانفرنس ۾ مختلف ضلعن ۽ شڪارپور جا ڪيترا اديب ۽ شاعر شريڪ ٿيا هئا. لاڙڪاڻي مان ميان غلام‌عباس 'جوش'، جـان‌محمد صوفي 'گلشن'، ڪشنچند بيوس، پروفيسر رام‌پنجواڻي، يارمحمد صديقي 'مشتاق'، واحدبخش عاشق، عبدالوهاب ناظم ۽ حاجي محمود شريڪ ٿيا هئا.

مشاعره لاءِ مصرع طرح هئي:

تنهنجو عارض مهِ تابان، تنهنجو رخ نير انور.

---

(١) بياض مدد (قلمي) ملڪيت مرزا عباس‌علي بيگ حيدرآباد.
(٢) ڪليات مجروح (قلمي) ملڪيت غلام‌نبي شيخ لاڙڪاڻو.

انتخاب مشاعره (١)

ميان علي‌محمد قادري :

لکيل منقار بلبل جي سان آهي هر ورق گل تي
جگر جي خون سان منهنجو سررو درد جو دفتر.

ڦرين حيران پريشان ڇو ٿو تون محبوب پنهنجي لئه
اکيون دل‌جون پٽي ڏس‌تون ته تنهنجي دل ۾ آ دلبر.(٢)

حاجي محمود 'خادم':

شهيد غم نه آهيان مان، شهيد ڪامران آهيان
جو منهنجو لاش دفنايو انهيءَ آ پنهنجي گهر اندر.

ڏسي محمود کي مخدوم ماڻهن کي چيو هن ۾
نه خادم آڪنهين پٽي جو فقطهو منهنجوآ نوڪر(٣)

مرزا قليچ بيگ :

نزاڪت، حسن، رنگ ۽ بوءِ لذت ۾ ٿا شرمائين
بدن گل، وار مشڪ ۽چهرو چنڊ قدسرو چپ شڪر.

تنهنجي شڪر ۽ شاباس ۽ تعريف ڪان آهي
زبان عاجز، عقل چرخ ۽ سخن قاصر، قام مضطر. (٤)

ميان غلام‌عباس 'جوش':

ڏنا ڪنهن دوست آهن چار مصرع طرح جا خوشتر
انهن مان هي به هڪ آهي ڪيان جيڪو مان ٿو اظهر.

تنهنجو عارض مهِ تابان تنهنجو رخ نيرِ انور
ڏني نير کي انور سان پلا تشبيه ڪيئن شاعر.

## چوٿين سنڌ ادبي (ساهت) ڪانفرنس (ڪراچي)

چوٿين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس سنڌي ساهت سڀا جي سهاري هيٺ
٢٨-٢٩ ۽ ٣٠ مارچ ١٩٤١ع تي ڪراچي ۾ شيوا ڪنج ۽ سرناگٽي هال ۾

(١) مختلف شاعرن جي چاهيل ۽ اڻ چاهيل ڪلام مان.
(٢) ديوان قادري- قادريه پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو ١٩٤٠ع
(٣) ڪليات خادم (قلمي) ملڪيت محمدعلي قريشي لاڙڪاڻو.
(٤) ديوان قليچ سال ١٩٥٦ع سنڌي ادبي بورڊ .

منعقد ٿي. ڪانفرنس جو صدر ڪشنچند بيوس ۽ استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمن چيتمل پرسرام ۽ سيڪريٽري هري درياني دلگير هو. هن ڪانفرنس ۾ صدر کي سرگس ڪڍي شهر ۾ گهمايو ويو جنهن ۾ ماڻهو گهڻي تعداد ۾ شريڪ ٿيا.

انهن ڏينهن ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽو سنڌ جي تعليم جو ڊائريڪٽر مقرر ٿي آيو هو جنهن لفظن جي صحت کي برقرار رکڻ لاءِ اعرابن تي زور ڏنو هو، ان ڳالهه تي هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ وڏو اختلاف ٿي پيو هو. هندن ان کي ائين ٿي سمجهيو ته سنڌي ٻوليءَ کي عربي ٻولي ٿو بنايو وڃي ۽ مسلمانن جو چوڻ هو ته اهڙيءَ ريت لفظن جا اچار صاف ۽ لفظن جي لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ سولائي ٿيندي. ان جهڳڙي ڪري تقريرن لاءِ موضوع سنڌي صورتخطي مقرر ڪيل هو.

٢٨ تاريخ صدر جي چونڊ ٿي ۽ ڪشنچند بيوس پنهنجي تقرير پڙهي جا ڇاپيل ڪاپين جي صورت ۾ ورهائي وئي. هن پنهنجي تقرير ۾ چيو، شايد ونهوڳ مان ٿي واڌارو ٿو ٿئي. سو تازي اعرابن ۽ ماترائن تي پيدا ڪيل مت ڀيد سبب ٿي سنڌ جي شهرن ۾ ساهت سڀائون جاري ٿيون آهن. (١) ان ڪانپوءِ سنڌ جي وزير مسٽر نهچلداس وزيراڻي ڪتابن جي نمائش جو افتتاح ڪيو. نمائش ۾ شاهه جي رسالي جي آڪاڻين تي بنايل تصويرون پڻ رکيل هيون.

ٻئي ڏينهن صبح جو بي-اي ۽ ايم-اي جي ڪلاسن ۾ سنڌي شروع ڪرڻ بابت تقريرون ٿيون ۽ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو.

رات جو مشاعره ٿيو، مصرع طرح هئي:

'مورتي تنهنجي کي هن مندر ۾ استاپن ڪندس'

ڪانفرنس ۾ جن اديبن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي يا پنهنجا شعر موڪليا تن مان ڪن جا نالا هي آهن:

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، هري دلگير، نارائڻ شيام، غلام احمد نظامي، قادربخش حقير (بشير)، واحدبخش 'عاشق'، لعلچند محروح، ڄاڃي مل طائر، رام پنجواڻي، هوندراج دکايل، هاسانند جادوگر، ٻولچند راجپال، ڀوڄراج ناگراڻي، ڀاڳچند، هربخش، ديارام سياڻي، آسانند مامتورا.

---

(١) سنڌو ماهوار (سنڌي ساهت ڪانفرنس ١٩٤١ع) ماهه اپريل ١٩٤١ع، ص ١

ٽئين ڏينهن ويهين تاريخ کي ٻهراڻ پاس ڪيا ويا جن مان هڪڙو اعرابن بنسبت هو ۽ ٻيو هندي لپيءَ جي چالو ڪرڻ بابت. (١)

انتخاب مشاعره

لعل چند مجروح:

اي ضيائي شمس رو، هي خانهٔ دل روشن ڪندس
مورتي تنهنجي کي مان من مندر ۾ استاپن ڪندس.

هي رهي هو يار مون سان، ڀل هجن ڪيئي رقيب
راه جانان ۾ ڪڏهن پرواه نا دشمن ڪندس. (٢)

قادري بخش حقير (بشير):

مورتي تنهنجي کي مان من مندر ۾ استاپن ڪندس
جوت تنهنجيءَ مان ڏيو دل جو ٻيو روشن ڪندس.

جن شمن ۾ جنگ جهيڙو تن کان ان پاسو ڪندس
ڪين دلبر دل سندو مان زن زمين ۽ ڌن ڪندس (٣)

هري دريائي دلگير:

پنهنجي جوشيلي تمنا جي تکي طوفان سان
چٽنگ آزاديءَ کي لوڪيندي ٻيڙائين ڪندس.

اي پوتر ڀون، مٽي تنهنجي، مستڪ تي ڌريان
تنهنجي هر ذره کي سمجهي ديوتا، پوڄن ڪندس.(٤)

چاهي مل طائر:

چندر ۽ سورج ستارن جي ڦريل ڦلوڙ مان
لاهي ور مالها توکي پنهنجو سهتو ساجن ڪندس.

تنهنجي پارس جي اڳيان آ ماهه منهنجو لوهي سمان
پريت پارس کي ڀڪائي لوهه مان ڪنچن ڪندس (٥)

---

(١) سنڌو (ماهنامو) جيڪب آباد ماهه اپريل ١٩٤١ع.
(٢) ڪليات مجروح 'قلمي' مالڪيت غلام نبي شيخ لاڙڪاڻو.
(٣) ديوان بشير ملڪيت اظهر شاهه گيلاني گهوٽڪي.
(٤) بياض دلگير ملڪيت هري دريائي دلگير ڪڇ پارت.
(٥) سنڌو ماهه نومبر ١٩٤١ع، ص ١٠

## پنجين سنڌ ادبي ڪانفرنس
## لاڙڪاڻو

پنجين سنڌ ادبي ڪانفرنس بزم مشاعره لاڙڪاڻو، جنهن جو الحاق سنڌي سڌار سوسائٽيءَ سان ٿي ويو هو، جي سهاري ٩- اپريل ١٩٤٤ع مدرسه هاءِ اسڪول لاڙڪاڻو جي احاطي اندر ڪوٺائي وئي هئي.

هن ڪانفرنس جي مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمن جناب عبدالوهاب ’ناظم‘، سيڪريٽري ميان غلام عباس قادري ’جوش‘ هو.

جيتوڻيڪ بزم مشاعره لاڙڪاڻي جا روح روان ۽ بنياد وجهندڙ ميان غلام سرور ’فقير‘ ۽ ميان علي محمد ’قادري‘ فوت ٿي چڪا هئا مگر سندن روشن ڪيل شمع جي آب و تاب ۾ ڪا ڪمي نه ٿي هئي. انهيءَ خاندان مان ميان غلام عباس جوش ۽ بزم مشاعره جو پراڻو خادم حاجي محمود ’خادم‘ بزم مشاعره جي سرگرمين کي قائم رکيو ٿي آيا ۽ هن ادبي ڪانفرنس کي ڪوٺائڻ ۽ ڪامياب بنائڻ ۾ انهن سان بزم جي جملہ ميمبرن خاص طرح عبدالوهاب ناظم جو ساٿ هو.

ڪانفرنس جي پهرين نشست صبح جو ٩ بجي شروع ٿي. ڪانفرنس جي صدارت محمد صديق ميمڻ پرنسپال ٽريننگ ڪاليج فارمين کي ڪرڻي هئي مگر هن جي بيماري سبب نه شريڪ ٿيڻ ڪري ڊاڪٽر محمد ابراهيم ’خليل‘ کي ڪانفرنس جو صدر چونڊيو ويو.

هن ڪانفرنس ۾ جن شاعرن، عالمن ۽ اديبن شرڪت ڪئي، تن جا نالا هي آهن:

حيدرآباد مان ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل، مرزا افضل بيگ، مرزا اجمل بيگ، محمد بخش واصف، محمد خان غني، گل محمد ’آزاد‘، ڪراچيءَ مان غلام احمد نظامي ۽ امير علي شاهه سوز (فاني)، نوابشاهه مان پرسرام ضيا، شڪارپور مان مولوي فقير دوست محمد، خان صاحب غلام حيدر، جيڪب آباد مان اوستو غلام حسين رفيع، قادر بخش ’بشير‘. دادوءَ مان حافظ محمد ’احسن‘، عطا محمد ’عطا‘، حيدر علي ’حيدري‘، جمع خان غريب، ليلارام شاعر، رسول بخش دوست، غلام محمد ’گرامي‘، احمد خان ’آصف‘، سکر مان غلام حسين جعفري (ڊاڪٽر) ڊپٽي ملا اسڪولس، سلطان ڪوٽ مان آغا گل حسن ’گل‘، ماستر وديا رام، غلام سرور ’سرور‘ ۽ سردار مير احمد خان

جمالي. انهن کان سواءِ لاڙڪاڻي شهر جا ڪيترا اديب ۽ شاعر شريڪ ٿيا. جن مان ڪن جا نالا هي آهن: حاجي محمود ’خادم‘، ميان غلام عباس ’جوش‘، عبدالوهاب ’ناظم‘، نواز علي ’نياز‘، عبدالفتاح ’عبد‘، ڪشنچند ’بيوس‘، رام پنجواڻي، غلام علي مسرور، عبدالله ’اثر‘، مولوي ثناءُ الله ’ثنائي‘، ثناءُالله ’نثار‘، جمال الدين جمالي، قلندربخش ’خادم‘، عبدالعزيز’عزيز‘ واحد بخش ’عاشق‘، حڪيم محمد چڱل ’فدا‘، غلام علي بدوي، نظام الدين ’نظام‘.

ڪانفرنس ۾ شهر جا معزز پڻ وڏي تعداد ۾ شريڪ ٿيا، جن ۾ ڪريم بخش شيخ (ائڊمنسٽريٽو آفيسر)، نوابزاده علي گوهر خان لاهوري، نواب حاجي امير علي لاهوري، خانبهادر محمد ايوب کهڙو (روينيو منسٽر) ۽ محمد هاشم رضا ڪليڪٽر لاڙڪاڻو جا نالا قابل ذڪر آهن. ڪانفرنس جي پهرين نشست ۹ تاريخ صبح جو شروع ٿي.

پهريائين عبدالوهاب ناظم چيئرمن استقباليه ڪميٽي پنهنجي تقرير ۾ ٻاهران آيل مهمانن جو خير مقدم ڪيو ۽ گذريل ڪانفرنس تي روشني وڌي. ان کان پوءِ ڪانفرنس جي صدر ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل شعر جي اهميت، ضرورت ۽ حقيقت بابت تقرير ڪئي ۽ سنڌ ادبي سوسائٽيءَ جي ڪارڪنن ۽ اديب سنڌ رسالي بابت قصيدو پڙهيو. جنهن جا ڪجهه شعر هي آهن.

ساقي پيار جام مئي خوشگوار اڄ
لاهي جو ڪلفتن جو بدن تان بخار اڄ.

لاهي خزان جو خرخسو باد صبا ڇڏيو
صد شڪر آيو باغ ۾ فصل بهار اڄ.

يارن کي هوس ته ڪريون سير باغ جو
مون کي اديب سنڌ جو پر انتظار اڄ.

شامل مشاعري ۾ جي سڀ اهل فن ٿيا
مينهي کي ڏو نياز چوان بار بار اڄ.

حق ۾ اوهانجي آهه دعاگو سدا خليل
ڪوشش ۾ پنهنجي شال ٿيو ڪامگار اڄ.

ان کانپوءِ ڪشنچند بيوس سنڌي شاعري ۾ کهڙي زبان استعمال

ڪرڻ گهرجي، بابت تقرير ڪئي. هن چيو، "مون خيال ڪيو ته نج سنڌي جي شعر ۾ ڪهڙي جاءِ هئڻ گهرجي، تنهن بابت ٿورا ويچار پيش ڪريان".(١)

ڪشنچند بيوس پنهنجي تقرير ۾ شعر ۾ عربي ۽ فارسي جي اڻانگن لفظن جي استعمال تي سخت تنقيد ڪئي ۽ صاف سولي ۽ سلوڻي سنڌي جي استعمال جي تلقين ڪئي. ان کان سواءِ شعر ۾ زير اضافت، واءُ عطف ۽ اعرابن جي خلاف پڻ ڳالهايو. هي ٻهريون پيرو هو جو ڪنهن ڪانفرنس ۾ ان قسم جو آواز بلند ڪيو ويو هو. اهڙي آواز ڪانفرنس ۾ ککر ۾ ڪڙي وارو ڪم ڪيو. سندس تقرير جي جواب ۾ ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل تقرير ڪئي، جنهن ۾ هن ڏارين ٻولين جي لفظن ۽ اعرابن جي استعمال بابت پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو.

ان کان پوءِ پروفيسر رام پنجواڻي تقرير ڪئي. هن عشقيه شاعريءَ بجاءِ ترقي پسند ۽ انقلاب پسند شعر چوڻ تي زور ڏنو. هن چيو، خاص ڪري نوجوانن کي مخاطب ٿي چوان ٿو ته اڳيون جهونيون عادتون ڇڏيو. توهان نوجوان آهيو ۽ نوجوان هميشه ترقي پسند ۽ انقلاب پسند ٿيندا آهن."(٢) ان کان پوءِ هن به اعرابن جي خلاف پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو.

آخر ۾ محمد بخش 'واصف' تقرير ڪئي، جيڪا هڪ قسم جو بيوس جي تقرير جو جواب هئي ۽ اعرابن جي استعمال جي فائدي ۾ هئي. هن چيو، "حقيقت هي آهي ته هرڪنهن ٻوليءَ ۾ زير، زبر ۽ پيش جو هئڻ بلڪل ضروري آهي ۽ اهي شيون هن مقصد تي مقرر ڪيون ويون آهن ته لفظ جي معنيٰ ۾ ڦير نه اچي."(٣)

ڪانفرنس جي ٻي نشست شام جو ڇهين بجي شروع ٿي. هن نشست ۾ سنڌي ۽ زبان جي تحفظ، ترقي ۽ واڌاري لاءِ مختلف ٺهراءَ پاس ڪيا ويا.

---

(١) ڪشنچند بيوس تقرير " اديب سنڌ" ماهه اپريل، مئي ١٩٤٤ع، لاڙڪاڻو-ص ٤٣.

(٢) رام پنجواڻي تقرير "اديب سنڌ" ماهه اپريل- مئي ١٩٤٤ع لاڙڪاڻو. ص٨٠.

(٣) محمد بخش واصف تقرير "اديب سنڌ" ماهه اپريل- مئي ١٩٤٤ع- لاڙڪاڻو، ص ٩٠.

ڪانفرنس جي ٽين نشست مشاعره جي نشست هئي. مشاعري جي طرح هئي:

”منهنجي دنيا هن لٽي پئي مان مگر خاموش هوس.“

هيءَ نشست رات جو نائين بجي شروع ٿي ۽ اڍائي بجي ختم ٿي. ”اديب سنڌ“ ۾ شايع ٿيل مشاعري ۾ ٥٣ شاعرن جو ڪلام ڏنل آهي، جن ۾ نظام الدين گوپانگ جي شعر کان سواءِ باقي ٥٢ غزل آهن، جنهن مان غزل جي مقبوليت جو پتو پوي ٿو.

انتخاب مشاعره (١)

عبدالله ’اثر‘ چانڊيو:

راهِ الفت ۾ ڪٽائڻ سر جو مون کي شوق هو
مان تڏهن هر آزمائش ۾ ڪفن بردوش هوس.

اچ نگاهِ رعب پرور سان حسين ڇا ڇا نه ڪيو
منهنجي دنيا هن لٽي ٿي مان مگر خاموش هوس.

حافظ محمد ’احسن‘ چنا:

ياد آيو اچ زمانو پنهنجي سابق شان جو
ڪيئن نه هر ڪنهن قوم کان ذي علم ۽ ذي هوش هوس.

جذبهءِ ايمان منهنجو قابلِ تحسين هو
عشق اسلامي ۾ هردم مست ۽ مدهوش هوس.

ڪشنچند ’بيوس‘:

منهنجي دنيا هن لٽي پئي مان مگر خاموش هوس
دل جي دولت کان به غافل بره ۾ بيهوش هوس.

سر بلنديءَ تي رکڻ جي ٿي نه مينا کي مجال
ساقيا! محفل ۾ تنهنجي مان جڏهن مينوش هوس.

ميان غلام عباس قادري ’جوش‘:

هن جي جاوي جي پسڻ ۾ اهڙو مان مدهوش هوس
ڪنهن چيو ديوانو آهه ڪنهن چيو مي نوش هوس.

---

(١) هي انتخاب ’اديب سنڌ‘ ماهه اپريل - مئي ١٩٤٤ع ۾ شايع ٿيل ڪانفرنس جي مشاعره تان ڏنو ويو آهي.

رند مان آهيان گهٽو جهونو اي ساقي ياد ڪر
خلد ۾ ٻي ڪيترائي سال مان ميِ نوش هوس.

ڊاڪٽر محمد ابراهيم 'خليل':

حال منهنجو ڇا ٿيو هو عشق ۾ تنهنجي نه پڇ
تون جي آئين هوش هو، جي تون وئين بيهوش هوس.

دل، جگر، عقل و خرد جيڪي هو سو نظرن ڪيو
منهنجي دنيا هن اٽي پٽي مان مگر خاموش هوس.

پروفيسر رام پنجواڻي 'رام':

عمر ٻي ايڏي ڪرين ها جيڏي مئي موجود هئي
جام ٻي ايڏو هجي ها جيڏو مان مي نوش هوس.

رام هن جي راهه ۾ ڪهڙو لباس جو ضرور
دل ڏسي دلبر نوازيو توڙي ٽڪڙي پوش هوس.

پرسرام 'ضيا':

هن جي ۽ منهنجي اکين جو ڏوهه هو، ڏوهي اهي
هو به هڪ نردوش هو ۽ مان به هڪ نردوش هوس.

الله الله چشمِ ساقي جو عجب اعجاز هو
هڪ نظر سان هوش ۾ ٻي سان ٿيو بيهوش هوس.

واحد بخش 'عاشق':

دل جهلي ديدار لئه در تي وهي وهلو وريس
هو ستمگر خشمگين ۽ دست ۾ پاپوش هوس.

نور جان مون ٿي نهاريو پانڙن ڏي پيار سان
پائرن ٿي پٽ ڪاڏو مان ڪڙو خاموش هوس.

عبدالفتاح عاقلي 'عبد':

ڪيئن جوان مان پي ڪڏهن ڪنهن سان هم آغوش هوس
هوش آيو هجر ۾ پر وصل ۾ بي هوش هوس.

حشر ۾ هرهڪ گنهه منهنجو هو صد رشڪِ ثواب
رحمتِ باري جي لائق مان ٿي هڪ ميِ نوش هوس.

عطامحمد سوهو 'حامي':

وعدهء فردا ۾ معنيٰ وعدهء محشر هيو
مان اجايو منتظر هئس ۽ همه تن گوش هوس.

شمع ساموهون، شمعرو سان مان جو هم آغوش هوس
رشڪ کان تڏهين رني ٿي رات ساري جوش هوس.

محمدخان 'غني':

يا ته ساقي جون نگاهون منهنجي ۾ مون ڏانهن اٿيون
يا ته ڪنهن کي ياد ناهي مان ۾ ڪو مينوش هوس.

هنجي دزديده نگاهن دين ۽ ايمان لٽيو
منهنجي دنيا هن لٽي پئي مان مگر خاموش هوس.

محمدبخش 'واصف':

منهنجي مدهوشي ۾ هشياري کان گهٽ هرگز نه هئي
بي خبر اغيار کان ۽ يار سان باهوش هوس.

قلقلِ مينا جو ڪهڙو مونتي هو تاثير ٿيو
هت معاني جو بيان، هت مان همه تن گوش هوس.

## ڇهين سنڌ ادبي ڪانفرنس

### (دادو)

ڇهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، انجمن آفتاب ادب دادو جي ڪوشش سان تاريخ ٤ ڊسمبر ١٩٤٤ع (١) تي دادو جي لوڪل بورڊ هال ۾ ڪوٺائي وئي هئي. هن ڪانفرنس جو صدر رئيس ضياءالدين ابن شمس‌الدين بلبل هو. استقباليه ڪميٽي جو چيئرمن جمع خان غريب، سيڪريٽري حافظ محمد احسن چنا ۽ اسسٽنٽ سيڪريٽري ماستر علي‌حيدر ملڪاڻي 'حيدري' هئا.

ڪانفرنس جي ڪارروائي صبح ساڍي ڏهين بجي کان شروع ٿي جنهن ۾ جمع خان غريب جي استقباليه تقرير ۽ رئيس ضياءالدين جي صدارتي خطبي کانسواءِ مختلف موضوعن تي تقريرون ٿيون.

---

(١) جمع‌خان غريب- ڇهين ادبي ڪانفرنس- اديب سنڌ- ماهه ڊسمبر ١٩٤٤ع ص ٣٨.

ٻي نشست شام جو ڇهين بجي شروع ٿي جنهن ۾ مختلف ٺهراءُ پاس ڪيا ويا. ٽين نشست رات جو اٺين بجي شروع ٿي ۽ ساڍي ٻارهين بجي ختم ٿي. هيءَ نشست مشاعره هئي مصرع طرح هئي :

'اسان جو بخت خوابيده وري بيدار ٿي ويندو'

هن ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ اطراف سنڌ ڪان قريبا هڪ سو شاعر آيل هئا (١) جن مان ڊاڪٽر خليل، غلام احمد نظامي، 'واصف'، محمدخان غني، غلام محمد گرامي، عبدالفتاح عبد، نظام الدين گوپانگ، آغا گل حسن، حافظ ضياءُالحق 'اسلم' ۽ غلام علي مسرور جا نالا قابل ذڪر آهن. انهن مشاعره جي ڪلام ڪانسواءِ هيٺين شاعرن جو ڪانفرنس ۾ پڙهيل ڪلام ڪانفرنس جي قلمي ڪارروائي ۾ محفوظ آهي:

عقيلي علي بخش نثار، حافظ عبدالله بسمل، خليفو محمدعمر، عبدالله خواب، خواجہ قلب علي، حافظ اسلم مهيسر، ڏني بخش مشتاق، عزيزالله مجروح، چوهڙمل، عطامحمد حامي، رشيداحمد لاشاري، امام الدين ضامن، عبدالمنان عابد، عطامحمد بلوچ عطا، دادن فقير، محمدصابر سمون، شاد، غلام سرور عاقلي، نبي بخش زرداري، سليم هالائي، نجم الدين عباسي، مسلم، حاجي فقير مهيسر، اميرعلي شاهہ معصومي، حڪيم وڌيارام، محمدعثمان جمالي، عباس علي بلوچ، الله بخش انيس، علي محمد خالدي، نانہ مسز نانڪي، احمدخان آصف، بدرالدين ابڙو، جمع خان غريب، ضياءالدين ضيا، جمع خان غريب، حڪيم محمد چتل، مولوي محمدعظيم شيدا، گل محمد زيب، عبدالحي جهانگي، حافظ محمد حيات شاهہ، عزيزالله مجروح ۽ پرسرام ضياء.

انتخاب مشاعره (٢)

غلام احمد 'نظامي' :

تون اي غافل سنڀالي هل، جيئن آزار ٿي ويندو
ٻيا محشر ڪان اڳ محشر يقين يڪبار ٿي ويندو.

نظارو بي بقا هي سڀ نظر ڪان ڌار ٿي ويندو
ڪڏهن دم ۾ هي ٻڻ ويران گل و گلزار ٿي ويندو.

---

(١) جمع خان غريب- ڇهين ادبي ڪانفرنس- اديب سنڌ- ماهہ ڊسمبر ١٩٤٤ع ص ٣٨.

(٢) ڇهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس- مشاعره (قلمي) ملڪيت جمع خان غريب ڳوٺ مريد لاکو دادو.

حافظ' محمدحيات شاهہ:

سدائين ڪين رهندي خزان آخر بهار ايندو
وري اقبال ٿيندو بخت ياور يار ٿي ويندو.

هميشه ڪين رهندي رات جي ظلمات اي حافظ
سگهو خورشيد خاور مطلع الانوار ٿي ويندو.

محمدبخش 'واصف':

تہ رسندي خواهش درمان نہ ڪا منت ڪشي ٿيندي
جي لذت بخش الفت جو غم آزار ٿي ويندو.

نظر پر ڪيف ڦيرائي جي ساقي بزم ساريءَ ۾
تہ هرهڪ جام دل جو ساغرِ سرشار ٿي ويندو.

ڊاڪٽر محمدابراهيم 'خليل':

اگر فرقت ۾ داغن جي رهي اهڙي فراواني
تہ منهنجو غنچهٔ دل بي نڙي گلزار ٿي ويندو.

اها پردو ڪڇيو مس هو تہ بيهوشي وڌي ويئي
تو ڇا سمجهو هو اي موسيٰ ائين ديدار ٿي ويندو.

پرسرام 'ضيا':

جي پنهنجي ملڪ جي گلشن کي ملندو خون جو پاڻي
سونکي پڪ آ وطن جو خار بي گلزار ٿي ويندو.

ضيا جيسين نہ سگندين تون سرڻ پنهنجي وطن خاطر
تہ تنهنجو اي جيئڻ وارا جيئڻ بيڪار ٿي ويندو.

حافظ عبدالله 'بسمل':

جو آهي فردِ ملت سو تہ اڄ بيدار ٿي ويندو
اسانجو بخت خوابيده وري بيدار ٿي ويندو.

مير گل محمد 'زيب':

تهي آ جام پر اميد آ سرشار ٿي ويندو
دوا سان ۽ دعا سان دفع هي آزار ٿي ويندو.

لنکھي ويندي اها بيخوابي ۽ شبهائي مايوسي
اسانجو بخت خوابيده وري بيدار ٿي ويندو.

عطامحمد 'حامي':

خزان آئي ته خود بلبل چمن کان ڌار ٿي ويندي
جڏهن هرهڪ گل و گلزار سارو خار ٿي ويندو.

ڪڏهن 'حامي' هي سارو دور ٿي، دور خزان ويندو
بهار بي خزان کان هي چمن بي خار ٿي ويندو.

قلبعلي خواجه:

بنائي موت کي ساحل هلائي ڪشتي همت جي
يقينا تنهنجو ٻيڙو بحر غم مان پار ٿي ويندو.

نه آهي موج سا گلشن اندر ساڳي رهي اڄ ڪجهه
هي اجڙيل باغ محنت سان وري گلزار ٿي ويندو.

جمعخان 'غريب':

سياري جي سوڙ جي پاڻ ڏي سيڪوني سيريندو
ته هرڪو پاڻ کان بيزار ٿيندو، ڌار ٿي ويندو.

جا آهي ماءُ ڪوشش ڪاميابيءَ جي سا همٿ آئيو
ته پوءِ معشوق بختاور سندو ديدار ٿي ويندو.

## ستين سنڌ ادبي ڪانفرنس

## (لاڙڪاڻو)

ستين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، سنڌي سڌار سوسائٽيءَ جي سهاري هيٺ مدرسه هاءِ اسڪول ۾ ويهين اپريل ١٩٣٦ع تي ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽه جي صدارت هيٺ لاڙڪاڻي ۾ ڪوٺائي وئي.

ڪانفرنس جي استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمن ميان غلام عباس قادري ۽ سيڪريٽري عبدالفتاح ميمڻ (وڪيل) هو.

ڪانفرنس جي پهرين نشست صبح جو الين بجي ڊاڪٽر دائود پوٽه جي صدارت جي ڪرسيءَ تي ويهڻ سان شروع ٿي. پهريائين حافظ محمدحيات شاه

تلاوت قرآن شريف ڪئي جنهن کانپوءِ عاشق واحدبخش نعت رسول ۽ غلامحسين جعفريءَ قومي گيت چيو. حڪيم وڌيارام ۽ غلامحسين پنهنجي نظم ۽ راڳ سان مجلس کي وندرايو، جنهن کانپوءِ مهان غلامعباس قادري چيئرمن استقباليه ڪميٽي پنهنجو خطبو پڙهيو، جنهن ۾ سنڌي ادب جي واڌاري ۽ سنڌي شاعريءَ جي ترقيءَ لاءِ اهم مشوره ڏنل هئا. بعد ۾ پروفيسر رام پنجواڻي ادبي تنقيد جي موضوع تي تقرير ڪئي ۽ وڻندڙ آواز ۾ پنهنجو ڪلام ٻڌايو. سندس تقرير کانپوءِ ڊاڪٽر دائود پوٽي پنهنجي صدارتي تقرير ڪئي جنهن ۾ ادب ۽ وقت جي ضرورت بابت خيالن جو اظهار ڪيو.

صدر جي تقرير کانپوءِ ڊاڪٽر محمدابراهيم 'خليل' سنڌ ۾ قائم ٿيل سڀني بزم مشاعرن ۽ شاعريءَ جي جماعت کي هڪ لڙيءَ ۾ پوئي جمعيت الشعراءِ قائم ڪرڻ بابت خيالن جو اظهار ڪيو. جنهن جي تائيد ۾ غلام احمد نظامي پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو. جنهن کانپوءِ ويچار لاءِ ڏنل ٻن موضوعن (١) سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ جا اسباب (٢) سنڌي زبان کي ڌارين ٻولين سڌاريو آهي يا بگاڙيو بابت رشيد احمد لاشاري، محمدخان جتوئي ۽ احسان احمد بدوي تقريرون ڪيون ۽ محمدبخش واصف شعر و شاعريءَ تي تقرير ڪئي. ڊاڪٽر دائود پوٽي به انهن موضوعن تي پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو.

آخر ۾ غلام احمد نظامي ۽ قادربخش بشير سنڌي زبان تي نظم پڙهيا، محمدعرس گويي، سيد موڻن شاهه ۽ سندس پارٽي پنهنجي راڳ جو مظاهرو ڪيو. جنهن بعد سبجيڪٽ ڪميٽي جي چونڊ سان پهرين نشست ختم ٿي.

شام جو پنجين بجي ڪانفرنس جي ٻي نشست شروع ٿي جنهن ۾ ڪجهه ٺهراءُ منظور ڪيا ويا.

ڪانفرنس جي ٽين نشست مشاعري جي نشست هئي جا رات جو نائين بجي کان رات جو هڪ بجي تائين هلي.

مشاعره لاءِ عبدالفتاح 'عبد' عاقلي جي طرح هئي:

'ڪو زمانو هو جو موتي ناز هو تلوار کي'

هن ڪانفرنس ۽ مشاعره ۾ جن اديبن ۽ شاعرن شموليت ڪئي تن مان ڪن جا نالا هي آهن:

ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل، محمدبخش واصف، سيد لطف علي 'منظور'، علي شاهه صاحب 'حافظ'، مسٽر 'انيس'، صاحب زادو صيقل صاحب حيدرآباد

محمدخان مجيدي (ٽنڊو)، غلام احمد نظامي، عبدالغني، محمداسماعيل (ڪراچي) پير شاهنواز 'عارف'، لطف الله (نوابشاهه) حاجي حقير ابن مگڻ (حيدرآباد)، محمدخان جتوئي (نوابشاهه)، ماستر ڏني بخش 'مشتاق'، عطامحمد 'حامي'، رشيداحمد لاشاري، وڏيرو جان محمد، محمدهاشم، عزيزالله 'عزيز' (خيرپور رياست) سيد اميرعلي شاهه (جامي)، حيدربخش، محمدهاشم 'صوفي' (سکر)، عبدالوهاب 'ناظم'، ڪريم بخش ميمڻ، احسان احمد بدوي (شڪارپور)، آغا گل حسن 'گل'، حڪيم وڌيارام 'وڪيل'، خانچند آهوجا 'پاسبان'، حيدربخش، گل محمد شاهه. قادربخش بشير (جيڪب آباد)، رئيس صوبا خان عاصي (بلوچستان)، رئيس ضياءُالدين 'ضيا'، عبدالله 'اثر'، عبدالله 'آسي'، پچن لال، مولابخش سانگي 'ساغر'، سيد اميرعلي شاهه 'امير'، عبدالستار 'ڪيف'، سيد موڙل شاهه، محمد 'عرس' (لاڙڪاڻو ضلعو)، حاجي محمود 'خادم'، ميان غلام عباس 'جوش'، واحدبخش 'عاشق'، عبدالفتاح 'عبد' عاقلي، پروفيسر رام پنجواڻي، زيب عاقلي، سرور عاقلي ۽ ايازحسين قادري، هري ۽ درياني دلگير، لاڙڪاڻو شهر (١)

هن ڪانفرنس ۾ جمعيت الشعراءِ سنڌ جو بنياد وڌو ويو جنهن اڳتي هلي عروضي شاعري خاص طرح غزل کي ترقي ڏيارڻ لاءِ وڏو ڪم ڪيو ۽ سنڌ جي مختلف ضلعن ۽ شهرن ۾ ادبي ڪانفرنسون ڪوٺايون.

انتخاب مشاعره

حافظ محمدعبدالله 'بسمل':

گردش گردون جي توسان برسرِ پيڪار آهه
رام ڪر حسنِ عمل سان چرخ ڪج رفتار کي.

ختم ٿيون ٿي قيصرو ڪسريٰ جون انکان گردنون
ڪوزمانو هو جو مون تي ناز هو تلوار کي (٢)

هري درياني 'دلگير':

دل ڏني مون درد ورتو، درد سان دلبر مليو
منهنجو سودو شه ڏني ويو عام جي واپار کي.

(١) اديب سنڌ اپريل ١٩٤٦ع ص ٤١ - ٤٢
(٢) اديب سنڌ ماهه مئي ١٩٤٨ع ص ٢٠

ڪٿي پوان اي جلوه گر ڪر پنهنجي پردي کي پري
اک ڪٿي آهي سهي جا حسن جلوه دار کي.(١)

عبدالفتاح 'عبد' :

اي مسيحا ڪونهي وارثو ڇڏي گينوار کي
پاڻ تي بيدار ڪوليو طالعِ بيدار کي.

ڇا اها تو ۾ اها ئي ڪهڙي بيماري لڳي
ڪوه هٿ چاهِ ذقن جي الفتِ ديدار کي. (٢)

احمدخان 'آصف' مصرائي :

ڪو زمانو هو جو مونتي ناز هو تلوار کي
سون ڪيو ئي قتل ڪنهن سرڪش کي ۽ ڪفار کي
جنهن گهريو ٿي امن هٿ لاتم نه انجي وار کي.(٣)

عطامحمد 'حامي' :

لذتِ سوزِ محبت پڇ نه ڪنهن بيدرد کان
سون خالص جي ڀلا ڪهڙي خبر لوهار کي.

غير ممڪن ترڪِ شوق ۽ سخت مشڪل وصلِ يار
ڪهڙي آفت ۾ وڌو سون پنهنجي جانِ زار کي. (٤)

محمدچمن 'هالو' :

ذات تي ڪا ذات ناهي جن نميو تن آ ڪئيو
قوم ڪيئن ڀاڄي سگهي ٿي قوم جيءِ معمار کي.

قوم ڪنهن جي ذات سان ئي ڪين ڪو مطلب رکي
قوم هردم ٿي ڏسي اڳواڻ جي ايثار کي. (٥)

---

(١) اديب سنڌ ماهه مئي ١٩٣٨ع، ص ٢٤.
(٢) ڪليات عبد (قلمي) ملڪيت عبدالحق سومرو لاڙڪاڻو.
(٣) ڪليات آصف (قلمي) ملڪيت آصف مصرائي.
(٤) بياض حامي (قلمي) ملڪيت محمدعلي حداد خيرپورميرس.
(٥) سوز عشق- وفائي پرنٽنگ پريس ١٩٦٤ع، ص ١٢٦.

'حافظ' حيات شاهه:

هجر ۾ بيوس مري ٿو، ســل سکهو مشفق مٺا
واسطي رب جي جوي ڪو عرض منهنجي يار کي.

يار ڀرکڻ لاءِ ٿيو حافظ ڇريو ڪجهه وقت لاءِ
جلد تنهنجي عقل جي ٿيندي خبر سنسار کي.

# اٺين سنڌ ادبي ڪانفرنس

## (نوابشاهه)

اٺين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، جمعيت‌الشعراءِ جي سهاري ۽ بزم ادب نوابشاهه جي انتظام هيٺ پرسرام 'ضيا' جي همت ۽ ڪوشش سان پنجين اپريل ۱۹۴۷ع تي نوابشاهه ۾ ڪوٺائي وئي. هن ڪانفرنس جو صدر ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو هو. استقباليه ڪميٽي جو چيئرمن پروفيسر نارائڻداس ڀمڀاڻي ۽ سيڪريٽري پرسرام ضيا هو. ڪانفرنس جو انتظام لوڪل بورڊ هال ۾ ڪيو ويو هو.

ڪانفرنس جي پهرين نشست ۾ چيئرمن استقباليه ڪميٽي پروفيسر نارائڻداس پنهنجي مرحبائي تقرير پڙهي، جنهن کانپوءِ ڊاڪٽر دائود پوٽي صدارتي ۽ ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل سنڌي علم ادب تي تقرير ڪئي. جنهن بعد مختلف ٺهراءَ منظور ڪيا ويا. جن سان هڪ ۾ سڀني شاعرن، اديبن ۽ اخبارنويسن کي گذارش ڪئي وئي هئي ته هو سليس زبان استعمال ڪن ۽ ٻئي ۾ کين گذارش ڪيل هئي ته هو هندن ۽ مسلمانن ۾ ميلاپ پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪن.

ڪانفرنس ۾ تمام گهڻا اديب ۽ شاعر شريڪ ٿيا هئا. اديب سنڌ ۾ ڪانفرنس بابت شايع ٿيل رپورٽ ۾ ڄاڻايل آهي ته جيترا شاعر گڏ ٿيا هوا اوترا اڳي ڪنهن به ڪانفرنس ۾ ڪونه هوا. بي‌انداز شاعرن جي شموليت سان گڏ سنڌي جا چونڊ چونڊ اديب پڻ رونق افزا هوا. (۱)

هن ڪانفرنس ۾ هندو حضرات گهڻي تعداد ۾ شامل ٿيا جن مان ديوان ڀيرومل، لعل‌چند جڳتياڻي ۽ ليکراج عزيز قابل ذڪر آهن. (۲)

---

(۱) اديب سنڌ ماهه اپريل ۱۹۴۷ع.

(۲) عبدالمنان قاضي خطبه استقباليه (ڏهين ادبي ڪانفرنس) تحفهءِ لاڙڪاڻو سال ۱۹۵۰ع انصاف پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو، ص ۵۱.

ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيل ڪن شاعرن جا نالا هي آهن. ڊاڪٽر محمدابراهيم 'خليل'، محمدبخش 'واصف'، سرورعلي 'سرور'، محمدخان 'غني'، سيد منظور نقوي، عبدالله 'خواب'، 'واقف' لارو شاهي، پرسرام 'ضيا' ماستر چندر، غلام احمد 'نظامي' محمدجمن 'هالو'، حبيب الله 'فڪري'، محمدحسين 'آتش'، اميرعلي شاهه 'جامي'، آغا گل حسن 'گل' وڏيرو پيربخش 'منظور'، حاجي محمود 'خادم'، عبدالفتاح 'عبد'، عبدالله 'اثر'، حڪيم محمدچٽل 'فدا'، اياز قادري، جمع خان 'غريب'، اظهر شاهه گيلاني، رئيس ضياءالدين ضيا، دردمحمد 'خاڪ'، ناظم الدين 'ناظم'، صوفي شاهه محمد، ميان غلام عباس 'جوش'، نوازعلي جعفري 'نياز'، نياز همايوني.

ڪانفرنس ۾ ماستر چندر پنهنجي ٽولي سان گڏ پنهنجي مڌر راڳ سان ڪانفرنس وارن کي گهڻو وندرايو.

مشاعره لاءِ مصرع طرح هئي:

'درد پنهنجي ديس جو دل ۾ جوانو ڏارجو'

صوفي شاهه محمد:

غير دل سان جي ڪيو تان غدر پي نڪري وطن
وقت هي اتحاد جو آ وقت نا تڪرار جو.
جاڻ ٿيو آزاد پيارو هند وارن جو وطن
ڪرهه ڦريل ٿو ڏسان رخ چرهلي سرڪار جو. (١)

احمدخان مصراڻي 'آصف':

ڪينڪي عشق بتان ۾ جان تن من گارجو
درد پنهنجي ديس جو دل ۾ جوانو ڏارجو.
يارو آزاديءَ جي شيرين لئه اوهان فرهاد جيان
سڀ غلاميءَ جا جبل ۽ ڪوه ڏونگر ڏارجو. (٢)

عزيزالله مجروح:

آ دهانِ يار تان قربان غنچي جو وجود
برگ گل ٿيندو ڪٿي همسر لبِ دلدار جو.

---

(١) قلمي بياض صوفي شاهه محمد انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي.
(٢) ڪليات آصف (قلمي) ملڪيت آصف مصراڻي دادو.

تاج شاهي ڇا ڪبو، عڪس، هما کي ڇا ڪبو
بس فقط مونکي کپي، ساير سندس ديوار جو. (١)

نظام الدين گوپانگ 'نظام' :

موت آهي سا گهڙي جنهن ۾ غلاميءَ جو گذر
پاڻ کي مارائجو يا موت اهڙو مارجو.

پل گهمو پيرس يا لنڊن توڙي ڪعبي ۾ وڃو
درد پنهنجي ديس جو دل ۾ جوانو ڌارجو. (٢)

مولابخش سانگي 'ساغر' :

شور ۽ طوفان ۾ همت نہ هرگز هارجو
پار پهچڻ لئہ قدم قابو ڪري ڏيکارجو.

ڀڄ سمندر جا ڪندا ديوار حائل راهہ ۾
مارجو هرگز نہ ڇڏجو ڀڄ موڙيئي مارجو. (٣)

## ڏائين سنڌ ادبي ڪانفرنس

### (ميهڙ)

ٻائين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس جمعيت الشعراء سنڌ جي سهاري هيٺ بزم بلبل ميهڙ جي انتظام ۽ رئيس ضياءُالدين بلبل جي دعوت تي تاريخ ڇويهين ۽ ستاويهين مارچ ١٩٣٨ع تي ميهڙ ۾ سڏائي وئي.

ڪانفرنس جي صدارت ان وقت جي وزير تعليم پير الاهي بخش ڪئي. استقباليہ ڪميٽي جو چيئرمين رئيس ضياءُالدين هو جنهن ڪانفرنس جو سمورو خرچ پاڻ ڪيو. سيڪريٽري حاجي محمود خادم هو.

ڪانفرنس ۾ شهر جي معزز شخصن ۽ عوام وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي. مقامي ۽ ٻاهران آيل ڪن معززن، اديبن ۽ شاعرن جا نالا هي آهن:

---

(١) نالهاء دل (ديوان مجروح) حبيب پبليڪيشن سکر ١٩٥٥ع، ص ٨٩.
(٢) نظام الدين نظام 'بياض' (قلمي) ملڪيت نظام الدين گوپانگ ميروخان لاڙڪاڻو.
(٣) مولابخش سانگي- 'دور ساغر'، ص ٤٥.

پير الاهي بخش وزيرتعليم، سيد علي اڪبر شاهه (ايم ايل اي)، آغا محمديعقوب (ڪليڪٽر دادو)، شيخ عنايت الله (ڊپٽي ڪليڪٽر ميهڙ)، مولوي عبدالڪريم چشتي، ڊاڪٽر شيخ محمدابراهيم خليل، ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي، غلام احمد نظامي، محمدبخش واصف، نوراحمد تنوير، نوازعلي جعفري 'نياز'، غلام محمد گرامي، مهرالله شيخ، آغا گل حسن گل، عبدالڪريم شاد، عبدالله خواب، قادربخش بشير، سيد منظور نقوي، وڏيرو پيربخش، منظور، عبدالعزيز (ڏوڪري)، اياز قادري، مولوي درمحمد خاڪ، علي محمد خالدي، محمدخان 'مجيدي'، عبدالله 'شائق'، محمدعلي 'جوهر'، توقير، سرورعلي سرور (حيدرآبادي)، وصي، شاهه محمد 'صوفي'، رئيس مرزا خان، ماستر الاهي بخش، مولوي جان محمد، مولوي شفيع محمد، عبدالقادر سيمڻ، ماستر محمدرمضان 'ثاقب'، راءِ صاحب منگهر مل ۽ واحدبخش 'عاشق'.

ڪانفرنس جي پهرين نشست ٢٦ تاريخ صبح جو ڏهين بجي شروع ٿي. تلاوت قرآن شريف کانپوءِ واحدبخش 'عاشق' غلام محمد نظامي جي نعت خوش آواز سان پڙهي. جنهن کانپوءِ سيد علي اڪبر شاهه ڪانفرنس جو افتتاح ڪيو. هن پنهنجي تقرير ۾ ان موضوع تي ڳالهايو ته اهڙن جلسن جو مقصد ڇا هئڻ گهرجي ۽ اڄڪلهه قوم کي ڇاجي ضرورت آهي. (١)

شاهه صاحب جي تقرير کانپوءِ رئيس ضياءُالدين پنهنجي مرحبائي تقرير پڙهي جنهن ۾ هن سنڌي زبان جي ترقي لاءِ مفيد مشورا ڏنا. پير صاحب پنهنجي صدارتي تقرير ۾ سنڌي زبان جي تحفظ ۽ بقا لاءِ عملي قدم کڻڻ تي زور ڏنو ۽ شاعرن کي وقت جي تقاضائن مطابق شعر چوڻ جو مشورو ڏنو.

ڪانفرنس جي پهرين ڏينهن کي شمس الدين بلبل ڏينهن ڪري ملهايو ويو جنهن ۾ بلبل جي زندگيءَ ۽ شاعريءَ تي تقريرون مقالا ۽ شعر پڙهيا ويا. ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل نظم ۽ بلبل جي شعر شاعري ۽ مزاح بابت تقرير ڪئي.

ان کانپوءِ پهرين نشست پوري ٿي. ڪانفرنس ۾ شريڪ احبابن مرحوم بلبل جي مزار تي وڃي دعا گهري.

ڪانفرنس جي ٻي نشست رات جي اٺين بجي شروع ٿي، جنهن ۾ غلام محمد گرامي، ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي، بلبل تي تقريرون ڪيون. ڊاڪٽر صديقي پارسي ۾ نظم پڙهيو ۽ غريب، توقير ۽ صوفيءَ سنڌيءَ ۾ نظم پڙهيا جنهن کان پوءِ مشاعرو شروع ٿيو.

---

(١) اديب سنڌ ماهه مارچ ١٩٤٨ع، ص ١١.

مشاعري لاءِ مصرع طرح هئي:

'هوا بدلجي وئي آهه اڄ زماني جي'

ڪانفرنس جي ٻئي ڏينهن ٢٧ تاريخ سبجيڪٽ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ صبح جو الين بجي سيد علي اڪبر شاهه جي صدارت هيٺ ٿي.

ڪانفرنس جي ٻئي ڏينهن جي ٻهرين نشست به سيد علي اڪبر شاهه جي صدارت هيٺ ٿي. هن ۾ ڊاڪٽر محمد ابراهيم 'خليل'، عيوب ِ شاعري ۽ مولوي عبدالڪريم چشتيءَ، شاعرن جو مقصد ِ زندگي، جي موضوعن تي تقريرون ڪيون. مولوي حڪيم محمد صادق (خيرپورناٿن شاهه) سنڌي زبان تي مقالو پڙهيو. جنهن بعد ٺهراءَ پاس ڪيا ويا ۽ جمعيت الشعراءِ سنڌ جون چونڊون ڪيون ويون.

ٽي نشست مشاعره ٿي جنهن جي صدارت مولوي عبدالڪريم چشتيءَ ڪئي. مشاعره رات جو ٻين بجي ختم ٿيو جنهن سان ڪانفرنس جي ڪارروائي پوري ٿي.

هن ڪانفرنس ۾ ٻهريون ٻيرو ٺهراءَ پاس ڪري ڪن شاعرن کي خطاب ڏنا ويا. نوازعلي 'نياز'، کي عمدت الشعراءِ، محمد بخش 'واصف'، کي فخرالشعراءِ ۽ حاجي محمود 'خادم'، کي مخدوم الشعراءِ جا خطاب ڏنا ويا.(١)

حاجي محمود 'خادم'، ساڳي سال آگسٽ مهيني ۾ جمعيت الشعراءِ سنڌ جي صدر کي پنهنجو خطاب هنن لفظن سان واپس ڪيو، 'ڪنهن به سچي ڪم ڪندڙ لاءِ خطاب ڪابه چيز نه آهي. هن جون خدمتون ئي هن جي لاءِ سچو اجورو ۽ بقادار يادگار آهن.' (٢)

انتخاب مشاعره

نوازعلي 'نياز':

ٻڌ چلي ڏني بلبل به اڄ تراني جي
ڏڻائين برق، لڳي انکي آشياني جي

چمن ۾ ديده ِ نرگس ٿي بار بار روئي
پوي ٿي ياد انهيءَ کي به ڪنهن فساني جي. (٣)

---

(١) اديب سنڌ، مئي ١٩٤٨ع، ص ١٧

(٢) اديب سنڌ، آگسٽ ١٩٤٨ع، ص ١٨.

(٣) اديب سنڌ، مئي ١٩٤٨ع، ص ٦.

محمدبخش 'واصف' :

خبر نه آهه ڪري ڪهڙي باغ ۾ بجلي
جو خاڪ اڏري ٿي بلبل جي آشياني جي.

نه سو چمن، نه پکي سي، نه سا فضاءِ بهار
هوا بدلجي وئي آهه اڄ زماني جي. (١)

ڊاڪٽر محمدابراهيم 'خليل' :

اهائي شاخ ٿي برباد آشياني جي
جا يادگار هئي منهنجي ڪنهن زماني جي.

چمن به آهه ٿيو منهنجي خون سان رنگين
ڏسو بهار ۾ سرخي سندم فساني جي. (٢)

ماستر محمدعالم عباسي :

چين ٿا تير ستم تون پڇين ڏو ڇا حالت
جگر جي سيني ۽ قلب جي نشاني جي.

چمن ۾ ڪانءُ ٿا ڏاهين پنهنجا آکيرا
ملي ٿي جاءِ نه بلبل کي آشياني جي. (٣)

'حافظ' محمدحيات شاهه :

اوهان جو ڄاڻيو ٿا رستو حرم جي مسجد جو
اهو ته راه چون ٿا شراب خاني جي.

همي جا صاف سچي ڳالهه سا چئي ڇڏجي
ڪجي تلاش نه هرگز ڪهين بهاني جي.

'سليم' ڳاڙهوي :

جلايو برق سڄو گهر ۽ ٻر ڇڏيا ساڙي
اڃا نظر رهي صياد جي نشاني جي.

---

(١) اديب سنڌ، ماهه مئي ١٩٤٨ع، ص ٧.
(٢) اديب سنڌ، ماهه مئي ١٩٤٨ع، ص ٦.
(٣) عامراه (ماهوار) ڪراچي ماهه فيبروري ١٩٥٠ع، ص ٣٠.

نہ پنھنجا پنھنجا رھيا ۽ نہ دوست دوست رھيا
ھـــوا بدلجي وئـــي آھہ اڄ زماني جـــي.

عبدالعزيز 'عزيز' (ڏوڪري):

انھي؟ ڪي لطف ڇـــا ڏئـــي نسيمِ آزادي
ھوا جنھين ڪـــي وٺيل آھہ قيدخانـــي جي.

ڪري ڪا برق غضب اھـــڙي آہ دنيا تي
جو تيلي تيلي سڙي جڳ جي آشياني جي. (١)

واحدبخش 'عاشق':

سدائين خوش ٿا رھون آسمان جي ڇت ھيٺ
نہ آھہ گھرج غريبن ڪـــي شاميانـــي جـــي.

مان پنھنجي درد لئہ سمجھان ٿو آ اھا اڪسير
ملي جي خاڪ وڃي ان جـــي آستاني جي.

حڪيم محمد چنل 'فدا':

پڇو ٿا ڪھڙي خبر ان جي آستانـــي جـــي
ڪسي جبين ٿـــي ان تي سڄي زماني جـــي.

اسير آھيان ســـان دامِ زلف جـــو نـــاصح
نہ آہ مونکي ڪا پرواہ قيد خاني جـــي. (٢)

نظام الدين گوپانگ 'نظام':

ھجي ڪو جيڪو ڪمائي ڪري، ڪٺي دولت
خدا تہ ڪولي ڇڏي ڪانءُ آ خزانـــي جـــي.

ڪپي ٿو رزق ڪي حيلو، محبتن ڪـــي وفـــا
رھي ٿي موت ڪي حاجت رڳو بھاني جي (٣)

---

(١) بياض عزيز قلمي ملڪيت عبدالعزيز (ڏوڪري) لاڙڪاڻو.
(٢) ڪليات فدا (قلمي) ملڪيت ايم-بي شيخ شھدادڪوٽ.
(٣) نظام الدين- بياض نظام (قلمي) ملڪيت نظام الدين گوپانگ ميروخان لاڙڪاڻو.

عبدالفتاح 'عبد' عاقلي :

اسان جي قبر جـي مٽي اڏڻ نہ آ بي سـود
ڏوڙپ اچا ٿي رهي ڪنهن جي آستاني جي.
ڪڏهن آ چشم جي ڳوڙهن ۾ هڪ الف ليلي
نگاهہ ياس ڏسـي وقعت رکي فساني جي. (۱)

## ڏهين سنڌ ادبي ڪانفرنس

### (لاڙڪاڻو)

ڏهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، جمعيت الشعراءِ سنڌ جي سهاري هيٺ ۲۲ ۽ ۲۳ آڪٽوبر ۱۹۴۹ع تي لاڙڪاڻي ۾ ڪوٺائي، ڪانفرنس جو اهتمام تهر باغ (جناح باغ) ۾ سهڻي نموني ڪيو ويو هو. هن ڪانفرنس جو افتتاح ان وقت جي وزير تعليم قاضي فضل الله ڪيو ۽ ڪـانفرنس جـي صدارت ڊاڪٽر عمر بن دائود پوٽي ڪئي. ڪانفرنس جي صدر ڊاڪٽر دائـودپوٽي جو اسٽيشن تي جلوس جي صورت ۾ استقبال ڪيو ويو. هي جلوس شهر مان ٿيندو اچي تهر باغ ۾ ختم ٿيو.

هن ڪانفرنس جي مرحبا ڪميٽيءَ جو صدر قاضي عبدالمنان ۽ سيڪريٽري عبدالغفور ڀرڳڙي ۽ خزانچي حاجي محمود خادم هئا.

ڪانفرنس ۾ سنڌ جي جدا جدا حصن مان اٽڪل هڪ سو اديب ۽ شاعر آيل هئا جن ۾ هنـن عالمن ۽ بزرگن جا نالا قابل ذڪر آهـن. ڊاڪٽر دائودپوٽو، قاضي فضل الله، عثمان علي انصاري، آغا تاج محمد، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل، ڪئپٽن قاضي سچيڏنو، اميرالديـن همدم، فتح محمد قريشي، مولوي عبدالڪريم چشتي، ميان غلام عباس جوش قادري.

هيءَ ڪانفرنس پاڪستان قائم ٿيڻ کان ٻہ سال پوءِ ڪوٺائـي وئي هئي. ان ٿوري وقت ۾ سنڌ جي ماڻهن کي پنهنجي ٻوليءَ لاءِ جيڪو خطرو محسوس ٿيو هو تنهن جو اندازو ڪانفرنس ۾ ڪيل تقريرن مـان لڳائي سگهجي ٿو.

قاضي عبدالمنان صدر استقباليہ ڪميٽيءَ چيو، پاڪستان جي قيام بعد

(۱) عبدالفتاح عاقلي- 'بياض عبد' (قلمي) ملڪيت زيب عاقلي لاڙڪاڻو.

سنڌ ۾ حالتن غير رواجي رخ اختيار ڪيو ۽ نوي سيڪڙو هندو سنڌ جا وڻ ڇڏي هندستان هليا ويا. لکن جي تعداد ۾ پناه گزين ان وطن پنجي سنڌ اندر اچي وطن ڪري ويٺا. اهي پناه گزين سنڌي زبان کان نا آشنا آهن انهن غير رواجي حالتن ڪري سنڌي ٻوليءَ جي سلامتيءَ کي سخت خطرو درپيش آهي ۽ سنڌي ادب جي گلشن کي باد خزان لڳڻ جو سخت خطرو آهي. (١)

ڊاڪٽر دائودپوٽي پنهنجي صدارتي تقرير ۾ ان خطري جو بيان هنن لفظن ۾ ڪيو. هيءَ ڪانفرنس انهيءَ وقت سڏائي وئي آهي جنهن وقت اسان جي تهذيب، اسان جي زبان ۽ اسان جو ادب هڪ نازڪ ۽ خطرناڪ لحظي مان گذري رهيا آهن انهي اظهار ڪرڻ واجب نه آهي. اسان کي انهيءَ نازڪ ۽ پر اهميت دور جو ڪيترو احساس آهي اهو ڪانفرنس جي تجويزن ۽ انهن کي عمل ۾ آڻڻ مان پڌرو ٿيندو. (٢)

عبدالغفور ڀرڳڙي ڪانفرنس ڪوٺائڻ جي مقصد تي روشني وجهندي چيو ساري سنڌ جي اديبن عالمن ۽ شاعرن کي مدعو ڪيو ويو ته ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿي اهي سوچين ته سنڌي زبان جي گلشن کي خزان جي جهونڪن کان ڪيئن طرح محفوظ رکجي. (٣)

اهو سنڌي زبان کي خطري جو احساس هو جو ڪانفرنس جي مشاعري لاءِ غلام احمد نظاميءَ جي هيءَ طرح مقرر ڪئي وئي هئي.

'قوم زنده ٿي رهي ٿي جي زبان زنده رهي'

ڪانفرنس جي پهرين نشست شام جو ساڍي ستين بجي شروع ٿي ۽ رات جو ڏهين بجي ختم ٿي. ڊاڪٽر دائودپوٽي جي صدارتي تقرير کانپوءِ مقالا پڙهيا ۽ تقريرون ڪيون ويون. ٻي نشست آچر ڏينهن صبح جو ٿي جنهن ۾ ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. هن ڪانفرنس ۾ جيڪي مقالا پڙهيا ويا تن جو تفصيل هن ريت آهي:

١- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ — سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ

٢- عثمان علي انصاري — شاهه ڀٽائي

---

(١) عبدالمنان قاضي تقرير تحفئه لاڙڪاڻو ١٩٥٠ع انصاف پريس لاڙڪاڻو ص ١٦.

(٢) عمر بن محمد دائودپوٽو 'صدارتي تقرير' تحفئه لاڙڪاڻو ١٩٥٠ع انصاف پريس لاڙڪاڻو ص ٢٠

(٣) عبدالغفور ڀرڳڙي 'پيش لفظ' تحفئه لاڙڪاڻو ١٩٥٠ع انصاف پريس لاڙڪاڻو ص ٥.

٣- آغا تاج محمد — شاهه ڀٽائي

٤- ڊاڪٽر محمدابراهيم 'خليل' — سنڌي شاعريءَ جو مطالعو

٥- مولوي عبدالڪريم چشتي — تخيل جي پاڪيزگي

٦- سيد لطف علي منظور — معيار زبان

٧- حڪيم مولوي محمدصادق — مسلمانن جي زبان

٨- ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي — سنڌي زبان ۽ مهاجر

٩- صمد رضوي — صوبائي زبان

ٽين نشست شام سادي ستين بجي شروع ٿي ۽ رات جو ڏيڍ بجي ختم ٿي. هي مشاعره جي نشست هئي جنهن ۾ شاعرن پنهنجو ڪلام پڙهي داد حاصل ڪيو.

ڪانفرنس جي ڪارڪنن ڪانفرنس جي سموري ڪارروائي 'تحفئہ لاڙڪاڻو' نالي سان ١٩٥٠ع ۾ شايع ڪئي آهي. جنهن ۾ پاهٺ شاعرن جو ڪلام شايع ٿيل آهي جنهن مان اٺيهه غزل باقي مسدس، مخمس وغيره آهن. جن شاعرن جو ڪلام آهي انهن جا نالا هي آهن.

## ضلع دادو

احمدخان 'آصف'، محمدرمضان 'ثاقب'، علي حيدر 'حيدري' جان محمد 'شائق' شاهه محمد صوفي، امام الدين 'ضامن'، جمع خان 'غريب' غلام محمد 'گرامي'، سيد غلام مصطفى 'مظهر'.

## ضلع لاڙڪاڻو

عبدالله اثر، مولوي ثناءالله ثنائي، غلام علي 'جعفري'، مددعلي 'مخمور' نظام الدين 'نظام'، عبدالفتاح 'عبد'، عبدالعزيز 'عزيز'، محمدعلي 'جوهر'، مولوي حبيب الله 'حبيب'، مولوي درمحمد خاڪ، مولاداد 'درد'، هري رام درياني، 'دلگير'، عبدالحق زيب، مولوي محمدعظيم 'شيدا'، محمدچتل 'فدا'، درمحمد قريشي، مولوي نورالدين 'نور'، نوازعلي جعفري 'نياز'، اميرالدين 'همدم.'

## ضلع حيدرآباد

آغا تاج محمد، حافظ ضياءالحق اسلم، محمدبخش 'واصف'، جبريل،

مظفرحسين 'جوش'، محمدابراهيم 'خليل'، عبداللطيف 'راز'، رشيداحمد لاشاري، غلامرسول سلاوٽ، فيض‌محمد 'فيض'، سيد لطف‌علي 'منظور'.

## ضلع سکر

مولوي حڪيم محمدصديق صبغت‌الله 'اديب'، اميرعلي شاهه 'جامي'، عبدالسلام 'سليم'، محمدعالم عباسي، آغا گل‌حسن 'گل'، عزيزالله مجروح، غلامعلي 'سرور'، ماستر محمدحسين 'مشتاق'.

## ضلع خيرپور

حافظ محمد اسلم الهورايو 'سليم'.

## ضلع نوابشاهه

ميان نظيراحمد بادل، محمدحسن 'حسن'، سيد حسن‌علي شاهه 'نياز'.

## ضلع جيڪب‌آباد

قادربخش بشير، اوستو غلامحسين، 'نياز' همايوني، وڏيرو پيربخش 'منظور'.

## ضلع ٺٽو

حاجي محمدعثمان 'پروان'، محمدخان مجيدي.

## ضلع ٿرپارڪر

عبدالحي جهانگي، ميوه خان 'موج'.

## ڪراچي

غلامحمد 'نظامي'.

هن مشاعري ۾ شاعرن پنهنجي سنڌ ديس سان محبت جو بي‌انتها اظهار ڪيو آهي، پر ان سان گڏ ڪيترن شاعرن پنهنجون غزلن ۾ عشقي رنگ پڻ پريو آهي.

## انتخاب مشاعره

عبدالله 'اثر':

مان گل مقصد جي خاطر خار حسرت ٿو جهليان
شال منهنجي آرزو جو گلستان زنده رهي.

قوم آهي جسم، آ روح روان انجي زبان
قوم زنده ٿي رهي پر جي زبان زنده رهي.

مظفرحسين 'جوش':

ڇڏ ته چشم شمع منهنجي گور تي گريان رهي
کو ته بربادي تي منهنجي نوح خوان زنده رهي.

مون گذاري عمر ٿي پابند پيمان وفا
تاڪ تنهنجي بيوفائي جو نشان زنده رهي.

اوستو غلامحسين 'حسين':

عشق جي داغن ڪيو پيدا بهار بي خزان
هائي منهنجي دل ۾ شل هي بوستان زنده رهي.

اڄ ته دامن تي ڪريا ڪهڙا نه در آبدار
شال منهنجي ديده گوهرفشان زنده رهي.

ڊاڪٽر محمدابراهيم 'خليل':

باغبان، صياد، برق ۽ باد سڀ دشمن ٿيا
پوءِ ڀلا ڪيئن عندليب نيم جان زنده رهي.

زندگي تي موت جون خاموشيون ڇانئن نه ڏي
قوم مرده ڪين ٿيندي جي زبان زنده رهي.

هري درياني 'دلگير':

سنڌ جا سنڌي بنا، جڻ جسم ڪو بي‌جان آهه
قوم سا زنده رهي، جنهنجي زبان زنده رهي.

اگ ۾ سوڀاريون ڪريون ٿيون تي ڪرڻ تي اڄ ۾ آهه
پر ڏٺي جنهن ڪي رکي سو آشيان زنده رهي.

سيد لطف‌علي 'منظور':

تلخ ٿي جنهن جي حياتي سو ڪٿان زنده رهي
زهر ئي ڪو تا ته ڪي اي آسمان زنده رهي.

غم جدائيءَ جو رکي دل ۾ اڃا زنده رهي
موت پاسي ۾ سهاري ڪو ڪٿان زنده رهي.

غلام‌احمد 'نظامي':

يا الاهي شل سدا سنڌي زبان زنده رهي
۽ انهيءَ سان گڏ انهيءَ جو پاسبان زنده رهي.

تا ابد قائم رهي شل شاهه سچل جو ڪلام
ساري عالم ۾ سندن نام و نشان زنده رهي.

نوازعلي جعفري 'نياز':

جي اٿو حبِ وطن ڳالهايو سڀ سنڌي زبان
قوم زنده ٿي رهي پر جي زبان زنده رهي.

قوم جي تون درد جا رک داغ دل ۾ اي نياز
پوءِ گهر دم دم دعا هي گلستان زنده رهي.

محمدبخش 'واصف':

موت بهتر آهه ذلت جي جيئڻ کان جانِ من
جيڪڏهن زنده رهي ڪو شان سان زنده رهي.

جا ٿيو سنڌي رهيا، جي ميٺي ٻولي وٺي
قوم زنده ٿي رهي پر جي زبان زنده رهي.

## يارهين سنڌ ادبي ڪانفرنس

يارهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس جمعيت‌الشعراء سنڌ جي سهاري ۽ بزمِ خليل جي همت ۽ ڪوشش سان تاريخ نائين ۽ ڏهين نومبر ١٩٥٠ع

تي هوسڙيءَ هال حيدرآباد ۾ ڪوٺائي وئي. ڊاڪٽر محمد ابراهيم ’خليل‘ صاحب ۽ ان جي ساٿيارين هن ڪانفرنس جو سڄو بار پاڻ تي هموار ڪيو هو ۽ مخدوم محمد زمان طالب المولي به بزم خليل سان هٿ ونڊايو هو.

ڪانفرنس جي صدارت سيد ميران محمد شاهه وزير سنڌ ڪئي ۽ استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمن مخدوم محمد زمان ۽ سيڪريٽري حاجي محمود ’خادم‘ هو.

ڪانفرنس جي پهرين ڏينهن شام جو ئين بجي جمعيت الشعراءِ سنڌ جو ساليانو اجلاس ٿيو ۽ چونڊون ڪيون ويون. پنجين بجي سنڌي ادبي سوسائٽي سنڌ جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي.

رات جو اٺين بجي ڪانفرنس جي پهرين نشست شروع ٿي. مخدوم محمد زمان طالب المولي پنهنجو استقباليه خطبو پڙهيو- جنهن ۾ هن مهمانن جي مرحبا ڪرڻ کان پوءِ علم ادب تي بحث ڪيو. جنهن کان پوءِ سيد ميران محمد شاهه صدارت جي ڪرسي والاري ۽ صدارتي تقرير ڪئي جنهن ۾ هن سنڌي زبان ۽ ادب جي بچاءَ لاءِ مفيد رٿائون بيان ڪيون.(١)

صدر جي تقرير کان پوءِ آغا تاج محمد پنهنجو طرحي شعر ترنم سان پڙهيو ۽ عثمان علي انصاري تقرير ڪئي جنهن کان پوءِ ڪانفرنس ۾ ٺهرائن پيش ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر دائودپوٽي جي صدارت هيٺ ڇاليهن ميمبرن جي سبجيڪٽ ڪميٽي چونڊي وئي. پهرين نشست رات جو ٻارهين بجي ختم ٿي.

ٻئين تاريخ صبح جو ڏهين بجي ڪانفرنس جي ٻي نشست شروع ٿي جنهن ۾ چوويهه ٺهراءَ منظور ڪيا ويا. هڪ ٺهراءَ منظور ڪري نائين ادبي ڪانفرنس ميهڙ وانگر وڏيڪ شاعرن کي خطاب ڏنا ويا. ٺهراءُ هو ته هيءَ ڪانفرنس هن هيٺ ڏيکاريل اديبن ۽ شاعرن کي سندن سنڌي زبان جي خدمتن جو اعتراف ڪندي کين ذڪر ڪيل خطاب اعزازي طرح عنايت ڪري ٿي: ١- ’تاج الشعراء‘ ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم ’خليل‘، ٢- ’محبوب الشعراء‘ مخدوم محمد زمان طالب المولي، ٣- ’اقبال سنڌ‘ سيٺ غلام احمد نظامي، ٤- ’سحبان سنڌ‘ مولوي عبدالڪريم چشتي.

خطابن جي اهڙي فراخدليءَ سان ورهاست ڪري ڪيترن شاعرن ۽

---

(١) اديب سنڌ- ٢٣ ڊسمبر ١٩٥٠ع- ص ٢٣.

اديبن ۾ ناراضپو پيدا ٿيو. ڪي خطابن نه ملڻ ڪري رنج هئا ۽ ڪن ان کي خوشامد ۾ تصور ڪيو. تنهن ڪري اخبارن ۾ سخت تنقيدون ۽ جوابي تنقيدون شايع ٿيڻ لڳيون ۽ هڪ وڏو جهيڙو مچي پيو جنهن جو اظهار طالب‌المولیٰ هنن لفظن ۾ ڪيو. ”لقبن متعلق تحسين ۽ آفرين عوض سنڌ جي اديب حضرات اخبارن ۽ رسالن ۾ نڪته‌چيني ڪئي جا ڪافي وقت هلندي رهي. اديبن جي پاڻ ۾ چڪتاڻ وڌندي رهي تان جو اخباري جنگ شروع ٿي ويئي ۽ وهي ذاتيات ۽ شخصيات تي پهتا.“ (١)

مخدوم طالب‌المولیٰ ان چڪتاڻ سبب پنهنجي لقب ڇڏڻ جو اعلان ڪيو. ڏلو ويو آهي ته جمعيت‌الشعراء سنڌ طرفان شاعرن کي مليل خطابن تي نڪته چيني ٿي رهي آهي. اديب ۽ جمعيت‌الشعراء پاڻ ۾ سمجهن مگر اڄ ظاهر ڪيان ٿو ته مون کي مليل خطاب محبوب‌الشعراء اڄ ڇڏيان ٿو.(٢)

جهيڙي کي ختم ڪرڻ لاء ڊاڪٽر دائودپوٽي، ڊاڪٽر نبي‌بخش بلوچ ۽ عثمان‌علي انصاري (ڊي پي‌آء سنڌ) جي ڪميٽي مقرر ڪري انهن کان فيصلو ورتو ويو ته اديبن کي لقبن ڏيڻ جو اهل تسليم ڪجي يا نه؟

ڪميٽيء جي ٽنهي ميمبرن هڪ راء فيصلو ڏنو ته لقبن ڏيڻ جو اصول تسليم نه ڪجي. (٣)

ڪانفرنس جي ٽين نشست شام جو ٽين بجي شروع ٿي جنهن ۾ مقالا پڙهيا ويا.

| | |
|---|---|
| ١- سنڌي پهاڪا | ايازحسين قادري |
| ٢- بلبل جي ادبي خصوصيت | ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل |
| ٣- سچل سرمست ۽ شاهه | عبدالغفور پرڳڙي |
| ٤- لطف‌اللطيف (ڪتاب) تي تبصرو | محبوب‌علي چنا |

چوٿين نشست مشاعري لاء هئي جنهن جي صدارت مخدوم‌محمد زمان ڪئي ڪانفرنس ۾ چوراسي شاعرن جا شعر پيش ٿيا (٤) انهن مان ڪن جا نالا هي آهن.

---

(١) فردوس ماهوار هالا ماهه آگسٽ ١٩٥١ع، ص ٤٠.
(٢) انصاف هفتيوار چوڏهين فيبروري ١٩٥١ع لاڙڪاڻو، ص ٣.
(٣) فردوس ماهوار هالا ماهه آگسٽ ١٩٥١ع، ص ٤٠.
(٤) اديب سنڌ ماهه ڊسمبر ١٩٥٠ع، ص ٢٧.

فيض حيدري، راز بلڙائي، عبدالڪريم شاد، پروانو ڀٽي، محمدخان مجيدي، مولوي محمدصادق، طالب علي، درمحمد خاڪ، واقف ٺاروشاهي، جمع خان غريب، رسول بخش ’دوست‘، محمدرمضان ’ثاقب‘، حافظ محمداحسن، مفاس، حبيب، واحدبخش ’عاشق‘، اميرعلي شاهه جامي، جمع هالو، سيد نياز، مولابخش سانگي ’ساغر‘، تاج بلوچ، محمدعالم عباسي، اميربخش قريشي امير، علي محمد خالدي، آغا گل حسن ’گل‘، اياز قادري، انور هالائي، احقر، مشتاق، عبدالعزيز عزيز (ڏوڪري)، قادربخش ’بشير‘، نياز همايوني، اديب، سليم هالائي، حقير، محرم، حسن، ميوه خان بلوچ، سرورعلي ’سرور‘، رشيد لاشاري، محمدبخش واصف، عبدالقيوم صائب، منظور نقوي، مظفرحسين جوش، محمدابراهيم خليل، عبدالله خواب، احقر هالائي، محمدحسين آتش، غلام محمد گرامي، رئيس ضياءُالدين ضيا، عبدالله اثر، آزاد، محمدعمر اختر هالائي، عارف المولي، رضا، انجم هالائي، نورل، عبدالفتاح عبد، عبدالله شائق، لائق، حيدر شاهه، اداسي، اديب، مائل، صوفي، عاصي، حافظ شاهه، مرزا گل، حشمت، قيصر، محمدخان غني ۽ طالب المولي مخدوم محمدزمان، نورالدين نور، حاجي محمود خادم وغيره.

مشاعره لاءِ طرح ڊاڪٽر خليل جي ڏنل طرح هئي.

’قصهءِ منصور ٿي يا طور جو افسانو ٿي‘

اميرعلي شاهه معصومي ’جامي‘:

او بتِ ڪافر جڏهن ڪان دل ۾ تو ديرو ڪيو
ڪعبهءِ دل تنهنجي الفت ۾ ويو بتخانو ٿي.

زندگي جو حال جامي ڪرهءِ آهي مختصر
گردشِ افلاڪ ڪان آخر ويو افسانو ٿي. (١)

شعبان بخت:

ڪنهن مصيبت، ڪنهن الم ۽ آزمائش ڪان نه ڊڄ
عقل جو ڀونرو نه ٿي، پر عشق جو پروانو ٿي.

قرب ۾ ناهي قناعت، هڪ ازل جي آهي اڃ
قصهءِ منصور ٿي يا طور جو افسانو ٿي. (٢)

---

(١) بياض جامي (قلمي) ملڪيت اميرعلي شاهه معصومي پراڻو سکر.
(٢) بياض بخت (قلمي) ملڪيت شعبان بخت ڪراچي.

نوازعلي جعفري 'نياز' :

مثل موسيٰ ڪين شل هوشيار ٿيان بي هوش ٿي
يا خدا دل منهنجي شمع طور جو پروانو ٿي.

اشڪِ گلگون جو وهي رڪ هار نازڪ وٽ نياز
مر حقيقي يار وٽ پيارو سنده نذرانو ٿي. (۱)

قادربخش 'بشير' :

اٿ اٿي ميدان عمل ۾ همت مردانه ٿي
قصئہ منصور ٿي يا طور جو افسانو ٿي.

قصرِ ڪسريٰ ۾ رهين يا پولڪڙيءَ ۾ تون بشير
دل مگر خود دار رک، ره شوڪت شاهانو ٿي. (۲)

محمدجمن 'هالو' :

مه لقا محفل حسينن جي گهرائي هيئن جيو
عشق منهنجي ۾ ويو فرزانه پي ديوانو ٿي.

سون توجه ٿي رکي قائم سدا سوئي حرم
پر تصور ۾ بتن جي دل وئي بتخانه ٿي. (۳)

عبدالقيوم 'صائب' :

نعرهِ مستانه ٿي يا جلوهِ جانانه ٿي
قصئہ منصور ٿي يا طور جو افسانو ٿي.

راند سمجهي ڪيل صائب زندگيءَ ۾ موت سان
سڪ سبق پروانه کان ۽ خودبه هڪ پروانو ٿي. (۴)

الله‌بخش عقيلي 'سرشار' :

ڪونه هرجائي هميشه هر طرف وارا وٺا
يا وسائي ڪو حرم يا زينتِ بتخانه ٿي.

---

(۱) ديوان نياز (قلمي) ملڪيت اعجاز جعفري لاڙڪاڻو.
(۲) ڪليات بشير (قلمي) ملڪيت اظهر شاه گيلاني گهوٽڪي.
(۳) محمدجمن هالو، سوز عشق- ۱۹۶۳ع، ص ۵۵ .
(۴) نشاط والم (قلمي) ملڪيت عبدالقيوم صائب حيدرآباد .

مست چشمن جي نشي کان جا خطا ٿي سا معاف
عفو جي قابل هميشه لغزشِ رندانه ٿي. (١)

جمعخان 'غريب':

شيشئہ دل مان شرابِ شوق نت نئون اوت پوت
ساقي ٿي، ساغر بہ ٿي ۽ مي بہ ٿي، ميخانہ ٿي.

جي غريب آهين تہ چا پر رہ غنيۃ اڳيان غني
پل گدائي ريت رہ پر رهت ۾ شاهانہ ٿي. (٢)

مولوي نورنگزاده (کورواه):

رنگ محفل جو مٽيو سانگي ويا سنهري سفر
مي مٽن ۾ ناه ڪا خالي ويو ميخانہ ٿي.

آهہ تنهنجو آهيان مون تان نہ پنڇ پيرا پلا
پنهنجي پورهيت کان رهين ٿو بي‌سبب بيگانہ ٿي.(٣)

عبدالله 'خواب':

دل جي زخمن سان ٿي ڪر تخليق هڪ تازه بهار
عالمِ ديوانگي ۾ رونقِ ويرانہ ٿي.

مڪتبِ حسنِ ازل ۾ 'خواب' ٿيندين سرفراز
امتحانِ عشق ۾ نادان ٿي دانا نہ ٿي. (٤)

نظامالدين گوپانگ 'نظام':

قصئہ منصور ٿي يا طور جو افسانو ٿي.
ڪجهہ تہ ٿي ذيڪار شمع دين جو پروانو ٿي.

چا ٿيو مجنون جيان جي مست ٿئين مورت مٿان
هوش رک ٿي حق‌نما هن بره کان بيگانو ٿي. (٥)

---

(١) بياض سرشار (قلمي) ملڪيت سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد.
(٢) بياض غريب (قلمي) ملڪيت عمرعلي لاکير ڳوٺ مريد لاکير دادو.
(٣) اديب سنڌ ماهہ جون ١٩٥١ع، ص ٣٩.
(٤) مهراڻ ٽماهي سيارو ١٩٥٥ع، ص ٣٨.
(٥) نظامالدين 'نظام' بياض (قلمي) ملڪيت نظامالدين سروخان لاڙڪاڻو.

عزيزالله 'مجروح':

رند تي هڪ لاآبالي نوش ڪر جام، خودي
ڪربلا جي واقعي جو، هوبهو افسانو ٿي.

ٿي نه ڪنهن عياش دولت مند جي قصر، بلند
مان! مگر مسڪين ۽ مزدور جو خسخانو ٿي.

## ٻارهين سنڌ ادبي ڪانفرنس

### (دادو)

ٻارهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، جمعيت‌الشعراءِ سنڌ جي نگراني ۽ انجمن آفتاب ادب دادو جي سهاري هيٺ تاريخ ڏهين ۽ ٻارهين نومبر ۱۹۵۱ع تي رئيس ضياءُالدين، آخوند شفيع‌محمد ۽ قاضي علي‌احمد (وڪيل) جي ڪوشش سان دادوءَ ۾ ميونسپل پارڪ ۾ ڪوٺائي وئي. هن ڪانفرنس جي صدارت علامه آءِ - آءِ - قاضي کي ڪرڻي هئي مگر ڪن مجبورين سبب هو ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿي نه سگهيو ۽ پنهنجو صدارتي خطبو ڏياري موڪليائين، انهيءَ ڪري ڪانفرنس جي صدارت ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي ڪئي.

ڪانفرنس جي استقباليه ڪميٽيءَ جو صدر آخوند شفيع‌محمد ۽ سيڪريٽري حافظ محمد احسن هو.

ڪانفرنس جي پهرين ڏينهن ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي جي صدارت هيٺ جمعيت‌الشعراءِ سنڌ جون چونڊون ٿيون ۽ ڊاڪٽر دائودپوٽي جي سرڪردگيءَ هيٺ سنڌ ادبي سوسائٽي سنڌ جو اجلاس ٿيو.

ڪانفرنس جي پهرين نشست رات جو نائين بجي ڊاڪٽر دائودپوٽي جي صدارت هيٺ شروع ٿي پهريان ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل، جناب آءِ-آءِ-قاضي جي موڪليل تقرير پڙهي جنهن ۾ هن پنهنجي قديم ادب کي محفوظ ڪرڻ بابت خيالن جو اظهار ڪيو هو. جنهن کانپوءِ آخوند شفيع‌محمد مرحبائي خطبو پڙهيو جنهن ۾ هن سنڌ جي ادبي بزمن ۽ جمعيت‌الشعراءِ سنڌ جي ادبي ڪارگذارين تي روشني وڌي. آخر ۾ ڊاڪٽر دائودپوٽي پنهنجي صدارتي تقرير ڪئي.

ٻارهين تاريخ صبح جو سبجيڪٽ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي ۽ شام واري نشست ۾ مولوي عبدالڪريم چشتيءَ جي صدارت هيٺ مختلف ٺهراءَ پاس ڪيا ويا.

ڪانفرنس جي آخري نشست مشاعري جي هئي جنهن جي صدارت رئيس ضياءُالدين ضيا ڪئي. هن ڪانفرنس ۾ وڏي تعداد ۾ اديبن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي هوئي ڏينهن جي ٻوئين نشست ۾ انهن جو شمار وهـي هڪ سو ويهه تي بيٺو. (١)

هن ڪانفرنس ۾ جن شاعرن شرڪت ڪئي يا پنهنجو شعر موڪليو هو تن مان ڪن جا نالا هي آهن :

شيخ عبدالحليم جوش، عليمحمد مجروح، محمد حسن ساز، محمدجمن هالو، عقيلي سـرشار، محمدحسين آتش، عليمحمد امير، حبيب‌الله فڪري، عبدالرحيم غمگين، اميربخش قريشي امير، قاضي چتن، ميان عبدالحق، محمدخان سارنگ، دوست‌محمد صوفي ساجد، عبدالله عاجز، محمديوسف شاڪر، محمدحسين عادل، عبدالعزيز بيدل، عبدالرحمان ابڙو نسيم، قمرالدين قمر قريشي، محمددائود مسڪين، خانصاحب اميرالدين همدم، اياز قادري، مـولوي محمدشفيع هاتف، (ڪراچي) حاجي محمود خادم، هري درياني دلگير، عبدالفتاح عبد عـاقلي، عبدالله اثر، مولوي نورالدين نور، سواري محمدعظيم شيدا، حافظ ضياءُالحق اسلم، مولوي حبيب‌الله حبيب، قربانعلي نقشبندي، محمدچتل فـدا، سـردار گل‌محمد زيب، عبدالڪريم شاد، مولوي خيرمحمد فاتح، سنتو لعل دريـاني، نوازعلي نياز جعفري، ماستر حضوربخش وفا، (نئون‌ديرو لاڙڪاڻو) پير عليمحمد صديقي اظهر (دادو)، رئيس ضياءُالدين ضيا، حافظ محمد احسن، جمعخان غريب، احمدخان آصف مصرائي، احمد شاهه بخاري استاد، علي‌حيدر ملڪاڻي حيدر، دادن فقير (ميهڙ) شاهه‌محمد صوفي، امام‌الدين ضامن، ماستر محمدعلي، محمدعابد ابڙو عابد، صاحبزاده مجتبيٰ‌احمد ملڪاڻي، فتحعلي فتح، لونگخان لائق ماستر، محمدهوت بلوچ مجروح، ماستر عبدالواحد محزون، نوراحمد ميمڻ، محمدرمضان ثاقب (دادو) ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل، محمدبخش واصـف، منظور نقوي، سرورعلي سرور، مظفرحسين جوش، رشيداحمد لاشاري، عبداللطيف راز بلڙائي حاجي پيرمحمد سائل هالائي، عبدالقيوم صائب، ڊاڪٽر عبدالفـــتاح عبد، (حيدرآباد) انورعلي شاهه اظهر، محمدعالم عباسي عالم، غلام‌علي سرور (سکر)، قادربخش بشير، اوستو غلام‌حسين حسين، آغا گل‌حسن گل، (جيڪب‌آباد)، عطامحمد حامي، الهورايو سهر سليم، مـولوي محمدصادق صادق (خيرپـور)، ماستر محمدخان مجيدي، علي محمد خالدي، محمدخان بلوچ، (ميرپور ساڪرو)،

---

(١) ايڊيٽر (رئيس‌ضياءالدين)- ٻارهين سنڌ ادبي ڪانفرنس- اديب سنڌ نومبر ڊسمبر ١٩٥١ع، ص ٠٨

(ڏنو) ميوو خان بلوچ موج (سانگهڙ)، حاجي عبدالله واقف (نوابشاهه) حاجي سوڀو خان جمالي آسي (بلوچستان).

مشاعره لاءِ مصرع طرح هئي:

'وطن سان گڏ سلامت شل رهي سنڌي زبان پنهنجي'

انتخاب مشاعره (١)

ڊاڪٽر محمدابراهيم 'خليل':

ٽڙيا جڏهين، ٽيا سڀ غنچه و گل نذر گلچين جي
اهو ڏسندي تماشو عمر گذري باغبان پنهنجي.

ڏيڻ ڇا جو جهلي دامن جو ڇوڙو آهه سو ڇنبو
جهليندو هٿ ڪٽي، پر ڪين روڪيندو زبان پنهنجي.

هري درياني 'دلگير':

ٿو ڳايان آبشارن سان، ستارن ساڻ مشڪان ٿو
مون کان قدرت ٿي ڳارائي، ڏئي رنگين زبان پنهنجي.

ڪڏاهون ٿا هٿن پنهنجن ۾ رانديڪو مقدر جو،
ڪريون ٿا پنهنجي ڪوشش ساڻ ٿي قسمت عيان پنهنجي.

شيخ عبدالحليم 'جوش':

ترقي تي هجي، سرسبز ٿي، ويجهي وڌي هردم
زبان سان گڏ وطن پنهنجو وطن سان گڏ زبان پنهنجي.

نه ٿيندي برق سان، سيماب سان، دريا جي لهرن سان
مثالِ زلف سان ٿيندي پريشاني بيان پنهنجي.

رشيداحمد لاشاري 'رشيد':

دماغ و دل جو خون ڏيئي ڪيم آباد صد گلشن
بهار آندم بيابان ۾ ته دشمن ٿي خزان پنهنجي.

ڪڏهن انشان ته ٿيندو حال پنهنجي غنچهء دل جو
صبا آهسته آهسته ٿئي ٿي رازدان پنهنجي.

(١) ٻارهين ادبي ڪانفرنس جي ڪارروائي (قلمي) ملڪيت حافظ محمد احسن چنا.

محمدحسن 'ساز' :

جيئڻ چاهيو، مرڻ چاهيو، قضا سان واسطو ڪهڙو
محبت زندگي آهي بنائي جاودان پنهنجي.

هينئر هين شوخ جون نظرون ته مصروفِ ڪرم آهن
الائي ڇو اڃا آهي، طبيعت بدگمان پنهنجي.

سرورعلي 'سرور' :

چمن ۾ صورتِ گل ۽ فلڪ تي صورتِ انجم
هزارين رنگ بدلي ٿي، حياتِ جاودان پنهنجي.

هي غنچن جو ڪلڻ، بلبل جو نغمو ۽ صدام دل
زماني جي زبان آهي، زبانِ داستان پنهنجي.

نوازعلي جعفري 'نياز' :

وطـــن ٿيو سنڌ پنهنجو ۽ مٺي سنڌي زبـــان پنهنجي.
نه ٻوليءَ کنهن به ٻئي کي مان سڏيندس پيار مان پنهنجي

ايها حب وطن ناهي، زبان پنهنجي وهـــي وسري
جي سنڌي آهين دل تي ياد رک طرزِ زبان پنهنجي.

سيد لطف‌علي‌شاهه 'منظور' نقوي :

وفا تي جي اهان سيني سان چيري دل ڪيان پنهنجي
مگر تنهنجي نگاهن ۾ به ڪا وقعت ڏسان پنهنجي.

جفائن کي وفا سان، وفائن کـــي جفائن ســـان
محبت آزمائي هيئن، اسان پنهنجي توهان پنهنجي.

علي‌محمد 'مجروح' :

نه آهي مطمئن گهر ۾، نه صحرا ۾، نه گلشن ۾
عجب مشڪل ۾ ٿي ڏسجي دلِ بي‌خانمان پنهنجي.

عجب آهي دلِ محزون تمنا بـــا وفائي جي
هو چشمِ پر غضب ٿيندي نه ڪڏهين رازدان پنهنجي.

قادربخش 'بشير':

ڏني پينگهي ۾ جا لولي هئي منهنجي امان پنهنجي
کنن کان کين ٿي وسري اها منهنجي زبان پنهنجي.

مبادا ڪو مخالف اچي ميٽڻ لاءِ مسائل ٿي
ڪندس قربان پوليءَ تان سدائين جان مان پنهنجي.

عطامحمد 'حامي':

سهول بيدل حمل روحل جي فڪر دور رس جا در
رکي ٿي پاڻ وٽ سانڍي سيئي سنڌي زبان پنهنجي.

سيئي سنڌي، سکون سنڌي، پڙهون سنڌي، لکون سنڌي
ته هر مشڪل ٿئي آسان خدا جي فضل سان پنهنجي.

اوستو غلام‌حسين 'حسين':

نه دل ۾ ضبط جي طاقت نه ڀر شڪوه زبان پنهنجي
سترجم آهه حال راز جي آه و فغان پنهنجي.

مٿس قربان ڪندس سڀ ڪجهه، جي هو سون وٽ اچي يارب
متاعِ دل، درِ ناياب چشم و نقدِ جان پنهنجي.

نواب‌زاده گل‌محمد مڪسي زيب:

لنگهي وئي مند ساوڻ جي، ڪڪر هئا مگر آهي
روئڻ ۾ وڌ ڪرن کان هي چشمِ خون فشان پنهنجي

محمدعرس (عبدالقيوم) 'صائب':

نگاهن کان پري آهين مگر دل کان پري ناهين
خدا چاهيو ته گڏجائي ڀي، ٿيندي مهربان پنهنجي.

محمدجمن 'هالو':

ڪري بي‌چين عالم کي اهو پيدا اثر ڪريون.
ستارن کان وڃي پهچي پري آه و فغان پنهنجي.

علي محمد اسير :

اسانجو قافلو منزل تي پهچي ٿي ته ڪيئن پهچي
ڪري هر فرد ڏو پنهنجي ۽ مير ڪاروان پنهنجي.

مظفرحسين جوش :

مٽايو اي اسيران چمن طرز فغان پنهنجي
ڏسو بدلي چڪو آهي روش هن باغبان پنهنجي.

## تيرهين سنڌ ادبي ڪانفرنس
## (جيڪب آباد)

تيرهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس بزم ادب جيڪب آباد جي دعوت ۽ جمعيت الشعراء سنڌ جي نگرانيءَ هيٺ ۳۰ نومبر ۱۹۵۲ع تي جيڪب آباد ۾ ٿي.

هن ڪانفرنس جي مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمن اوستو غلام حسين 'حسين' ۽ جنرل سيڪريٽري قريشي محمد بخش 'جوش' هئا، جيڪي بزم ادب جيڪب آباد جا پريزيڊنٽ ۽ سيڪريٽري هئا.

هن ڪانفرنس کي ڪامياب بنائڻ لاءِ ڪئپٽن قاضي سچيڊني ڪليڪٽر جيڪب آباد جو مڪمل تعاون رهيو، جنهن ڪري ڪانفرنس شاندار نموني منعقد ڪئي وئي. ڪانفرنس کي ڪامياب بنائڻ لاءِ حاجي محمود خادم سيڪريٽري جمعيت الشعراء سنڌ به گهڻو ڪم ڪيو. هي ڪانفرنس ۳۰ نومبر ۽ ۱ ڊسمبر به ڏينهن هلي.

۳۰ نومبر صبح جو نائين بجي ڪانفرنس جو افتتاح ڊاڪٽر دائود پوٽي ڪيو (۱). جنهن کان پوءِ حاجي محمود خادم جمعيت الشعراء سنڌ، جمعيت جي ساليانې رپورٽ پيش ڪئي ۽ ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل صدر جمعيت الشعراء سنڌ تقرير ڪئي. جنهن کان پوءِ جمعيت الشعراء سنڌ جا عهديدار چونڊيا ويا.

---

(۱) محمد علي جوهر "جمعيت الشعراء سنڌ"، سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس، ۱۹۷۳ع- ص ۳۱.

ڪانفرنس جي پهرين نشست شام جو ستين بجي ڪانفرنس لاءِ خاص تيار ڪيل پنڊال جنهن کي خوبصورت نموني سينگاريو ويو هو، ۾ شروع ٿي. شروع ۾ اوستي غلام حسين چيئرمين مرحبا ڪميٽيءَ ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيندڙ احبابن جو شڪريو ادا ڪيو.

تنهن کان پوءِ جناب عثمان علي انصاريءَ کي ڪانفرنس جو صدر چونڊيو ويو، جنهن پنهنجي صدارتي تقرير ڪئي.

رات جو طرحي مشاعرو منعقد ٿيو جنهن جي صدارت مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ ڪئي.

۱- ڊسمبر سومر ڏينهن ڪانفرنس جي ٻي نشست ٿي، جنهن ۾ مختلف ٺهراءَ پاس ڪيا ويا ۽ ڪجهه مقالا پڙهيا ويا.

ٽين نشست شام جو ٽين بجي شروع ٿي جنهن ۾ مقالا پڙهيا ويا. ٻنهي نشستن جي مقالن ۽ تقريرن جي فهرست هن ريت آهي :

| | |
|---|---|
| ۱- آغا تاج محمد | شاهه ناصح |
| ۲- رشيد احمد لاشاري | سرائڪي ٻولي ۽ ان جا شاعر |
| ۳. مولوي عبدالڪريم چشتي | تقرير |
| ۴- ماستر ڪالوخان اياز | جيڪب آباد ضلعي جا شاعر |
| ۵- اوستو قطب الدين | سنڌي ادب |
| ۶- سيد لطف علي شاهه منظور نقوي | ملڪ محمد جائسي ۽ شاهه |
| ۶- ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل | سانگيءَ جي شاعري |
| ۸- محمد بخش واصف | قديم ۽ جديد شاعري |
| ۹- مولائي شيدائي | سنڌ ۾ علم تاريخ جي ارتقا |
| ۱۰- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ | هندي ۽ سنڌي شاعريءَ جو لاڳاپو |

ڪانفرنس جي هن ڏينهن جي ٽين نشست رات جو اٺين بجي شروع ٿي جنهن ۾ شروع ۾ ميلاد نبي جي نسبت سان نعتيه مشاعرو ڪيو ويو، جنهن جي صدارت ڪئپٽن قاضي سچيڏني ڪئي. جنهن کان پوءِ رهيل طرحي مشاعرو ڪيو ويو. مصرع طرح هئي:

’فدائي قوم ٿي ۽ جذبهء ايثار پيدا ڪر‘

تيرهين ادبي ڪانفرنس جي يادگار قائم رکڻ لاءِ بزم ادب جيڪب آباد جي ميمبرن "گلدستهٔ ادب" نالي سان ڪتاب شايع ڪيو. جنهن ۾ ڪانفرنس جي سموري ڪارروائي شايع ڪئي وئي، جنهن ۾ سڀ شاعرن جا شعر شايع ٿيل آهن جنهن مان پتو پوي ٿو ته سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان شاعرن جو وڏو تعداد ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو هو ۽ پڻ پنهنجو ڪلام ٽپال رستي ڏياري موڪليو هو.

"گلدسته ادب" ۾ ترتيب وار هنن شاعرن جا شعر شايع ٿيل آهن: آتش محمد حسين (ڪراچي)، عاصي حاجي صوبو خان جمالي (اوستو محمد)، آصف احمد خان مصراڻي، احسن حافظ محمد ڇنو، اديب مولوي محمد صبغت الله شڪارپور، امير علي محمد نوآباد ڪراچي، اظهر پير علي محمد، سيد انورعلي گيلاني گهوٽڪي، امير امير بخش قريشي ڪراچي، انور محمد شفيع هالا، بشير سومرو قادربخش ٺل، پيرل پيرل فقير جيڪب آباد، اسيرعلي شاهه معصومي جامي پراڻو سکر، محمد علي جوهر لاڙڪاڻو، چمن رام چمن شهداد ڪوٽ، محمد رمضان ثاقب دادو، عطا محمد حامي خيرپورميرس، حبيب الله پڻو حبيب شڪارپور، محمد حسن صديقي نواب شاهه، حسين غلام حسين اوستوجيڪب آباد ڊاڪٽر محمد ابراهيم خايل حيدرآباد، ميان عبدالحڪيم خوشتر جيڪب آباد، ڀڳوانداس داس، قنبرعلي خان، خدا دوست دوست ابن بشير ٺل، عبداللطيف راز بلڙي، رشيد احمد لاشاري رشيد حيدرآباد، رضوان هالا، روشن علي نسيم لاڙڪاڻو، گل محمد خان مڪسي زيب شهدادڪوٽ، محمد خان سارنگ ڪراچي، الله بخش سرشار عقيلي ٺٽو، الهورايو سهر سليم خيرپورميرس، خير محمد پرڙو سوز لاڙڪاڻو، بخاري غوث علي شاهه شان جيڪب آباد، محمد عرس (عبدالقيوم) صائب حيدرآباد، ضياءُ الدين ضيا جتوئي پيرڀا ڳاره ڳوٺ، ضياءُالدين ضيا ميهڙ، واحد بخش قريشي عاشق لاڙڪاڻو، عبدالفتاح عاقلي عبد لاڙڪاڻو، علي احمد قاضي علي ڪراچي، عبدالرحيم غمگين ڪراچي، محمدخان غني حيدرآباد، محمد چتل فدا شهدادڪوٽ، حبيب الله فڪري ڪراچي، عبدالحق قاضي ڪراچي، سيد غلام حيدر شاهه ڪوثري ٺٽو، آغا گل حسن گل سلطان ڪوٽ، سيد مٺل شاهه مٺل رانجهاپور، عزيزالله مجروح ڳڙهي ياسين، امام بخش مخمور جيڪب آباد، پيربخش منظور همايون، زوار ميوه خان موج لغاري جهول، عبدالرحمان نسيم ڪراچي، مولوي نورالدين نور لاڙڪاڻو، نواز علي جعفري نياز لاڙڪاڻو، حاجي عبدالله واقف ڏارو شاهه، محمد جمن هالو ڪراچي.

ست شاعرن مان ٻائيتاليهن شاعرن جا غزل آهن ۽ باقي ارڙهن شاعرن مسدس، مخمس وغيره ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي، جيتوڻيڪ مصرع طرح قوسي هئي پر گهڻن شاعرن جي غزلن ۾ عشقي رنگ غالب آهي.

انتخاب مشاعره (۱)

قادر بخش 'بشير':

ڏنو دوزخ جي داروغي فرشتي کي اهو دڙڪو
جهنم لاء جلدي قوم جو غدار پيدا ڪر.

غريبن واسطي هتڙي نه خالي جاء ڪا آهي
هي دوزخ آ وڏو موذي وڏو بدڪار پيدا ڪر.

عطامحمد 'حامي':

ملي مطلوب ويندو ۽ سڀئي مطلب جڙي پوندا
طلب ۾ پختگي اي طالبِ ديدار پيدا ڪر.

سهڻ کان سخت غم هوندو ته ايندو ئي نه پڪ آهي
غمن جي وهم جو دل تي نه هرگز بار پيدا ڪر.

اوستو غلامحسين 'حسين':

ٿي غفار جنهن کان خوش سا گڏ ڪر دولتِ عصيان
تون آخر ڪجهه ته نذرِ رحمتِ غفار پيدا ڪر.

رشيداحمد لاشاري 'رشيد':

چمن آهي چمن، صحرا ۾ برگ و بار پيدا ڪر
خزان جي دور ۾ بي رنگتِ گلزار پيدا ڪر.

زبان سان ڪجهه نه چئو، محفوظ ڪر دل کي نگاهن سان
خوشي ۾ ٿي تون هڪ لذتِ گفتار پيدا ڪر.

الله بخش عقيلي:

نه فرقتِ ۾ تمناه وصالِ يار پيدا ڪر
غمن جو ٻاڻ تي اي دل نه ايڏو بار پيدا ڪر.

---

(۱) "گلدستہ ادب" (۱۳ ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس جو يادگار)-الحجاز پرنٽنگ پريس سکر ۱۹۵۴ع.

ڦاڙيو عقل، هي ڦاڪِ گريبان آه رسوائي
جنون وڌير چوٽو، جامي صدتار پيدا ڪر.

محمدعرس (عبدالقيوم) 'صائب':

خيالِ رفعت و فڪرِ رسن ۽ دار پيدا ڪر.
وري منصور جهڙو محرمِ اسرار پيدا ڪر.

حيات و موت جي وچ ۾ اگر توکي ملي وقفو
ته پنهنجي زندگي جو ڪونه ڪو معيار پيدا ڪر.

ضياءالدين بلبل 'ضيا':

نه ٿي احسان جو بندو، نه وٺ امداد غيرن جي
ڪرڻ هانو ڇگي پر طاقتِ انڪار پيدا ڪر

تماشو عقل جو ڏي تو ڏلو اي ساقيءِ محفل
مجازِ دل جي ڏسڻ ٿي ته ڪو سرشار پيدا ڪر.

واحدبخش قريشي 'عاشق':

نه وڻن لاءِ نوڻن جا وڏا انبار پيدا ڪر
رڳو هڪ پير سان ڪي مولوي ٿي چار پيدا ڪر.

خدايا ڇور پيدا ڪر، پٽاري دار پيدا ڪر
وڏي جي ملڪ ۾ رشوت ته صوبيدار پيدا ڪر.

ميان عبدالحق 'قاضي ڪراچي':

اگر چاهين رهي قائم جهان ۾ عشق جو چرچو
ته دنيا ۾ خداوندا رڳو بيڪار پيدا ڪر.

ملي جت مفت جي ماني، رهائش مفت ۾ قاضي
ادب جون مجلسون اهڙيون خدا هربار پيدا ڪر.

محمدخان 'غني':

نه رکجي وصل جي خواهش مزو وٺ دردِ فرحت جو
نه پوري ٿئي ڪڏهن ما حسرتِ ديدار پيدا ڪر.

بت ڪافر جا عشوه، ناز ۽ غمزه پراڻا ٿيا.
انهيءَ ڪي چنڊ ته هاڻي ڪو نئون متيار پيدا ڪر.

عبدالفتاح 'عبد' عاقلي :

خدا شاهد آ توکي شاهدِ رعنا نئو سونهين
گل و بلبل ڇڏي ڪو جنتي گلزار پيدا ڪر.

وري هڪ ڪربلا گهرجي ٿي اڄ حق و صداقت کي
اٺي عباس جهڙو ڪو علمبردار پيدا ڪر.

عبدالڪريم 'گدائي :

هوا بدلي زماني جي مگر تنهنجي نه خوءِ بدلي
دلِ پر آرزو ۽ ديدهءِ بيدار پيدا ڪر.

گدائي خونِ دل سان تون چمن جي آبياري ڪر
وطن جي گوشي گوشي ۾ گل و گلزار پيدا ڪر. (۱)

'تنوير' عباسي :

رسي ۽ پوءِ پرچڻ ۾ عجب لطف آهي اي همدم
جوي ٿي دل ته هن سان ڪو نئون تڪرار پيدا ڪر.

وهي صحرا ٿو بنجي رشڪِ جنت ڪيئن نه ڏس تنوير
فقط پنهنجي تخيل ۾ تون ڪوه يار پيدا ڪر. (۲)

## چوڏهين سنڌ ادبي ڪانفرنس
## (لاڙڪاڻو)

چوڏهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، بزم نظامي جي انتظام ۽ جمعيت الشعراء سنڌ جي نگرانيءَ هيٺ ڏهين ۽ ٻارهين اپريل ۱۹۵۴ع تي ڪراچيءَ ۾ سنڌ مدرسه هاءِ اسڪول جي ميدان ۾ ڪوٺائي وئي.

هن ڪانفرنس جو افتتاح سنڌ جي وزيراعظم پيرزاده عبدالستار ڪيو.

---

(۱) غلام رسول ڪلهوڙو۔ 'عبدالڪريم گدائي جي شاعري' قلمي (مونو) سنڌالاجي ص ۴۰.

(۲) بياض تنوير (قلمي) ملڪيت تنوير عباسي خيرپور.

مختلف نشستن جي صدارت پير علي محمد راشدي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، محمد هاشم گذدر ۽ مخدوم محمد زمان طالب المولى ڪئي.

ڪانفرنس جي استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمين ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو ۽ سيڪريٽري ايازحسين قادري ايـاز، هو. ڪانفرنس کي ڪامياب بنائڻ لاءِ بزم نظامي جي صدر محمد چمن هالي ۽ سيڪريٽري حبيب الله فڪريءَ وڏي محنت ڪئي.

هيءَ ڪانفرنس نهايت ڪامياب ڪانفرنس هئي ڇاڪاڻ ته ان ۾ هڪ طرف سنڌ جي مکيه سياستدانن ۽ ٻئي طرف سنڌ جي گهڻن اديبن ۽ شاعرن بهرو ورتو هو ۽ سنڌي زبان جي بقاءَ ۽ بهبودي لاءِ اهم تجويزون سوچيون ويون هيون. نواءِ سنڌ (روزانه) هن ڪانفرنس لاءِ لکيو هو، هيءَ عظيم الشان ڪانفرنس ڪراچيءَ جي شهر اندر اهڙي ته پرشڪوه ۽ جاه و جلال سان شروع ٿي آهي جنهن جهڙو مثال اڳ ۾ ڪانفرنس جي تاريخ ۾ ڪو ورلي ملندو. (۱) شيخ عبدالحليم جوش، ڪانفرنس جو جائزو هنن لفظن ۾ بيان ڪيو، ڪانفرنس جي ڪاميابي کان متاثر ٿي هن چوڻ تي مجبور آهيان ته ۱۰ ۽ ۱۱، اپريل جا ڏينهن ماضيءَ جي عظمتڪده کي هميشه روشن رکندا. (۲)

ڪانفرنس جي پهرين نشست ۱۰ اپريل شام جو ساڍي ستين بجي شروع ٿي. محمدخان سارنگ ۽ منڌس پارٽي ترانو پيش ڪيو.

اي قوم منتشر جو تنهنجو نظام آهي
محفل ۾ جو نه اڳيون اڄ اهتمام آهي.

جنهن کانپوءِ سنڌ جي وزير اعظم عبدالستار پيرزاده پنهنجي تقرير سان ڪانفرنس جو افتتاح ڪيو. هن پنهنجي تقرير ۾ سنڌي زبان ۽ ادب جي تاريخ بيان ڪندي وڏي وزير جي حيثيت ۾ وعدو ڪيو ته سنڌي زبان جي واڌاري لاءِ هر ڪي ڪندو جو ممڪن هوندو. جنهن کانپوءِ ڊاڪٽر دائودپوٽي چيئرمين استقباليه ڪميٽيءَ پنهنجو خطبو پڙهيو جنهن ۾ مختلف ٻولين جو جائزو وٺي سنڌيءَ جي قدامت ۽ وسعت جو بيان ڪندي هن چيو تـه سنڌيءَ کي سنڌ جي دفتري زبان بنايو وڃي، سنڌ اسيمبليءَ ۾ تحرير ۽ تقرير

(۱) نواءِ سنڌ (روزانه) ڪراچي تاريخ ۱۱، اپريل ۱۹۵۴ع، ص ۲.
(۲) عبدالحليم شيخ 'جوش' - سنڌي ادب تي هڪ نظر - نئين زندگي مارچ ۱۹۵۵ع ص ۱۱.

سنڌيءَ ۾ ٿيڻ گهرجي ۽ مهاجرن جي ٻارن کي سنڌيءَ ۾ پڻ تعليم ڏني وڃي. ڊاڪٽر صاحب جي تقرير کانپوءِ هن نشست جي صدر وزير زراعت پير علي‌محمد راشدي پنهنجي صدارتي تقرير ڪئي جنهن ۾ هن سنڌي زبان جنهن نازڪ دور مان گذري رهي هئي تنهن جو ذڪر ڪندي سنڌي اديبن ۽ شاعرن کي مشورو ڏنو ته خدا جي واسطي نقالي ۽ تقليد ڇڏي ڏيو ۽ پنهنجي ٻوليءَ مان ڌارين غير ٻولين جي الفاظن کي تڙي ڪڍو. (١)

رات جو نوين بجي سنڌي راڳ جي محفل ٿي. جنهن ۾ سنڌ جي ناميارن موسيقارن حصو ورتو.

تاريخ ١١ آڪٽوبر ڏينهن ڪانفرنس جي ٻئي ڏينهن جي نشست صبح جو نائين بجي شروع ٿي. هن نشست جي صدارت وزير سنڌ قاضي محمداڪبر کي ڪرڻي هئي پر ڪنهن ضروري ڪم سبب هن کي حيدرآباد وڃڻو پيو تنهن ڪري ان نشست جي صدارت شيخ عبدالمجيد سنڌي ڪئي. پهريائين سيڪريٽري استقباليه ڪميٽيءَ- ايازحسين قادريءَ- قاضي محمداڪبر جو ڪانفرنس لاءِ لکيل صدارتي خطبو پڙهي ٻڌايو جنهن کانپوءِ مختلف ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. مکيه ٺهراءَ هئا ته سنڌي زبان کي پاڪستان جي هڪ قومي زبان تسليم ڪيو وڃي ۽ سنڌ جي سرڪاري آفيسن ۾ انگريزيءَ بجاءِ سنڌي زبان ۾ فائيل ۽ دفتر رکيو وڃي. (٢)

ٻي نشست شام جو ٽين بجي الحاج محمدهاشم گذدر جي صدارت ۾ ٿي جنهن ۾ وڌيڪ ٺهراءَ بحال ڪيا ۽ مقالا پڙهيا ويا.

ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل

محمداسماعيل عرساڻي

قالو خان اياز

ٽين نشست مشاعري جي نشست هئي جا رات جو ڏهين بجي مخدوم محمدزمان طالب‌المولى جي صدارت هيٺ شروع ٿي. شروع ۾ نظامي جي ٻالڪن جي پاريءَ حبيب‌الله فڪريءَ جو مختصر نصيحت آموز ڊرامو ڪري ڏيکاريو جنهن کانپوءِ طرحي مشاعرو شروع ٿيو. مشاعره ۾ انڪل

---

(١) نواءِ سنڌ (روزانه) ڪراچي تاريخ ١١ اپريل ١٩٥٤ع، ص ٧.

(٢) نواءِ سنڌ (روزانه) ڪراچي تاريخ ١٣ اپريل ١٩٥٤، ص ٢.

سڻ ستر شاعر حاضر هئا. سيڪو ڏالو ڪڻن تي ڪيڏيو ٿي ويو ۽ شاعر جو تعارف شعر ۾ ڪرايو ٿي ويو جي شعر في البديهه رشيد لاشاري بروقت جوڙي رهيو هو ۽ ڪانفرنس جو جنرل سيڪريٽري ايازحسين قادري اهي شعر خاص لهجي ۾ اناؤنس ٿي ڪيا. انهيءَ ڪري هن نشست جو منٽ منٽ پر لطف گذري رهيو هو. (۱) مخدوم صاحب رات جو هڪ بجي صدارت جي ڪرسي ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل جي سپرد ڪري هليو ويو. مشاعره رات جو ٽين بجي ختم ٿيو.

مشاعره لاءِ مصرع طرح هئي:

'بهار آهه چمن کي نه سازگار اڃا'

هن ڪانفرنس ۾ جن عالمن ۽ اديبن ۽ شاعرن شموليت ڪئي تن مان ڪن جا نالا هي آهن: محمد اسماعيل عرساڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، سيد علي الله شاهه، يارمحمد ٿانوري، عبدالعزيز قنڌاري، حاجي محمود خادم، محمدچمن هالو، مرزا اجمل بيگ، احمد تيجاڻي، ڊاڪٽر الهورايو، ايازقادري، آغا تاج محمد، مرزا اسد بيگ، شفيع محمد اوج علوي، واحدبخش عاشق، اختر رضوي، اميربخش قريشي امير، پير علي محمد اظهر، محمدحسين آتش، پروانو ڀٽي، بلاول پرديسي، تنوير عباسي، مظفرحسين جوش، سيد اميرعلي شاهه جامي، شيخ عبدالحليم جوش، حڪيم ضياءالدين جتوئي، چترام آهوجا، اوستو غلام حسين، قنبرعلي حيدري، ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل، پيرمحمد دائود دلپذير، عبدالله خواب، سردار علي شاهه ذاڪر، رشيداحمد لاشاري، محمدرمضان دل، الهه بخش عقيلي سرشار، محمدحسن ساز، محمدخان سارنگ، سرورعلي سرور، عبدالسلام سليم، شمشيرالحيدري، عبدالله شرر، محمديوسف شاڪر، شاهه محمد صوفي، مولوي محمدصادق راڻيپوري، عبدالرحيم صابر، سيد عارف المولي، مخدوم محمدزمان طالب المولي، حڪيم محمدصادق طالب، محمدخان غني، مرزا همايون بيگ فائق، محمد عابد اڙو، سيد غلام حيدرشاهه ڪوثري ٺٽوي، حڪيم محمدچتل فدا، آغا گل حسن گل، سيد لطف علي شاهه منظور، لعل محمد بدوي، علي محمد مجروح، پيربخش منظور همايوني، عبدالرحمان نسيم، مولوي نبي بخش زرداري، نياز همايوني، محبوب هوسڙي وارو، حاجي عبدالله واقف ڏاروشاهي.

---

(۱) حبيب الله فڪري 'تحفه ڪراچي' الوحيد پريس بيلاسس اسٽريٽ ڪراچي ۱۹۵۵ع، ص ۱۱۱.

ڪانفرنس جي سموري ڪارروائي بزم نظامي ظرفان 'تحفہ ڪراچي' نالي ڪتاب ۾ شايع ڪئي وئي.

انتخاب مشاعره (۱)

شيخ عبدالحليم 'جوش' :

زمانو آهي متان ٿي پوي رقيب اي دل
ڪٿائي راز محبت نہ آشڪار اڃا.

قفس جو خوف، نشيمن جو غم، خزان جو خيال
فضا چمن جي ڪٿي آهي سازگار اڃا.

ڊاڪٽر محمدابراهيم 'خليل' :

ڇٽي قفس مان جو آيس تہ ڇا نظر آيو
تہ برق آهہ گلستان ۾ شعلہبار اڃا.

ورق ورق تہ ڪٿي گل جو آهي جاچو سون
نہ ٿي سگهيو مگر اندازہ بهار اڃا.

رشيداحمد لاشاري 'رشيد' :

چمن تي غير جو قبضو ٿيو خزان آئي
طلب ڇو قيد قفس ۾ ڪجي بهار اڃا.

متان خزان نہ هجي ڪا لڪل گلن ۾ جو
بهار آهہ چمن کي نہ سازگار اڃا.

الهبخش عقيلي 'سرشار' :

نہ آهہ نذر جي قابل، اي برق مهلت ڏي
جو آشيانہ ۾ گهرجن ٿا ڪک ٻہ چار اڃا.

هجوم داغ هجي دل ۾ جو ٿئي گلشن
بهار آهہ چمن کي نہ سازگار اڃا.

سيد لطفعلي شاهہ 'منظور' نقوي :

ڪلڻ ڪلين جو بہ آهي جنون تي بار اڃا
مزاج منهن جو نہ سمجهي سگهيو بهار اڃا.

---

(۱) تحفہ ڪراچي- الوحيد پرنٽنگ پريس ۱۹۵۵ع، ص ۱۱۲ .

چمن ڇڏڻي ٻه نه عرصو ٿيو مگر همدم
اکين اڳيان ٿو ڦري منظور بهار اچا.

علي محمد 'مجروح':

نظامِ شام و سحر آهي بيقرار اچا
حيات آهي اسان غمزدن تي بار اچا.

ڪلان ٿو ٻاڻ تي مان پنهنجي بي ثباتيءَ تي
تبسم گل و لاله تہ درڪنار اچا.

حڪيم محمدصادق 'طالب':

خزان جو دست نظامِ چمن ۾ آ شايد
پري بهار ۾ آ شڪوہِ بهار اچا.

اڳي جا غير جي قبضي ۾ ٿي رهي هردم
اهائي بلبل آ باز جو شڪار اچا.

مرزا اسد بيگ 'اسد':

شهيد آهين ٿيو رنگ لائي رت جهڙو.
هي مشتهر ٿو ڪرين آهين ٻي مزار اچا.

سهي سگهان ٿو نہ غيرت ڪان غير جو خندو
لڳي ٿو منهنجو ڇوڻ توکي ناگوار اچا.

مظفرحسين 'جوش':

گلن جي سيني ۾ پيوستہ آهہ خار اچا.
هي ڪهڙي حال ۾ آهي ڇڏيو بهار اچا.

هي ڪنهن جي راہ ۾ روشن ٿيا گل و انجم
هي ڪنهن جو ديرو حرم کي ٿيو انتظار اچا.

محمدحسين 'آتش' (ڪراچي):

نہ غير ٿو سمجهين نہ يار يار اچا.
نہ گل کي گل ٿي ٿو سمجهين نہ خار خار اچا.

نگاهہ لطف و ڪرم ني وڃي ميں تي هاء
مگر نہ مون کي ڪيو آهي تو شماز اها.

## پندرهين سنڌ ادبي ڪانفرنس
## (لاڙڪاڻو)

پندرهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس تاريخ نائين ۽ ڏهين اپريل ١٩٥٥ع جناح باغ لاڙڪاڻو ۾ منعقد ٿي.

مختلف نشستن جي صدارت غلام محمد گرامي، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، مخدوم محمدزمان طالب المولى ڪئي.

ڪانفرنس جي استقباليہ ڪميٽيءَ جو چيئرمن عبدالغفور پرڳڙي (وڪيل) ۽ سيڪريٽري محمدعلي جوهر هو. پرڳڙي صاحب جي بيماريءَ سبب چيئرمن استقباليہ ڪميٽيءَ جو فرض محمدعلي جوهر پورو ڪيو.

ڪانفرنس جي پهرين نشست نائين تاريخ شام جو پنجين بجي غلام محمد گراميءَ جي صدارت هيٺ ٿي. محمدعلي جوهر پنهنجو استقباليہ خطبو پڙهيو ۽ غلام محمد گرامي پنهنجي صدارتي تقرير ڪئي. جنهن ۾ هن شعر و شاعري، سنڌي زبان جي تحفظ ۽ واڌاري بابت خيالن جو اظهار ڪيو. ان کانپوءِ ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل، مرزا قليچ بيگ بابت پنهنجو مقالو پڙهيو. آخر ۾ سبجيڪٽ ڪميٽيءَ جي ميمبر جي نالن جو اعلان ڪيو ويو.

ڪانفرنس جي ٻي نشست رات جو الين بجي مخدوم محمد زمان طالب المولى جي صدارت هيٺ ٿي جنهن ۾ سنڌ جي مشهور موسيقيءَ جي فنڪارن حصو ورتو.

تاريخ ڏهين اپريل صبح جو الين کان ڏهين بجي تائين سبجيڪٽ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل جي صدارت هيٺ ٿي جنهن ۾ ويهہ ٺهراءَ تجويز ڪيا ويا (١) جن مان هڪ ٺهراءُ هو تہ هيءَ ڪانفرنس انهيءَ راءِ جي آهي تہ پاڪستان ۽ ڀارت جي اديبن ۽ شاعرن جي وچ ۾ خيرسگالي تعلقات پيدا ڪرڻ لاءِ هتان جو وفد ڀارت جي دوري تي وڃي ۽ ڀارتي اديبن جو خيرسگالي وفد پاڪستان ڏانهن اچي. (٢)

(١) مهراڻ ٽماهي بهار ١٩٥٥ع، ص ٢٢٥.
(٢) الحقيقت هفتيوار لاڙڪاڻو تاريخ ١٦ اپريل ١٩٥٥ع، ص ٧.

هن ڏينهن جي ٻئين نشست صبح جو ڏهين بجي کان ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل جي صدارت هيٺ ٿي جنهن ۾ سبجيڪٽ ڪميٽيءَ جي طرفان تجويز ڪيل ٺهراءَ منظور ڪيا ويا. جنهن کانپوءِ جناب عبد عاقليءَ ۽ اظهر شاهه گيلانيءَ ڀارت جي سنڌي شاعرن جو ڪلام پڙهي ٻڌايو ۽ ڪشنچند ڪرناڻي مقالو ۽ قربان‌علي نقشبندي پنهنجو مقالو 'ڪاوي جي ڪوهري' بابت پڙهيو.

ٻي نشست شام جو پنجين بجي کان ستين بجي تائين ڊاڪٽر نبي‌بخش بلوچ جي صدارت هيٺ ٿي جنهن ۾ مقالا ۽ تقريرون ڪيون ويون.

١- مولوي عبدالڪريم چشتي شعر (متعلق تقرير)

٢- آغا تاج‌محمد سنڌي شعر جي ترقي (مقالو)

٣- ڊاڪٽر نبي‌بخش بلوچ سنڌي لوڪ شاعري گڏ ڪرڻ (مقالو)

ٽين نشست شام جو اٺين بجي کان مخدوم محمد زمان طالب‌المولي جي صدارت هيٺ شروع ٿي. ڪانفرنس جي سلسلي ۾ هي ٻيون مشاعرو هو جو غير طرحي ٿيو تنهن ڪري شاعرن پنهنجو بهترين ڪلام ٻڌايو ۽ ٻڌندڙن کان دل کولي داد حاصل ڪيو. مشاعري ۾ ڪل ١١٢ شعر پڙهيا ويا. (١) رات جو ٻارهين بجي کان پوءِ مخدوم صاحب جي وڃڻ ڪري آغا تاج‌محمد صدارت ڪئي. ڪانفرنس ۾ جن شاعرن ۽ اديبن شرڪت ڪئي تن مان ڪي هي هئا.

ڊاڪٽر نبي‌بخش بلوچ، انور عادل (ڪليڪٽر لاڙڪاڻو)، عبدالعليم عقيلي (دفتردار لاڙڪاڻو)، آغا تاج‌محمد، مولوي عبدالڪريم چشتي، سرشار عقيلي، محمدحسن ساز، محمدچمن هالو، عبدالرحمان نسيم، علي‌محمد خالدي، اميربخش قريشي امير، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل، برگ يوسفي، صادق دهلوي، عبدالله خواب، غلام‌محمد گرامي، عبدالعزيز قنڌاري، راز بلوائي، مظفرحسين جوش، حقير، عطامحمد حامي، اظهر گيلاني، اميرعلي شاهه جامي، منظور همايوني، نياز همايوني، آغا گل‌حسن گل، بشير موريائي، قيس غلام‌قادر، عبدالڪريم گدائي، مجاهد، حافظ احسن، پير اظهر، آخوند شفيع‌محمد، امام‌الدين

(١) الحقيقت هفتيوار لاڙڪاڻو تاريخ ١٦ - اپريل ١٩٥٥ع، ص ٦.

ضامن، حاجي محمود خادم، ميان غلام عباس جوش، اياز قادري، عبد عاقلي، نوازعلي نياز، سرور عاقلي، زيب عاقلي، عاشق واحدبخش، حڪيم محمد چتل فدا، عبدالله اثر، مولوي نورالدين نور، محمدعلي جوهر، رئيس موڀا خان، شاهه محمد صوفي، جان محمد شائق، احمد خان آصف.

## سورهين سنڌ ادبي ڪانفرنس
## (لاڙڪاڻو)

سورهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس جمعيت الشعراءِ سنڌ جي سهاري هيٺ تاريخ نائين، ڏهين ۽ يارهين اپريل ١٩٥٦ع تي جناح باغ لاڙڪاڻي ۾ سڏائي وئي. مختلف نشستن جي صدارت مخدوم محمدزمان طالب المولى، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ مولوي غلام محمد گرامي ڪئي. ڪانفرنس جي استقباليه ڪميٽي جو چيئرمن علي گوهر کهڙو ۽ سيڪريٽري عبدالغفور پرڪڙي هو.

هيءَ ڪانفرنس اهڙي وقت ڪوٺائي وئي هئي جڏهن ون يونٽ ٺهڻ ڪانپوءِ سنڌ جي ماڻهن کي سنڌ جي وجود کانپوءِ زبان جي وڃڻ جو به خطرو هو ۽ 'سنڌ ۾ سنڌي زبان کي سرڪاري زبان بنايو جي تحريڪ' جوش سان هلي رهي هئي. تنهن ڪري سڄي ڪانفرنس تي سنڌيت جو رنگ غالب رهيو. لاڙڪاڻي جي اخبار الحقيقت لکي ٿي، سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان سنڌي زبان جي بچاءُ ۽ واڌاري جي مسئلي تي سوچڻ لاءِ شاعر، عالم، اديب، محقق ۽ سياستدان اچي ڪٺا ٿيا هئا. (١)

نائين اپريل ١٩٥٦ع ڪانفرنس جي پهرين ڏينهن صبح جو ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل جي صدارت هيٺ جمعيت الشعراءِ سنڌ جو ساليانو اجلاس ٿيو.

ڪانفرنس جي پهرين نشست شام جو پنجين بجي شروع ٿي جنهن جي صدارت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪئي. علي گوهر کهڙي پنهنجي استقباليه تقرير ۾ سنڌ جي ماڻهن جي جذبن جي ترجماني ڪندي چيو، سنڌ کي سرڪاري زبان بنائڻ وارو مطالبو اسان جو حق آهي. ان کانپوءِ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي صدارتي تقرير پڙهي جنهن ۾ هن اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ته هرڪنهن خيال کان سنڌي پاڪستان جي هڪ سرڪاري زبان بنجڻ لائق آهي.

---

(١) الحقيقت هفتيوار لاڙڪاڻو تاريخ ١٦ اپريل ١٩٥٦ع، ص ١.

ان نشست رات جو ساڍي اٺين بجي شروع ٿي پهريائين سبجيڪٽ ڪميٽيءَ جي ميمبرن جو اعلان ڪيو ويو ان ڪان پوءِ مقالا پڙهيا ويا، جي هن ريت هئا.

| | |
|---|---|
| نصرت چنا | پارن جو ادب. |
| عثمان‌علي انصاري (تقرير) | سنڌي ڳالهايو، سنڌي پڙهو، سنڌي لکو. |
| بيگم عبدالله چنا | عورتون ۽ تعليم. |
| ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل | فاضل شاهه جي شاعري. |
| عبدالله چنا | سنڌ جون رانديون |

تاريخ ڏهين اپريل صبح جو ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل جي صدارت هيٺ سبجيڪٽ ڪميٽيءَ جو ميڙ ٿيو جنهن ۾ ٺهراءَ تجويز ڪيا ويا.

شام جو پنجين بجي ڪانفرنس جي ٻهرين نشست ٿي جنهن ۾ اردو مشاعرو ڪيو ويو.

رات جو ساڍي اٺين بجي ڪانفرنس جي ٽين نشست مشاعري جي نشست مخدوم محمدزمان طالب‌المولى جي صدارت هيٺ ٿي. سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ملان اسي کن شاعر آيل هئا. مشاعري ۾ هڪ ڳالهه صاف ظاهر هئي ته شاعرن گهڻو ڪري پنهنجي شعرن ۾ سنڌ ۽ سنڌي زبان بابت مضمون پڌا هئا ۽ جن ماڻهن سان غداري ڪئي هئي، تن تي خوب چوٽ چنڊيا هئا. پڌنڊڙ به سنڌ ۽ سنڌي زبان وارن شعرن تي دل کولي داد ڏئي رهيا هئا عشقي شاعر داد حاصل ڪري نه سگهيا. (۱)

تاريخ يارهين اپريل ڪانفرنس جي پهرين نشست صبح جو ٿي جنهن ۾ رهيل مقالا ۽ شعر پڙهيا ويا. عبد عاقليءَ 'مولوي عاقلي جي شاعري' تي مقالو پڙهيو.

ان نشست سيد علي اڪبر شاهه جي صدارت هيٺ ٿي جنهن ۾ ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. مکيہ ٺهراءُ هو ته سنڌيءَ کي مغربي پاڪستان جي هڪ سرڪاري زبان تسليم ڪيو وڃي.

ڪانفرنس جي ٽين نشست موسيقي جي نشست هئي جنهن جي صدارت

(۱) الحقيقت هفتيوار لاڙڪاڻو تاريخ ۱۶ اپريل ۱۹۵۶ع، ص ۲

عبدالله چنا ڪئي. هن نشست ۾ پهريائين رهيل شاعرن شعر پڙهيا ۽ ماستر قالوخان اياز 'شاعر' ۽ ديوان ڪشنچند گرنائي 'شاهه'، تي مقالو پڙهيو پوءِ موسيقي جي فنڪارن پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. ڪانفرنس رات جو ساڍي ٻارهين اچي شروع ٿي.

هن ڪانفرنس ۾ جن اديبن ۽ شاعرن بهرو ورتو يا شعر موڪليا تن مان ڪن جا نالا هي آهن.

سيد علي‌اڪبر شاهه، عبدالله چنا، بيگم زينت چنا، نصرت چنا، ڊاڪٽر نبي‌بخش بلوچ، مخدوم محمدزمان طالب‌المولي، غلام‌محمد گرامي، عثمان‌علي انصاري، حاجي محمود خادم، ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل، عبدالڪريم سنديلو، عبد عاقلي، حڪيم محمدچيتل، فدا، هري دريائي دلگير، مرزا اجمل بيگ، غلام‌سرور عاقلي، زيب عاقلي، محمدعلي جوهر، اوستو غلام‌حسين، ماستر قالو خان اياز، ڪشنچند گرنائي، استاد بخاري، حافظ احسن، لقمان حڪيم، نوازعلي نياز جعفري، اياز‌قادري، تنوير عباسي، مقبول ڀٽي، رشيد ڀٽي، عبدالله خواب، مظفرحسين جوش، محمدخان غني، سيد منظور نقوي، عبدالقيوم صائب، اظهر شاهه گيلاني، برده سنڌي، رشيد لاشاري، عطامحمد حامي، عقيلي سرشار، محمدجمن هالو، علي‌محمد مجروح، عبدالرحمان نسيم، صوفي دوست‌محمد ساجد، اميربخش قريشي امير، علي‌محمد خالدي، عارف‌المولي، ميان غلام‌عباس جوش قادري، مولوي نورالدين نور، آغا گل‌حسن گل، فيض بخشاپوري ۽ عبدالله اثر.

مشاعره لاءِ مصرع طرح هئي:

'تنهنجو دم ٿي سوج آئي ٿو سڪهي مهراڻ ۾'

انتخاب مشاعره.

'تنوير' عباسي:

منهنجو من ڀي ايئن ازل کان آهه هڪ ماندڙن ۾<br>
جيئن صدائين کان پيون ڇوليون ڇلن مهراڻ ۾.

هي بهاري آهه يـــا ارمانن جو آهــي قتل عام<br>
خون جي بو آ مليل گلڙن جي هن سرهاڻ ۾. (۱)

---

(۱) رڳون ٽيون رباب ص

'استاد' بخاري:

ڇا بهار اهڙي، رکي جا کين خزائون پاڻ ۾
باغبان نالو مگر صياد ٿيو اهڃاڻ ۾.

آشيان جي نوح خواني لئه زبان آ، سا نه کپ
ياد ڪنهنجي ڏوهه آ، جلاد تنهنجي چاڻ ۾. (١)

'لقمان' حڪيم:

حسن جي آڏو جهڪي پيا ڪيترائي بادشاهه
عشق آ جيڪو وجهي ٿو ملڪ ٿي ماڻڊاڻ ۾.

قرب واري قيد ۾ دانا به ٿي قيدي پيا.
هوش سي ويئا وهائي زلف جي ڪاراڻ ۾. (٢)

شعبان 'بخت':

وٺين پنهنجي، ماڪ سان پسيل ڏسي هڪ پنکڙي
پر نه سا حيرت پسيئه جا اک جي ٿي آلاڻ ۾.

ڇڏ زماني جي پچر، آهي منڊيون ڇڪتاڻ ۾
ڳول نئين دنيا، نئون ڪو دور پنهنجو پاڻ ۾. (٣)

'فيض' بخشاپوري:

آسمانن ۽ زمينن تي نه هو هن جو سراغ
جوهر عزم و خودي ڳولي لڌو مون پاڻ ۾.

هو بٽيو ايمانفروش و هو بٽيو پوليفروش
رمز ملان جي ۽ ليڊر جي نه آئي چاڻ ۾. (٤)

الهورايو مهر 'سليم' ڳاڙهوي:

هيڪلي جو حال هيٺو، پن ڪي پارنهن ٿا چون
ڏي ڇڏي راڻا رساسو، آ تہ پرچون پاڻ ۾.

---

(١) 'بياض استاد بخاري' قلمي ملڪيت استاد بخاري دادو.
(٢) 'بياض لقمان حڪيم' قلمي ملڪيت لقمان حڪيم لاڙڪاڻو.
(٣) بياض 'شعبان بخت' قلمي ملڪيت شعبان بخت ڪراچي.
(٤) فيض بخشاپوري - شعلهٔ عشق - اتحاد پرنٽنگ پريس جيڪبآباد ص ٩٧.

دوستوا دنيا ۾ هر شب جي پٺيان روز آهه ٻر
غم پٺيان غم ڏي ٿو پرجي منهنجي دل جي ماڳ ۾.(١)

مولابخش سانگي 'ساغر':

جاڳ اي مهراڻ جا پرجهل پٽائي کهوٽ جاڳ
موج آئي ٿو سکهي تنهنجو ڏي دم مهراڻ ۾.

آهه تنهنجي راه واجهائي ٿو ويڳاڻو وطن
آب بدران ٿو وهي رنج و الم مهراڻ ۾. (٢)

نظام الدين گوپانگ 'نظام':

اتحاد آهي ته پوين سان پٺون پارنهن ٿين
سڪ وڏڻ سان چڪ وڏي ٿي پل اچي ٿو پاڻ ۾.

تنهنجي ڏي سوز دردن ۾ آ قضا ساري جو دم
تنهنجو دم ڏي موج آئي ٿو سکهي مهراڻ ۾. (٣)

حافظ محمد 'احسن' چنا:

پنهنجي ٻوليءَ جي ڪيو ڪوشش منظم ٿي سڀئي
ڪانه گهٽتائي ڪيوڪا پنهنجي وس ۽ چاڻ ۾.

قوم جي زنده رهڻ جو آهه ٻوليءَ تي مدار.
هي پٽائي کهوٽ مونکي اچ پڌايو ڏاڻ ۾. (٤)

عبدالفتاح 'عبد' عاقلي:

هتڙي هر منصور خاطر دار هڪ تيار آهه
عمر گذري ٿي سچارن جي سدا چڪتاڻ ۾.

---

(١) 'بياض سليم ڳاڙهوي' قلمي ملڪيت الهورايو مهر سليم ڳاڙهي خيرپور.
(٢) مولابخش سانگي 'ساز زندگي' مسعود اڪيڊمي سکر ص ٧٥.
(٣) نظام الدين گوپانگ 'بياض' قلمي ملڪيت نظام الدين ميرو خان.
(٤) حافظ محمداحسن چنا 'بياض احسن' قلمي ملڪيت حافظ احسن دادو.

هيڏي هوڏي ڏس نه جهاتي پاءِ پنهنجي پاڻ ۾
تنهنجو دم ئي موج آئي ٿو سکهي مهراڻ ۾. (۱)

عزيزالله 'مجروح':

سوچ اي سنڌي سپاجها، پاءِ جهاتي پاڻ ۾
تنهنجو دم ئي موج آئي ٿو سکهي مهراڻ ۾.

تخت خاطر کنهن ڇنيسر جان وڪيو پنهنجو وڃاءِ
ڳالهه ڳوري آئي آ مجروح اڄ چنڊ چاڻ ۾.

# سترهين سنڌ ادبي ڪانفرنس

## (خيرپور)

سترهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، جمعيت‌الشعراءِ سنڌ جي سهاري ۽ بزم ناز خيرپور جي ڪوششن سان هاءِ اسڪول جي ايوان ۾ ٻي، ٽين ۽ چوٿين مارچ ۱۹۵۷ع تي خيرپور ۾ ڪوٺائي وئي. ڪانفرنس کي ڪامياب بنائڻ لاءِ پروفيسر عطامحمد حاميءَ، ڪي سخت محنت ڪرڻي پئي.

ڪانفرنس جي استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمن عبدالرحيم جوڻيجو ۽ سيڪريٽري پروفيسر عطامحمد حامي هئا.

ڪانفرنس جو افتتاح عثمان‌علي انصاريءَ (ڊي - پي - آءِ - سنڌ) ڪيو ۽ مختلف نشستن جا صدر مخدوم محمدزمان طالب‌المولىٰ، ڊاڪٽر نبي‌بخش بلوچ ۽ خان صاحب عبدالله چنا هئا.

ڪانفرنس جي پهرئين ڏينهن ٻي تاريخ صبح جو جمعيت‌الشعراءِ سنڌ جو ساليانو جلسو ٿيو جنهن ۾ جمعيت‌الشعراءِ جا عهديدار چونڊيا ويا ۽ ساليانې ڪم جي رپورٽ پيش ڪئي وئي.

ڪانفرنس جي پهرين نشست رات جو اٺين بجي عثمان‌علي انصاري جي صدارت هيٺ شروع ٿي. عبدالرحيم جوڻيجي چيئرمن استقباليه ڪميٽيءَ پنهنجو خطبو پڙهيو جنهن ۾ هن سنڌي زبان کي درپيش خطرن جو جائزو ورتو. جنهن ڪانپوءِ سبجيڪٽ ڪميٽيءَ جي نالن جو اعلان ٿيو ۽ عثمان‌علي انصاري پنهنجي صدارتي تقرير ڪئي. نشست رات جو يارهين بجي ختم ٿي.

---

(۱) عبدالفتاح عاقلي 'بياض عبد' قلمي ملڪيت زيب عاقلي لاڙڪاڻو.

تاريخ ٽين مارچ تي ڪانفرنس جون ٻي نشستون ٿيون. صبح جو يارهين بجي سبجيڪٽس ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي جنهن ۾ ٺهراءَ تيار ڪيا ويا.

ٽين تاريخ جي پهرين نشست عبدالله چنا جي صدارت هيٺ ٿي. هي مقالن جي نشست هئي. عثمان‌علي انصاري شاهه عبداللطيف بابت مقالو پيش ڪيو جنهن ڪانپوءِ ساقي سجاولي، موتيرام راموائي، ماستر قالوخان اياز، ساقي سجاوليءَ پنهنجا مقالا پڙهيا ۽ جناب مخدوم اميراحمد مشاعرن جو ماضي ۽ حال جي موضوع تي تقرير ڪئي.

ٻي نشست شام جو ساڍي چئين بجي شروع ٿي جنهن جي صدارت نيازاحمد ڪمشنر خيرپور ڪئي، هي اردو مشاعري جي نشست هئي.

ٽين نشست سنڌي مشاعري جي نشست هئي جنهن جي صدارت جناب مخدوم محمد زمان طالب‌المولى ڪئي. رات جو ٻارهين بجي سندن اٿي وڃڻ ڪانپوءِ محبوب‌علي چنا صدارت جا فرض پورا ڪيا. مشاعرو رات جو نوين بجي شروع ٿيو. جيئن ته شاعرن جو انداز هڪ سو ڪان به مٿي هو تنهن ڪري هرهڪ ضلعي مان هڪ شاعر کي واري واري تي سڏيو ٿي ويو.(۱) مشاعرو رات جو اڍائين بجي ختم ٿيو.

مشاعري لاءِ هري دلگير جي منظور ٿيل طرح مصرع هئي :

’پنهنجي ٻرپٽ کي وري گلشن بنائيندا هلو‘

چوٿين تاريخ تي ٻه نشستون ٿيون. پهرين نشست صبح جو ڏهين بجي حافظ شاهه حسيني جي صدارت هيٺ ٿي جنهن ۾ پنجويهه ٺهراءَ منظور ڪيا ويا. جنهن ۾ هڪ ٺهراءَ پاڪستان جي دستور ۾ سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ٻولي تسليم ڪرڻ بابت هو.

ٻي نشست موسيقي جي نشست هئي جا رات جو اٺين بجي مخدوم محمدزمان طالب‌المولى جي صدارت هيٺ شروع ٿي جنهن ۾ الهنواز ڪتائي، محمدموسر پٽي، حسين‌بخش خادم هالائي، محمدعيسى مست جي پارٽي، آخوند مولابخش خيرپوري ۽ رسول‌بخش گويه حصو ورتو. نشست رات جو اڍائين بجي ختم ٿي.

هن ڪانفرنس ۾ جمعيت‌الشعراء سنڌ جي ڪارڪنن، ادبي سنگت ۽

---

(۱) الحقيقت هفتيوار لاڙڪاڻو مارچ ۱۹۵۷ع، ص ۳.

بزم طالب المولى جي مختلف شاخن، بزم نظامي، محفل احباب، بزم ادب، بزم قليچ، بزم بسمل، بزم آفتاب ادب، بزم شهباز، بزم ناز، بزم بلبل، بزم تارڪ، جي نمائندن شموليت ڪئي. (۱)

هن ڪانفرنس ۾ جن اديبن ۽ شاعرن شموليت ڪئي يا پنهنجو شعر ڏياري موڪليو انهن مان ڪن جا نالا هي آهن- عثمان علي انصاري، عبدالله چنا، عبدالرحيم جوڻيجو، محمدزمان طالب المولى، محبوب علي چنا، موتيرام راموائي، مخدوم اميراحمد، ساقي سجاولي، حافظ محمديعقوب، مولوي عبدالواحد سنڌي، الله بخش عقيلي سرشار، عبدالحليم جوش، محمد جمن هالو، اميربخش قريشي امير، ايازحسين قادري اياز، محمد حسن ساز، محمد يوسف شاڪر، صوفي دوست محمد ساجد، شيخ مهرالله، اظهر گيلاني، اوستو غلام حسين، محمدعلي جوهر، حاجي محمود خادم، عبدالفتاح عبد عاقلي، هري دريائي دلگير شيخ اياز، عبدالرزاق راز، نوازعلي نياز جعفري، حافظ شاهه حسيني، لطف علي شاهه، عبدالحي قريشي، عارف المولى، حاجي عبدالله واقف، مولوي نورالدين نور، محمدعلي جوهر، پير علي محمد اظهر صديقي، صوبو خان آسي، اميرعلي شاهه جامي، حسين بخش خادم، رشيد لاشاري، حافظ محمد احسن، محمدرمضان ثاقب، فقير عبدالرحيم بلوچ عابد، برده سنڌي، عبدالرحمان ضيائي، مظهر شاهه لڪياري، مولوي حبيب الله حبيب، علي انور گوپانگ، پرڙو خيرمحمد سوز، گل حسن گوپانگ، سعدالله سپاهي، محمدرمضان آزاد، الهورايو مهر سليم، انورعلي انور، نوازعلي شوق، محمدصالح مجاهد، حڪيم محمد صادق طالب، محمدعالم خانپوري، عبدالرشيد سولنگي، حڪيم محمد چتل فدا، محمدعيسى عاجز، سيد شان بخاري، سيد سليمان شاهه صالح، حاجي شفيع محمد هالا، عاشق واحدبخش، خواجه محمدعيسى، الله نواز رڪنائي، خادم رفيقوي، فيروزحسين لڪياري، زيب عاقلي، دائودپوٽه ولي، مشتاق خيرپوري، حافظ غلام قادر صدائي، مولوي درمحمد خاڪ، نورمحمد شاهه نور، مولوي محمد صادق رانيپوري. (۲)

---

(۱) نوائِ سنڌ روزانه ڪراچي تاريخ ۱۲ مارچ ۱۹۵۷ع، ص ۲ ۽ ۵.

(۲) هي نالا الحقيقت ۱۱ مارچ ۱۹۵۷ع ۾ سترهين ادبي ڪانفرنس جي ڪارروائي (قلمي) ملڪيت پروفيسر عطامحمد تان ورتا ويا آهن.

## انتخاب مشاعره (١)

پرسرام 'ضيا':

داڻو داڻو ڏار ٿيو، مالها محبت جي ٽٽي
هڪ ئي ڏاڳي ۾ اهي داڻا ملائيندا هلو.
پيار جنهن جاڳي اٿي، جاڳي اٿي انسانيت
ايڪتا جا، جا بجا نعرا لڳائيندا هلو. (٢)

شيخ عبدالحليم 'جوش':

درد سان ئي زندگيءَ ۾ لطف آهي دوستو
غم ڏئي سونکي خوشي منهنجي وڌائيندا هلو.
فڪر تي پهرو، تخيل تي نظرداري هجي
اهڙي محفل جي چراغن کي وسائيندا هلو.

هري درياني 'دلگير':

بادلن وانگر سدا موتي وسائيندا هلو
برهڻ ۾ باغ جي رنگت رچائيندا هلو.
مثل گل گلزار دنيا ۾ رهڻ کل چار ڏينهن
پاڻ مشڪو ۽ زمانو مسڪرائيندا هلو.

محمد حسن 'ساز':

پنهنجو دامن دستِ رهزن کان ڇڏائيندا هلو
رهبرن جي رهبريءَ کي آزمائيندا هلو.
مالڪِ تهذيب و حڪمت سنڌ جي آهي زمين
ناز سان ۽ فخر سان سنڌي سڏائيندا هلو.

محمدعلي 'جوهر':

ڪڏهن ٺوڪر سان ڊاهيو آمريت جو نظام
وقت ٿورو ڪم گهڻو آهي ڇڏائيندا هلو.
سر وڃي صدقي ٿئي جوکم ٿئي سو پل ئي
سرخرو ٿيو ملڪ سان سڀ ڪجهه سهائيندا هلو.

---

(١) سترهين سنڌي ادبي ڪانفرنس جي ڪارروائي (قلمي) ملڪيت پروفيسر عطامحمد حامي خيرپور.

(٢) ضيا پنهنجو غزل ڀارت مان موڪليو هو.

'ولي' دائود پوٽو:

آنڌيون ڇڏي اٿي، طوفان موٽائيندا هلو
همت و مردانگي سان وک وڌائيندا هلو.

مرڪنديون مکڙيون چمن ۾ گل ڪڙي پيهندا سوين
باغ جي مٽيءَ سان دل جو رت ملائيندا هلو.

محمد جمن 'هالو':

پنهنجي منزل جو پتو پاڻئي پڇائيندا هلو
ڪامرانيءَ ڏي قدم پنهنجا وڌائيندا هلو.

جن گلن مان ڪنهن کي حاصل ڪين ٿي خوشبوئي
اهڙي گلشن کي ڀلي برپٽ بنائيندا هلو.

خواجه محمدعيسيٰ (ميرپوربٺورو):

هت اڏي ۽ ڪات آهي سڌ نه ڪو سڏڙيو ڪري
مرڪ سان مقتل ڏي يارو پير پائيندا هلو.

محب جي ماڻيو ته يارو ساهه سر صدقو ڪيو
درد و غم، رنج و الم ۽ سور کائيندا هلو.

'اظهر' گيلاني:

هي اوهانجي رت جا قطرا ويندا موتين کان مٿي
ڪجهه وهائيندا هلو ۽ ڪجهه لٽائيندا هلو.

ڇا ڪجي تقدير جي محتاج ڪهڙ ڪائنات
ڪنهن نئين رت سان نئين دنيا بنائيندا هلو.

نظام الدين گوپانگ:

سر قلم پنهنجو ڪرائي آزمائيندا هلو
طرزِ تحرير مقدر کي سمجهائيندا هلو.

منزلِ مقصود خاطر زخمَ کائيندا هلو
پنهنجي رت سان راه کي رنگين بنائيندا هلو.

## ارڙهين سنڌ ادبي ڪانفرنس

## (حيدرآباد)

ارڙهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، ايڪٽيهين مئي ۽ پهرين جون ۱۹۵۸ع تي جمعيت الشعراءِ سنڌ جي سهاري ۽ مرڪزي بزم طالب المولى جي انتظام هيٺ حيدرآباد ۾ ڪوٺائي وئي هئي. ڪانفرنس جو انتظام سنڌيونيورسٽي (اولڊ ڪئمپس) ۾ ڪيو ويو هو.

هن ڪانفرنس جي مختلف نشستن جي صدارت علامه آءِ - آءِ قاضي، سيد هاشم رضا، مخدوم محمد زمان، غلام محمد گرامي، سيد ميران محمدشاهه ۽ حفيظ هوشيارپوري ڪئي. چيئرمن استقباليه ڪميٽي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هو.

ڇنڇر ۳۱ مئي ۱۹۵۸ع تي شام جو پنجين بجي ڪانفرنس جي پهرين نشست علامه آءِ - آءِ - قاضي جي صدارت ۾ شروع ٿي. پهريائين ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ چيئرمن استقباليه ڪميٽي پنهنجو خطبو پڙهيو، جنهن ۾ هن حيدرآباد شهر جي تاريخ تي روشني وڌي. هن ڪانپوءِ علامه آءِ - آءِ - قاضي پنهنجو صدارتي خطبو پڙهيو جنهن ۾ هن ادبي تحريرن کي محفوظ ڪرڻ تي زور ڏنو.

رات جو نائين بجي اردو سنڌي مشاعرو ٿيو. اردو مشاعري جي صدارت سيد هاشم رضا (ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن) ڪئي ۽ سنڌي مشاعري جي صدارت مولوي غلام محمد گرامي ڪئي. (۱)

ڪانفرنس جي ٻئي ڏينهن صبح جو اٺين بجي مخدوم محمد زمان جي صدارت هيٺ وقت جي اهم ادبي مسئلن بابت ٺهراءَ منظور ڪيا ويا.

شام جو پنجين بجي سيد ميران محمد شاهه جي صدارت هيٺ مقالن جي نشست ٿي. چار موضوع مقرر ڪيل هئا. (۱) ماضيءَ جو ادب (۲) موجوده ادب (۳) ڀارتيءَ جو ادب (۴) سنڌي ڪافي.

رات جو نائين بجي موسيقيءَ جي نشست ٿي جنهن جي صدارت ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي ريجنل ڊائريڪٽر حفيظ هوشيارپوري ڪئي.

مشاعري لاءِ ڊاڪٽر 'خليل' جي ذيل مصرع طرح هئي:

'هي سرمد و منصور جو آواز نه آهي'

---

(۱) محمدعلي جوهر- 'جمعيت الشعراءِ سنڌ'- سنڌي ادبي بورڊ سال ۱۹۷۳ع، ص ۳۶.

هن ڪانفرنس ۾ جن شاعرن ۽ اديبن شموليت ڪئي تن مان ڪن جا نالا هي آهن :

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل، حاجي محمود خادم، محبوب علي چنا، غلام محمد گرامي، عقيلي سرشار، صوفي دوست محمد ساجد، منظور نقوي، محمدخان غني، رشيد لاشاري، پروانو ڀٽي، مظفرحسين جوش، نياز همايوني، عبدالله خواب، شمشيرالحيدري، تاج بلوچ، سيد سردارعلي شاهه ذاڪر، عبدالقيوم صائب، احسن الهاشمي، عبداللطيف راز ڀاڦائي، حسين بخش خادم، انور هالائي، عبدالرحمان نسيم، اياز قادري، عبد عاقلي، زيب عاقلي، محمد جمن هالو، اميربخش قريشي ۽ محمد حسن ساز.

انتخاب مشاعره.

عبدالله 'خواب' :

هر موڙ تي صياد ڪئين دام وڇايا
گلشن ۾ ڪو گلگشت جو انداز نه آهي.

اي خواب قفس ڪي ٻه ڪٽي هوندا اڏائي سان
ٻر طائرِ دل مائلِ پرواز نه آهي. (١)

محمد جمن 'هالو' :

سر يار ڏي جهڪيل هجي دل غير ڏي مائل
هي عشق نه آ، عشق جو انداز نه آهي.

هر جاءِ ڏسون حسن جا صاحب ٿا هزارين
تو جهڙو سنجهن يار ڪو ٻر ناز نه آهي (٢)

محمدحسن 'ساز' :

جو حسن جهان تاب جو همراز نه آهي
فطرت جي نگاهن ۾ سو ممتاز نه آهي.

ٿو منزلِ عقبيٰ جو هتان ئي ٿئي آغاز
انجام نه ڪجهه آهي، جي آغاز نه آهي. (٣)

---

(١) مهراڻ ٽماهي- نمبر ٻهريون سال ١٩٥٩ع، ص ٣٦.
(٢)
(٣) محمد حسن ساز 'قلمي بياض' ملڪيت محمد حسن ساز

شعبان 'بخت' :

شهباز جو ڪم آهي، بلنديءَ تي اڏامڻ
پستيءَ ۾ پيل آهي ته شهباز نه آهي.

ڪاهل نه ٿي، سرگرم عمل ٿي جو هي سچ آ
زنده به مثل، جي تگ و تاز نه آهي. (١)

اوستو غلامحسين 'حسين' :

ڇو تنهنجي تجلي ٿي اچي ڪين نظر هاڻ
ڇا طور سنده جلوه گهہ ناز نه آهي

جنبش ۾ 'حسين' نه آئي جيڪو ارض و سما کي
سو قلبِ شڪسته سندو آواز نه آهي. (٢)

نظامالدين گوپانگ 'نظام' :

جت فڪر رسا ڪنهن جو قضاساز نه آهي
سو ملڪ ڪري سگهندو ڪڏهن ناز نه آهي.

جي ڪنهن جي اميري ۾ فقيري نه نهان آ
پو اهڙي اميري کي ڪو اعزاز ڏه آهي. (٣)

ميان غلامعباس قادري 'جوش' :

دزيده نگاهن سان ڏسي منهن کي ٿيرڻ
هي ڪوس جو انداز آهي ناز نه آهي. (٤)

جو دل ۾ سمايل آ اهو آهه لکن جو
جو لب تي آيو راز اهو راز نه آهي.

شمشيرالحيدري :

ڪنهن طرح اسين ظلم جا قائل نه ٿياسين
زنجير ڪان وڌ پنهنجو ڪو دمساز نه آهي.

---

(١) 'قلمي بياض' شعبان بخت ڪراچي.
(٢) قلمي بياض - اوستو غلامحسين، جيڪبآباد.
(٣) نظامالدين نظام 'بياض' قلمي ملڪيت نظامالدين ميروخان لاڙڪاڻو.
[٤] 'بياض جوش' قلمي ملڪيت الطافحسين قادري لاڙڪاڻو.

هر هر ٽيون اچن وقت جي سوريءَ جون صدائون
افسوس 'اناالحق' جو آواز نه آهي. (۱)

عبدالفتاح 'عبد' :

شاعر ته ڪندو آه، جي انڌير ڏائين
مضراب سان جنهن دانهن نه ڪئي ساز نه آهي.

شيطان جي آ شيشيگري چالو سياست
انسان کي هن ڳند تي ڪو ناز نه آهي (۲)

## اٺوينهين سنڌ ادبي ڪانفرنس

## (ميرپوربٺورو)

اٺوينهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، بزم طالب المولي سنڌ ۽ جمعيت الشعراء سنڌ جي سهاري هيٺ، مهرعلي شاهه جي ميلي جي موقعي تي ميرپوربٺوري ۾ ۸ ۽ ۹ ٽين جنوري ۱۹۶۰ع ۾ ٿي. هي پهريون ڀيرو هو جو لاڙ جي ڪنهن شهر ۾ ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي هئي. ڪانفرنس جو انتظام هڪ پنڊال ۾ ڪيو ويو هو.

هن ڪانفرنس جو افتتاح پير حسام الدين راشديءَ ڪيو. مختلف نشستن جي صدارت مخدوم محمدزمان طالب المولي، محمداسماعيل نون (ڪليڪٽر ضلع ٺٽو) ۽ پير حسام الدين ڪئي. استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمن مولوي عبدالله سهاولي ۽ سيڪريٽري فقيرمحمد عيسي ميمڻ هو.

۸ جنوري شام جو ستين بجي پير حسام الدين ڪانفرنس جو افتتاح ڪيو. هن پنهنجي افتتاحي تقرير ۾ ٺٽي جي تاريخ، سنڌي زبان ۽ ان جي موجوده حالت تي روشني وڌي ۽ اديبن ۽ شاعرن کي نين راهن تي گامزن ٿيڻ جي تلقين ڪئي. جنهن کانپوءِ چيئرمن استقباليه ڪميٽي مولوي عبدالله سهاوليءَ پنهنجو خطبو پڙهيو ۽ مخدوم محمدزمان پنهنجي صدارتي تقرير ڪئي.

ٿوري وقت کانپوءِ ڪانفرنس جي ٻي نشست ۾ مشاعرو ٿيو جنهن جي

---

(۱) مهراڻ (ٽماهي) شاعر نمبر ۱-۲-۳-۱۹۶۹ع ص ۵۱۰.
(۲) عبدالفتاح عاقلي- 'بياض عبد' - قلمي ملڪيت زيب عاقلي لاڙڪاڻو.

صدارت محمداسماعيل نون ڪئي. (۱) مشاعرو غير طرحي هو تنهن ڪري شاعرن پنهنجو چونڊ ڪلام پڙهيو، محفل ڪي وجد ۾ آندو.

ٽين جنوري صبح جو نوين بجي جمعيت الشعراءِ جي ساليانې ميٽنگ ٿي جنهن ۾ عهديدار چونڊيا ويا ۽ ٺهراءَ پاس ڪيا ويا.

شام جو پير حسام الدين شاهه راشدي جي صدارت هيٺ لوڪ ادب جي ڪچهري ٿي، جنهن ۾ لاڙ ۽ اتر جي سگهڙن حصو ورتو ۽ ڳجهارتون ۽ ڏوڙ بيت بيان ڪيا ويا.

رات جو مخدوم محمد زمان جي صدارت هيٺ راڳ جي نشست ٿي جيڪا لڳ ڀڳ ٽن رات تائين هلي ۽ ان ۾ سنڌ جي مشهور راڳي ۽ ساز وارن پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو.

ڪانفرنس جي موقعي تي هڪ ثقافتي نمائش جو انتظام ڪيل هو جنهن ۾ لٽي جي قديم ڪنڊرن مان هٿ آيل سڪا وغيره نمائش لاءِ رکيل هئا. سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڪتابن جي نمائش جو پڻ انتظام هو.

## ويهين سنڌ ادبي ڪانفرنس
## (لاڙڪاڻو)

ويهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، جمعيت الشعراءِ سنڌ جي نگراني ۽ ماسٽر ڪلب لاڙڪاڻو جي انتظام هيٺ پندرهين ۽ سورهين تاريخ ڊسمبر ۱۹۶۲ع لاڙڪاڻي ۾ ڪئي ٿي.

ڪانفرنس جي مختلف نشستن جي صدارت عبدالمجيد افغان (ڊپٽي ڪمشنر لاڙڪاڻو) ۽ علي نواز وفائي ڪئي. ڪانفرنس جي استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمن عبدالفتاح عبد عاقلي ۽ سيڪريٽري ماستر غلام دستگير هو.

ڪانفرنس جي پهرين نشست شام جو ساڍي ڇهين بجي نيشنل اسٽيڊيم ميدان تي عبدالمجيد افغان جي صدارت هيٺ شروع ٿي. هن اجلاس جي صدارت مخدوم محمد زمان طالب المولي کي ڪرڻي هئي، هن جي نه شريڪ ٿي سگهڻ ڪري عبدالمجيد افغان صدارت ڪئي. پهريائين عبد عاقلي، چيئرمن استقباليه ڪميٽي پنهنجو خطبو پڙهيو جنهن کان پوءِ عبدالمجيد افغان پنهنجي

---

(۱) مهراڻ (ٽماهي) حيدرآباد نمبر ۳-۴- سال ۱۹۶۰ع، ص ۳۴۶.

صدارتي تقرير ڪئي ان بعد علي نواز وفائيءَ جي صدارت هيٺ مشاعري جي نشست شروع ٿي.

مشاعره جي طرح هئي :

’ڪندس جان قربان وطن تان زبان تان‘

هن نشست جي تعريف روزاني مهراڻ هنن لفظن ۾ ڪئي، ”هرهڪ جي واتان اهي لفظ ٻڌا پئي ويا ته ان طرح ڪڏهن به مشاعري جي نشست ڪامياب نه ٿي آهي.“ (۱) ٽماهي مهراڻ پنهنجو رايو هيئن ڏنو، ”واقعي هي نشست تعريف جي قابل هئي.“ (۲)

ٻئي ڏينهن سورهين ڊسمبر صبح جو يارهين بجي ڪانفرنس جي موقعي تي انجمن مديران جرائد سنڌ جي ميٽنگ ٿي.

شام جو ٽين بجي جمعيت الشعراءِ سنڌ جي ساليانيءَ ميٽنگ ٿي جنهن ۾ جمعيت جي ڪارگذارين جو جائزو ورتو ويو ۽ جمعيت کي فعال بنائڻ لاءِ سوچ ويچار ڪئي وئي. ڪيترا ٺهراءَ منظور ڪيا ويا مکيه ٺهراءُ هو سنڌي زبان کي هن علائقي جي سرڪاري زبان تسليم ڪيو وڃي.

رات جو اٺين بجي ڪانفرنس جي آخري نشست مدرسه هال ۾ ٿي جنهن ۾ طرحي مشاعري جي رهيل شاعرن پنهنجو ڪلام ٻڌايو ۽ غيرطرحي مشاعرو ٿيو جو رات جو سوا هڪ بجي ختم ٿيو.

هن ڪانفرنس ۾ جن اديبن ۽ شاعرن شموليت ڪئي تن مان ڪن جا نالا هي آهن. انهن ڪانسواءِ ڪيترن شاعرن رواج مطابق مشاعري ۾ پڙهڻ لاءِ ڪلام ڏياري موڪليو هو.

رشيد احمد لاشاري، صالح شاهه بادل، محمدحسين آتش، جناب محمدرمضان راز، جناب سليمان ناظم، مولابخش فدا، صوفي دوست محمد ساجد، عبدالرحمان نسيم، استاد بخاري، غلام سرور سرور عاقلي، عبدالفتاح عبد عاقلي، حڪيم محمدصادق طالب، محمد رمضان آزاد، ماستر علي حسن گدا، جهامنداس عاشق، نياز رجباڻي، علي شير راز، مشتاق علي وفا، اسيربخش قريشي امير، فيض بخشاپوري، محمدعلي جوهر، مولوي غلام مصطفيٰ دادوي.

---

(۱) مهراڻ روزانه تاريخ ۲۲ ڊسمبر ۱۹۶۲ع، ص ۴.

(۲) مهراڻ (ٽماهي) نمبر ۴ سال ۱۹۶۲ع، ص ۱۵۸.

انتخاب مشاعره.

نظام الدين گوپانگ 'نظام':

ڪريا هجر ۾ اوڙڪ نـــي چار جيڪي
لهي بـار ويـو منهنجي روح روان تـان.

ڇن ۾ جـو بـاد سموم آئـي اهـڙي
بهارن جو ڪٽڪو لهي ويو خزان تان. (۱)

حافظ محمد 'احسن' چنا:

وطن ۽ زبان جـي ڪـرڻ فرض خدمت
اهـو فرض لهندو نه هـرگز امان تـان.

هجن هم وطن هـم زبـان شـاد احسن
سوين گهورهون گهورون اهڙي بيان تان. (۲)

'محسن' ڪڪڙائي:

پڻائي جي بيتن جـي مفهوم جـو منهن
ڪندس جان قربان، وطن تـان زبان تان.

خـلـش، درد، اميد، حسرت، تـمـنـا
تصدق وڃان دل جي هن خاندان تان. (۳)

## ايڪويهين سنڌ ادبي ڪانفرنس

### (لاڙڪاڻو)

ايڪويهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، تاريخ ٻي ۽ ٽين مئي ۱۹۶۴ع تي جمعيت الشعراءِ سنڌ جي نگراني ۽ ماسٽر ڪلب جي انتظام هيٺ جناح باغ لاڙڪاڻي ۾ ٿي.

ڪانفرنس جي مختلف نشستن جي صدارت مخدوم محمدزمان طالب المولي،

---

(۱) نظام الدين گوپانگ 'بياض' قلمي ملڪيت نظام الدين ميرو خان لاڙڪاڻو.
(۲) حافظ محمد احسن 'بياض احسن' قلمي ملڪيت حافظ احسن دادو.
(۳) محسن ڪڪڙائي 'بياض' قلمي ملڪيت محسن ڪڪڙائي ڪڪڙ.

غلام محمد گرامي ۽ خليل احمد (ايس پي لاڙڪاڻو) ڪئي. چيئرمن استقباليه ڪميٽي مسٽر نظام الدين ميمڻ (وڪيل) ۽ سيڪريٽري محمدعلي جوهر هئا.

ڪانفرنس جو افتتاح وزيرخارجه پاڪستان جناب ذوالفقارعلي ڀٽو ڪي ڪرڻو هو مگر ملڪ کان ٻاهر دوري تي وڃڻ ڪري هو ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿي نہ سگهيو، تنهن ڪري ڪانفرنس جو افتتاح ١٢ مئي شام جو پنهنجي سيد دربارعلي شاهہ ڪمشنر خيرپور ڊويزن ڪيو. ڀيريائين نظام الدين ميمڻ چيئرمن استقباليه ڪميٽيءَ پنهنجو خطبو پڙهيو پوءِ سيد دربارعلي شاهہ پنهنجي تقرير ڪئي.

ڪانفرنس جي پهرين نشست مشاعره جي نشست هئي جنهن جي صدارت مولوي غلام محمد گرامي ڪئي. جا شام جو ڇائين بجي ڌاري شروع ٿي ۽ لڳيءَ رات تائين هلي. سنڌ جي مختلف حصن مان آيل شاعرن پنهنجو ڪلام پڙهيو. مولوي گراميءَ پنهنجي صدارتي تقرير ۾ شاعرن کي شعر جي فن ڏانهن توجهہ ڏيڻ جو مشورو ڏيندي چيو تہ هو شعر جو فن ڪنهن قابل استاد کان سکن ۽ جيڪو شعر تيار ڪن انجي ڪنهن قابل شاعر کان اصلاح ڪرائين. (١)

ڪانفرنس جي ٻئي ڏينهن تاريخ ١٣ مئي صبح جو نوين بجي جمعيت الشعراءِ سنڌ جي ميٽنگ ٿي جنهن جي صدارت مخدوم محمد زمان طالب المولى ڪئي. ان ميٽنگ ۾ جمعيت الشعراءِ جون ساليانون چونڊون ۽ ٺهراءَ منظور ڪيا ويا.

شام جو خليل احمد جي صدارت هيٺ اردو مشاعرو ٿيو ۽ رات جو موسيقيءَ جي محفل مخدوم محمد زمان جي صدارت هيٺ ٿي، جا رات جو گهڻي وقت تائين هلندي رهي.

ڪانفرنس ۾ جن اديبن ۽ شاعرن شموليت ڪئي يا ڪلام موڪليو تن مان ڪن جا نالا هي آهن:

مخدوم محمد زمان طالب المولى، عبدالفتاح عبد عاقلي، حڪيم شاهدعلي شهيد، محمدعلي جوهر، محمدڇتل فدا، اميربخش قريشي امير، شيخ مهرالله، محمدچمن هالو، صوفي دوست محمد ساجد، فيض بخشاپوري، عبدالڪريم گدائي، صوبو خان بلوچ، صوفي جهامنداس عاشق، مولوي غلام مصطفى دادوي، نشتر ناٿن شاهي، اظهر گيلاني، محمدحسن ساز، اياز قادري، آثم ناٿن شاهي،

(١) عبرت (روزانہ) حيدرآباد تاريخ ١٣ مئي ١٩٦٤ع، ص ٤.

مولوي محمدعظيم شيدا، حافظ ضياءالحق اسلم، ماستر عليحسن گدا، مخدوم احمد منظور، حڪيم محمدبخش مشوري، مرشد گيلاني، ميرمحمد مير شڪارپوري، محمدابراهيم نياز (ڪراچي)، بدر، حقير، احسن الهاشمي.

مشاعره لاءِ مصرع طرح هئي:

’چمن جو رنگ ڏسو، موسم بهار ڏسو‘

انتخاب مشاعره (۱)

مولوي محمد عظيم ’شيدا‘:

لکين جا تار سڄڻ جي اچي سا تار ڏسو
ڪفن جي تار ۾ يــار يــار ڏســو.

تبر جي ڏار جا ابرو جي وار وار ۾ هئي
انهيءَ جي پار جگر ڪيو سا موتمار ڏسو.

’نشتر‘ ٺٽن شاهي:

وفـاشـعار سندي بزم اشڪبار ڏسـو
صداقتن تي غلط تهمتن جـا وار ڏسو.

ڪٿي نفيس ڪلي ۽ ڪٿي شديد خزان
بقائي گل ۾ خطرناڪ اضطرار ڏســو.

محمد چمن ’هالو‘:

سوين هٽائي سيون گـل جڏهن ٿو سيني ۾
تڏهن ته ڪنهن جي گلي جو ٿئي ٿو هار ڏسو.

بکاڙي پنهنجو چمن پــاڻ ٿا چئون هــالا
چمن جو رنگ ڏسو، موســم بهار ڏســو.

حافظ ضياءالحق ’اسلم‘:

ڏکي ٿي جان ڏکي ٿو جگر، ڏکي ٿي دل
ڏکن کان واندو نه منهنجو ڪوئي وار ڏسو.

---

(۱) ذوالفقار (هفتيوار) گهوٽڪي تاريخ مئي ۱۹۶۴ع، ص ۲ کان ۳.

الائي زندگي ڇا هي ۽ ڇا سندس مقصد
اسان جي سر تي تہ آهي نسورو بار ڏسو.

محمد حسن 'ساز' (نوآباد) ڪراچي :

انهيءَ جو ڪجهہ بہ نہ آهيان، گهٽوئي جنهن جو هٿس
ڪٽان جي ڳالهہ ڪٿي آئي آهي يار ڏسو.

جو دشمني ٿو ڪري، تنهن کي دوست ٿو سمجهان
فريب هن جو ڏسو، منهنجو اعتبار ڏسو.

'اثر' نائن شاهي :

خزان نصيب ڪلين جي اداس چهرن مان
چمن جو رنگ ڏسو، موسم بهار ڏسو.

هي داغ چنڊ جي دل ۾ هي ٽڙيندڙ تارا
مان ڇو چوان تہ رکو منهنجو حال زار ڏسو.

'وفا' نائن شاهي :

حضورا حسن کي منظور ناهہ رسوائي
هوس‌پرست نظر مان نہ بار بار ڏسو.

جفاشڪار يقينا وفا اکيان جهڪندا
اداس اداس محبت جو انتظار ڏسو.

'حقير' :

اداس مور ڏسو عندليب زار ڏسو
نہ ڪوئي اهلِ چمن آهہ نغمہ‌بار ڏسو.

ليڇن گناه، ڪيڇن سنهنجي لاءِ ڏوه ٿيو
هي منهنجو حال ڏسو، منهنجو اختيار ڏسو.

مولوي نورالدين 'نور' :

زبان کي بند ڪٿي ٿو ڪري سگهي منصور
ڪري ٿو دار خوشيءَ سان اختيار ڏسو.

ڏسان ٿو باغ جي هر شاخ تي ڇپون وڦل
چمن جو رنگ ڏسو، موسم بهار ڏسو.

نيازعلي شاھ 'محسن' ڪڪڙائي :

زبان بند، قلم ساں به هڪ قلم لاڳو
خيال و فڪر جي دنيا جو ڪاروبار ڏسو.

غم حيات، غم دوستان، غم جانان
هي منهنجا محسن و همدم ۽ غمگسار ڏسو.

عبدالڪريم ٻلي :

جيئڻ به زهر برابر، خودڪشي به حرام
حيات ڪيئن نه ٿي آه سر تي بار ڏسو.

زمين تي وجه تسلي نه ٿي سگهي يارو
ڪري ٿو ڪهڙي عطا چنڊ داغدار ڏسو. (١)

## ٻاويهين سنڌ ادبي ڪانفرنس

## (لاڙڪاڻو)

ٻاويهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، جمعيت الشعراءِ سنڌ جي نگراني ۽ ماسٽر ڪلب لاڙڪاڻي جي انتظام هيٺ لاڙڪاڻي ۾ تاريخ پنجين ۽ ڇهين نومبر ١٩٦٦ع تي جناح باغ لاڙڪاڻي ۾ ٿي.

ڪانفرنس جو افتتاح رفيق مرزا ڪمشنر خيرپور ڊويزن ڪيو. مختلف نشستن جي صدارت سيد غلام مصطفي شاھ (ڊائريڪٽر آف ايجوڪيشن) محمد رفيق (ڊپٽي ڪمشنر لاڙڪاڻو) ڪئي.

ڪانفرنس جي استقباليه ڪميٽي جو چيئرمن محمدعلي جوهر ۽ سيڪريٽري ماستر غلام دستگير هئا.

ڪانفرنس جو افتتاح تاريخ پنجين نومبر شام جو ڇهين بجي رفيق عنايت مرزا ڪيو، جنهن کان پوءِ محمدعلي جوهر چيئرمن استقباليه ڪميٽيءَ پنهنجو خطبو پڙهيو.

---

(١) عبدالڪريم ٻلي، مهراڻ (ٽماهي) نمبر ١-٢ سال ١٩٦٥ع، ص ٩٧.

ٻي نشست رات جو اٺين ٻجي کان ٻارهين ٻجي تائين هلي جنهن جي صدارت سيد غلام مصطفيٰ شاهه ڪئي. هيءَ نشست طرحي مشاعري جي هئي جنهن ۾ اٽڪل پنجاهه کن شاعرن پنهنجو ڪلام پڙهيو. (١)

مشاعري جي مصرع طرح هئي:

'خزان ڪٿي ته بهارن جو انتظام ٿئي'

نشست جي آخر ۾ شاهه صاحب پنهنجي تقرير ڪئي جنهن ۾ هن شاعرن کي قومي شعر وڏائڻ جي سلسلي ۾ هدايت ڪئي. (٢)

ٽين نشست ساڳي رات ٻارهين ٻجي کانپوءِ ٿي. هيءَ اردو مشاعري جي نشست هئي، جنهن جي صدارت محمد رفيق مرزا ڪئي. جنهن کانپوءِ موسيقيءَ جو پروگرام ٿيو.

ڪانفرنس جي ٻئي ڏينهن ڇهين نومبر تي صبح جو جمعيت الشعراءِ سنڌ جو اجلاس ٿيو جنهن ۾ سنڌي ادب جي مختلف مسئلن تي ويچار ڪيو ويو. جمعيت جي عهديدارن جي چونڊ ٿي ۽ ڪيترا ٺهراءَ منظور ڪيا ويا.

هن ڪانفرنس ۾ جن اديبن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي تن مان ڪن جا نالا هي آهن. ڪيترن شاعرن مشاعري لاءِ پنهنجو ڪلام موڪليو.

سيد غلام مصطفيٰ شاهه، غلام محمد گرامي، فيض بخشاپوري، عبدالڪريم گدائي، استاد بخاري، نشتر ناٿن شاهي، مولوي نورالدين نور، عبدالفتاح عبد عاقلي، محمد علي جوهر، اميربخش قريشي، خادم سروري، اظهر گيلاني، صوفي دوست محمد ساجد سرشاري، امر پريمي، حسين بخش خادم، عبدالرحمان نسيم، رشيد ارشد، راز ناٿن شاهي، اثر سورائي، نظام الدين نظام، احمد خان مدهوش ۽ شمشير الحيدري.

ذوالفقار (هفتيوار) گهوٽڪي ڪانفرنس جي مشاعري جي ڪارروائي ۾ رشيد لاشاري، جهامنداس صوفي عاشق، حبيب الله حبيب، حق نـواز خادم، غياث الدين شاهه راسخ، غلام سرور عاقلي، شوق شڪارپوري، پروفيسر محمد ميان سحر، جناب سرائي صاحب لاڙڪاڻو، افقر رتوديرو، مولوي محمد عظيم شيدا، حافظ ضياءالحق اسلم، مهيسر محمود رفيقي عبدالواحد رند، هنگورو، علي عباس

---

(١) شيخ عبدالحليم - 'ادبي خبرنامو' - نئين زندگي جنوري ١٩٥٧ع، ص ٥٥.
(٢) مهراڻ (ٽماهي) نمبر ٣-٤ - ١٩٦٦ع، ص ١٩٤.

ڏاريجو، قاضي حيات مورو، مرشد گيلاني، لال عبدالرشيد حيدري، محمد چتل فدا، مسرور ڪيفي جا غزل شايع ٿيل آهن. (١)

انتخاب مشاعره (٢)

مولوي محمد عظيم 'شيدا' :

ڪلين ٿو مون سان مگر اک اٿيئي غيرن ۾
ڏٺام ننڍ پيالا ڇو نه پيو حرام ٿئي.

عبدالڪريم 'گدائي' :

سمو ڪو اهڙو اچي، اهڙو اهتمام ٿئي
الاهي رسم محبت جهان ۾ عام ٿئي.

سرءُ ۾ يار بهارن جا گيت ڪيئن ڳايان
خزان ڪٿي ته بهارن جو انتظام ٿئي.

عبدالفتاح 'عبد' عاقلي :

ٿئي ٿو شهر خموشان جو باغ تي ڏوڪو
صبا ڪڏهن ته گلن ساڻ همڪلام ٿئي.

خرد ڪمند وڌا چنڊ تي، ستارن تي
جنون ڪي ڪير ڏٺائي ته تيزگام ٿئي.

رشيد احمد لاشاري 'رشيد' :

مقابلو ڪندي مرجي، ڪڏهن نه ميجي شڪست
زمانو نرم رويءَ سان ڪٿي ته رام ٿئي.

اسين ته پاڻ زماني جا ڪارساز آهيون
رشيد پنهنجو ٿو ڪيئن وقت ڪي سلام ٿئي.

'نشتر' ناٿن شاهي :

چمن ۾ بولو به جنهن سنهن ۾ آ زبان رکي
اهو بکي وهي اگ ۾ نذر دام ٿئي.

---

(١) ذوالفقار هفتيوار گهوٽڪي تاريخ ٢٠ نومبر ١٩٦٦ع، ص ٣-٦.
(٢) ذوالفقار هفتيوار گهوٽڪي تاريخ ٢٠ نومبر ١٩٦٦ع، ص ٣-٦.

اچا آ شامِ محرم، پڇو نہ صبحِ خوشي
خزان ڪٽي تہ بهارن جو انتظام ٿئي.

جهامنداس صوفي 'عاشق':

نمازِ عشق ۾ پيرِ مغان امام ٿئي
صراحي سجدو ڪري، جام در قيام ٿئي.

نگاهِ شوق جو ڪوئي تہ مڙهہ مقام ٿئي
خزان ڪٽي تہ بهارن جو اهتمام ٿئي.

مسرور ڪيفي:

نصيب جنهن کي ٿئي زلفِ يار جو سايو
انهيءَ تي آتشِ دوزخ نہ ڇو حرام ٿئي.

گلن کي رنگ ملي، ۽ خوشي بهارن کي
وري ڪو يار جو گلشن ۾ اچ خرام ٿئي.

حسين بخش 'خادم' سروري:

چمن تي ماٺ جو محشر ۽ داغ سيني تي
هي سڀ اوهين ٿا ڪريو، ڪير هم ڪلام ٿئي.

اهو ٿو عشق کپي جنهن سان دل ٿئي روشن
خدا ڪري تہ هتي عشق عام جام ٿئي.

اظهر شاهہ گيلاني:

فريبِ دورِ خرابات ڪر تمام ٿئي
حياتِ نو جي حقيقت جو نقش عام ٿئي.

اسان چمن ۾ رهي آشيان جلايو آ
ڇو برق باد جو بي واسطو ٿو نام ٿئي.

نظام الدين گوپانگ 'نظام':

جڏهن جڏهن بہ نو آتش مثان قيام ٿئي
تڏهن تڏهن ٿو بهارن جو اهتمام ٿئي.

ڪيا نہ لخت ِ جگر رت جا قطرا جنهن جنهن پيش
ڪئي تہ اهڙي جي ڳوڙهن جو احترام ٿئي.

## ٻيويهين سنڌ ادبي ڪانفرنس
## (لاڙڪاڻو)

ٻيويهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، تاريخ ٽين ۽ چوٿين ڊسمبر ١٩٧٣ع تي جناح باغ لاڙڪاڻي ۾ ٿي.

هن ڪانفرنس جي مختلف نشستن جي صدارت سيد غلام مصطفيٰ شاهہ (وائيس چانسلر سنڌ يونيورسٽي) ۽ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ ڪئي، استقباليہ ڪميٽيءَ جو چيئرمن محمدعلي جوهر هو.

ڪانفرنس جو افتتاح جناب ممتازعلي ڀٽي وزير اعليٰ سنڌ کي ڪرڻو هو مگر هو ڪن سرڪاري ڪمن سبب اچي نہ سگهيو تنهن ڪري ٽين ڊسمبر شام جو پنجين بجي عبدالوحيد ڪٽپر هيلٿ منسٽر سنڌ، جناب ذوالفقارعلي ڀٽي جو پيغام پڙهڻ سان ڪانفرنس جو افتتاح ڪيو. جناب ذوالفقارعلي ڀٽي پنهنجي پيغام ۾ چيو هو، ”سنڌي زبان هڪ شاهوڪار زبان آهي، ليڪن ان ۾ اهڙي ادب پيدا ڪرڻ جي ضرورت آهي جيڪو عام فهم ۽ حالتن جي نمائنده هئڻ سبب عام ماڻهن ۾ بيداريءَ جي لهر پيدا ڪري.“ (١)

ڀٽي صاحب جي پيغام ڪانپوءِ محمدعلي جوهر پنهنجو خطبو پڙهيو. ان بعد عبدالوحيد ڪٽپر افتتاحي تقرير ڪئي جنهن ۾ هن چيو، حڪومت سنڌ، سنڌي ٻوليءَ کي سنڌ صوبي اندر صوبائي ٻولي قرار ڏئي سنڌ صوبي يا سنڌين تي ڪو خاص احسان ڪونہ ڪيو آهي، بلڪ هڪ ڀرائو قومي فرض ادا ڪيو آهي. (٢) سيد غلام مصطفيٰ شاهہ حاضرين کي خطاب ڪندي چيو، دنيا ۾ اهائي زبان عزت ۽ قدر جي نگاهہ سان ڏٺي وڃي ٿي جنهن ۾ بين الاقوامي قدرن تي مشتمل صحتمند ادب پيدا ٿئي ٿو. (٣)

---

(١) گلدستہ لاڙڪاڻو (مهڙ)، سنڌي ادبي بورڊ پريس حيدرآباد جولاءِ ١٩٧٤ع.
(٢) عبدالوحيد ڪٽپر- گلدستہ لاڙڪاڻو- سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد جولاءِ ١٩٧٤ع، ص ٢٤
(٣) غلام مصطفيٰ سيد- گلدستہ لاڙڪاڻو- سنڌي ادبي بورڊ پريس حيدرآباد جولاءِ ١٩٧٤ع، ص ٢٧.

ڪانفرنس جي ٻئين نشست مشاعره جي هئي جا رات جو نوين بجي شروع ٿي جنهن جي صدارت مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ ڪئي. مشاعره ۾ سڄيءَ سنڌ مان آيل هيٺين شاعرن پنهنجو ڪلام پيش ڪيو. هي مشاعرو غير طرحي هو.

عبدالوحيد ڪٽپر، مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ، مخدوم خليق الزمان خليق، مخدوم امين فهيم، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل، غلام محمد گرامي، تنوير عباسي، نياز همايوني، رشيد ڀٽي، فيض بخشاپوري، حافظ محمد احسن چنا، اميربخش قريشي امير، اظهر شاهه گيلاني، آغا گل حسن گل، محمدعلي جوهر، زيب عاقلي، عبدالله اثر، مولوي نورالدين نور، پروفيسر عطامحمد حامي، استاد بخاري، سرويچ سجاولي، قيوم طراز، دادن فقير، عنايت بلوچ، پريو ناشاد، قادربخش زيب ڀٽي، حسين بخش خادم، علي محمد خالدي، علي محمد مجروح، احمدخان آصف، غازي الدين نشتر ناٿن شاهي، محمدحسن ساز، قطب الدين تاب، منظور نقوي، حافظ ضياءالحق اسلم، لقمان حڪيم، محمدحسين آتش، نظام الدين نظام چانڊيو، صوفي جهامنداس عاشق، علي بخش جمالي، استاد هادي بخش ڀٽوئي، سيد فيروز شاهه اظهر سيوهاڻي، محترم گل حسن گوپانگ شاد، عبدالواحد رند، قلندربخش بدوي ۽ ساجد لعلپوري.

ٽئين ڊسمبر ۱۹۷۳ع تي صبح جو نوين بجي جمعيت الشعراءِ سنڌ جي جنرل باڊيءَ جو اجلاس مخدوم محمد زمان جي صدارت هيٺ ٿيو جنهن ۾ جمعيت جون ساليانه چونڊون ڪيون ويون ۽ سنڌي زبان کي درپيش مسئلن تي ويچار ڪيو ويو ۽ ڪيترا اهم ٺهراءَ منظور ڪيا ويا.

رات جو جناب طالب المولیٰ جي صدارت هيٺ محفل موسيقي ٿي جنهن ۾ سنڌ جي ناميارن فنڪارن پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو.

ڪانفرنس جي موقعي تي سنڌي ڪتابن ۽ رسالن جي نمائش جو پڻ اهتمام ڪيو ويو هو جنهن کي ڪامياب بنائڻ لاءِ سنڌي ادبي بورڊ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ۽ سنڌ سرڪار جي اطلاعات کاتي حصو ورتو. نمائش جو افتتاح اوستي درمحمد وزير تعليم سنڌ ڪيو. ان نمائش کانسواءِ مصوري جي نمائش جو پڻ اهتمام ڪيو ويو هو. گل محمد کتري، قاضي خضر حيات، عظيم چانڊيو، منور ميمڻ، محمدعلي ڀني، رفيق احمد، اختر جانوري، ابراهيم اختر ۽ حفيظ الله جا شاهڪار جن ۾ سنڌ جي زندگيءَ جا عڪس نمائش لاءِ رکيا ويا هئا. هن نمائش جو افتتاح جناب ڊاڪرعلي جوڻيجي ڪيو.

## انتخاب مشاعره

مخدوم محمد زمان 'طالب المولیٰ' :

محتسب مستي نه ڪر، اڄ مان ته ٻي موٽيو آهيان
هن مثل دنيا اندر، مس مس ته جي موٽيو آهيان.

اڄ فرشتن لئي به منهنجي اک اُڏي ٿي ڪانه ٿي
ميڪدي ڏي آسمانن تان لهي موٽيو آهيان.

ڊاڪٽر محمدابراهيم 'خليل' :

هاڻ شوق بزم آرائي ڪٿي
هاڻ ذوق باده پيمائي ڪٿي.

دم بخود آهيان ڏسي دنيا جو رنگ
اي 'خليل' اڄ تاب گويائي ڪٿي.

'نياز' همايوني :

اوهان وٽ بي حسيءَ ۽ بي وفائيءَ جي ڪمي ناهي
اسان ته به عشق جي راهن تي اوسيڙا اپاريون ٿا.

اسان جي زندگيءَ ۾ غم نئي غم آهن، خدا ڄاڻي
وساريون ٿا جي غم پنهنجا، توهانجا غم سنڀاريون ٿا.

'فيض' بخشاپوري :

هر خار، خون آبلا کان آ لالي رنگ
ويرانهء جنون کي گلستان ڪري ڇڏيم.

احسان ناخدا کان بچايو مون کي خدا
ڪشتي کي خود حوالهء طوفان ڪري ڇڏيم.

مخدوم امين 'فهيم' :

منهنجون راهون پيو هو ڏسي اوڪلهه
حسن ۽ انتظار ڇا معنيٰ.

دل جي ويراني ۽ به تون آهين
توکي جان بهار ڇا معنيٰ.

عبدالله 'اثر' :

ذهنن جي سرزمين ۾ آيو جو انقلاب
انسان جا فلڪ تي ٿا ڏسجن سفر نوان.

سا بندگي ڪهڙي، جا ٿئي باعثِ نجات
سجدن جي لاءِ ٻاڻ ڪي ڳولجن ٿا سر نوان.

عطامحمد 'حامي' :

دل جي حال ڪي ڪوشش سان اي يار ڇپائڻ مشڪل آ
عشق ۾ مشڪ جي خوشبوءِ کي پابند بنائڻ مشڪل آ.

سوز فراق جو سيني اندر جان جگر کي جلائي ٿو
ٿڌڙي ٿڌڙي آهه ڀري، هي باهه وسائڻ مشڪل آ.

علي محمد 'مجروح' :

هر لفظ تنهنجي سونهن منهنجو ساهه کڻي ٿو
شعرن ۾ اهو رنگ ڀرڻ راند ته ڪانهي.

مجروح سان ملندين ته هي محسوس ڪندين تون
انسان جو ٿي شمع ٻرڻ راند ته ڪانهي.

محمد حسن 'ساز' :

هو رسي ٿو وڃي جڏهن مون کان
زندگيءَ کان رسي وڃان ٿو مان.

قلب اهڙو خدا ڏنو
درد ڪنهنجو ليئي وڃان ٿو مان.

پرهو 'ناشاد' ( نفيس احمد شيخ):

حسن جي رخسارن ۽ زلفن درميان
روز شب جا سورا فاصلا.

دل جي واديءَ ۾ اچا محو سفر
ڪيئي ارمانن جا آهن قافلا.

(پورو ٿيو)

# نالن، هنڌن ۽ ماڳن جي ڏسڻي

## الف

## ٽ



## ث

## پ

ز



س

## ڦ



## ق

ڪ

## ن

ي





# پل چوڪ

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ٩ | ٢٧ | جنره | جنهن |
| ١٠ | ٢٤ | طرح چمڪايو | طرح غزل ۾ چمڪايو |
| ١٠ | ٣٠ | ص ١١ | ص ١٩٧ |
| ٣٣ | ٤ | سيوسنان | سيوستان |
| ٥٢ | ٤٣ | رو | ابرو |
| ٦٠ | ١٦ | شڪرخارا را | شڪرخارا |
| ٦٣ | ١ | ندڙ | وٿندڙ |
| ٧٠ | ١٠ | هٿي شر | هٿي از شر |
| ٩٣ | ١٣ | ابراني | ايراني |
| ٩٣ | ٢٠ | شيول | شيون |
| ١١٩ | ٢٩ | استعمان | استعمال |
| | | ابي طالب | ابو طالب |
| ١٣٤ | ١٣ | لکيراج | ليکراج |
| ١٤٤ | ١ | پتو | ان |
| ١٦٢ | ٢٥ | ١٩٢٦ع | ١٩٣٦ع |
| ١٦٥ | ٦ | زحبا | زصبا |
| ١٦٥ | ١٩ | مليده | طپيده |
| ١٦٧ | ٥ | لوڇ | لوچ |
| ١٦٨ | ٢٧ | گلن | لگن |
| ١٦٩ | ١٨ | واضع | واسع |
| ١٧٥ | ٦ | موٽي | موٺي |
| ١٨٣ | ٢ | مڪر | مکر |
| ١٩٤ | ٩ | جر | سو |
| ١٩٦ | ١٧ | شوخيي | شوخين |
| ١٩٦ | ٢١ | ٿي | تي |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ٢١٥ | ٢٠ | ۽ | ۾ |
| ٢٢٣ | ٨ | مهينن | مهيني |
| ٢٢٣ | ١١ | لنظ | لفظ |
| ٢٢٥ | ٢٦ | جلد ٻه-و | جلد ٻيو - دفعو ٻيو |
| ٢٥٠ | ٦ | مياڻ | ميان |
| ٢٥٦ | ١١ | قيص | قيصر |
| ٢٦١ | ١٢ | ڏاران | ڏاري |
| ٢٦٧ | ١٣ | جذي | جذبن |
| ٢٦٩ | ٥ | جهاڪو | جهڪايو |
| ٢٨٢ | ١٢ | ساز | ستار |
| ٢٨٢ | ١٥ | ڪي | ڪثي |
| ٢٨٢ | ٢٧ | ص ٢٢ | ص ٢٣ |
| ٢٨٣ | ١٧ | شاعرن | مشاعرن |
| ٢٨٣ | ٢٦ | ١٩٦٢ع | ١٩٦٣ع |
| ٢٨٦ | ٢٩ | ص ١٤٧ | ص ٤٧ |
| ٢٩٣ | ٢٠ | مغدوف | محذوف |
| ٢٩٩ | ٦ | جبين | جبينن |
| ٣٠٣ | ١٠ | ارادو | اسان ارادو |
| ٣٠٩ | ٢٧ | سوشار | سرشار |
| ٣١١ | ٣٠ | August March | August |
| ٣١١ | ٣٢ | (٢) | (٣) |
| ٣١٧ | ٦ | اجي | حاجي |
| ٣١٧ | ١٠ | نر س | نرگس |
| ٣١٧ | ٢٣ | يڪدم ۾ | يڪدم |
| ٣١٨ | ٧ | شاعر ۽ | ۽ شاعر |
| ٣٢٠ | ١٣ | ۽ | ۾ |
| ٣٢٣ | ٢٦ | گذثي | گدائي |
| ٣٢٥ | ١٨ | ڪراچي | ڪراچي جا مشاعرا |
| ٣٢٨ | ١٠ | صديق | صديقي |
| ٣٣٢ | ١٥ | سنڌي | سنڌ |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ۳۵۲ | ۱۵ | ۱۱۵۱ع | ۱۹۵۱ع |
| ۳۵۸ | ۱٦ | واز علي | نواز علي |
| ۳٦۵ | ۴ | سمورو | سمورو |
| ۳٦۷ | ۹ | قادري بخش | قادر بخش |
| ۳٦۷ | ۲۳ | ڀڪائي | اڪائي |
| ۳۷۰ | ۲۲ | سنڌي ۾ | سنڌي |
| ۳۷۰ | ۲٦ | اربيل | اپريل |
| ۳۷۸ | ۱۳ | عاقلي ۽ | عاقلي، |
| ۳۷۸ | ۱۱ | هري ۾ | ۾ هري |
| ۳۷۸ | ۲۱ | ختم | خم |
| ۳۸۷ | ۱۲ | بن دائود | بن محمد دائود |
| ۳۹۰ | ٦ | سرور | مسرور |
| ۳۹۸ | ۵ | مان | هان |
| ۳۹۹ | ۲٦ | سرور | مسرور |
| ۴۱۳ | ۲ | ڀھچي | ڀهچي |
| ״ | ۲۴ | ڇولڊيا | ڇونڊيا |
| ۴۱۴ | ۱۷ | ميبر | ميمبرن |
| ۴۲۲ | ۲ | شبجيڪٽ | سبجيڪٽ |
| ۴۲۴ | ۲۷ | سنڌي | سنڌ |





اياز قادري سنڌ جي ناميارن شاعرن، ڪهاڻيڪارن ۽ محققن مان هڪ آهي. سنڌس تعلق لاڙڪاڻي جي مشهور درويش، صوفي، علمي ۽ ادبي قادري خاندان سان آهي جنهن سنڌ ۾ غزل جي اوسر لاءِ وڏو ڪم ڪيو آهي. هن جي اڪ غزل جي دنيا ۾ ڪلي، مشاعرن ۾ وڏو ٿيو ۽ ادبي ڪانفرنسن ۾ حصو ورتائين.

غزل شاعري جي رنگين ۽ لطيف صنف آهي جيڪا سنڌ ۾ شاعري جي ٻين صنفن وانگر مقبول آهي. سنڌي غزل نه صرف عشق ۽ محبت پر وقت جي سياسي ۽ سماجي حالتن جي به ترجماني ڪئي آهي.

اياز "سنڌي غزل جي اوسر" تي وڏي محنت ۽ تحقيق سان تفصيلي مقالو لکي پي- ايچ- ڊي- جي ڊگري حاصل ڪئي آهي جيڪو ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. هن سنڌي غزل جي تواريخ ابتدا کان وٺي جديد دور تائين قلمبند ڪئي آهي ۽ انهن ادارن، مشاعرن، ادبي ڪانفرنسن ۽ شخصن جو ذڪر ڪيو آهي جن سنڌي غزل جي اوسر لاءِ ڪم ڪيو آهي. هن سنڌي غزل جا مختلف دور قائم ڪري انهن جو ان وقت جي سياسي، سماجي، علمي ۽ ادبي لاڙن جي روشنيءَ ۾ نئين انداز ۽ نئين سوچ سان تجزيو بيان ڪيو آهي ۽ هر دور جي نمائنده شاعرن جي حياتي جو احوال ڪلام جو نمونو ۽ ڪلام تي تبصرو ڏنو آهي. ان ۾ ڪوبه وڌاءُ ڪونهي ته "سنڌي غزل جي اوسر" سنڌي شاعري ۽ ادب جي تواريخ ۾ املهه اضافو آهي.